(٥٩)

اَجُ پڻ اُجهڻَ کي مَرين، نَکي ڪَٺُءِ ڪالَ،
مونا اُنجي اُڪَڙيا، اَرٽَ ڍِرڪي مالَ،
هَيءِ! تنين جي حالَ، جن ڪاپي مَنجهان ڪِينَ ڪيو.
(ڪاپائتي، ١ ـ ٩)

(٦٠)

اَج پڻ اَچائي، چوڏهينءَ ماهَ چَنڊَ جي،
مون گهرِ مون پرينِ جي، اَچڻ جي وائي،
مون گهرِ واڌائي، پيئي ڪامَ ڪَرن ۾.
(ڪنيات، ١ ـ ٩)

(٦١)

اَجُ پڻ اَڪَڙينِ، سَجڻَ پَنهنجا سارِيا،
ڳِلِن تان ڳوڙهَنِ جُون، بُوندُون بَسِ نہ ڪَنِ،
سَندي سِڪَ پرِينِ، لوڪَ ڏِٺيئي نہ لَهي.
(بروو سنڌي، ١ ـ ١١)

(٦٢)

اَج پڻ اُمارو، چوڏهينءَ ماهَ چَنڊَ جو،
مون گهرِ مون پِرينِ جي، اَچڻ جو وارو،
سَجَڻُ سوپارو، پيچَ پِنيءَ گهرِ آئيو.
(ڪنيات، ١ ـ ١٠)

(٦٣)

اَجُ پڻ اُميدُون، آگَمَ سَنديُون اُڀَ ۾،
ساوَڻُ پَسِي، سَرتيُون! سَجَڻُ سارِيو مُون،
آئُون آسائتي آهيان، مانَ پِچائي پُون،
گهرِ تہ گهُرجين تُون، مَندَ مِڙيئي مينهَن جي.
(سارنگ، ١ ـ ١٢)

(٦٤)

اَجُ پڻ اَنگيَمِ اَنگَ، هٿان حبيبَن جي،
جا پَرِ سُونٽيءَ سَنگَ، سا پَرِ سُورَن سان ٿئي.
(بروو سنڌي، ٢ ـ ١١)

(٦٥)

اَجُ پڻُ جُڙيَمِ جوڙَ، دوستُ پيهي دَرِ آئيو،
سُڪَنَ اَچي ڏُڪَن ڪي، مُحڪَمُ ڏِني موڙَ،
جا پَرِ ڪَنٽيءَ ڪوڙَ، سا پَرِ سُورَن سان ٿئي.
(بروو سنڌي، ٢ ـ ١٢)

(٦٦)

اَجُ پڻ چِڪيَمِ چاڪَ، وَنهيَنِ ويڙيچَنِ جا،
سُورَنِ اَچي، سُومِرا! اَندَر ڪي اوطاق،
مارُوءَ جي فِراقَ، هَڏَ مُنهنجا ڪَپِيا.
(مارئي، ابيات متفرقہ ـ ٥٥)

(٦٧)

اَجُ پڻ وايُون ڪَنِ، وَڻجارا وَڃڻَ جون،
اَنئي پَهَرَ اَڻن، سعيو ڪنهن سَفَرَ جو.
(سامونڊي، ٢ ـ ١)

(٦٨)

اَجُ پڻ وايُون ڪَنِ، وَڻجارا وَڃڻَ جون،
هَلَڻَ هارا سُپرين، رُئان تان نہ رَهَنِ،
آئُون جَهليندي ڪيترو؟ آيَل! سامُونڊين،
پَڳَہ چوڙي جَنِ، وِڌا بيڙا بارِ ۾.
(سامونڊي، ٢ ـ ٣)

(٦٩)

اَجُ پڻ وايُون ڪَنِ، وَڻجارا وَڃڻَ جون،
مُون اُپِيئي هَليا، بَندَر جَنِ تَڙَنِ،
سَرتيُون! سُورُ سَندنِ، مُون مارِيندو جِندڙي.
(سامونڊي، ٢ ـ ٢)

(٧٠)

اَجُ پڻ وَسائي اوٺين، مَٿي مارَڳَ ماڪَ،
پُنهون نِياڻُون پاڻَ سين، تاڙيُون پِچي طاقَ،

"هَيۡهَاتَ هَيۡهَاتَ لِمَاتُوۡعَدُوۡنَ"، سُجي تي اوطاقَ،
ڇُڪيءَ چوري چاڪَ، هاڙهي هوتَ هَلي وِيا.
(ديسي، ٢ _ ١)

(٧١)
اَڄُ پڻ وينو روءِ، ڏُکي ڏونگَرَ پاڻَ ۾،
ڪوهِياري جو ڪوءِ، اَڃي سُورُ اُڏميو.
(ڪوهياري، ٢ _ ١٢)

(٧٢)
اَڄُ پُڻ ڪَنجهو ڪَنجهہَ، واڍوڙڪيءَ مَنهينءَ،
جُ پڻ پِيَينِ سَنجَهہ، تہ هوُ پِنيُون هوُ پَتِّيُون.
(يمن ڪلياڻ، ١ _ ١٤)

(٧٣)
اَڄُ پڻ ڪهڙي دانهَن، واڍوڙڪيءَ مَنهينءَ؟
ويجَ ورائي ٻانهَن، چوري چاڪَ نِهارِيا.
(يمن ڪلياڻ، ١ _ ١٥)

(٧٤)
اَڄُ رَسِيلا رَنگَ، بادَل ڪَڍِيا بُرجَنِ سين،
سازَ سارَنگِيُون سُرَنْدا، وَڄائي بَرُ چَنگَ،
صُراحِيُون سارَنگَ، پَلِتِيُون راتِ پَدّامَ تي.
(سارنگ، ٢ _ ٥)

(٧٥)
اَڄُ مَعذُورِ هُئان، اَلا! ڇَڳي مَ ٿِيان!
رِڙهان ۽ رُئان، پُنيءَ سَگَرِ ساٿَ جي!
(حسيني، ١٢ _ ٨)

(٧٦)
اَڄ مليندِيَس، ماءِ! ڏاڄا ڪَندِيَس ڪَپڙا،
جِيجان! جوڳِياڻي ٿِيان، مون ڪي جَهلَ مَ پاءِ،
هوتَ ٻَروچي لاءِ، ڪَنين ڪُنڊَرَ پائِيان.
(سسئي آبري، ٤ _ ١٠)

(٧٧)
اَڄ نہ آڱِينءَ ڏارَ، ڪَرَهو جيئن ڪالهہ هو،
اَڳَڻِ آيو نہ ڪري، پاهوڙي پَچارَ،
جيڪُسِ منجهہ قطارَ، ڪا وَلِ چِنائين وَہَ جي.
(ڪنيات، ٢ _ ٢٧)

(٧٨)
اَڄُ نہ اوطاقُنِ ۾، تازا پَٽَرَ ڪَکَ،
آديسي اُٿي وِيا، پِيئي اَڏامي رَکَ،
سامي ڪَٽي سَنکَ، وَڄائي واٽَ ٿِيا.
(رامڪلي، ٨ _ ١١)

(٧٩)
اَڄُ نہ اوطاقُنِ ۾، جاڳَرُ جوڳِيڙَنِ جو،
ساري سَناسِيُنِ ڪي، رُئَنديِن تانَ رو،
پَسُ! پارِيان تو، لاهُوتي لَڏي وِيا.
(رامڪلي، ٨ _ ٧)

(٨٠)
اَڄُ نہ اوطاقُنِ ۾، دوُنهين، ڏُنڊُ، نہ لاٽَ،
وِيا ويراڳِي نِڪِري، ڇِتَ ڇَڪائي ڇاٽَ،
آئُون مارِيَسِ تَنهِين ماٽَ، جِيجان! جوڳِيڙَنِ جي.
(رامڪلي، ٨ _ ١٣)

(٨١)
اَڄُ نہ اوطاقُنِ ۾، سَندي جوڳِيُنِ جوڙَ،
ساري سَناسِيُنِ ڪي، ڪامِي ٿِيَسِ ڪوڙَ،
مَنَ جنين سين موڙَ، سي لاهُوتِي لَڏي وِيا.
(رامڪلي، ٨ _ ٩)

(٨٢)
اَڄُ نہ اوطاقُنِ ۾، سَندي جوڳِيُنِ ذاتِ،
ساري سَناسِيُنِ ڪي، رُنُم ساري راتِ،
مُون تَنَ جِنين جي تاتِ، سي لاهُوتي لَڏي وِيا.
(رامڪلي، ٨ _ ١٠)

(٨٣)

اَڄُ نہ اوطاقُنِ ۾، طالِبَ تَنوارِينِ،
آديسِي اُٿِي وِيا، مَڙهِيُون مُون مارِينِ،
جي جِيَّ کي جِيارِينِ، سي لاهُوتِي لڏِي وِيا.

(رامڪلي، ٨ ـ ٨)

(٨٤)

اَڄُ نہ اوطاقُنِ ۾، کَرکَلَ ڪِينَ رُوئَنِ،
نہ اُهي آديسِي اَسُکا، جن سين مَڙهِيُون سُونهَنِ،
مَڙهُ پُورِيائُون ماٽِ تي، واڄِٽَ ڪِينَ وَڄَنِ،
وِيا نانگا سي نِڪِري، پَهَرَ نہ پُورَبِيَنِ،
سارِيو سَناسِيُنِ کي، اولاکا اَچَنِ،
لاڄَئُون لاهُوتِيَنِ، جوڙِي ڏِنيُون جِيَّ کي.

(رامڪلي، ٨ ـ ١٢)

(٨٥)

اَڄُ نہ پَسان سي، آتَڻَ کَتِيُمِ جن سين،
هاڻي تِنين کي، کَنڌِيءَ ڪاڪِ نِهارِيان.

(مومل راڻو، ٦ ـ ١٥)

(٨٦)

اَڄُ نہ ڳالهايون، هُون ڏيهاڻي نِجهري،
پَسو! پَہُ پِيونِ: آتَڻُ سُڃو اُنَ ري!

(مومل راڻو، ٦ ـ ١٤)

(٨٧)

اَڄُ نہ مُون قَرارُ، ڏِٺُمِ سَنڃو ساٿُ ۾،
نَهي وِينا بارُ، مَتي ساٿِيہَ سُپِرِين.

(حسيني، ١٠ ـ ١١)

(٨٨)

اَڄا تَنُوران، ڪالھ ڪِڍِياسون سڄٽين،
پِڻ تايائون تڪڙو، وحدت جي وَڌان،
محبتينِ مٿان، مچُ مُورائينِ نہ لهي!

(يمن ڪلياڻ، ٣ ـ ١٦)

(٨٩)

اَڄا تو منجهان، ڪَکَ چُٽِي رَٿُ نڪري!
منهن ۾ محبوبن جا، ڪئن جهلينديَ گهاءَ؟
سو تون ڪُڇاڙِيا، سِڪَنَّ جون سَڌُون ڪرين.

(يمن ڪلياڻ، ٧ ـ ٥)

(٩٠)

اَڄا تُون آواٽَ، واٽان پاسي ويسِري،
سُونهين ٿِي سُواٽَ، تہ مَنجهان دِلِ ڌَڳُ لَهين.

(ڪوهياري، ٦ ـ ٩)

(٩١)

اَڄا راتِ رَتومِ، ڪوڙ ڪوهياري ڪَنجُرو،
پِينَرُ! پِڇايومِ، سُپاٽي سُورَنِ سين.

(حسيني، ١٠ ـ ٢٦)

(٩٢)

اَڄا سي آهِينِ، جي سَزاوارَ سِڳِيُنِ جا،
وِينا وَڃائِينِ، جي، سَناسِي، سُٽَئِين.

(رامڪلي، ٩ ـ ١٦)

(٩٣)

اَڄا ڪوري ماڳَ، مٽ، ڪُٽڪا، ڪَٽَ گهٽا،
لاهي ويہ مَ لاڳَ، موڪي! مَتارِنِ جا.

(يمن ڪلياڻ، ٤ - ١٧)

(٩٤)

اَڇي پيا آتَ ۾، واٽَ وڃائِي جَنِ،
اُوءِ بَصِيرَ بَرَّنِ ۾، اَنڌا ٿِيو اُيِنِ،
ڪَنَنِ آڏِيُون تاڙِيُون، گُنگَنِ جِٿَنِ گهُمَنِ،
فِراقِيءَ فَرمان جو، آهي بَرُ بوڙَنِ،
لَنگها ٿِيا لاهوتَ کي، سُتا پيا سِڪَنِ،
ڪَپِتِ ڪاهوڙِيَنِ، آهَ اَٿَئي پئي نہ لَهي.

(ڪاهوڙي، ٣ ـ ١)

(۹۵)

اَچِي سو ڏنوءِ، جو ڪَپَرُ سوءِ ڪَنَنِ سين،
سُتي لوڪ، لَطِيفُ چئي، يادِ نہ ذرو ڪيوءِ،
غافِلَ تِي غُرابَ ڪي، اوڙاهَ تي آندوءِ،
سو چِتَرُ چوُهي ڪان رَکِين! جو پيو پراڻو پوءِ،
جهازُ ضَعِيفَنِ جو، پاڻِيءَ ۾ پَرتوءِ!
سَيَدَا! ساڻُ سندوءِ، پُرِبَندَرِ پهچائيين!

(سريراڳ، ۳ ـ ۱۱)

(۹۶)

اَچِي عِزرائِيلَ، سُتي جاڳائي سَسُئِي،
تِي دَوڙائي دَلِيلَ، تہ پُنهونءَ ماڙهو موڪليو.

(سسئي آبري، ۸ ـ ۸)

(۹۷)

اَچِين جي هيڪارَ، مُون سارِيندي، سُپِرين!
پيرين ڏريان پنبڙيُون، هَنڌَ وڇايان وارَ،
ساڄَنَ! سَڀُ چمارَ، هُوندَ گولي تَي گُذارِيان.

(بروو سنڌي، ۱ ـ ۲)

(۹۸)

اَچِيو اَچِيو پُونِ، واڪا ڪَيو وَڻَنِ ۾،
سَنِيها سيڻَنِ جا، چوٽيءَ چڙهيو چُوَنِ،
ڪانگَ نہ ڪُوڙا هُونِ، پِرِيان سَندي پارَ جا.

(پورب، ۱ ـ ۱۷)

(۹۹)

اَچِيو اَچِيو چَوَن: "وِهُ، ويا تان گهورِيا"،
سَرَتيِنِ سانگُ سُکَنِ سين، مُون جَنَّنِ رَتُ نہ رُونِ،
اُوِ مَرُ وينِيُون هُونِ، مُون ساڱاڻو سُورَ تِيا.

(ڪوهياري، ۵ ـ ۹)

(۱۰۰)

اَچِيو مَرُ اَچَنِ باروچا ٻَنِيُورَ ۾،
پُنُّيءَ لَڳِي جَنِ، ڪَمِيٽي ماڙهُو تِئي.

(حسيني، ۹ ـ ۴)

(۱۰۱)

آڇاڙا عَميق جا، گڏيا غَوّاصَنِ،
جَهرِيُون جهاڳي آئِيا، ڪارُونِيارَ ڪُنَنِ،
سمنڊ سوجهي جَنِ، آڻي اَمُلَ اولِيا.

(سريراڳ، ۲ ـ ۱۰)

(۱۰۲)

اَچو پاڻي لُڙُ تِيو، ڪالُورِيو ڪَنگَنِ،
ايندي لَڄِ مَرَنِ تَنهِن سَرَ مَٿي هَنجَڙا!

(ڪارايل، ۱ ـ ۷)

(۱۰۳)

اَچو پئو اَچاهُ! تہ اَڇائيءَ اُبهو،
وهَنُ وَڙُ نہ آن جو، پاڻيءَ لُڙُ لَلاهُ،
سُسَرِ ڏِجي ساهُ، ڪُسَرِ ڪَنگَنِ قَبَرُون.

(ڪارايل، ۱ ـ ۱۴)

(۱۰۴)

اَدا! ڙي! ٻانڊي! توکي ڪَڙهان ڪِ پاڻَ ڪي؟
سُوڏِي خَبَرَ سَڄَڻين، تو ڪا تَڙ آندي؟
تُون پاتارِيان پانڊي، اَسان پَنڌُ پِرِيَنِ ڏِي.

(سهڻي، ۳ ـ ۲۲)

(۱۰۵)

آدمِيَنِ اِخلاصُ، مَٿائي مانو ڪَيو،
هاڻَ ڪائي سَپِڪو، سندو ماڙهُوءَ ماسُ،
دِلبَرَ! هِنَ دُنيا ۾، وَڃِي رَهندو واسُ،
ٻئي سَڀُ لوڪَ لِباسُ، ڪو هِڪَدِلِ هُوندو هيڪڙو.

(برووسنڌي، ۳ ـ ۴)

(١٠٦)

آديسي آديسُ، هِتان ڪَري هليا،
ڪاپـڙيُنِ قَلَبَ ۾، ڪَيو ڏُوراٽو ڏيسُ،
ويراڳِي نَئون ويسُ، راوَلَ ڍَڪي رَميا.
*(رامڪلي، ٧ – ١٢)*

(١٠٧)

آديسِيُنِ اَدَبُ، آهي اَڪـڙيُنِ ۾،
تن جو حَسَبُ نَسَبُ ناهِ ڪِي، نہ اَما نہ اَبُ،
سامِيُنِ ڪي سَپين پَرين، رُوحَ ۾ رَهيو رَبُ،
رءَ لانگوٽِيءَ لَبُ، پاڇي ڪَنِ نہ پانَ سين.
*(رامڪلي، ٧ – ١٣)*

(١٠٨)

اَديُون! آتَنَ وارِيُون! نِرجا نَڪَ ٽِيا،
وَڌِيا، تان نہ وِيا؛ پاٽا موريا مُنهَن ۾.
*(مومل راڻو، ٨ – ٢٣)*

(١٠٩)

اَديُون! اَڳھي آهيان، پِرِيُنِ پُڇاٽا،
سي ڪوهيارا ڪِيئنَ وِيا، ساڄَنِ سِياٽا؟
جي سَسُئِيءَ سيباٽا، سي وڃي ڪيچ قَرارِيا.
*(ڪوهياري، ٥ – ٤)*

(١١٠)

اَديُون! آئُون اَجاڻ، مُون سَڱُ سُڃاڻـي نہ ڪيو،
هُوندَ نہ سَنِيَم هيتري، ڪوهياري جي ڪاڻِ،
رَتيءَ جي رِهاڻِ، جِيُ اَڙايُم جَتَ سين.
*(سسئي آبري، ٥ – ١٩)*

(١١١)

اَديُون! آئُون نہ تيئَن، جِيئَن پِريتَمَ پِرِيُنِ سين،
ڀَڏِي سُتِيَسِ نہ سوگهو، چِلَوَرُ چاتِيءَ سيئَن،
ڪيچي ڪاهي ڪَرَها، مُونهان وَڃَنِ ڪيئن؟
ڏوهُ مُنهنجي ڏِينهَن، پُنهونءَ ڪي ڪا مَ چَئي.
*(ديسي، ٧ – ١٥)*

(١١٢)

اَديُون! سڀ اَندامَ، چِـڙَنِ منهنجا چوريا،
لاڙِنِ جا لَنوُ لائِي، سا ڪيئَن آڇيان عامَ؟
لَڳِيَس جنهن جي لامَ، سو دلاسا دوست مُنجي.
*(سهڻي، ٣ – ١)*

(١١٣)

اَديُون! ڪا اِيندي؟ ڇِپَرِ مُون سَڱُ ٿِيو،
لائِيندِيَسِ لِڱَنِ ڪي، مَليران ميندي،
وِنڌُرِ آئُون ويندي، آري چامُ اَجهو ڪَري.
*(حسيني، ١٢ – ٣٤)*

(١١٤)

اَديون! وَرُ اُڳهاڙ، وهاڻءِ جنهن وساريو،
جيڏِيون! چِڏي جاڙ، سَڀِ ننگيُون ٿِي نِڪرو.
*(معذوري، ٢ – ٢)*

(١١٥)

اَڌَرِ، نڌَرِ، اَيَري، اَسُونهين آهيان،
لُڙَڪَ لَعَلَ، لَطيفُ چئي، وَرَ لَءِ وَهايان،
هيجان هَنجُون حَبَ ۾، هوتَنَ لَءِ هارِيان،
جانِبُ ضَعِيفِيءَ سين، پُنهون پَهايان،
پِيهان، پَچايان، جي مان نيو پانَ سين.
*(سسئي آبري، ٨ – ١)*

(١١٦)

اَڌَرِ، نڌَرِ، اَيَري، اَسُونهين آئُون،
چِيتا، چورَ چُنجُنِ ۾، بَرَ ۾ بَلائُون،
موٺَ پُنهون! پانهُون؛ مَتان، مُحِبَّ! مَري رَهان.
*(سسئي آبري، ٨ – ٣)*

(١١٧)

اَڏر، نڏر، اَيَري، اوکِي، اَوائي،
کِينَ ٺُهاري ٺَڪَرين، ساٿُس سَڳائي،
لاڳاپَن، لَطِيفُ چئي، مُنڌ رائي رَهائي،
جَلَنُ، جُڏائي، آري! لاهِ اَصِيلِ تان.

(سسئي آبري، ٨ ـ ٤)

(١١٨)

اَڏر، نڏر، اَيَري، آهيان اَسُونهين،
پَرڏيهي پِرين کَيا، مَرَنَ لَءِ مُونهين،
سَسُئيءَ کي، سَيّدُ چئي، تَنگُنِ ۾ تُونهين،
هارِي! کِئَن هُونهين، رِءَ سَمَرَ سَڏُون کَرِين؟

(سسئي آبري، ٨ ـ ٢)

(١١٩)

اَڏر، نڏر، اَيَري، سَڏرِ تِيُ سَچِي،
سُپَڪ تِيُ، سَيّدُ چئي، پَهڻَن مَنجهہِ پَچِي،
مَعذُورِ تي مارو کيو، اولاکَن اَچِي،
منَجهان راهَ رَچِي، تِيِزِي لالُ، لَطِيفُ چئي.

(سسئي آبري، ٨ ـ ٦)

(١٢٠)

اَڏر، نِڏر، اَيَري، گَمَنِ گماتي،
سا کِئَن وهي ويسري؟ جا گهائي، گُهوماتي،
پيئي پيِش پُنهونءَ جي، اُسُنِ ۾ آتي،
جا لَکُنِ لُوساتي، سا سيجَ چَڙهندي سَسُئي.

(سسئي آبري، ٨ ـ ٥)

(١٢١)

اَڏر، نِڏر، اَيَري، ويچاري نہ وَري،
لالَنِ ڏي، لَطِيفُ چئي، پُري پيرُ پَري،
کَميٽي کَري، کارُون کيچ ڏٿِيُن کي.

(سسئي آبري، ٨ ـ ٧)

(١٢٢)

اَڏ لَڳيُون آهِينِ، آيَلِ! آديسِيُنِ جُون،
ويهي وِهائِينِ، کا قَضائي راتڙي.

(رامڪلي، ٩ ـ ١٥)

(١٢٣)

آڏيءَ اُتَنِ تي، جيلان پاٽِي پاتارَ ۾،
وارو ويسِريُنِ کي، ڏِينهان کونہ ڏِئي،
مُون کَميِٽِيءَ کي، مَٽان کُوهَ کَٽِي وِيا!

(مارئي، ٨ ـ ١٠)

(١٢٤)

آڏيءَ اُڏاٽا، سَرتيُون! سُکَ ميهارَ جا،
لَنگهي سِيرَ سَنوان ٿيا، ساهَڙَ سيباٽا،
پِنيءَ تي ياٽا، پَسان مانَ پريُنِ جا.

(سهڻي، ٥ ـ ٦)

(١٢٥)

آڏيءَ اُڏاٽو، هِنئڙو مون هَٽِن مان،
وَهِ پَئي، واهُڙَ تَري، ساهَڙَ سيباٽو،
پيچ پِنيءَ ياٽو، پِيَ جو پَسي آئيو.

(سهڻي، ٥ ـ ٧)

(١٢٦)

آڏيءَ اُوءِ اُتي وِيا، کَرُ رَکِيائُون کيچَ،
باروچاٽي پيچَ، مُنهنجو مَنُ مُنجهائِيو!

(ديسي، ٤ ـ ١١)

(١٢٧)

آڏتراچا، آهُڙا، ڏاکا ڏُونگَرَ کي،
هُو جي وَرَ وندُرَ جا، مارِيندا مُون کي،
هاڙهو هِيٽِيءَ کي، لَنگهائِج، لَطِيفُ چئي.

(ديسي، ٦ ـ ٣)

(١٢٨)

آڏتِراچا، آهُتڙا، ڏُونگَرَ کي ڏاکا،
کَيَمِ آهَ عَجِيبَ کي، سِکَ مَنجهان سا کا،
پيئِي هٿيڪِي هوتَ کي، کُوکَ وَجِي کَنِ کا،
مُنهنجو وَسُ واکا، پُڌَنُ کَمُ پَروچَ جو.

(ديسي،٦ ـ ١)

(١٢٩)

آڏتِراچا، آهُتڙا، ڏُونگَرَ کي ڏاکا،
وَنِي وَرُ واٽَ ٿِيا، بَرِ چَڙهِي باکا،
ٿِيا پيرَ فَقِيرِ جا، چَڙهندي چَڙهاکا،
هُيَنِ جِيءَ اَندَرِ جا کا، وِيا پُڄائي پانهِنجِي.

(ديسي،٦ ـ ٢)

(١٣٠)

آڏتِراچا، آهُتڙا، وِنـدُرَ وَراکـا، واکَ؛
اُجهايَسِ اُتَـنِ جي، ڦوڙائي فِراقَ،
پُنهون پَرمَلَ پاکَ! واحِدَ لَڳِ، وَريج تُون.

(ديسي،٦ ـ ٥)

(١٣١)

آڏتِراچا، آهُتڙا، وِنـدُرَ وَراکـا، وَرَ؛
حُبَّ جَنهِين کي هوتَ جو، سا ڏورِيندي ڏُونگَرَ،
پَهُچائِين پَروَرَ! لُطِفُ سائُ، لَطِيفُ چئي.

(ديسي،٦ ـ ٤)

(١٣٢)

آڏتِراچا، آهُتڙا، وِنگا وَرَ واٽَـنِ،
جيرا، جِگَـرَ، بُکيُون، آرءَ لَءِ آٽَـنِ،
کَشي کَنواٽَنِ، سَنپُوڙا سَيَدُ چئي.

(ديسي،٦ ـ ٦)

(١٣٣)

اُڏَرُ لَڳِ اَللهَ، ويلو کَرِ مَ وِچَ ۾،
آٿُون جو ڏِيَنئي سَنِيهو، سانڍِ بَرابَرِ ساهَ،
سَندي ڳُجهاندَرَ ڳاهَ، کَهِج مَ قَرِيبَنِ ري.

(پورب،١ ـ ٢)

(١٣٤)

آڏو جو اِثباتِ کي، سو شِرکُ لاهي شَکُ،
هُئي جنهن ۾ حَقُّ، تنهن نَفِيءَ جِهو ناهِ کو.

(آسا،٤ ـ ١٢)

(١٣٥)

آڏو ڇِڪَنُ چاڙُ، منهنجِي موجَ نہ سَهي مَکُڙِي،
ميڙِي مَنايُنِ جو، بيحدِ چاڙهيمُ بارُ،
چوڻَ چارو ناهِ کو، بَديُون بي شُمارُ؛
کَپَرُ کارُونپارُ، اُکارِئين اِحسانَ سين.

(سريراڳ،٢ ـ ١٢)

(١٣٦)

آڏي آڏي اوڏَ، ڇَڏِي وِيا ڀيٽِيُون،
ٽِکاٽا ۽ ٽولَ، پِيا آهن پَٽَ ۾.

(ڏهر،٤ ـ ٥٠)

(١٣٧)

آڏِيندي اوڏَنِ، لَـڏَنَ جي کانَ کَئي،
لاکو مَٿان تَنِ، اوچتو ئي آئِيو.

(ڏهر،٤ ـ ٤٩)

(١٣٨)

آڏِيو جو اوڏَنِ، سو ڏِنگَـرُ ڏِلو مَ ڀَئِي،
جَنهِن پِرِ ويهي کَنِ، ليکو لاکي چامَ سين.

(ڏهر،٤ ـ ٤٦)

(۱۳۹)

اَرتو اَکيُن مان وَهي، مَٿي ڳِلَنِ ڳاڙ،
کوري کَنَنِ وِچَ ۾، ڦَچَ ڏِنائُون ڦاڙ،
هَٽي توبَہَ تاڙ، نانگا نِسورا ٿِيا.

(رامڪلي، ۷ ـ ۱۸)

(۱۴۰)

آرَمَ هَڏَ مَ اوڍِيان، پَـٽولا، پَٽَ چِيرَ؛
پانڌُوٽا بَنِ ڏِيان، اَرغَجَ ۽ عَبِيرَ؛
مارُوءَ سين شَلَ ماڻِيان، کَـٿِيُون جهڙِيُون کِيرَا!
اَندرِ اُجَ اُکِيرَ، مُون کي پِرينءَ پَنوهارَ جي.

(مارئي، ۳ ـ ۲)

(۱۴۱)

آروڙجي اُٿِيو، ديمِينِ وڏائِين دانهَن،
پابوهِيو پِيرَ کَٽي، سَمو سَرٽِيُنِ ڏانهَن،
مَٿئان مَٿي پانهَن، اُيو آچي سُلطانَ کي.

(بلاول، ۱ ـ ۱۱)

(۱۴۲)

آروڙجي اُٿِيو، ديمِينِ وڏائِين دُکَ،
لاٿائِين لَطِيفُ چَئي، عالَمَ تان اَهُکَ،
تن سَرٽِيُنِ ٿِيا سُکَ، جي سوجهِي آئِيُون اَبڙي.

(بلاول، ۱ ـ ۱۰)

(۱۴۳)

آريءَ اُٺُن جيئَن، اُٺَن تان اونِيُن نہ کَيو،
کيچِ پَهچِبو کيئَن؟ اَهڙِنِ اَپاجهِنِ سين.

(حسيني، ۱۱ ـ ۲)

(۱۴۴)

اَسان اُڌارا، آٽي آوَنگَ چاڙهِيا،
مُنهُن ڏيئِي مُون آئِيا، سَمُهان سِيارا،
اُپِرَنِ سِيکارا، پَسيو وَرَ پِين جا.

(ساموندي، ۳ ـ ۳)

(۱۴۵)

اَسُکَ جِنِ اَوِيـرَ، سي سانجهيءَ رَهَنِ سُمهي،
لاهُوتِي، لَطِيفُ چَئي، آڌِيءَ ڏِيَنِ اُلِيرَ،
سُتو لوکُ پَسي پِيا، سامِي مَٿي سِيرَ،
کيڏانهن کَندا پِيرَ؟ مِڙوئِي مَٿو ٿِيو.

(رامڪلي، ۷ ـ ۲)

(۱۴۶)

اُسَ مَ لَڳِي اونِئين، ليڙان لُکَ مَ لَڳَ!
اَللهَ! آرِيچَنِ کي، کوسو واءُ مَ وَڳَ!
جَتَ جَهجها ۾ جَڳَ، منهنجي پِرتِ پُنهونءَ سين.

(ديسي، ۱ ـ ۲۵)

(۱۴۷)

آسَنَ جي اَريجَ ۾، اُوءِ کَجَرَ وَہَ کَري،
تن جا مُنهَن مَلَکَنِ جهڙا، تِکو تان نہ تَري،
جي اُنهِين ساڻُ اَڙي، تہ ڪانهي جاءِ جرِيءَ جي.

(ڪارايل، ۲ ـ ۵)

(۱۴۸)

آسَنَ جن اَريجَ ۾، تن جي وِهُ جو وَرَنُ ٻيو،
تن جو کَندوئِي کَمُ کَري، جي مَٿِسِ پِيرُ پِيو،
پُرِيَنئان آهي پَڌرو، تن نانگَنِ جو نِهو،
کِلي ويلَ کِهو، جو سامُهون ٿِئي سَپَنِ کي؟

(ڪارايل، ۲ ـ ۶)

(۱۴۹)

آسَنَ وَتِ آهُون کَريان، وَسِ نہ مُنهنجي واٺَ،
لَڳِمِ لاهُوتِيُنِ جو، کيـنَرَ مَنجهان کاٺَ،
هَلَنَ کي هيهاتُ! آئون نہ جِئَندي اُنِ ري.

(رامڪلي، ۱ ـ ۲۲)

(١٥٠)

اَسُوَرَ سَندو آسرو، وَڳَندَ کي وَڏو،
جُسي ۾ جَڏو، پَرَ کِيَنَّ تي ڪُڙا ڪَٽي.

(بلاول، ٤ ـ ٤)

(١٥١)

اَسُوَرَ سَندي آسري، وينو آهِ وَڳَندُ،
هَڏِ نہ ڇَڏِيندو هَنڌُ، آيَسِ بوءِ بَهارَ جي.

(بلاول، ٤ ـ ٣)

(١٥٢)

اَسِين پاڻَ پَرتَ، پورهِيَتَ پُنهونءَ جامَ جا،
هوتُ ڪَتُوريءَ هيرئُون، مُون ۾ صابُڻَ ڇَتَ،
آتَڻَ مَنجهِ اُگَهَتَ، ڪانڌُ ڪنهين جي مَ ڪَري!

(ديسي، ٤ ـ ١٥)

(١٥٣)

اَسِين سِڪُون جن کي، اَسِين پڻ سيئِي،
”لَمۡ يَلِدۡ وَلَمۡ يُوۡلَدۡ“، ونءُ اوڏانهين پيهي،
تِهان مَنجهيئِي، پارِڪَا! پَرکِج حَقَ کي.

(آسا، ٤ ـ ٩)

(١٥٤)

اَسِين سِڪُون جن کي، سي تان اَسِين پاڻَ،
هاٽي وَڃُ، گُمانَ! صَحِي سُڃاتا سُپِرين.

(آسا، ٤ ـ ٨)

(١٥٥)

اَصغَرَ ڏي آهِين گهٽا، تُون اَڪبَرَ ڏي آءُ،
مَتان لوڙِو لاهِئين، مَجُوسيءَ مَتاءُ،
حَيدَرَ جي هَٿاءُ، وِڙهُ تہ ويري مارئين.

(بلاول، ٣ ـ ٤)

(١٥٦)

اصل عاشق پنهنجي، سِسي نہ سانڍِين،
لاهيو سِرُ، لطيف چئي، ساهُ سَلهاڙِيو ڏِين،
ڪُلهنِئون ڪورِين، پُڄَنِ پوءِ پِرِيتَڻو.

(ڪلياڻ، ٢ ـ ٢٩)

(١٥٧)

اصل عاشقن جو، سِرُ نہ سانڍِڻُ ڪَمُ،
سَوَ سِسِئان اَڳرو، سَندو دوسان دَمُ،
هِيُ هڏو ۽ چَمُ، پِڪَ پِريان جِيَ نہ پڙَي.

(ڪلياڻ، ٢ ـ ٣٠)

(١٥٨)

آڪو تہ آڪو، ڪَچو آيُمِ ڪَمِ،
جِيَ جِنين جا جَمِ، پَڪا سي پُڄندِيُون.

(سهڻي، ٨ ـ ١٣)

(١٥٩)

اَڪَ اُلِتي ڏارِ، وَنءُ اُلتو عامَ سين،
جي لَهوارو لوڪُ وَهي، تُون اُوچو وَهُ اوپارِ،
مَنجهان نُوچَ نِهارِ، پُرُ پُنِيرو پرينءَ ڏي.

(آسا، ٢ ـ ٢١)

(١٦٠)

اَکَرُ پَڙهُ اَلِفَ جو، وَرَق سڀ وسارِ،
اَندرُ تون اُجارِ، پنا پڙهندين ڪيترا.

(يمن ڪلياڻ، ٥ ـ ٢٩)

(١٦١)

اَکَرَ پڙهي اَياڳِيا! قاضي تئين ڪِياءِ؟
پيرئين ۽ پانئِين، ايڏان اِئن نہ آءُ!
اِنَ سُرڪِيءَ سندو ساءُ، پُڇج عَزازِيلَ کي.

(يمن ڪلياڻ، ٥ ـ ٢٣)

(١٦٢)

آکر چُٽي هيڪڙي، ٻهُون جي نہ ٻُجهنَ،
کوهُ کبو کي تنَ، سڀ ئي سُٽائي ڳالهڙي.
(يمن ڪلياڻ، ٥ ـ ٢٦)

(١٦٣)

آکَڙِيُن آرو، مُونهان پُڇي نہ ڪيو،
اُتي وَڃي اَڙِيُون، جتي چوَڻَ نہ چارو،
هِنئڙو ويچارو، واتُون جهليو وجُهلي.
(آسا، ٢ ـ ٢٠)

(١٦٤)

اَکَڙِيُون اَکَڙِيُن تي، ڏَمَر ڏوس ڪَرِين،
جيلانہَ سِکَڻُ سِکِيُون، تيلانہَ دَعويٰ مَنجهہ دَڙِين،
کِلَنِ ۽ کَرِين، رُسَنِ پَرڇَنِ پاڻَ ۾.
(آسا، ٢ ـ ١٥)

(١٦٥)

اَکَڙِيُون اوڙاهَ ۾، اُڀيو تَکي تارِ،
پِٺُون جي پاتارِ، هَنجُ تنين جو هيرَئُون.
(ڪارايل، ١ ـ ٣)

(١٦٦)

اَکَڙِيُون پِريُنِ ري، جي ڪي ٻيو پَسَنِ،
نہ ڪَڍِي ڪي ڪانگَنِ، نِوالا نيڻَ ڏِيان.
(آسا، ٢ ـ ٤)

(١٦٧)

اَکَڙِيُون مَليرَ ڏي، جِنين راتو ڏينهَن،
هاڻي ڪَندين ڪِيئَن، عُمَرَ! آسائُنِ سين؟
(مارئي، ابيات متفرقہ ـ ١٤)

(١٦٨)

اي مَجازي، ماءِ! جي تو سَچَڻَ ڀانئِيا،
ڪَچو ڪوهُ ٿِياءِ، هاري! حَقِيقي پِرين؟
(آسا، ٣ ـ ٣)

(١٦٩)

آکُون، ڊاکُون، سِرکنڊَ شاخُون، جِتِ چوڪا چَندَنَ، ڪَوَنُرَ،
مَيي سيئي ماٽِيا، جِتَ نہ پِرَنَ پوَنُرَ،
کُنُوارِيُون ۽ ڪَوَنُرَ، ڪاهِ تہ پَسُون ڪاڪِ جا.
(مومل راڻو، ٢ ـ ١٢)

(١٧٠)

اَکِيُنِ پَنهنجي مَت، پاڻَ سين پاٽِهين ڪَئي،
اُتي وَڃي لَڳِيُون، جتي جانِ ڪَپَتِ،
نہ ڪا ڳالِهہ نہ ڳِتِ، جِيَّ ڏِني رِءَ نہ جُڙي.
(آسا، ٢ ـ ١٩)

(١٧١)

اَکِيُنِ سوئي اوڙِڪِيو، جو ڪَنين سومرِ ڪَرَنُ،
ماءِ! مُنهجو مَنُ، چامَر پَسَنديئي پَتِيو.
(بلاول، ٣ ـ ١٥)

(١٧٢)

اَکِيُنِ ڪي آهِين، عَجَبَ جيهُون عادَتُون،
سُورَ پَرائي ساٿَ جا، وَڃيو وهائِين،
اُتي لَنؤ لائِين، جِتِ حاجَتَ ناهِ هَٿِيارَ جي.
(آسا، ٢ ـ ١٦)

(١٧٣)

اَکِيُنِ ڪي آهِين، وَڏا وَجهہ وِڙهَڻَ جا،
مَندي بيٺِيُون مامرو، جهيڙو نہ لاهِين،
جِئَن سي ڪَڪَرَ اُڀَ ۾، تِئَن آگَمِيُون آهِين،
جُهڙُ ڦُڙُ نہ لاهِين، وَسَنِ سانوڻَ مِينهَن جِئَن.
(آسا، ٢ ـ ١٧)

(١٧٤)

اَکِيُنِ ڪي آئُون، جان ڪي جَهلُون پائِيان،
لوڪُ لَتاڙي نِندَ ۾، ساجَنُ سونٿاڻُون،
مُون ڪي مارِيائُون، پاڻَ پَرچي آئِيُون.
(آسا، ٢ ـ ١٨)

(١٧٥)

آکِينِ ڪِينَ ڪِيو، رَتُ نہ رُناتُون!
اُيِي ڏِناتُون، قوڙائِيا سُپرِين!

(حسيني، ٩ – ٩)

(١٧٦)

اَکِيُنِ ۾ تي ويہُ، تہ آئُون واري ڍِڪِيان،
توکي ڏِسي نہ ڏيہُ، آئُون نہ پَسان ڪِي پِيو.

(آسا، ٣ – ١٤)

(١٧٧)

اَکيُون آريءَ ڄامَ جون، اَنڌِيءَ سين آهِينِ،
هوُ جي وَنَّ وِندُرَ جا، سي مُون سُونهائِينِ،
ڏِسيو ڏيکارِينِ، پيشاني پُنهونءَ جِي.

(سسئي آبري، ١١ – ٩)

(١٧٨)

اَکيُون آريءَ ڄامَ جون، آهِينِ اَنڌِيءَ ساڻُ،
پَسي ڪَنديُون پاڻُ، پيشاني پُنهونءَ جي.

(سسئي آبري، ١١ – ١٠)

(١٧٩)

اَکيُون آلو ماهُ، سَدا سناسِيُنِ جُون،
واري نسَّ نِنداهُ، جاڳِي جهلِيا جوڳِيُين.

(رامڪلي، ٩ – ١٤)

(١٨٠)

اَکيون اوڏانهين کڻي، جيڏانهن قاتل ڪُلِ،
مٿو کن نہ مُلِّ، پِڪَ برابر پانهنجو.

(يمن ڪلياڻ، ٤ – ٥)

(١٨١)

اَکيُون سيئِي ڏارِ، جِنِ سان پَسين پرينءَ کي،
ٻِئي ڏانهن ڪِيمَ نِهارِ، گهٽو ريسارا سُپرين.

(آسا، ٢ – ٢٣)

(١٨٢)

اَکِيُون عَلِيٰ الصَّباحِ، دوسِتُ ديکَڻَ آئِيُون،
اُپِينديُون اَرداسَ ۾، ٻِي نہ ڪَنديُون ڪاءِ،
رَچَنديُون رِءَ پاهَ، پَرِچَنديُون پرِينءَ سين.

(آسا، ٢ – ٧)

(١٨٣)

اَکِيُون ڪَڏُ مَ، ڳجهڙي! تارا تُون مَ ڪاءُ،
پيو نہ پَسين پَٽَ ۾، ريڳِڙِيارو راءُ،
جيري جنهن جُوانَ جي، لَڳا نَو سَؤ نَو گهاءَ،
راتِ جنهن جي ماءُ، روئي، پَرَنيو سرَبَ کي.

(ڪيڏارو، ٦ – ٧)

(١٨٤)

اَکيُون لَتَ اوراتِيُون، ڪنهن پَرِ ڪَڙيان پيرُ؟
لَتَ لاهِيندو ڪيرُ؟ مُون جيهيءَ مَعذُورِ کي.

(سسئي آبري، ١١ – ٨)

(١٨٥)

اَکيُون مُنهن ميهارَ ڏي، رَکِيُون جن جوڙي،
رِءَ سَنڌَ، سَيَدُ چئي، تارِ گهِڙَن توڙي،
تِنين کي ٻوڙي، سائِرُ سَگهي ڪِينَ ڪِي.

(سهڻي، ٥ – ٥)

(١٨٦)

اَڳِي اُٺَ رَڙَن، مُون پيري ماڻ ٽَئِي،
پَلاٽِينِدي، پاڻَ ۾، کُڇيو ڪينَ ڪُٺَنِ،
ڪا جا مامَ مُٺَنِ، هِنِ پڻ هُئِي هُنِ سين.

(ديسي، ١ – ١٠)

(١٨٧)

اڳِيان اَڏِنِ وَٽِ، پوينَ سِرَ سنباهيا،
ڪاٽِ تہ پوين قبولَ ۾، مَڃُڻ پائين گهٽِ،

مَٿا مُهايَنِ جا، پيا نہ ڏِسين پَٽِ؟
ڪَلالڪِي هَٽِ، ڪُسَڻَ جو ڪوپُ وَهي.
(ڪلياڻ، ٢ ـ ١٧)

(١٨٨)
آڳي اِيئَن هُياسِ، جيئَن پُنهونءَ ڏوتَمِ ڪَپڙا،
هاڻي اِيئَن ٿِياسِ، جِيئَن جَتَ نہ نِيَنِمِ پاڻَ سين.
(حسيني، ١٢ ـ ٣٧)

(١٨٩)
آڳي پوءِ مَران، مَرُ مَران مارڳَ ۾!
مَٿي پوءِ پِريان، خُونُ مُنهنجو، جيڏِيُون!
(حسيني، ٩ ـ ٣٠)

(١٩٠)
آگَمَ اِيَ نہ اَنگَ، جَهڙو پَسَڻُ پريںءَ جو،
سيٽَنِ رِءَ سَيّدُ چئي، رُوحَ نہ رَچَنِ رَنگَ،
سَهَسين ٿِيا سارَنگَ، جانِي آيو جُوءِ ۾.
(سارنگ، ١ ـ ٣)

(١٩١)
آگَـمجي آئيـون، اُتَـران ڪَـري اُورِ،
جي پِرين هُئَڙا ڏُورِ، سي مُون ڪي مينهَنِ ميڙيا.
(سارنگ، ٤ ـ ١٩)

(١٩٢)
آگَمَ ڪَيا اَللهَ، لَڳِہَ پَسُ! لَطيفُ چئي،
پَلَرَ جي پالُوٽَ سين، پَٽَنِ جَهليا پاهَ،
واحدَ وَڏائِي ڪَيا، مَٿي گَسَن گاهَ،
سانگِيُنِ وَريا ساهَ، اُٿِنِ آبُ اَگُوندِرو.
(سارنگ، ١ ـ ٢)

(١٩٣)
آگَمَ ڪَيو اَچِنِ، سَجَڻَ سانوڻَ مينهَن جِئَن،
پاسي تِـنِ وَسَنِ، جي سَبُ ڄماندَرُ سِڪيا.
(سارنگ، ٣ ـ ٩)

(١٩٤)
آگَميو آهي، لَڳِہَ پَسُ! لَطيفُ چئي،
وُٺو مينهُن وَڏُ ڦُڙو، ڪَڍو ڏَنَ ڪاهي،
چَـنَ چَڏي پَٽِ پَـئو، سَمَرُ سَنباهي،
وِهو مَ لاهي، آسِرو اَللهَ مان.
(سارنگ، ١ ـ ١)

(١٩٥)
آڳي ڪيا آڳهِين، نسورو ئي نُورُ:
لَاخَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلَا هُمْ يَحْزَنُوْنَ، سچن ڪونهي سُورُ:
موليٰ ڪيو مَعمُورُ، اَنگُ اَزَل ۾ اُنِ جو.
(ڪلياڻ، ١ ـ ٦)

(١٩٦)
آگهائي سَگها ٿِيا، جي وينا وٽ ويڄنِ،
تَرسي طبيبنِ، چيني هوند چڱا ڪيا.
(يمن ڪلياڻ، ٢ ـ ٥)

(١٩٧)
آگهَن مِڙي اَڄُ، ڪيو سَڏُ صِحَتَ ڪي،
ڏُورُ، ڏُڪندا! ٻِڄُ، مِهريءَ مُنهن ڏيکاريو.
(يمن ڪلياڻ، ٢ ـ ١٩)

(١٩٨)
آگهي آگهائي، رنجُ پريان ڪي رسيو،
چَڪِيمِ چڱائي، سورانگهي سُوريءَ تان.
(ڪلياڻ، ٢ ـ ١)

(١٩٩)
آگهيو ڪائو ڪَچُ، ماڻڪَنِ موٽَ ٿي!
ٻَاٻَاءِ بايو سَچُ، آڇِيندي لَڄَ مَران!
(سريراڳ، ٤ ـ ١١)

(٢٠٠)

اَڳِڻَ مَٿي اوپِرا، جڏهن ڏاڳها ڏَٿَءِ ڏينهَن،
وَنِي سَڙِڪَ، سَسُئِي! ويهُ وهاٽِيءَ سيڻَن،
چوٽِيءَ سين چانگَنِ کي، جَڙُ زَنجيرُن جيڻَن،
تہ هوتُ تُنهنجو هيڻَن، هوندِ پُنهون نيائُون نہ پاڻَ سين.

(ديسي، ١ ـ ٥)

(٢٠١)

اَڳِڻُ آهِين اَڄُ، صُبُحَ ويندَءِ صابِري،
ڪَڄ ڪو ڪاپَڙِيُن مان، رُوحَ رُچَندو رَڄُ،
پيرَ تِنين جا پُڄُ، مَتان سِڪين سَناسِيُن کي.

(رامڪلي، ٨ ـ ٢)

(٢٠٢)

اَڳِڻُ آءُ اُڪَنڊِيين، پَرچِي، پيارا!
پَلَڪَ پَراهُون نہ سَهَنءِ، جِيءَ جا جِيارا!
نينهان نيزارا، سَڄ، تہ مانَ سُورُ لهي.

(مومل راڻو، ٦ ـ ٤)

(٢٠٣)

اَڳِڻُ آئِيا جان، تہ سَرتِيُون! مون سُکَ ٿِيا،
اَمُلَ پِريِنءَ مٿان، بَـرَڪِيو بين ڏيان.

(سامونڊي، ٢ ـ ١٠)

(٢٠٤)

اَڳِڻُ تازِي، بِهَرِ ڪُنڊِيُون، پَکا پَٽَ سُنهَنِ،
سُرَهِي سيجَ، پاسِي پِريِن، مَرُ پِيا مينهَن وَسَنِ،
اَسان ۽ پِريِنَ، شالَ هُونِ بَرابَرِ ڏينهَڙا.

(سارنگ، ١ ـ ٢٥)

(٢٠٥)

اَڳِڻَ مَٿي اوپِرا، جڏهن ڏاڳها ڏينهَن ڏٿاءِ،
ڪُنجُون جي قُفِلَنِ جون، تان ڪَنهن لَلِ لِڪاءِ،
تہ سُياٽي سَندِياءِ، ٿِئِي سارُوٽِي، سَسُئِي!

(ديسي، ١ ـ ٦)

(٢٠٦)

اَڳِڻَ مَٿي اوپِرا، جڏهن ڏَٿَءِ اُٺَ،
ڏايُءِ نہ ڏاڳَهِنِ کي، اوڳِي! ساڻُ اَڳِٺَ؟
تہ هوندَ نہ تُنهنجي هَٿَ، سُورَ پِريا، سَسُئِي!

(ديسي، ١ ـ ٧)

(٢٠٧)

اَڳِڻَ مَٿي اوپِرا، جڏهن ڏَٿَءِ توڏا،
وَنگِيءَ نہ وارَنِ سين، تن گورَنِ جا گوڏا؟
تہ لَڪَنِ جا لوڏا، هوندَ نہ سَٺَءِ سَسُئِي!

(ديسي، ١ ـ ٨)

(٢٠٨)

اَلا! اَچَنِ اُوءِ، جن آئي مَن سَرهو، ٿِئي،
پَسان مانَ پَر ڪَنهين، جَتَنِ سَندي جُوءِ،
لَنگهي لَڪَ، لَطِيفُ چئي، سُٽِيان هوتَنِ هُوءِ،
گولِي ٿِيان گُلبُوءِ، جي سُجاٽي ساٿَ ڏٽي.

(ديسي، ٣ ـ ٥)

(٢٠٩)

اَلا! اوني آڻِين، جي نِياپا نِين!
آٿُون اُنين جي آهِيان، توٽِي مُون نہ مَڃِين،
مَسُ مُنهنجِي هَٿَ ۾، ڪاغَذُ ڪي آڻِين!
لُڙِڪَ نہ لِکَڻُ ڏِين، ڪِريو پَوَن قَلَمَ تي.

(مارئي، ٢ ـ ٤)

(٢١٠)

اَلا! اِئَن مَ هوءِ، جِئَن آنُ مَران بَندَ ۾!
جُسو زَنجيرَنِ ۾، راتو ڏينهان روءِ،
پَهرِين وَجان لوءِ، پوءِ مَرُ پُجَنِم ڏينهَڙا!

(مارئي، ٦ ـ ١٠)

(۲۱۱)

آلا! جُنگَ جِيَنِ، جنين اَجهي گهاريان،
شالَ مَ سُکي ويئڙي، جِئان پِيَّ پِيَنِ،
مَرکَنَّ! اَکَٽِيَنِ، تو ڏِني مُون سُکُ ٿِئي.

(بلاول، ۳ ـ ۱۱)

(۲۱۲)

آلا! ڏاهي مَ ٿِيان! ڏاهيُون ڏُکَ ڏِسَنِ،
مُون سين مُون پِرِينِ، پورائيءَ ۾ پالَ کَيا.

(ليلا چنيسر، ۲ ـ ۲)

(۲۱۳)

آلا! کَرَ جِئَنِ، مَدي جنين جي مَنَ ۾،
آسان ۽ پِرِيُنِ جُون، اُميدُون پِسَنِ،
تِهان پوءِ مَرَنِ، سَڙِي اِنهيءَ سُورَ ۾.

(آسا، ۳ ـ ۲۰)

(۲۱۴)

اَللهَ جِئَن نالوءِ، ٿِئَن مُون وَڏو آسرو،
خالِقَ! تُنهنجِيءَ کاندِ جو، پَرو پاندُ نہ کوءِ،
نالو، رَبَّ! سَندوءِ، رَهيو آهِم رُوحَ ۾.

(ڏهر، ۲ ـ ۱۸)

(۲۱۵)

اَللهَ جي آسَ کَري، هَلِيو هِئائين،
چارَنَّ ٻَڌا چَنگَ کي، جُهوڙا ۽ جهائين،
ڏولِي راءِ ڏِياچَ جِي، ڏُوران ڏِٺائين:
وينَتِي واحِدَ دَرِ، تنهن ويرَ کيائين:
"سَباجها سائِين! راءِ ريجهائين راڳَ سين".

(سورٺ، ۱ ـ ۱)

(۲۱۶)

اَللهَ کارَڻِ، اوٺِيا! کَرَها مَ کاهِيو،
جانِبَ! جَڏي جِيءَ جو، آڳانڊو آهيو،
لاڳاپو لاهِيو، مَتان مُنهنجو، سُپرين!

(ديسي، ۳ ـ ۱)

(۲۱۷)

اَللهَ کارَڻِ، اوٺِيا! ليڙا نِيو مَ لُرَ،
نِيو نِماڻِي پاڻَ سين، پانهِيءَ جَهلِي پُرَ،
مُون کي ماري مَنجِهہ ٿِي، سَندي هوتَنِ هُرَ،
کَچو لايان کُرَ، کيچان اوري جي وَران.

(ديسي، ۳ ـ ۲)

(۲۱۸)

اَلتِيَمِ جا هِنئان، سا نہ سَلتِيَمِ ساهَ کي،
سُپيرِيان جي ڳالهڙِي، لِکايَمِ لوکان،
ويئي مُون وَسان، پَڌَرِ پيئي پِرينءَ ري.

(آسا، ۴ ـ ۲۶)

(۲۱۹)

اَلَسْتُ اورواحَنِ کي، جَڏهِن اَمُرُ کيو اَحَدَ،
هو مَنَ کاڍو ميهارَ ڏي، سُهڻِيءَ سِکَڻَ سَدَّ،
دِلو دَوَرَ دَرِياهَ جي، کيو اِرادي اَڏَ،
جيکي آيَسِ ڏانهن عَهدَ، سو پاري مُنڌَ پاتارَ ۾.

(سهڻي، ۲ ـ ۲)

(۲۲۰)

'اَلَسْتُ' اورواحَنِ کي، جَڏهِن جاڳايو جَلِيلَ،
سَنئِين راهَ، سَيِّدُ چئي، سوناڻُون سَبِيلَ،
وَحدَتَ جي واديءَ ۾، کوڙين کي قَلِيلَ،
دَرِياهَ جي دَلِيلَ، لَکين لَهوارا کَيا.

(سهڻي، ۲ ـ ۱۰)

(۲۲۱)

اَلَستُ اورواحَنِ کي، جَڏهِن چيائُون،
ميثاقان ميھارَ سين، لَڏيُون مُون لاٿُون،
سو موتي کِيئَن پانھُون؟ جو مَحفُوظان معاف ٿِيو.

(سھڻي، ۲ ـ ۴)

(۲۲۲)

اَلَستُ اورواحَنِ کي، جَڏهِن چيائين جيئَن،
قَالُوا بَلىٰ قَلبَ ۾، ٿيو تَفاوُلُ تِيئَن،
مُحَبَتي ميھارَ جي، آئُون نِھوڙِيَ نِينھَن،
سَرتيُون! ساھَڙَ سِيئَن، ھلڻ مُون حَقَ ٿِيو.

(سھڻي، ۲ ـ ۵)

(۲۲۳)

اَلَستُ اورواحَنِ کي، جَڏهِن چيائين،
هو مَنَ کاڍو ميھارَ ڏي، سُھڻيءَ سدائين،
جيکي آيُسِ اوڏانھِين، سو پاري مُنڌ پاتارَ ۾.

(سھڻي، ۲ ـ ۹)

(۲۲۴)

اَلَستُ اورواحَنِ کي، جَڏهِن فائِقَ فرمايو،
هو مَنَ کاڍو ميھارَ ڏي، سُھڻيءَ کي ساعِيو،
دِلو دوُرَ دَرياهَ جو، اوڏانھين آيو،
جيکي هاديءَ هَلايو، سو پاري مُنڌ پاتارَ ۾.

(سھڻي، ۲ ـ ۸)

(۲۲۵)

اَلَستُ اورواحَنِ کي، جَڏهِن فرمايو فَتاحَ،
هو مَنَ کاڍو ميھارَ ڏي، سُھڻيءَ سِکَنَ ساهَ،
دِلو دوُرَ دَرياهَ جي، کيو اِرادي آڏاهَ،
جيکي آيُسِ ڏانھن اَللهَ، سو پاري مُنڌ پاتارَ ۾.

(سھڻي، ۲ ـ ۷)

(۲۲۶)

'اَلَستُ بِرَبِکُمۡ'، جَڏهِن کَنِ پيوم،
'قَالُوا بَلىٰ' قَلبَ سين، تَڏهِن تَتِ چِيوم،
تَنھِين ويرَ کَيوم، وَچَنُ ويڙِيچَنِ سين.

(مارئي، ۱ ـ ۱)

(۲۲۷)

اُلوڙَڻُ نہ ڏِئي، وَرُ وِڏائين وَنجھ کي،
رَهُ اَچوکي راتڙِي، لالَنَ! مُون لائي،
وَجُ مَ قوڙائي، ايڏي سَفِر، سُپرين!

(سامونڊي، ۱ ـ ۲۱)

(۲۲۸)

آلوڙو اَکين، آيَمِ نِنڊَ اَياڳَ کي!
هاڻي هِنَ پَنيورَ ۾، گھارِيان کارَڻ کِنِ؟
اَديُون! اونِيڙِنِ، هِنئين سان هاجو کَيو!

(کوهياري، ۱ ـ ۷)

(۲۲۹)

اُلھي سِجَ اَويرَ کي، ڏِٺائين ڏُونگرُ،
سَسُئِيءَ کي، سَيِدُ چئي، سُورَن جو سَمَرُ،
کُنَلِ رَکِيو کَرُ، ويچارِيءَ وَٽِکارَ تي.

(حسيني، ۱ ـ ۴)

(۲۳۰)

اُلھي، سِجَ! اَويرَ، مَ کَر مَعذُورِيُن تي،
پَسي مَران پيرَ، ڏُونگَرَ پاروچَنِ جا.

(حسيني، ۱ ـ ۵)

(۲۳۱)

اَمَڙ! وَجي آڻِ، چَرخو آتَڻَ وِچَ مان،
کَتيُمِ جنھِين کاڻِ، سو کوهيارو کيچ وِيو.

(حسيني، ۲ ـ ۷)

(۲۳۲)

اَمُلَ آڇَ مَ اُنِ کي، جي نہ پَروُڙِينِ مَٽِ،
جِتِ گَڏِجيئِي جوهَري، ماڻڪُ تِتَهين مَٽِ،
جَنِين سونَ سين سَٽِ، تن هٿِي رِيَ رَدِ ڪيو.

(سريراڳ، ۴ ـ ۷)

(۲۳۳)

اَمُلَ، اَساري پَئي، پوري! پَڳُءِ جِتِ،
ڪُهُ نہ رُنُءِ تِتِ، ٻئي اَڏ هَٽَ ڪري؟

(سريراڳ، ۴ ـ ۱۵)

(۲۳۴)

اَمُلَ، اَساري پَئي، پوري! پَڳُءِ جيئن،
وانءِ صَرافَنِ سِيئَن، ٻئي اَڏ هَٽ ڪري.

(سريراڳ، ۴ ـ ۱۶)

(۲۳۵)

اِنَ پَرِ نہ ايمانُ، جِئَن ڪَلِمي گو ڪوٺائيين،
دَغا تُنهنجِي دِلِ ۾، شِرڪُ ۽ شيطانُ،
مُنهَن ۾ مُسلمانُ، اَندَرِ آذَرُ آهِين.

(آسا، ۴ ـ ۱۴)

(۲۳۶)

آن جي ڏِناهون، اَللهَ ڪارَڻَ ڳالهِ ڪَريو،
نيڻَ مُنهنجا رونِ، راتو ڏينهان اُنِ ڪي.

(حسيني، ۱۰ ـ ۲۵)

(۲۳۷)

آن جي ڏِني، جيڏِيُون! پُنهونءَ جي پاپوهَ،
سَنجهي ۽ صُبُوحَ، سُورَنِ تي سَجَڪِيُون.

(حسيني، ۱۲ ـ ۵)

(۲۳۸)

اَندَرِ اَندَرِيُون، جِئَن سي وانجهيءَ لَٽِ ۾،
مُون تَنَ تيترِيُون، تہ "ڪِئَن مِلبو سَجَڻين؟"

(رپ، ۲ ـ ۸)

(۲۳۹)

اَندَرِ جُهڙُ جهورِ وَهي، ٻَهَرِ بَرسي بُوندَ اَپارَ،
وَٽِ جِنين جي يارَ، سي اوڪاڙِين نہ اَڪِيُون.

(سارنگ، ۴ ـ ۱۸)

(۲۴۰)

اَندَرِ جُهڙُ جهوُرِ وهي، ٻَهَرِ ڪَڪَرُ نہ ڪوءِ،
وَسائِيندِي وِڄڙِي، حُبَّ جنين ڪي هوءِ،
لاَلَنُ جنين لوءِ، تن اوڪاڙِينِ نہ اَڪيُون.

(سارنگ، ۴ ـ ۱۷)

(۲۴۱)

اَندرِ رِلا رِلِيُون، ٻَهَرِ پَٽولا،
اِنَ پَرِ ڪاپَڙِي، گَڏَهَ جا گولا.

(رامڪلي، ۹ ـ ۴۳)

(۲۴۲)

اَندَرِ رَهي نہ گهٽَ، سُپيريان جي ڳالَهڙِي،
ڇاڳَرَ سَهي نہ سَٽَ، جُهُ مَهراڻَ موجَ ڪي.

(آسا، ۴ ـ ۲۹)

(۲۴۳)

آندِيُون ڪانگَ قَرِيبَ جُون، اَڄُ واڌايُون واهَ،
مَنَ مُرادُون پُنِيُون، ٿِيُون سَرهائِيُون ساهَ،
آندا پِرِينِ اَللهَ، سَڏُ مُنهِنجا سابِ پِيا.

(پورب، ۱ ـ ۲۰)

(۲۴۴)

اَنڌا اُونڌا ويچ! ڪَلَ ڪُجاڙِيا ڪانئِيين؟
اسان ڏُکي ڏيلَ ۾، تون پيارئين پيچ!
سُورِي جنين سيجَ، مرڻ تن مُشاهدو.

(ڪلياڻ، ۲ ـ ۲)

(۲۴۵)

اَنڌيءَ وَچُون، ڪَنڌيءَ وَچُون، تَنگيان لَهي نہ تِڪَ،
صُورَتَ جا ساهَڙَ جي، ڏيلَ پنهنجي ڏِڪَ،
واهُڙُ تنين وِڪَ، جن سانپِياران سُپِرين.

(سهڻي، ۱ ـ ۲)

(۲۴۶)

'اَنَ عَبدُ'، مَعبُودُ تُون، اِتِ نہ ڪو شِرڪُ نہ شَڪُ،
پَچارُون پِرِيَنِ جُون، مُحبَّتِيَنِ مَرڪُ،
سو سَيِپوئي حَقَّ، جنهن ۾ پَسَڻُ پِرينءَ ڪي.

(آسا، ۱ ـ ۱۰)

(۲۴۷)

آن ڪي ساٿي ڏِٺَ؟ جي مُون ويڙهہ وِڄائيا،
رُئان رَتُ مَجُٺَ، هاٿي تِن پِرِيَنِ ڪي.

(حسيني، ۴ ـ ۹)

(۲۴۸)

اَنگَ پَسي رَنگَ، ڪيو ڪو جو ڏوُرُ دِلي،
بَرا! بَرا! پيلي نہ تيو، ڪَچو مَنجهہ ڪِلي،
تَران تي تارِ گهٽو، تُنهنجي، بَحرَا! بِلي،
سو ميهارُ مِلي، آهيان جنهنجي آسَري.

(سهڻي، ۸ ـ ۹)

(۲۴۹)

اَڻَ چوندنِ مَ چِئُ، چوندن چيو وسارِ،
اَنئِي پهرَ اَدب سين، پَرِ اِهائِي پارِ،
پايو مُنهن مونن ۾، غُربت ساڻ گذارِ،
مُفتِي منجهہ وِهارِ، تہ قاضِيءَ ڪانيارو نہ ٿئين.

(يمن ڪلياڻ، ۸ ـ ۲۱)

(۲۵۰)

اَنَ ڏُڪوئيُون ڏُڪنِ جي، ڪوهُ تِيُون پَٽر پَوَنِ؟
ناهِ اوراتو اُن ڪي، تِيُون لوڪَ رِياٺُون رُونِ،
يَنَڻَ پيِڙِيُون هُونِ، پارَ تِنين جا پَڌِرا.

(ڪوهياري، ۵ ـ ۱۱)

(۲۵۱)

اَڻَ ڪِي عَيان نہ ٿئي، ڪِي پروڙي ڪونَ،
سا سُونهين ٿئي سونَ، اَمُرُ عطا جنهن جو.

(يمن ڪلياڻ، ۸ ـ ۷)

(۲۵۲)

اَڻ ڪِي عَيان نہ ٿئي، ڪِي پروڙي ڪونَ،
سچِي جيهي سونَ، منهن نہ پيئِي ماڙهوئين.

(يمن ڪلياڻ، ۸ ـ ۶)

(۲۵۳)

آئي اُتر واءَ، موڪِيءَ مٿ اُپٽيا،
متارا تنهن ساءَ، اَچن سِرَ سَنباهِيو.

(يمن ڪلياڻ، ۴ ـ ۱۰)

(۲۵۴)

آٿي بَڌِمِ وَڻَ جاءِ، مانَ مُڪِڙِيُون چَري،
ڪُڏاتُورو ڪَرَهو، لِڪيو لاٽِي ڪاءِ،
اِنَ مَئِي سندي،ماءِ! مُون ڪي ڳالهڙين ڳوڙها ڪيو.

(ڪنڀات، ۲ ـ ۱۸)

(۲۵۵)

آٽِينِ ڪِي چاڙهِينِ، ڏُٺ ڏيهاٽِي سُومِرا!
سَٽا ڪَيو، سَيّدُ چئي، سائُون سُڪائينِ،
مَنجهان لَنبَ. لَطِيفُ چئي، چاٺَرَ ڪَيو چاڙهِينِ،
پُلاءِ نہ پاڙِينِ، عُمَرا! آراڙيءَ سين.

(مارئي، ۷ ـ ۴)

(٢٥٦)

اَوَتَڙ ڪنهن نہ اوليا، سُتَتَڙ ويا سالِمَ،
هيڪائي هيڪُ ٿيا، اَحَدَ سين عالِمَ،
بي بها بالِمَ، آگي ڪيا اَڳِهين.

(ڪلياڻ، ١ ــ ٥)

(٢٥٧)

اونِيُن ڪارڻ اَڄُ، نينڻَ نِهارا مُون ڪَيا،
پُنهُون جامَ! پهچُ، تہ لاهِيُون اَڄَ اَکيُن جي.

(ڏهر، ٢ ــ ١١)

(٢٥٨)

اونِي! ڳوٺِي آٽِئين، ڪو هُتي جو هِتِ هيرَ!
تہ ڪِنا جي ڪوٺَن جا، ٿِيَن سُرَها سيرَ،
آءُ تہ اَکيين اُگهان، جي پاٿُر ڏَنءِ پيرَ،
اَللهَ لَگِ، لَطِيفُ چئي، لاءِ مَ تُون اَويرَ،
ڪوٺِيين گهاري ڪيرَ؟ مَحَلين مُنجهي مُونِ هنئون!

(مارئي، ٢ ــ ٣)

(٢٥٩)

اونِيُن اُمارو، مُون جهليندي نہ رَهِيا،
ساٿِيُن سَوارو، ڪَيو ڪيچ اَکين ۾.

(حسيني، ٤ ــ ٥)

(٢٦٠)

اوجاڳو، اَجاڻ! ڪَيُءِ نہ ڪَميِٽِيُن جِنَّن،
اَساري! اَهڙيءَ پَر، پِيَءِ ڪيچِيُن سين ڪاڻ،
بانهي چايو باڻِ، تَي سَچِيُون راتِيُون سُمهينَ!

(ڪوهياري، ١ ــ ١٣)

(٢٦١)

اَوَجهَڙ اَسونهَن، ڏيهُ گهٽو ٿِي ڏوريو،
سَگِرَ رِءَ سُونهَن، پهتي ڪانہ پَنڌُ ڪَري.

(سسئي آبري، ٩ ــ ٢)

(٢٦٢)

اَوجهڙ وَتان آنءُ، پيِوُن سَڀِ سَگِرَ ساٿَ جي،
جا نِينهَن ڳِنهَندي نانءُ، سا مُون جِئَن پَوندِي مامِري.

(حسيني، ١٢ ــ ١٨)

(٢٦٣)

اوچَنُ گهُرجي آجِڪو، جُهوپو سَهي نہ سِيُ،
سُٽائَج سُوَڙ ڪي، حالُ مُنهنجو هِيُ،
اَگَڻِ آيو ٿِيُ، تہ ڍولِيا! ڪَنهن ڍِنگ ٿِيان.

(سارنگ، ٣ ــ ١٠)

(٢٦٤)

اوڏا جان هُئا، تان نٽُ نِياپا آئِيا،
مارُوئَڙا مَليرَ ڏي، واري وَڳَ ويا،
تِنين ڏنہ ڪيا، ڏيئي ڏوراپا، چائِيان؟

(مارئي، ابيات متفرقہ ــ ٣٣)

(٢٦٥)

اُو ڏمِريو ڏِسُ، جِيلو هَنهَئِين هارَ جو،
سُٽو، سَڀ سَرَتِيُون! وَرُ نہ ڪَنهين وَسِ،
دَعَوِيُ پهرِئين دَسِ، پَڇِيو تو پورا ڪَري.

(ليلا چنيسر، ١ ــ ١٤)

(٢٦٦)

اورارِ نہ پَرارِ، ويچارِي وَهَ وِچَ ۾!
سُڪِيءَ ڏنِيءَ سُپرين، پيو مڙوئي تارِ،
تون گهڙُ، ڪِيمَ نِهارِ، ٻُڏندَنِ سين ٻاجهُون ڪري.

(سهڻي، ٦ ــ ١٦)

(٢٦٧)

اورِ ڏُڪَندو اُو ٿئي، هادِي جنهن حَبيبُ،
تَرُ تفاوتُ نہ ڪري، تنهن ڪي ڪو طَبيبُ،
رَهَنُما رَقِيبُ، ساٿِرِ صِحتَ سُپرِين.

(ڪلياڻ، ٣ ــ ٤)

(۲۶۸)

اوريائين آٽينِ، ميڙيو مُعَلِمَ خبرون،
سا تان سُڌِ نہ ڏينِ، جتي وَہُ ويڌ ڪري.

(سريراڳ، ۳ ـ ۵)

(۲۶۹)

اوري هُئا تہ آئيا، جيڪُسِ ويا پَري،
ساٿي سَڌُ ڪَري، ماڳِ نِهاري موٽِيا.

(گهاتو، ۱ ـ ۱۳)

(۲۷۰)

اوڙاہ ويا نہ وَريا، آئُون تَنهن ماري وينُ!
ڪري سامُونڊي سينُ، جُسي جارُ پرائِيو!

(سامونڊي، ۱ ـ ۱۳)

(۲۷۱)

اوقابِي! آڪين سين، تِيرَ چلايو تو،
پيو مَرُ ماري سو، جنهنجو پهريون پورو نہ ٿئي.

(يمن ڪلياڻ، ۲ ـ ۲)

(۲۷۲)

اوقابِي! آڪين ۾، توڪي باري بانَ،
اُيو آڳرايُون ڪرين، ماڳِ هٽيو مَستانَ،
جانبَ! تون زيانَ، آڪين سين ايڏا ڪرين!

(يمن ڪلياڻ، ۲ ـ ۳)

(۲۷۳)

اوقابِي! آڪين ۾، توڪي تڪا تِيرَ،
ساجن! انهيءَ سِيگَ سين، ڦَٽيءِ گهٽا فقيرَ،
پيو مَر مارج مِيرَ! تنهنجو پهريون ئي پورو ٿيو.

(يمن ڪلياڻ، ۲ ـ ۴)

(۲۷۴)

اوقابِي! آڪين ۾، تِيرَ تڪا توڪي،
ساجن! اِنهيءَ سُور جي، ڪَلَ نہ آہِ ڪنهن ڪي،
مارين ٿو مون ڪي! چاڙهي لوہَ لطيف چئي.

(يمن ڪلياڻ، ۲ ـ ۵)

(۲۷۵)

اوڳارِينِ نہ آنرا، ٻَڌا چَرَنِ نہ ٻُورُ،
ليڙَنِ ڪي، لَطِيفُ چئي، هَلَڻَ جو مَذڪُورُ،
مَيَنِ ڪي مامُورُ، آهي اُٺُنِ اَڳئين پَنڌ جي.

(ديسي، ۲ ـ ۱۱)

(۲۷۶)

اَوَڳُڻ رُسي سَپڪو، ڳُٽين پرين رُنامِ،
ٻُهُون پاروتَنِ ۾، ڪوڙين ڪُوڙ ڪَيامِ،
تيلانهِين سَرِيامِ، سُڪَنِئُون سُورَ گهٽا.

(آسا، ۴ ـ ۲۵)

(۲۷۷)

اَوَڳُڻ رُسي سَپڪو، ڳُٽين پِرين رُنامِ،
ليڪيَم جي لِسانَ سين، سي ڪَرَ ڪِينَ ڪَيامِ،
پانُ وِڃائي پانهنجا، تورا ٿُڪَ هنيامِ،
بَندَگي شرمندَگي، اِها ميڙ مُڪِيامِ،
پرين تَبِ پَرِچِيامِ، 'آئُون' جَبِ اُٺِ گئي.

(آسا، ۴ ـ ۲۴)

(۲۷۸)

اَوَڳُڻَ ڪَري آپارَ، تو دَرِ آيَسِ، داسَڙا!
جِئَن تو رُسَڻَ سَندِيُون رُوحَ ۾، تِئَن مُون پيٽي ناہِ، پَنار!
سائِينءَ لَڳِ، سَتارَ! ميٽِ مَدايُون مُنهنجِيُون.

(ليلا چنيسر، ۳ ـ ۲)

(۲۷۹)

اَوَلِ آخرِ آهِ، هَلَنُ منهنجو هوتَ ڏي،
پورهيو سَندو پورهيَتين، والي! ڪيَم وڃاءِ،
سو مُون ٿورو لاءِ، جڻَن جِڙي مِلان جَتَ ڪي.

(سسئي آبري، ۱ - ۱)

(۲۸۰)

اولاڪَنِ اَچي، مَعذوُرِ تي مارو ڪيو،
مَتان، وَرَا! وسارِئين، مَنجهان ڪُرَ ڪَچي!
لاهي لاڳاپا لَنگهہِ تون، سيڻَنِ ڏانهن، سَچي!
مَنجهان راهَ رَچي، ٽِينديئہ لَعَلَ لَطِيفُ چئي.

(سسئي آبري، ابيات متفرقہ - ۱۰)

(۱۸۱)

اولا ڪٽي اُوءِ، پَڳَہ چوڙِي پَندِ ٿيا،
آيَل! سامُوندين جي، آهي اَڙانگي جُوءِ،
ڪَڏهن ڏِسينديس رُوءِ، وري هِنِ اَکينِ سين؟

(سامونڊي، ۲ - ۷)

(۲۸۲)

اَول اَللہ عَلِيمُ، اعليٰ، عالَمَ جو ڏڻي؛
قادِرُ پنهنجي قُدرتَ سين، قائم آهِ قَدِيمُ،
والِي، واحِدُ، وَحدَہٗ، رازِقُ، رَبُّ رَحِيمُ،
سو ساراهہ سچو ڏڻي، چَئي حَمدُ حَڪِيمُ؛
ڪري پاڻَ ڪَرِيمُ، جوڙُون جوڙ جهان جي.

(ڪلياڻ، ۱ - ۱)

(۲۸۳)

اولاٽِيانِ اَرتَ، ڪيڏانهن ڪَتَنَ واريُون؟
پِهيُون مَٽي پَٽَ، لُڙجَنِ لاڪيڙَنِ جُون.

(ڪاپائتي، ۱ - ۲۵)

(۲۸۴)

اُونچو اُتاهون گهٽو، جڻَنَ ڪي جَبَلُ،
مَرَنَ! مُون سين هَلُ، تہ پُنِيءَ تو پَنڌُ ڪَريان.

(معذوري، ۴ - ۹)

(۲۸۵)

اونداهيءَ اَڌَ راتِ ۾، پِرينءَ پَسايو پاڻُ،
چَندُ ڪَتيُنِ ساڻُ، پيهي ويو پَڙلاءَ ۾.

(ڪنيات، ۱ - ۲۰)

(۲۸۶)

اُونهي ۾ اوڙاهُ جو، هَنجُ تِنَهين هوءِ،
اِيُ ڪانِيَرو ڪوءِ، جو ڇاڇَرِ ۾ ڇيرُون ڪَري؟

(ڪاراِيل، ۱ - ۵)

(۲۸۷)

اُونهي ۾ اوهِري، جڏهن جي ويا،
سانداري سَمُونڊ جي، نِهوڙِي نِيا!
وِڃي تِتِ پيا، جِتِ نِهايَتَ ناهِ ڪا.

(سامونڊي، ۱ - ۱۱)

(۲۸۸)

اُونهي ۾ اوهِري، جڏهن ويا جي،
موٽِي ماڳ نہ آئِيا، ماءِ! سامُونڊِي سي،
ڪارو تِنِيَنَ ڪي، جيڪُسِ وَهُ وِري ويو!

(سامونڊي، ۱ - ۱۲)

(۲۸۹)

اُونهي ۾ اوهَري، ڪَهي ڪَچي ساڻُ،
سُپَڪَ جو، سَيّدُ چئي، پُڇي نہ پَرياڻُ.
عشقَ واريُون، عَبدُاللّيفُ چئي، سَڌَ نہ ڪَٽَن ساڻُ
جِنين پاسي پاڻُ، سي اَوتَڙ اُڪَتيُون.

(سهڻي، ۸ - ۸)

(۲۹۰)

اُھريا جِنائِين، ڏُکَنِ تن تڙائيين!
سامُوندين، سائين! واءُ سَڌائو وارِئين!

(ساموندي، ۱ ـ ۱۵)

(۲۹۱)

اَھڙيُون اوريان چَڏي، ويا لاھُوتي لَکَ،
پايو پٽيِن وينيُون، کاکَ ڏجائيُون کَکَ،
پيئي اِيَ پـرکَ: تہ سوڍيُون سِجھائي ويا.

(مومل راڻو، ۳ ـ ۱۴)

(۲۹۲)

اَھَکِي راہَ اللہ جِي، اَھَکِي، اَھَکِيءَ پِيَتِ،
ھُوءِ جي ڏِيھائِي ڏِيہَ جا. تن پڻ مُوڙھي مَتِ،
آچاڙانِ اُبتِ، کِھڙِج گھاٽـي نِينھَن سين.

(سريراڳ، ٦ ـ ۹)

(۲۹۳)

آھِہِ اُني مِينھَنڙي، سَمُنَ، سَرتيُنِ ساڻ،
کَنھن پَرِ لاھيان کاڻ، وَجي ويڙيچَن سين!

(مارئي، ٦ ـ ۲۱)

(۲۹۴)

آھئين ھُت اُمانَ، بَڌُ تُرھو تارِ جو،
لَھريُون، لُـڙَ، لَطيفُ چئي؛ جَھليا جُنگَ جُوانَ،
اُونھي تَڙِ آگھَتِيا، آڏِي پائي آنَ،
جي پيا مُنھن مَھراڻ، تن بانڍِيُن بيٺ نہ اُڃھي.

(سهڻي، ۸ ـ ۵)

(۲۹۵)

آھي آرَ آکِينِ ۾، ناکُئا! کَج نگاہَ،
وڏا بيڙا بوڙيا، سائِرَ ڏيئي ساہَ،
مُلاحِظو، مَلاحَ! کَج کو اِنھيءَ کُنَ جو.

(سريراڳ، ۵ ـ ۵)

(۲۹٦)

آھي گھٽو اَگھَنِ جو، تَرسُ طَبِيبَنِ،
کيو وَسُ ويجنِ، تان کِريءَ ريَ کِينَ ٿئي.

(يمن ڪلياڻ، ۲ ـ ۴)

(۲۹۷)

آءُ اُڏامِي، کانگڙا! پارانِيان پَچارِ،
ويھِي ھِتِ وِصالَ جو، تان کو تُرِ تَنوارِ،
جي ڏِسَنَ ۾ ڏيسارِ، سي اُڏامِي آنِ پِرِين.

(پورب، ۱ ـ ۳)

(۲۹۸)

آءُ اُڏامِي، ھَنجَڙا! سَرَ ۾ سارِينَئِي،
مَتان مارِيَنئِي، پاڙھيرِي پَھُہ کَري.

(ڪارايل، ۱ ـ ۱۷)

(۲۹۹)

آءُ اوراھُون، سُپرِين! پَري وَڃُ م پِيَّ!
موٺُ، مَرنديَس چِپَرين، تُون جِيارو جِيَّ،
ھوتَ! مَ چَڏج ھِيَّ، پُنھون! پيادي پَنڌَ ۾.

(سسئي آبري، ۱۰ ـ ۳)

(۳۰۰)

آءُ اوراھُون، سُپرِين! ڏُکِيءَ ڏاگھ مَ ڏيج،
پيھي گھَرِ پُڇيج، تہ ھوتَ! ھَلاکَتَ نہ ٿِئي.

(سسئي آبري، ۱۰ ـ ۵)

(۳۰۱)

آءُ اوراھُون، سُپرِين! ڏُکِيءَ ڏيج مَ ڏاگھُہ،
وَتِ چَڏي مُون واگھُہ، آري وئين عِشق جو.

(سسئي آبري، ۱۰ ـ ۴)

(۳۰۲)

آءُ اوراهُون سُپِرين! وَڄُ مَ آڳاهُون،
ٿڪي ڪَٽي ٿَرَنَ ۾، پاڪاريو پانهُون،
دَردَ جُون دانهُون، مُون مارِينديُون، موٽُ تُون.

(سسئي آبري، ۱۰ ـ ۱)

(۳۰۳)

آءُ اوراهُون، سُپِرين! وَڄُ مَ پيَّ! پَري،
مُون ڏٺي، مُون وِسَهو، ورچي تان نہ وَري،
ڏاران مُنهَن مَري، ڏُکيءَ جي ڏيکارِئين!

(سسئي آبري، ۱۰ ـ ۲)

(۳۰۴)

آءُ، راڻا راحَتَ! ڏاڄ ڏَرتيءَ جا ڏَٽي!
سڪَن ٽِيُون سُهاڳِڻيُون، سودا! تُنهنجي سَٽَ،
مُون تان لاهِ مَ هَٿَ، ڪامِلَ ڏَٽي ڪاڪ جا!

(مومل راڻو، ۴ ـ ۱۲)

(۳۰۵)

آءُ ڪانگا! وَڻُ ويهُ، سُڏِيُون ڏي ساٿيہَ جُون،
چڱا پَلا سُپِرين، ڪِ سُکَ وَسي ساٿيهُ،
پِرِيُنِ لَءِ پَـرَڏيهُ، مُون تان گهٽو نِهاريو.

(پورب، ۱ ـ ۹)

(۳۰۶)

"آءُ مَٺاهُون مَڱَٺا! چِڙهِي ۾ چوڏولَ،
توکي گهوٽَ گهُرائيو، راڄا مَنجهہ رَتولَ،
بيجل توسين بولَ، وِهاڻيءَ وَڏَڻ جي" .

(سورٺ، ۳ ـ ۲)

(۳۰۷)

آءُ، لانگوٽيا لالَ! ڪَنهن پَر ڏِٺُيءِ گُجَريون؟
آبُ اَرتو اَکِيين، لُڙِڪَ وَهائِين لالَ،
ڏِٺَءِ جي جَمالَ، سامِي! ڪُهُ نہ سَلائِيين؟

(مومل راڻو، ۲ ـ ۱)

(۳۰۸)

آئُون اُڪنڊِيائي مران! پرين پيلا، پَـرَ ڏُور،
پابَلَ ڏئي نہ پُور، پنڌ نہ جوڳي پيَـڙي.

(ڪنيات، ۲ ـ ۸)

(۳۰۹)

'آئُون' اوراهِين جَهل تون، ڇڏِيَمِ پاڻَ پَچارَ،
شِرڪَ ساڻُ سَٽارَ! گهٽا گهارِيَمِ ڏِينهَڙا.

(آسا، ۱ ـ ۵)

(۳۱۰)

آئُون بَندياڻي بَندَ ۾، ڪِ ڪِي پيَس بَندِ؟
مُنهين لَڳو مهٽو، ڪِ مُنهين ڪَڙو ڪَندَ؟
مَرَان جي هِنَ هَندِ، تہ نِجاڻءِ مَٽُ مَلِيرَ ڏي.

(مارئي، ۲ ـ ۱۱)

(۳۱۱)

آئُون تان اَهڙِياءِ، جا پانهِيءَ ڪي پاڻِي چوان،
مُون ڪَميڻِيءَ لاءِ، پُنهون ٽي پَرڻُ ٽِيو.

(ديسي، ۴ ـ ۱۶)

(۳۱۲)

آئُون جن آساري، مَٿي تَڙَ گُذارِيان،
مونکي وِساري، شال مَ وِجن اوهِري!

(سامونڊي، ۱ ـ ۳۵)

(۳۱۳)

آئُون جي ڏِينءِ سَنيها، سي تون چندا! پليءِ پَنڌُ،
چئج حالُ حبيبَ کي، نيئي نوڙائي ڪَنڌُ،
تو تيڏانهين پنڌُ، جيڏانهن عالَم آسرو.

(ڪنيات، ۲ ـ ۶)

(۳۱۴)

آئون جي هُيَسِ هَڏُ، اَدِيُون! آريچَن جو،
ساٿَ لَڏِيندي سَڏُ، هُونَدَ ڪوهِيارا ڪَرِينِ مُون.

(حسيني، ۴ ـ ۳)

(٣١٥)
آئُون ڏورِيَنءِ، شالَ مَ لَهَنءِ! تَنَ مَ مِلين تُون!
لنءِ لنءِ مَنجهان مُون، لوچَ تنهنجي نہ لَهي!
(حسيني، ٧ ـ ٦)

(٣١٦)
آئون ڏورِيَنءِ، شالَ مَ لَهَنءِ! پرينِ! هُئِين پَري!
هَڏِ نہ ساهَ سَري، تَنَ تَسَلّي نہ ٿِئي.
(حسيني، ٧ ـ ٥)

(٣١٧)
آئُون ڏورِيَنءِ، شال مَ لَهَنءِ! ساڄَنَ! مَڄُ سُوالُ،
سِڪَ تنهنجيءَ، سُپِرين! ٿِئي جانِ زَوالُ،
وِهاڻيءَ وِصالُ، اُٿِيا، آرامي ڪَري.
(حسيني، ٧ ـ ٧)

(٣١٨)
'آئُون' سين اُنَ پارِ، ڪَڏهِن تان ڪونَ پيو،
'اِنَّ اَللہَ وِتۡرٌ يُحِبُّ اَلۡوِتۡرَ'، نيئِي بِيائِي ٻارِ،
هيڪِڙائِيءَ وَٽِ هارِ، هَنجُون جي هُنَّ جُون.
(آسا، ١ ـ ٢)

(٣١٩)
آئُون طَعني سُوڌي تُنهنجي، تُون طَعنوئي مُون،
سو ڪِي سَريوسُون، جو سَرَتِيُون! ڪَنهن نہ سَريو.
(مومل راڻو، ٣ ـ ٢٠)

(٣٢٠)
آئُون ڪِ نہ ڇاڻان اِيئَن؟ تہ جَرَ گهڙِي جو ڪو ٿِئي،
قَضا جا ڪَرِيمَ جي، تنهن ڪان ڪَنڌُ ڪيڏبو ڪِيئَن؟
هِڪُ لِکِئي، ٻِئي نِيهَن، آئي اوليَسِ اول ۾.
(سهڻي، ٩ ـ ٨)

(٣٢١)
آئُون ڪِئَن ڇَڏِيان، سُومِرا! تِنِ پَنوهارَنِ پَچارَ؟
جَڙُ جنين جِي جانِ ۾، لَڳِي رِءَ لُهارَ،
ميخُون مُحَبَّتَ سَندِيُون، هِنئَڙي مَنجهہ هَزارَ،
پَکا ۾ پَنوهارَ، ڏِني مُون ڏِينهَن ٿِيا!
(مارئي، ٤ ـ ١٨)

(٣٢٢)
آئُون ڪِئَن سَوَڙِيين سُمهان؟ مُون وَرُ گهاري سُڄَّ!
وَرُ اَباڻَنِ سين اُڄَّ، ڪوءِ شَرِبَتُ تُنهجو، سُومِرا!
(مارئي، ٣ ـ ١٤)

(٣٢٣)
آئُون ڪِئَن سَوَڙِيين سُمهان؟ مُون وَرُ گهاري وِلَّ!
ڪَٽيريءَ تان ڪِلَّ، عُمَرَ! ڪَج مَ اَهڙِي!
(مارئي، ٣ ـ ١٣)

(٣٢٤)
آئُون نہ گَڏِي پِرينءَ کي، آيو عِزرائِيلُ،
جوراڻي سين، جيڏِيُون! نَڪو قالُ نہ قِيلُ،
آيو مَوت دَلِيلُ، مارِيندو مُرادَ ڪان!
(معذوري، ٧ ـ ٨)

(٣٢٥)
آئُون نہ گَڏِي پِرينءَ کي، تون ٿو لَهِين سِجَ!
آئُون جي ڏِيَئِين سَنِها، نيئي پِريان کي ڏِجِ،
وِجي کيچِ چِئِجِ، تہ "ويچاري واڻَ مُئي!"
(معذوري، ٧ ـ ٣)

(٣٢٦)
آئُون نہ گَڏِي پِرينءَ کي، تورا ڏِينهَن ٿِيا،
راتين روزَ وِيا، عَبَثُ آريءَ جامَ ري!
(معذوري، ٧ ـ ١)

(۳۲۷)

آئُون نہ گَڏي پرينءَ کي، پويون ٽِيو پَساهُ،
سکان ٽِي سَڪراتَ ۾، رويو پُڇان راهُ،
شالَ مَر وَڃيمِ ساهُ، ڏاران پَسَڻ پرينءَ جي.

(معذوري، ۷ ـ ۴)

(۳۲۸)

آئُون نہ گَڏي پرينءَ کي، جويَنُ ويو جاڙ،
آڏا آرِيچَنِ کي، چاڙهيکا ۽ چاڙ،
مُون مُنيءَ کان نہ ٿِئي، وَڏَپَڻَ مَنجھ ولاڙ،
عُمرِ سَپِ اَواڙ، وِيَمَ! تي واکا ڪَريان!

(معذوري، ۷ ـ ۶)

(۳۲۹)

آئُون نہ گَڏي پرينءَ کي، سَهَسين سِجَ ويا،
هَلَنَ وير هِئانَ، ديکي شالَ دَمُ ڏِيان!

(معذوري، ۷ ـ ۲)

(۳۳۰)

آئُون نہ گَڏي پرينءَ کي، عُمرِ تان ويئي،
وِلهيءَ ڏِينهَن وِڃائِيا، سَرتِيُون! سَپيئي،
پِيريءَ ۾ پيئي، اَکيُون آريءَ ڏي کَٽي!

(معذوري، ۷ ـ ۵)

(۳۳۱)

آئُون نہ گَڏي پرينءَ کي، ڪاري ٿي قِيامَ،
هَٿَنِ هاجَ قِٽَنِي کَئي، نيٽَنِ ننڊ حَرامَ،
کُنيسِ ٽَنهن ڪِمامَ، هوتَ هَلندي جو کَيو.

(معذوري، ۷ ـ ۱۰)

(۳۳۲)

آئُون نہ گَڏي پرينءَ کي، مَٿان آيو مَوتُ،
واجهائِيندي وَرهَ ٿِيا، هَڏَ نہ گَڏيمِ هوتُ،
جيڪُسِ ٿِيندِيَس فَوتُ، فَنا هِنَ فِراقَ ۾!

(معذوري، ۷ ـ ۹)

(۳۳۳)

آئُون نہ گَڏي پرينءَ کي، هِيُ پڻ ڏِينهُن ويو،
نِهوڙِي ناپُن سين، مُون کي نِينهَن نِيو،
مُنيءَ موتُ ٿِيو، ”پِيُ، پِيُ“ کَندي پَنڌَ ۾!

(معذوري، ۷ ـ ۷)

(۳۳۴)

آئي اُتَرَ مُندَ، هِنئين اُڪو نہ لَهي،
وَتِينِ لاڄُو بندَ، بِيهَر مَکِينِ بيڙيُون.

(سامونڊي، ۲ ـ ۱۱)

(۳۳۵)

اَئين جا لُڏو لوڏَ، اِيَ پَرِ گهاتوُئَڙَن جي،
کُنَّ ڪلاچِيءَ ڪوڏَ، سُکِ نہ سُتا کَڏهين.

(گهاتو، ۱ ـ ۱۴)

(۳۳۶)

اِئين رَهيَسِ راهَ ۾، اُهينئين هَٽَ هَٽي،
وِيا خيالَ کَٽي، ماءِ! مُنهنجو جِندُڙو.

(کوهياري، ۲ ـ ۲۰)

(۳۳۷)

آئيُون اَگِينءَ هيرَ: اَصُلَ سَندي آسِري،
پِڙَ ۾ پَسان نہ پيرَ، سيٽَنِ ساجُهرُ لَڏيو.

(ڏهر، ۴ ـ ۱۴)

(۳۳۸)

آيا، اُجارِين: تَنَکَ، تَراريُون تِڙُرا،
سانِگيُون سائُنِ هَٽَ ۾، کُلهَنئُون نہ لاهِينِ،
اُيائي آهِينِ، مُهائي مَرَنَّ تي.

(ڪيڏارو، ۳ ـ ۳)

(۳۳۹)

آيا، آسَ ٽِيامِ، باروچا پَنهورَ ۾،
پَسِي پَهَرَ پُنهونءَ جي، نَنهَن سِيئَن نيڻَ ٽَريامِ،
گُونڊَرَ وِسريامِ، سُکَنِ شاخُون مُکِيُون.

(حسيني، ٦ ـ ١)

(۳۴۰)

آيا اُلُوهِيَتَ ۾، لاهُوتُ لَنگهيو جِنِ،
مَنجهان تِنِ جُسَنِ، حَرَفُ نہ سُجِي هيڪِڙو.

(راملڪي، ۵ ـ ۷)

(۳۴۱)

ايڪ پيالو! ٻہ جَٽا! عشق نہ اِيئَن ڪري!
آٽي سي ايڪ ٽيا، جي گَتا نينهن ڳري،
دوئي ڏار ڏري، جُ خُلَّت خنجر آئيو.

(يمن ڪلياڻ، ۴ ـ ٢)

(۳۴۲)

ايڪ پيالو! ٻہ جَٽا! عشق نہ ڪري آڏ!
اِيَ تان، ساعر! سَڏ، ڪَيَءِ جا قَوال سين.

(يمن ڪلياڻ، ۴ ـ ۳)

(۳۴۳)

ايڪ پيالو! ٻہ جَٽا! عشق نہ ڪري اِيئَن!
ليڪيا جي لڪَڻ ۾، سي قرب رسندا ڪِيئَن؟
هُئَڻَ ڪيا هيئَن، وانجيا، پَسُ! وِصال ڪان.

(يمن ڪلياڻ، ۴ ـ ١)

(۳۴۴)

ايڪ قَصَرُ، دَرَ لَکَ، ڪوڙين ڪَٽِسِ ڳڙڪيون،
جيڏانهن ڪريان پَرکَ، تيڏانهن صاحبُ سامُهون.

(ڪلياڻ، ١ ـ ٢٠)

(۳۴۵)

اِيُ ڪَمُ ڪَميڻِيُن، جڻَن سُمَهَن پيرَ ڍِگها ڪَري،
لوچين چو نہ، لَطِيفُ چئي، هارِي! لَءِ هو تَنِ؟
نِندان نِياڳِين ڪي، اوپالا اَڇَنِ،
سي پُنهون ڪوهُ پُڄَنِ؟ جي سَنجهي رَهَنِ سُمهي.

(ڪوهياري، ١ ـ ١٠)

(۳۴۶)

اِيَ گَتِ غوّاصَنِ، جڻَن سَمنڊُ سوجهيائُون،
پيهي منجهہ پاتارَ جي، ماڻِڪَ ميڙيائُون،
آٽي ڏنائُون، هيرو لال هَٿَنِ سين.

(سريراڳ، ٢ ـ ٩)

(۳۴۷)

آيَل! اُن نہ وسَهان، هَنجوُن جي هارِينِ،
آٽيو آبُ آڪِيَنِ ۾، ڏيہ ڪي ڏيڪارِينِ،
سَڄَڻُ جي سارِينِ، سي نَڪِي روئن نہ چون ڪِي.

(يمن ڪلياڻ، ١ ـ ٢٠)

(۳۴۸)

آيَل! اوطاقُون، ڪَري ڪيچي هَلِيا،
سُکَيُون نہ سيڻَنِ جي، ماڳِنِ تان ماڪُون،
نِسورِيُون ناڪُون، سَجي هَلِيا سُورَ جُون.

(ديسي، ۷ ـ ١١)

(۳۴۹)

آيَل! ڍولِئي ساڻُ، اَچي تہ جهيڙِيان،
لايَءِ ڏينهن گهڻا، مون سين ڪَيَءِ ٽورڙا.

(سامونڊي، ١ ـ ٣٠)

(۳۵۰)

اِيُ نہ يانَنِ پيرُ، جڻَن ڪيِنَرُ ڪيرِيءَ ٽَنگيو،
سُونهاري صُبُوحَ سين، وِجهي وِيٺين وِيرُ،
توکي چَوندو ڪيرُ، ڪِيرَتَ ڏاران مَگَٽو؟

(پرڀاتي، ١ ـ ١)

(۳۵۱)

ايندي لَتِي اُجَ، پيرَ پَريندي ثريا،
مَنجھہِ ويئڙيءَ سُجَ، ڪَرَ لَڏي رِڻُ اُڪاريين.

(بلاول، ۳ ـ ۱۲)

(۳۵۲)

ايَ نہ مارُن ريتِ، جِنَن سينڻَ مَٽائِن سونَ تي،
اَچِي اَمَرَ ڪوٽَ ۾، ڪَنديَس ڪانَ ڪُريتِ،
پَکَنِ جِي پِريتِ، ماڙِيءَ سين نہ مَٽِيان.

(مارئي، ۳ ـ ۱۱)

(۳۵۳)

آيو ڪير ڏيهان، جنهن ڪَرَ پڇان خَبرونَ؟
وِچُون اِنَ وَٽان، راتِ مارُوءَ تي وُٺِيُون.

(مارئي، ۱۰ ـ ۳)

(۳۵۴)

آيُون ڍِورَ ڍِري، اَصُلَ سَندي آسري،
ڪَنيَرَ پِيُونءِ ڪَرِي، پاٽا پيرَ ڏُڪويا پَکَٽين.

(ڏهر، ۴ ـ ۱۳)

## وائي- ۱

آتَڻَ ۾ ويهي، سَڀِ دُعا ڪَريجاهُ، جيڏيُون!
ڪانهي بَسِ بَهيرَ ۾، هَلُ چَلُ پَٽِي پيئي،
راهَ مسافرُ سَپُڪو، ڪون ڏِنو سُون هِتِ ڏيهي،
سارِيندا صَلواتَ ڪي، مَنجھہ قَبرَ سَڀِ پيهي،
ڪونائُو ڪَريمَ جو، ڳالھہ پُڄَندُم ڪيهي؟
نَوازِيندو نُورَ سين، ناقِصَ کي اُتَ نيئي،
اَللہُ هيڪُ، مُحَمّدُ برحَقُ، شالَ چوان مان حَرفَ اِهيئي.

(سسئي آبري، ابيات متفرقہ ـ وائي ۷)

## وائي- ۲

اَڄُ ميرَ مومنَن جا، مَدِينو ڇَڏي هَليا،
مَدِينو ڇَڏي هَليا، سي مَدِينئُون لَڏي هَليا،
هَيءِ! هَيءِ! مَدِينو ڇَڏي هَليا!
سِڄُ، چَنڊُ، مُصطَفيٰ ڏي، يَڪدل ڳَڏي هَليا!
هَيءِ! هَيءِ! اَنڌارُ ٿِيو، اُنِ ري: تارا لَڏي هَليا!

(ڪيڏارو، ۱ ـ وائي)

## وائي- ۳

اَڄُ نہ آيو اِمامُ، واويلا! مومنا! ماتامُ! واويلا!
اَنَّ نہ پاٽي اُن کي، نَڪو وُنڙُن مِينهَن،
هُئا سَتاٽيءَ جَنگ ۾، نَوَ راتيُون ڏَهَ ڏِينهَن،
دُلدُل گهوڙو شاهَ جو، مَٿِسِ لالَ پَلاٽي،
شيرَ شهزادي لَڏيو، سَيَّدِ سيجَ نہ ماٽي.

(ڪيڏارو، ۵ ـ وائي)

## وائي- ۴

اَچِي سارَ لَهيج، ساجَنَ سُورَ تُماري آئُون ماري!
سُورَ تُماري جي مَران، تان مُون ڏوهُ مَ ڏيج،
ڍبَنِ پِري هَٿڙا، دارُون، دوست! ڪَريج.

(يمن ڪلياڻ، ۲ ـ وائي)

## وائي- ۵

اَچي لالَنَ! لَٿ ميان! مُئِيءَ جو لوڙهُ لَڪَن ۾.
هو ڪانُ ڪَٿُورِيءَ هيرَئُون، مون ۾ صابُڻَ جَٿِ،
آريائي! اَچي ڪَري، ڪا گهڙي مون وَٽ جَٽِ،
ڪَٿُوري ڪَشبُوءِ سين، هارِيائُون هَٽِ هَٽِ،
دَردُ مُنهنجي دِل جو، تون، ڪامِلَ! اَچي ڪَٽِ،
اَديُون! عَبدُاللَطِيفُ چئي، سِرَ تائِين آهي سَٽِ.
(معذوري،٦ ـــ وائي)

## وائي- ٦

اَدا! ڙي! ڏوٿي! آئُون پُڇان تو تي:
ڪيچ رَسنديس ڪَئَن؟ ڏَس مُون ڏي.
نہ سَمي، نہ سُومِري؛ نہ آئُون جَتِ، اوٺي؛
آئُون اُنين مان آهيان، جي ٻانڀَڻَ پَڙهِن پوٿي،
پَرتِ ٽِينديس، پرين پُڇنديس، پَچاڙيِنديس پوتي،
سَنجهي وِئَڙو سُپرين، ساڄَنُ پُڇان سوٿي،
ساجُهر سَاٿَ پَلاڻِيو، تو پَلاڻيو پوءِ ٿي،
هَتان ٿي هوتُ ويو، جَتُ پُڇين جو ٿي،
هَلِج هوتَ پُنهونءَ ڏي، مَنجهان نِينهَن نِڪو ٿي،
آتَڻَ وِجهي آڳِ ۾، مَنجهان جويَن جوءِ ٿي،
سَنجهي سَاٿَ سَڏاريو، پُنهون پُڇان پوءِ ٿي،
رويو رُئَان رُجَن ۾، هَيءِ! آئُون هِتِ ڪَہ ٿي؟
(سسئي آبري، ابيات متفرقہ ـــ وائي۴)

## وائي- ۷

آسِرو آهي، موٽي اِيندا، مُون نہ ڇَڏِيندا، ٻانُ پَسَندا.
اِيندا اَديسي وَري، ڏُونهيُون ڏُکائي،
پَٿر وارَ پَرَ لَءِ، ويهُ تُون وِڃائي،
ڏُکَ لاهِيندا ڏيلَ جا، گُجهو ڳَالهائي،
مُون ڪي نِيندا پانَ سين، هي سَڳ ساڳاهي،
اَديُون! عَبدُاللّطِيفُ چَئي، اُو اَهڙو ئي آهي.
(رامڪلي، ۳ ـــ وائي۲)

## وائي- ۸

آسِرو آهي، مُون کي هوتَ حَبِيبَ جو.
جان جان اوڏا ڪَرَها، پَهُچان تان ڪاهي،
موٽُ، مُنهنجا سُپرين! واڳُون وَرائي،
شَفاعَتَ جا شَفِيعَ جي، تَنهِن ۾ قِيرُ هَذِهِين ناهي،
مِيرُ مُحَمَّدُ ڪارَڻي، آڙيا چُئائي،
اهي ڪَمَ ڪَرِيمَ جا، جِئَن لَنگها لَنگهائي،
لُطفَ سانُ، لَطِيفُ چَئي، مُوڙها مِلائي.
(بلاول، ۲ ـــ وائي)

## وائي- ۹

اي مِيان سَڄَڻَ! ڪِئَن رَهندا نيڻَ مُنهنجا؟
تو ري تو ري.
جن جو آڌارُ تُون، آئُون تِيَس لائِقُ يُون،
ڪِئَن رَهندا تو ري.
جِيائِين اُلهي اُپري، توٽي تِهان ئي پَري،
توءِ وِجهي تِنِ ڏي، اَڪَڙِيُون پيرَ ڪَري.
(آسا، ۲ ـــ وائي۲)

## وائي- ۱۰

اَڪيُون پيرَ ڪَري، وِڄي، وو! وِڄي.
سُپيريان جي ڳالهڙي، ڪنهن سان ڪِينَ ڪجي،
لڪائي لوڪَ ڪان، گُجهڙي ڳوٺِ نِجي،
مُحَبَّتِيءَ ميهارَ جو، سُورُ نہ ڪنهن سَلجي.
(سهڻي، ۵ ـــ وائي)

## وائي- ۱۱

اَکيُون ميگهہ مَلارَ، صُورَتَ تُنهنجي سَڀُ جَڳُ موهيو،
سَجدو فِيلَ فِي الحالَ ڪِيو، پَسي مُطلَبَ نُورُ نراڙ،
جاپَڻَ وَقت چامَ جي، ڪِريا ڪوٽَ ڪُفّارَ،
آڳي سَڀ اَيِنِ جو، توکي ڪارِيو سيرَ سَتّارَ،

'وَلَسَوْفَ يُعْطِيْکَ رَبُّکَ فَتَرضيٰ'، توسين قادِرَ ڪَيا قَرارَ،
قادُر پاڻَ قَسَمَ ڪَيا، خاڪِ قَدَمَنِ جا ڪَلتارَ،
اُڪَنڊِيا جي اَپَرَ ڪي، سي سَرَها ٿِيا سَنگهارَ،
موڪَلَ تي مِينهَنِ ڪي، دوسَ هَٿان دِلدارَ،
آهِن ڪَرَ مَ ڪَرِيمَ جا، اَحمَدَ ساڻُ اَپارَ.
*(سارنگ، ۳ ــ وائي)*

## وائي- ۱۲

اَڳڻ آيامِ پيهي، يا اَلا! مون سارينديِ سُپرِين،
مُشڪ عطر مون پرين، سِڪيس چَمُ سپيئي،
تَنُ جنين جو طالِبُو، روحَ تنين سي ريهي،
ساجَنَ سندي سونهن جي، آئُون ڳالهہ ڪريان ڪيهي،
تيو لطفُ، لطيف چئي، دوسُ آيو دَرِ پيهي.
*(ڪنيات، ۱ ــ وائي۲)*

## وائي- ۱۳

اَللهَ سائِين! سائِين! پُڻان پريَتُون مَ پانهين،
مُون تان آسرو آهي اوڏانهين.
جِتي ديرو دوستَ جو، سا ڪِئَن جُوءِ اَڳاهِين؟
پَنبيُون پِري آئِيُون، آيَلِ! مُون اُتانهين،
قَلمُ جن جي هَٿَ ۾، سي سِيڻَ سَجاجها سائين،
بَنديءَ جي بابَ ۾، شالَ مَ لِکَنِ لائين.
*(آسا، ۳ ــ وائي۳)*

## وائي- ۱۴

اَلوداعُ، وو! اَلوداعُ، جاني ڪَيوءِ جُدا،
هَيءِ! هَيءِ! سورَٿِ تي ساري.
هَٿُ تُون تَندُ طَرِيقَ جي، وو! واجِبَ سَڀِ واري،
سورَٿِ سَرتيِنِ وچَ ۾، وو! اُيي اوساري،
"ڏِيندوساڻءِ"، ڏِياچِ چئي: "هِيُ سِرُ سينگاري"،
هِيُ جو آيو مَڱڻو، سو مَتارا ماري،
دوسَ دوسَنئان دُورِ ڪَيو، تو ڏِيا ڏيڪاري،
ڪَنڌُ مُنهنجو ڪاٽِيو، نِينهَن سَندي نَعري.
*(سورٺ، ۴ ــ وائي)*

## وائي- ۱۵

اَهُڪِيءَ آڳَهُ آهي، وو!
مون ڪي تان نہ ڇڏيندو تڪَ ۾.
پُڇي پوءِ پيَنِ ڪي، لَڪَنِ ۾ لَڏُ لاهي،
آري اُڳهاڙَنِ ڪي، پُنهون چامُ پَراهي.
*(سسئي آبري، ۵ ــ وائي)*

## وائي- ۱۶

آهِيان جن سَندي، ڙي! آڙي! مِيان!
مُون ڪي تان سي نہ ڇَڏِيندا هوتا.
ڀِهائينديَسِ پُنهونءَ ڪي، آئُون ڳِچيءَ پائي گندي،
ويني آهِيان واٽَ تي، آهِيان آسَرَ وَندي،
پرينءَ پُڄاڻا هتيهين، آئُون رَتي تان نہ رَهَندي،
ڪَرَمَ ساڻُ ڪَرِيمَ جي، آئُون پرينءَ مِلندي.
*(ڪوهياري، ۲ ــ وائي)*

## وائي- ۱۷

آهِينم ڳالهڙيُون، ماءِ! مرادُون پِرينءَ سين.
جي مون پيبُون پِرينءَ ري، ڪوءِ! سي راتَڙيُون،
جي مون اوريُون پِرينءَ سين، وَرُسي راتَڙيُون،
پَسَڻَ ڪارڻ پرينءَ جي، پاتيم جهاتَڙيُون،
آڏيءَ، عبدُاللطَيفُ چئي، ڪُهَنِ ڪاتَڙيُون.
*(ڪنيات، ۲ ــ وائي۱)*

## وائي- ۱۸

آءُ، پِرين! گهرِ پيهي، مِيان چَنيسَرَ،
هارُ هَـٿان مُون ڇَڏِيو.
پُڇَنِ لِيلا، هُو ڪَنِ حِيلا، ڀَهران اَچيو ٻيئي،
دوسُ نِيائُون داسَڙو، ويساهي وَرُ ويهي،

اَوَ گُڻَ، عَيبَ، مَنائِيُون، ڍولا! ڍَڪِ سَيئِي،
تو دَرِ اَچِي، داسَڙا! آرِ ڪَرِينديَسِ ڪِيهِي؟
آيَسِ، عَبدُاللّطِيفُ چَئِي، دوسَ! تو دَرِ پيهي.
(ليلا چنيسر، ١ ـ وائي)

## وائي- ١٩

آءُ، راڻا! رَهُ راتِ، تُنهنجي چانگلَ ڪي چَندَنُ چارِيان.
راتِيان ڏِينهان رُوحَ ۾، تَنَ تُونهِين جي تاتِ،
وينِي نِتُ نِهارِيان، اَچِين جي پِرِياتِ،
مُون ڪي آهي، مينڌرا! وائي تُنهنجي واتِ،
اَدِيُون! عَبدُاللّطِيفُ چَئِي، ڏاتَرُ ڏِيندُمِ ڏاتِ.
(مومل راڻو، ٨ ـ وائي)

## وائي- ٢٠

آئُون جهائي ذاتِ، پانُ سُڃاڻج سُپرِين!
اوئِيُون آديسِيُن جُون، پِرِيان ساري راتِ،
جي بانهي ڪوٺِين باجهه سين، تہ ڪَرَ لَڌِيَمِ ذاتِ،
تان ڪي ڏُونگرَ ڏوريان، جان نہ وهامي راتِ،
ڪَندِيَسِ عَرضُ اَللّهَ کي، وهاڻيءَ پِرِياتِ،
اَدِيُون! عَبدُاللّطِيفُ چَئِي، مُنهنجي مُحِبَنِ سان مِصلاتِ.
(ڪاهوڙي، ٢ ـ وائي)

## وائي- ٢١

اَئين اَچي پَسو، جيڏيون! هي جو وَهُ مُنهنجي جِندڙي.
پائي وِيڙا پيرَ ۾، مَنجهان ڪِرسَ ڪَسو،
ڏيئي وِيڙا ڏاهِ کي، سُورَن جو سَرسو،
آئُون ڏورِيندي اُنِ ڪي، ڏيئي تَنَ تَسو،
ساءُ نہ آيان سُورَ جو، هاڻي ٿِيُون هَسو،
مَتان وِهو، ويسرِيُون! رِڙهو تي رَسو،
مُندائتي مِينهَن جئَن، ويرو تارَ وَسو.
(سامونڊي، ٣ ـ وائي ١)

## وائي- ٢٢

آئِي مُندَ مَلارَ، آئُون کُهنبا ڪَندِيَسِ ڪَپڙا،
وَسَنَ جا ويسَ ڪَيا، اَڄُ مُنهنجي يارَ،
لارَ لائِيندي وَڃُڙا، پِنَڙِسِ پَنِيا وارَ،
پَکي آءُ پِرِين تُون، لَهُ مُنهنجي سَيّدَ سارَ.
(سارنگ، ٤ ـ وائي)

## وائي- ٢٣

آئِين مونکي زورِ ۾ جهليو، جيڏيُون!
ووا! آئُون هَلندي هوتَ ڏي،
اُونهي وِيڙا اوهري، تَرازُون تاري،
مَري رَهندِيَس ماڳهين، سامُونڊي ساري،
سُورُ تُنهنجو سُپرِين، مُون مَعذُورِ کي ماري،
هاڻِ نہ جِيان، جيڏيُون! آئُون جا ڪُنيسِ ڪوهِياري.
(سامونڊي، ٢ ـ وائي ١)

## وائي- ٢٤

آيل! اَمڙ! تي جِيان، لا! جي سارِينمِ سُپرِينِ،
ساهَڙَ مَتان صدقو، ڏهين ڏمَ ڏيان،
مَتان ماڻڪَ هيڪڙي، اَملَ اَٺَ ڏيان،
اَچين، عَبدُاللّطِيفُ چَئِي، تہ جانِبَ! نِتُ جِيان.
(سهڻي، ٧ ـ وائي)

## وائي- ٢٥

آيَلِ! ڪَريان ڪيئَن؟ مُنهنجو نِينهُن اَپَليو نہ رهي،
ويو وَڻجارو اوهري، مونکي چاڙهي چِيئَن،
سامُونڊين جي سَڱَ کي، رُئَان راتو ڏِينهَن،
اُڏوهِيءِ جئَن ڏُکَڙا، چَڙهيا چوٽيءَ سيئَن،
گُوندَرَ مَتان جِندڙي، وَريا وَلِيُن جيئَن،
مادِرِ! پائي مُنديُون، وڃان هادِيءَ سيئَن.
(سامونڊي، ١ ـ وائي ٣)

# ب

(١)

بِاَللهُ آهيان بَند ۾، ڏُکان تي ڏٻَرُ،
وِيڙَ وراڻي ناهِ ڪا، سُومرو سَبَرُ،
مِيان! مِهربانُ ڪَرِيين، اِلاهي! عُمَرُ،
وِيڙِ پَسان سو وَرُ، جيڏانهن عالَمَ آسرو!

(مارئي، ٢ ـ ٩)

(٢)

بابُو بيڪاري ٿِيا، اَڄُ نہ آسَنَ وَٽِ،
خودِي ڪانئِي هَليا، پيرُ نہ لائي پَٽِ،
”هَيءِ! هَيءِ!“ جنين هَٽِ، آئُون نہ جِئَندي اُن ري.

(راملڪي، ١ ـ ٢٥)

(٣)

بابُو بيڪاري ٿِيا، آسَنَ وَٽِ نہ اَڄُ،
نِسورو ئي نِينهَن جو، سامي ڪَنِ سَهڄُ،
هِنئَڙا! تِنين سين هَڄُ، آئُون نہ جِئَندي اُن ري.

(راملڪي، ١ ـ ٢٧)

(٤)

بابُو بيڪاري ٿِيا، يَڃِي ڇَڏِيائُون يانُ،
نِسوروئِي نِينهَن جو، نانگَنِ وَٽِ نِڌانُ،
سِرڪَنڌُ جنين سانُ، آئُون نہ جِئَندي اُن ري.

(راملڪي، ١ ـ ٢٦)

(٥)

بَرُ مِڙوئِي بُوءِ، ڇِپَرَ ڇاٽُون مُڪِيُون،
ٻَهِ ٻَهِ تي پَنِيورَ ۾، هَنڌَ مِڙيئِي هُوءِ،
راتِيُنِ وَرِي رُوءِ، گُونڌَرَ لَٿا گولِئين.

(ديسي، ٧ ـ ٨)

(٦)

بَرَ وَٺا، ٿَرَ وَٺا، وَٺو جيسَرُ ميرَ،
آگَمَ ڪَرِي آئِيون، پاڻُرِ پَرِي پيرَ،
لاٽائُون، لَطِيفُ چئي، وانڍِيُنِ وِيرَ،
سَرَها ڪَيائُون سيرَ، سَرَهيُون سَنگهارِيُون ٿِيُون.

(سارنگ، ١ ـ ٢٧)

(٧)

بَرَ وَٺا، ٿَرَ وَٺا، وَٺي ڪَڇَ ڪِنارَ،
پوياڙِيءَ پَٺَنِ تي، ڏِسُ! نايائُون نارَ،
سَباجهي سَتارَ، لاٿا ڏُرَتَ ڏيہَ تان.

(سارنگ، ١ ـ ٢٨)

(٨)

بَرَ وَٺا، ٿَرَ وَٺا، وَٺيُون تَرايُون،
پِرہَ جو پَٺَنِ تي، ڪَن ولوڙا وايُون،
مَکَنَ پَرِينِ هَٿَڙا، سَنگهارِيُون سايُون،
ساري ڏُهَنِ سامُهيُون، ٻولايُون رانيُون،
ٻانِهيُون ۽ ٻايُون، ٻَکِي سُنهَنِ پانهنجي.

(سارنگ، ١ ـ ٢٦)

(٩)

بَرُ وَڏو، بارُ گهڻو، ويجهو نہ وَٽِڪارَ،
ليڙَن جو، لَطِيفُ چئي، ڪَنيو مُنڌَ مَدارُ،
وَٽَنڌَن تہ وَرِ ڪَندا، ناتَ اَگِيَنِ جي اِختيارُ،
ڪاڏَي ٿِيو ڪوهِيارُ! ڪاڏي ٿي هَٿَڙا ڪَٽي!

(ديسي، ٢ ـ ٥)

(١٠)

بُرو هو پَنِيورُ، جو آرياڻِيءَ اُجارِيو،
لاٿو سَبَ لوڪَ تان، هاڙهي ڏَٿِيءَ هورُ،
چورِيُون چُرَنُ سِکيُون، پُنهون ڪَيائُون پورُ،
آيو سو اَتورُ، جنهن ڏُکيُون ڏِکَ وِهارِيُون.

(حسيني، ٣ ـ ١١)

(١١)

برهَ مَٽايُسِ بَرُ، ناتَ سُڪي ڪيرَ سَڏُون ڪَري؟
گَھَٽو ڏورِيائين ڏُڪَ سين، ڏيرَنِ لَءِ ڏُونگرُ،
وَري آيُسِ وَرُ، سَفَرَ مُئيءَ جا ساب پيا.

(ديسي، ٣ ـ ٢٠)

(١٢)

بَغَلَ مَنجِھہ بَندُوقَ، ماريءَ ميرا ڪَپِڙا،
مارِيو ميرَ مَلُوڪَ، لَتاڙِيو لَڪ چَڙهِي.

(ڏهر، ٤ ـ ١٨)

(١٣)

بُڪَ اُنين جي بِکِيا، ڏُوڙِ اُنين جو ڏُوپُ،
ڪَيائُون سوئِي رُوپُ، جِئَان لوڪَ لَڄَ ٿِئي.

(رامڪلي، ٩ ـ ٣٦)

(١٤)

بُڪَ وِڏائُون بُگِريين، جوڳِي ڪَندا جُڄَ،
طَلَبَ نہ رَکَنِ طَعَامَ جِي، اوتيو پِيَنِ اُڄَ،
لاهُوتِيُنِ، لَطِيفُ چئي، مَنُ ماري ڪَيو مُڄَ،
سامي جهاڳِي سُڄَ، وِسَنُنِ ڪي ويجها ٿِيا.

(رامڪلي، ٩ ـ ١)

(١٥)

بُنُ جنهن جي ذاتِ جو، اُتي آهِ اَللهُ،
تُہ نہ پَچِي ماهُ، گُنديءَ نِينهُن نہ سَپَجي،

(آسا، ٤ ـ ٣٤)

(١٦)

بَندَرِ جان پِئِي، تہ سُڪاڻِيا! مَ سُمهو،
ڪَپَرُ تو ڪُنَ ڪري، جئن ماتِي منجھ مهي،
ايڏو سُورُ سَهِي، ننڊ نہ ڪجي، ناڪُئا!

(سريراڳ، ٣ ـ ٢٠)

(١٧)

بَندَرَ ديسان ديسِ، مُلھہ نہ ملي وارِئين،
فقيراڻي ويسِ، اَمُلَ ڏِيَنِ اَتوريا.

(ساموندي، ٢ ـ ١٦)

(١٨)

بَندِي پِيا قَرارِ، آسين لوچُون لوهَ ۾،
مَٿي تَنَ تَرارِ، سَدا سانپِيڙَنِ جِي.

(مارئي، ٤ ـ ١٢)

(١٩)

بَهادُرَ گَڏِيا بَهادُرين، ڪَڙِڪَ ڪَلُولِ ڪَنِ،
وِجَهنِ دَڙَ دَڙَن تي، هاڪارِينِ، هَڻَنِ،
ڪَرَنِ، ڪَنڌَ نَچَنِ، رِڻُ گَجِيو، راڙو ٿِيو.

(ڪيڏارو، ٣ ـ ٥)

(٢٠)

بِيَرَ ڪَنيائُون بَرَ ۾، پِيارِينِ پَهُونِ،
سِنجَنِ سانئِيڪَنِ تي، وَڏِيءَ وِيرَ وَهُونِ،
پايو جَرُ جَندَنِ ۾، ڪوڏان ڪَنِ ڪِهُونِ،
ڏِينهان ڏِينِهن نَئُونِ، مُون ڪي وِرهُ وِيڙِيچَنِ جو.

(مارئي، ٨ ـ ٩)

(٢١)

بِيڪاريءَ ڪي بَرَ ۾، وِيو ڪَيفُ چَڙهِي،
ڳالهيُون ڪَندي ڪاڪَ جُونَ، ڳوڙها پِيَس ڳَڙِي،
ڪاَ جا اَنگُ اَڙِي، جِتَن چِٽا ڦَٽَ چَڙِي پِيا.

(مومل راڻو، ١ ـ ٦)

# ب

(۱)

باجهاٽو ٻيلي ڏٽي، ٻُجهان ٻاجهه ٿِئي،
سِپَڙَ سا سُئي، جيڪا چارَڻَ چِتَ ۾.

(پرڀاتي، ۱ ـ ۱۳)

(۲)

باندو ٻيلي نه ٿِيو، وَرُو اَڄُ وِيو،
پيتَرُ پَنڌِ پِيو، سُونهاري سَيَّدَ ڏِي.

(بلاول، ۴ ـ ۱۳)

(۳)

باروچو ٻيءَ ٻَتِ، جيڪُسِ ڏِنو جيڏِين،
مُون جِئَن مُوڙهِيَنِ مَتِ، پَسَندي پُنهونءَ کي.

(حسيني، ۱۲ ـ ۳)

(۴)

باروچو ٻيءَ رُوءِ، جيڪُسِ ڏِنو جيڏِيين،
سَنجهي ۽ صُبُوحِ، هُوندَ نه وِيَڙُنِ وِسري.

(حسيني، ۱۲ ـ ۴)

(۵)

باروچا ٻِيا گَهڻا، مُنهنجو اَجهو آرِياڻي،
چُوندي رَکِيُمِ چِتَ ۾، ساڄَنُ سُڃاڻي،
جا وِندُرِ وِکاڻي، تَنهنجو موٽڻ کو مَسَ ٿِئي.

(حسيني، ۱۲ ـ ۲۷)

(۶)

باروچا ٻِيا گَهڻا، مُنهنجو پُنهون سِرُ سَيِنِ،
چانگي تي چڙهي کَري، کَندو وَرِ وِلَهنِ،
مَتي مَعذُورِنِ، هوتُ ڏَريندو هَٿَڙا.

(حسيني، ۱۲ ـ ۲۶)

(۷)

باريو اُجهائِينِ، پرين اُجهايو پارِينِ!
مون کي ٿا مارِينِ، لَٽا لهارن جا.

(يمن ڪلياڻ، ۳ ـ ۲۳)

(۸)

باندِي! جي ٻيلي ٿئين، تہ حالُ ڳُرهِيان هِيُ،
سَگهو ساعَتَ نہ جِندڙو، جَر ري مُنهنجو جِيُ،
سانونُ سِيارو ياٺِيان، وَهِ پريان جي وِيُ،
پارِ جِنين جو پِيَ، وِچڻ واجبُ تن تي.

(سهڻي، ۳ ـ ۱۸)

(۹)

بانهپَ جو ٻيڙين ۾، وَکَرُ وڏائُون،
موتي مَعرفتَ جا، سَچا سوديائُون،
'اَلتّائِبُ مِنَ الذَّنبِ'، ايءَ کَٿَ کَٽيائُون،
اُنِينِ جِيَ آئُون، بَرکتَ بارُ لنگهيان!

(سريراڳ، ۲ ـ ۷)

(۱۰)

ٻُڌُ نہ ٻِيائي لَهي، 'آئُون' اُتِ نہ آهِ،
کُڃَڻَ کَندي لاهِ، کَنُ تِيُ، کيڇِيُنِ کُڇِيو.

(سسئي آبري، ۱۱ ـ ۳)

(۱۱)

ٻَڌو کَنهن ٻَنڌاڻ، هِنئَڙو هوتاڻِيءَ سين،
کا جا پِيَسِ کاڻِ، نبيرِيانِس، نہ نِبري!

(حسيني، ۱۲ ـ ۲۰)

(۱۲)

ٻُڏندي ٻُوڙَن کي، کي هاتکَ هَٿَ وِجهَنِ،
پَسو لَڄَ، لطِيفُ چئي، کيڏِي کي کَکَنِ،
توٽي کَنڌِيءَ کَنِ، ناتَ ساٿنِ وِچن سِيرَ ۾.

(سهڻي، ۸ ـ ۱)

(١٣)

ٻَريائِي تہ ٻارِ، ڦُوڪَ تہ لَڳي آنبرين،
هِتِي جي هُئَنَّ جُون، وَٿُون سَپِ وِسارِ،
سَمُورِي سَرڪارِ، نيئِي رَکِج ناهِ ۾.

(سسئي آبري، ٧ - ١٧)

(١٤)

ٻُري نہ ٻَڪَرَ دانهَن، ٻُونَّ ٻُڌڪو نہ سُٽان،
مِيان! ماروئڙَن جا، اُوٺا ڏِسان آنهَن،
جِنِ سانِيڪا سِنجِيا، سِي، ڏٽي! ڪَيڙءِ ڪانهَن؟
ٻَڪا ڪَٽي ٻَرانهَن، جيڪُسِ لَڏيو لوٺڙيا رِيين.

(مارئي، ٨ - ١٤)

(١٥)

ٻَڙي! تہ ٻيلِي گهَٽا، ساٿِي ٻُچي سُڪُ،
رَفاقَتَ رُجِن ۾، ڏُونگَرَ ڪاري ڏُڪُ،
آريءَ جو اَهُڪُ، مُون رَهنُما راهَ ٿيو.

(ڪوهياري، ٢ - ٢٢)

(١٦)

ٻَگهِن سين ٻانُ هَتِي، اُڏاٿو آڪاسِ،
جِتي ٻِرِين سَندياسِ، سو سَرُ مَٽي هَنجَڙو.

(ڪارايل، ١ - ٢)

(١٧)

ٻَلِر لَڳو ٻانُ، ٻَسو! جوءِ جَرا ٿِئي،
سا مُنڌَ مَري نہ جِئي، ٻيئِي ٻَجاڙي ٻانُ،
سَسُئِي سُورَنِ سانُ، سَنيوڙِي، سَيَدُ چئي.

(سسئي آبري، ٧ - ١٩)

(١٨)

ٻَنِ! ٻِيائِي، سُپِرِين! ٻاٽان مُون ڪي ٻَلِ،
'آئُون' اوِريان جَهلِ، توکي رَسي 'تو' ڏٽِي.

(آسا، ١ - ٣)

(١٩)

ٻوڙئين، چاڙهئين، تون ڏٽي! ٻئي جو دعويٰ رَسي نہ دَمُ،
هِنَ منهنجي حالَ جو، ميهَرَ تي مُعلَمُ،
رَکُ ٻيلِي جو ٻَرَمُ، جو اَچِي ٻيو اَجهورَ ۾.

(سهڻي، ٧ - ٢)

(٢٠)

ٻولِي ٻُجهارَتَ، جوڳيان سَنديءَ ذاتِ جي،
ڏُورَنُ گهٽو ڏاڪَڙُو، هَلَنَّ ۾ حَيرَتَ،
عَجَبُ عِبادَتَ، ٻَہُ ٻَرُوڙَنُ اُنِ جو.

(رامڪلي، ٩ - ٤٧)

(٢١)

ٻولِيُون ٻيلِي جِيُون ڪَري، ٻاسي ٻَرِ ٻيو،
چارَنُ چاڙهي چَوڏُولَ ۾، تِهان ٻوءِ نِيو،
رُچي راتِ ڪَيو، سَرِفرازُ، سَيَدُ چئي.

(ٻرياتي، ١ - ١٢)

(٢٢)

ٻولِيُون ٻيلي جِيُون ڪَري، ٻاسي ٻَرِ ٻيو،
سُٽائي سُتَنِ ڪي، وهاٽيءَ وِيو،
چاٽي ڪِينَ ٻيو، سُرُ سِکِيوئي هيڪڙو.

(ٻرياتي، ١ - ١١)

(٢٣)

ٻَهرِ رِلا رِلِيُون، اَندرِ ٻَٽولا،
اِنِ ٻَرِ ڪاٻَڙي، خدا جا گولا.

(رامڪلي، ٩ - ٤٤)

(٢٤)

ٻَئي وينا رُونِ، ڏُکي ڏُونگَرَ ٻانَ ۾،
ڪنهنکي ڪِينَ چَونِ، مَنجهِن جو ٻِرِيتَڙو.

(ڪوهياري، ٢ - ١٥)

(۲۵)

”پيا دَرَ ڏيئِي پَنَ کي، آيُسِ تُنهنجي دَرِ،
سُونهارا سورَٺِ وَرَا! ڪا مُنهنجِي ڪَرِ،
يَلا! پيري پَرِ، پالهو پانڌُ پينارَ جو.“

(سورٺ، ۱ ـ ۱۳)

(۲۶)

پيڙياتا! پيئِي، تو نہ ڦَبنديُون ڳالهڙيون،
سَڄِيوُن راتيُون سُمهِين، پَرُ سُڪانَ ڏيئِي،
صُباحَ سپيئِي، پارِ پُڇندءِ خبرُون.

(سريراڳ، ۳ ـ ۱۶)

(۲۷)

پيڙي تنهنجي پاڄهہ، وَڪَرُ تنهن وصالَ جو،
ڪُوها، اولا، تو ڪيا، سڀ سُونهارا ساڄَ،
اُتِ ڪا مُعلَمنِ حاجَ، جِتِ پُورنَ وارو پاٺهين.

(سريراڳ، ۳ ـ ۲)

(۲۸)

پيڙي پُراڻِي، وَکَرُ پاءِ مَ وَترو،
تَري ۾ تَنَ پيا، پاسَنئُون پاڻِي،
هيءَ هَڏِ وِهاڻِي، ڪَڙهُ ڪالهوڻي ڏينهن ڪي.

(سريراڳ، ۳ ـ ۷)

(۲۹)

پيڙيءَ جي پِٺَنِ، نينهُن نہ ڪجي تن سين،
اُپيوُن ڏُنيَ ڏِسَنِ، جُ سِڙهُ ڏيئِي سيرَ تيا.

(سامونڊي، ۱ ـ ۲۳)

(۳۰)

”پيلي پئي پارَ، جان مُون نينَ هَٿي نِهارِيا،
چوري رَکِيمِ چِتَ ۾، ڏِسِيُن جا ڏاتارَ،
هِيُ سِرُ توهان ڏارَ، پيِجي ڪَنهن نہ پوليو“.

(سورٺ، ۳ ـ ۷)

(۳۱)

پيلي پارِ پُري، مون کي چَڙَن چورِيو،
مُحَبتي ميهارَ جي، سُتي شاخَ چُري،
مَٿي جهوڪَ جُهري، پونديَسِ پاريچَن جي.

(سهڻي، ۴ ـ ۷)

(۳۲)

پيلي ناهِ پَنيورَ ۾، تنهن سَسُئيءَ جو سَهي،
ڏَمَرُ ڏيرَن مَنَ ۾، ڪَندا اِئَن ڪَهي،
لَنگهائي، لَطِيفُ چئي، ڪَنَج، جامَ کُهي،
هِيَ مَعذُورِ هَڏِ مُئي: تون، ڪامِلَ! وَجُ مَ ڪيڏهين.

(سسئي آبري، ابيات متفرقہ ـ ۹)

(۳۳)

پيَنِ مڙني ڏِنيُون، ڏَئي نہ ڏُونگَرَ راءِ،
اَنَ ڏُنِينِ آڏو ڦَري، ڏُنيُون ڏِئي ڪٿاءِ؟
لورِيُون لَکَ مَٿاءِ، اُنَ مَٿيري موٽائِيُون.

(بلاول، ۱ ـ ۱۵)

(۳۴)

پيُون ڏيئِي پَنِ، هَلِج پاسي هيڪَ،
وَرُ نہ سَهي وِيڪَ، تُون، تيڏِي! ٿٿائيُون ڪَرين.

(ڪوهياري، ۶ ـ ۸)

(۳۵)

پيُون سَڀِ سَگِيٽِيُون، سَرَتِيُون! مُون چُڪَ سين چاءُ،
اَندرِ آهيمِ ڳالهڙِي، ڪوهيارِي جي ڪاءُ،
لَڳِمِ ذَرو واءُ، سَڄو سَگَ نہ سارِيان.

(حسيني، ۱۲ ـ ۱۰)

## وائي- ١

ٻاروچان ٻاجهہ گهٽي، آن ٿِي ڇُلان ڇپرين؛
آئُون پَنهنجي پرينءَ سين، ويندِيَس واڳَ وَٽي.
مَرُ تان پَويمِ مُنهَن ۾، سَندي پِيَّ پٽي،
ڪونهي هِنَ پَنہورَ ۾، ڏاران دوسَ ڏٽي،
هَـٽان هَڏِ نہ ڇڏِيان، آريءَ جي ٻہ آٽي،
آهي هوتَنِ هَٿَ ۾، سَندي جِيَّ جَٽي،
ڪِينَ وِرَميا ڪِٿهين، جُليا جَنَّ هَٽي،
مون کي ڪوٺيو پانَ ڏي، هادي! هَٿُ ڪٽي،
پُنهونءَ ڏاران پَبَ ۾، ٻيلي ناهِ ٻٽي،
تو رِءَ تيلُ نہ پائِيان، نَڪا سِيندِ ڦٽي،
اَدِيُون! عَبدُاللّطِيفُ چئي، لَڳِيمِ تَنَ تٽي.

*(سسئي آبري، ٧ _ وائي)*

## وائي- ٢

ٻاروچي سانُ، ٻَـڙي! اي جيڏِيُون!
هيڪَـرَ ٿِيا هيڪاندي.

ڇَڙهي نہ سَگهان چوٽئين، يارَ بِنا، دِلِ ماندي!
پَهچائِـج پُنهونءَ کي، هِيَ پِيادَڙِي، پانڌي!
پيـنَـرُ! هن پَنہورَ ۾، آئُون اِرادي آندي،
پورِهيَتَ پُنهونءَ چامَ جي، باندِيُنِ جي باندي،
ڪَرَمَ سانُ ڪَرِيمَ جي، ڪيچي ٿِيندَمِ ڪاندي.

*(ڪوهياري، ٤ _ وائي)*

## وائي- ٣

ٻئي دَرِ وانءِ مَ ڪيڏانهين،
آلا! جو تُون چامَ مَڱِيندين، مَڱـتا!

ڦيرِ مَ هِنئون، ڪَنڌُ، ڪِيارَڙي، ٿِيندءِ هاجَ هِئاين،
مانِڪَ موتي، مالَ خَزِينا، ڏِيندءُ ٻيلي سائين،
وِرچي تُون وهاڳَ ڪان، مَتان ڏِئين پانهين،
دَرِ داتا مَڱُ، مَڱـتا، اَنڌا! هوئِـج اوڏانهين،
مُذَڪِرَ! مَتان ڇَڏِئين، هَٽان هيڪِڙائي،
پِيُون ڏيئي پِيَنِ کي، ڪَنُ سَمو سَوائي،
"اِنَّ اَللہَ وِتْـرٌيُحِبَّ الْوِتْـرَ"، وَحْدَتَ واڳَ وِڌائين،
پَنهنجي طَرَفِ پاٺهين، سائِلَ سَڏيائين،
جِتي جُوانَنَ کي، ڪوٺي ڪُنائين،
اُتي عاشِقَنَ کي، اُلفَتَ اُهِجُ ڏنائين،
ڪِيرَتَ ڪَرِ قُرْبَ سين، خُلَتَ ڪاجُ ڏنائين،
"اَلاِنْسَانُ سِرِّيْ وَاَنَا سِرُّہٗ"، اِنَ پَرِ اُتائين،
ڳُجهہ ڳُجهاندَرَ ڳالِهيُون، رازُ نہ رَکِيائين،
پَسو! پِينارَن جي، پَٽَ ۾ پانَ وِڌائين،
اَدِيُون! عَبدُاللّطِيفُ چَئي، مُون سين مِهرَ ڪَيائين.

*(پرڀاتي، ١ _ وائي ١)*

# ڀ

(١)

ڀانيُمِ جي سَرِوانَ، ڇُلائِيندَمِ ڇِپَرين،
ڪانيَمِ هُوند ڀَلانَ، اُنَ گُڏايَمِ اُنِ جا.
(ديسي، ٣ - ١٧)

(٢)

ڀانيُمِ نہ ڀيلو، مونکي ڏاءَ ڏُتارِيو،
آڪي مَٿي اُسِري، رُوحَ ڏنو ريلو،
تيلاهِين ويلو، ڀِيُم واهُڙَ وِچَ ۾.
(سهڻي، ٨ - ١٠)

(٣)

ڀائي حالَ هَلي ويا، ڪنهن کي سُورَ سَلان؟
ڪٽيو لَڄَ، لَطِيفُ چئي، لَڪَنِ مَنجِهہ لُڇان،
پانڌي ڪيرُ پُڇان؟ وِهان تان نہ وَسِ ڀيو.
(معذوري، ٣ - ٥)

(٤)

ڀاياڻِي ڀِي ڀورِ، ڀُنِيءَ ڪيچِيُن ڪَڪِرا،
رائو مِڙِيوئِي رَتَ سين، ڪارَڻ ڪانڌَ ڪَڪورِ،
لانچِي لَڪَ، لَطِيفُ چئي، اُتِي ڏُونگَرَ ڏورِ،
جَتُ وَجِي ٿو زورِ، اُڀُڙُ تان اوڏِي ٿِئين.
(سسئي آبري، ٨ - ١٠)

(٥)

”ڀَڃِي آئين ڀَڃِڻا، لَڄائِيُي مُون، سينَ!
وينِيُون وِجهَنِ وينَ، مُنهَن مَٿاهان جن جا.“
(ڪيڏارو، ٣ - ١٣)

(٦)

”ڀَڃِي آئين ڀَڃِڻا، لَڄائِيُي مُون، يارَ!
وينِيُون ڪَنِ ڪُوارَ، مُنهَن مَٿاهان جن جا.“
(ڪيڏارو، ٣ - ١٢)

(٧)

ڀُڄِيان ڀُلي ڀيرُ، وِڌو راءَ رِڪاب ۾،
ڪِيچ رَهَندو ڪيرُ، لاڪو لوڙائُنِ سين؟
(ڏهر، ٤ - ٣٥)

(٨)

ڀَڄِي جان ڀَنڀورَ ڪان، ڏُونگَرُ ڏُورِيو مُون،
ڪاهِي رَسِيَس ڪيچَ کي، جِتي پاڻَ پُنهون،
سَيِتِ آهِئين تُون، قَضا ڪَندين ڪِنِ سين؟
(سسئي آبري، ٥ - ١)

(٩)

ڀِرُ، ڀَليرا سُپرِين! ڀَلا ۾ بيراهَ،
تورِءَ تارِي ناهِ ڪا، والِي! تورِيءَ واهَ،
ساهَڙَ جي صَلاحَ، تَنَ کي ڪڍي تارِ مان.
(سهڻي، ٨ - ٢٣)

(١٠)

ڀَرَمُ ڀاروڙِيءَ رَهي، جنهن ۾ اَڇِي اُنَّ!
تہ ڀڻ وينِي وِنڊِيان، توڙِي ڀَوَنِسِ ٿُنَّ،
غافِلِ رَکُ غَرِيبِ کي، عُمَرَ! مَنجهِہ اَمُنَّ،
سَرَتِيُنِ ساڻُ، سَمُنَّ، آهِمِ اُني مينهَڙِي.
(مارئي، ٦ - ٢٠)

(١١)

ڀَريائين ڪُنَ ڪراڙَ جا، وُٺو وارِياسو،
ڪُٽِيتِيءَ ڪِنوَڻِ ڪَيو، ڇَڳو ڇَؤماسو،
ماڪاڻِيءَ تان موتِيو، ڏِيئِي ڀَبَ پاسو،
خالِقَ ڪيو خاصو، ڇِيهو ڇُڪِيءَ ڪَنڊيين.
(سارنگ، ٢ - ٣)

(١٢)

ڀِري ڀِٽَ تي آئِيو، سارَنگُ سُهِجَ مَنجهان،
ڪِڙِيُون ڪَنَڻُ هارَ جِنَن، وِڃُون اُتَرَ واءَ،

سُرَها سَبزا تِيا، ڊامَنَ دِبَ ڪَيا،
ڦِري ڦِٽنِئان، ڦِريائين ڪُنَ ڪراڙ جا.
(سارنگ، ٢ ـ ٢)

(١٣)

ڦَڪُليا ڦُوٽَنِ، ڏَرَ ڪي گَڏِيو ڏُوڙَ ۾،
ڳالِهيون، ڳِهلي لوڪَ سين، ڦَڏِرِ ڦَئِي نہ ڪَنِ،
ڪا مُلِ آهي تَنِ، مُون ڦِريان جي ڳالَهڙي.
(ڪاھوڙي، ١ ـ ١٠)

(١٤)

’ڦِڳو‘ آئُون نہ چوان: ’ماريو‘، تہ وِسَهان:
ڪانڌَ مُنهَن ۾ ڏَڪَڙا، سيڪيندي سُونهان،
تہ ڦِڻ لَڄَ مَران، جي هُونِسِ ڦُڻ ۾.
(ڪيڏارو، ٣ ـ ١٢)

(١٥)

ڦِڳوئِي ڦِيرِ، جانسين رَتو راسِ ٿِئِي،
ٻُريءِ بيڪارِيءَ سين، هاري! ڦانُ مَ هيرِ،
ڪَتُ ڪَتِيينديُون ڪير، نئين سين نہ ڇاڄي!
(ڪاپائتي، ١ ـ ١٣)

(١٦)

ڦِلائي آهينِ، ڦِرينِ ڦِلائِيءَ ڦانهنجي،
سَباجها سِرِ چڙهيو، ڏوراپو نہ ڏِينِ،
مان ڏي مَديون ٿِينِ، سَڄَڻَ سَجاڻِ ۾.
(ڪنيات، ١ ـ ١)

(١٧)

ڦِلي ڪَري ٿِيوم، هِيُ سَڱُ باروچَنِ سين،
وَڃي ڪيڄُ ڏِٺومِ، ڦُنيءَ لَڳي جن جي.
(حسيني، ١٢ ـ ٣٤)

(١٨)

ڦِلي ڪَيءِ، ڦِلا ڦِرين! مُون نہ ڄاتو اِيئن،
هِنئُون هيرائِي، هَٿِ ڪري، توڪي ڏِيان ڪِيئَن؟
سا سِڪَ سَلان ڪِيئَن، جنهن اَنڊرِ آهيرا ڪَيا؟
(ٻروو سنڌي، ١ ـ ٩)

(١٩)

ڦِلي ڪَيءِ، ڦِلا ڦِرين! هِيئَن نہ مُناسِبُ هوءِ،
لائي ڇِٽُ، ڇِريو ڪَري، ڦانُ ڪَڍي وِئين ڦوءِ،
توٽِي حُبَّ نہ هوءِ، تَپِ، هوتَ! نہ ڪَڄَنِ هيڏِيُون.
(ٻروو سنڌي، ١ ـ ١٠)

(٢٠)

ڦُلِيو سَڀُ ڦَنِيورُ، جو ڦُنِيءَ هوتَ نہ هَليو،
شَهرَ سُڄاتو ڪِينَ ڪِي، آرِياڻي اَتورُ،
ماڻيو تِنين مورُ، ديکِيو جنين دِلِ سين.
(حسيني، ٣ ـ ٩)

(٢١)

ڦَنِيوران اُجاڙَ، سَرَتِيُون! سَڪَرُ ڦانئِيان،
مُون سين تنهن ڦَهاڙَ، ڏُکان هَڏِ نہ ڏورِيو.
(حسيني، ٣ ـ ٦)

(٢٢)

ڦَنِيوران ڦَهَرِ ٿي، اَمَڙ! مُون اُماڻِ،
مَڄُڻِ ڪا رِهاڻِ، مُون تي موٽي مَسَ ٿِئِي.
(حسيني، ١٢ ـ ٤٣)

(٢٣)

ڦَنِيوَران ڦَهَرِ ٿي، مُون جي ڪَيا سَڏَ!
باروچاڻِيءَ لَڏَ، لَڪَ سَويلا لَنگهيا.
(حسيني، ١٢ ـ ٤٤)

(٢٤)

پَنيورَ جَن سُڪَنِ، مون کي ساڻان ڪارِيو،
هاٿي سانءُ ڏُکَنِ، تان ڪِي ڏونگرَ ڏوريان.

(حسيني، ٣ ــ ٢)

(٢٥)

پَنيو جو پَنيورَ ۾، ڪاڪُلُ ڏَٺم ڪالَ،
هيءَ تِنين جي حالَ، زُلِفَ جي زافُ ڪيُون!

(سسئي آبري، ٦ ــ ٣)

(٢٦)

پنيءَ پَٽڙَ ڪِنِ، باهيُون بيراڳيُنِ جُون،
هَلو تہ سيڪِيُون هَٿڙا، مَٿي تَنِ مَچَنِ،
مُلان سناسِيَنِ، مُون جَڙ لَڳي جانِ ۾.

(رامڪلي، ٩ ــ ٣٤)

(٢٧)

پنيءَ تا پَرِينِ، ساٿِيُنِ سَندَ هَٿَنِ ۾،
ليڙَن جو لَطِيفُ چئي، مُون کي مَنجُھ نہ ڏينِ،
هوتُ پُنهون تا نِينِ، اَسُونهينءَ جو آجِڪو!

(ديسي، ٢ ــ ٨)

(٢٨)

پنيءَ جي پُوٺَنِ، پيچَ پُٽڪو نہ سُٽان،
سِنجَنَ وارِيُون سُتيُون، وَڃي ويڙه وَرَنَ،
پِيا سيٺَ سَڙَنِ، تَرَهي ٻنِينِ ڪَنڌِيين.

(مارئي، ٨ ــ ١٢)

(٢٩)

پُورُ نہ چَري ٻُورُ، چِڏيو تُورُ، تَڪُون ڪري،
مُونين هٽي موتيو، ڪَرَهو رات ڪپُورُ،
مَيو تيو مَعمُورُ، چَندَنُ چکي آئيو.

(ڪنيات، ٢ ــ ٢٦)

(٣٠)

پَرِيُون پَر دَرِياهَ، پَسُ! جي پارَ پَونديون،
ٻَڌُ تَوَڪُّلَ تُرَهو، آهَرَ سانءُ اَللهَ،
جن جي ساهَڙ سانءُ صَلاح، سي ڪِينَ ٻُڏنديُون ڪڏهِين.

(سهڻي، ٧ ــ ٩)

(٣١)

پُورِيين پاندَ تِمَنِ، جَهڳَ جهاڳي آئِيُون،
ڪاڇو مينهَنڙِيَنِ، مُندائِتو ئي ماٺيو.

(ڏهر، ٤ ــ ٣٢)

(٣٢)

پيرو پَچُ مَ، ڪاپَڙي! لاهي وهُ مَ لاڳَ،
تان مُون هِنئڙو ماڳَ، جان تُون، جوڳي! جُوءِ ۾.

(مومل راڻو، ٧ ــ ٤)

(٣٣)

پيرِئين ءِ پانِئيين، اِنَّن وِڏوٽو ڪانڌُ،
وِيئي اورِ اَرَٿَ سين، ڳچيءَ پايو پاندُ،
تہ تنهنجو ئِي وِٽواندُ، ڪِتو وِتو نہ ٿئي.

(ڪاپائتي، ١ ــ ١٤)

(٣٤)

پيرِئين ءِ پانِئيين، پانئِڻُ پَچِي چِڏِ،
ڪِتو وِتو پورِهيو، هوڏُ وجهندِيئي هَڏِ،
هِتي ڏيِدو مَنجَ ڏَڏَ! جِتي ڏَڪَنِ ڏهسئي وارِيُون.

(ڪاپائتي، ١ ــ ٢٤)

(٣٥)

پيرِيُون پيري پَچُ، هي جي مَنجهان پورِيُون،
ٻِئي دَرِ ڪَنهِين مَ وَڃُ، رِءَ هاشميءَ هيڪِڙي.

(بلاول، ١ ــ ٥)

(٣٦)

پيڙي پَنڌُ پيهارَ، سُورائتي! سَندرو،
ڏونگَر توهان ڏارَ، ڪانَ ڏورِيندي ڏُکَ سين.

(حسيني، ٦ ـ ٢٣)

(٣٧)

پيڙي پيڙي پَنڌُ، سُورائِتي! سَندرو،
ڪيچَ اَڳاهُون پَنڌُ، مَتان لَڪَنِ سين لَڳي مَرين!

(حسيني، ٦ ـ ٢٢)

(٣٨)

پيليان جتِ پَکيُون، آئيُون اُتِ وَري،
ڪانهي پي پَري، مينهُنِ ڪي ميهارَ ري.

(سهڻي، ٤ ـ ١٥)

(٣٩)

پيلي پُلائي، پَسي چِتَ چَري ٿِئي،
"پَرا! پَرا! پُڏي سُهڻي!" ويرُنِ ۾ وائي،
ڪَچي ڪيرائي، لال لَهرنِ وِچَ ۾.

(سهڻي، ٨ ـ ١٨)

(٤٠)

پينَرُ! آئُون پوري، مُون سَگَ سُڄاڻي نہ ڪيو،
ڏيندا مُون ڏيرَ ويا، جهجَہَ ۾ جهوري،
لَڳي جن لوري، ڏونگَرَ سي ڏورِينديُون.

(سسئي آبري، ٥ ـ ١٨)

(٤١)

پينَرُ! پَنيوران، پَچو تان اُبَهو،
آڳي اِنَ ماڳان، سَرتيُنِ سُورَ پرائيا.

(حسيني، ٣ ـ ٣)

(٤٢)

پينَرُ! هِنَ پَنيورَ ۾، دوزَخ جو دُونهون،
سَوارو سُونهون، پُڇي پُورِج سَسُئِي!

(حسيني، ٣ ـ ٤)

(٤٣)

پينَرُ! هِنَ پَنيورَ ۾، گهايَلِ ٿي گهارِيان،
سَڄَنَ جي سانگ وِيا، سيئي ٿي سارِيان،
سي ڪِيئَن وِسارِيان؟ جي وَٽان مُون واٽَ ٿِيا.

(حسيني، ٣ ـ ٦)

## وائي - ١

پَلو، جيڏِيُون! آئُون جا بَلوچي جي آهيان،
ڪَنيزَڪَ ڪيچِيُنِ جي، ناتَر نانءُ سَڏائِيان،
پيزارَ پُنهونءَ جامَ جي، اَکيُنِ سين اُٺائيان،
پَلو، جيڏِيُون! آئُون چَشمَنِ سين چائِيان.

(ڪارايل، ١ ـ وائي)

# پ

(١)

پاٻوڙو پيشِ ڪيو، نئون نُوريءَ نيئي،
حاضُرُ هيُون هڪِيُون، سَميُون سَپيئِي،
نَوازي نيئي، گاڏِيءَ چاڙهي گندري.

(ڪاموڏ، ١ ـ ١٩)

(٢)

پاٻوهِيو پُڇَنِ، ڪِٿي هَٿُ حَبِيبَ جو؟
نيزي هينان نيهنَ جي، پاسي پانُ نہ ڪَنِ،
عاشقَ اَجَلَ سامُهان، اُوچي ڳاٽ اَچَنِ،
ڪُسَنُ قُربُ جَنِ، مَرَنُ تَنِ مُشاهِدو.

(ڪلياڻ، ٣ ـ ١٦)

(٣)

پاٻوهي هيڪارَ، مون ڪان پُڇيو سَڄَڻين،
'اَلَسْتُ بِرَبِّڪُمْ'، چَيائون جنهن وارَ،
سَندي سورَ ڪِنارَ، تَنَ تَڏاهڪُون نہ لهي.

(ڪلياڻ، ٣ ـ ١٥)

(٤)

پاڃاٽيان پَئي، ٽِيو آڃاٽِيان آڳِرو،
ڇُڪَسِ سَپِ چَئي، تَڏهن مؤلا مِينهَن وَسائِيا.

(سارنگ، ٣ ـ ٨)

(٥)

پاڇاهِي نہ پاڙِيان، سَرَتِيُون! سُئيءَ سانُ،
ڏِکي اُگهاڙَنِ ڪي، ڪِينَ ڏِڪائين پانُ!
بِيهَرَ جاپِي جانُ، اِبَـرَ جي اوصافَ ڪي! ◆

(مارئي، ٧ ـ ١٤)

(٦)

پارانِيان پَچارِ، مَتي لامَ لَطِيفُ چئي،
قِيرِ مَ فَضِيلَتَ توُن، جا ڪُرَ اَوان جي ڪارِ،
جي ڏِني ۾ ڏِينارِ، سي اُڏامِي آئِ پِرِين.

(پورب، ١ ـ ٣)

(٧)

پاران پُڇِي آءُ، خَبَـرَ ڪاهوڙِيُنِ جي،
نہ ڏُوٽِيُنِ ڏُونگراءُ، ڪَنهن پَرِ ڏورِيو ڏُٺَ ڪي.

(ڪاهوڙي، ١ ـ ٥)

(٨)

پاڙي ناهِ پَـروڙَ، تہ ڪا راتِ رَنجائي گُذرِي،
بانِيَڙِ بَروچَنِ جي، گهائي وِڌي گهورَ،
هِڪَ سَسُئِي بِيا سُورَ، وِيا پِٽِيندا پانَ ۾.

(حسيني، ١٠ ـ ٩)

(٩)

پاڙي ويجَ هُئامِ، تان مون مُور نہ پُڇِيا،
تيلاهين پيامِ، موريسَرَ آڪِيُنِ ۾.

(يمن ڪلياڻ، ٢ ـ ٦)

(١٠)

پاڙيچيءَ روئي، چاڪَ مُنهنجا چورِيا،
پَگهرُ وِجهنِديَسِ پِرينءَ جو، ڏَڪَنِ ۾ ڏوئي،
ساڄَنَ! سِپوئي، ساهُ اوهان تان صَدقو.

(حسيني، ١٠ ـ ١٠)

(١١)

پاسا پولِڙيُنِ ۾، ٻانهوُن سِرِ ٻيئي،
اَکِيُون، نَڪُ، اَريجَ ريَ، ٽِمايَمِ ٽيئي،
ڏُورِ ٽِيا ڏيهي، پِرِين پاٺَرَ وَتِ ۾!

(مارئي، ٩ ـ ١٢)

(١٢)

پاسَنگُ جَنھن پيشِ ڪَيو، تَنھن ڏِنو ڪِينَ ڏِياچَ،
مَٿو نيئي ماچَ، وَجي ڏُورِ، ڏُڪُ ٿيو.

(سورٺ، ٤ ـ ١٣)

(١٣)

پاڪَ جِنين جا پيرَ، ڪَتان ھيٺِ نہ ڪوڙيا،
تَنگَ تَرارِنِ تِڇيا، ڇِٽيو پَون ڇُڳيرَ،
ڍُونڍَ تِنين جا ڍيرَ، ڳِجھڙيُنِ ڳَرَ لائِيا.

(ڪيڏارو، ٦ ـ ٢٠)

(١٤)

پانڌي! ڇَنج پِرينءَ ڪي، جورِ ھَٽي جانا:
”پَيڪَڙا پيرَنِ ۾، ڪَرائِنِ ڪانا،
آن رِءَ آمانا، گَھنگَھرِ گھارِيان ڏِينھَنڙا.“

(مارئي، ابيات متفرقہ ـ ٢٨)

(١٥)

پانڌي پِرينءَ پَنوَھارَ جا! جان ٿو وَڃين وَسَّ،
ساري ڏَيج سَرَتين، سَلامَنِ سَھَسَّ:
”آئُون اَوھان جي آھِيان، گولي مَٿي گَسَّ،
وينِي ڪَرِيان وَسَّ، ايڏي جي اَچَڻَ جا.“

(مارئي، ابيات متفرقہ ـ ٢٧)

(١٦)

پانڌي پِرينءَ پَنوَھارَ جا! نِياپا ني ڪي،
ساري ڏَيج سَرَتِيين، يادِ پُنئِي جيڪي،
وَلِيُون، وَڻَ ڦُلارِيا، ڪِرڙَ پَڪا ڪي ڪي،
سِڱَرَ ڪِينِ سَرَتِيُون، سڱُين جِنَ سيڪي،
زيرِيُون پِيچي جي ڪي، مِلان مارُوئَڙَنِ ڪي!

(مارئي، ابيات متفرقہ ـ ٢٩)

(١٧)

پانڌي! پِرِينءَ پَنوَھارَسين، روئِي ڪَج رِھاڻِ:
”جِئَن ٿَرَ وِچُون اُنِيُون، تِيئَن آن سُورَن ساڻِ،
ڪَجاھُ ڪَا وَراڻِ، ڏُکَنِ ڏِيلُ ڏھِيُون ڪَيو.“

(مارئي، ابيات متفرقہ ـ ٢٦)

(١٨)

پانڌي! پِرِينءَ پَنوَھارَ ڪي، چُپُمِ تَئَن چَئيج:
”سَندا سَنگَتِ ڏِينھَنڙا، وَرَا! مَ وِساريج،
ڪوٺِيُن ڪُنِي آھِيان، سِڱھي سارَ لَھيج،
مُٺِ مانڌاٽي مُجيج، تہ نيرَنِ ۾ نَئُون ڪَرِيان.“

(مارئي، ابيات متفرقہ ـ ٢٥)

(١٩)

پانڌَپَ سين نہ پاڙِيان، سَوين ٻِيا سَردارَ،
آھي مِثِل مِينھَن جي، سَخي! تُنھَنجي سارَ،
حاتِمَ ھَرِدَہَ ھَزارَ، جُھڙَ تُنھِنجي جَھپِيا.

(بلاول، ٣ ـ ٥)

(٢٠)

پانھين، پَسي پَبُ: مَتان ڪا مُنڌَا! ڏِئين،
آڳِيان ڪَؤ مَ ڪَبُ، اِيُ قالِي آڏو ڪيچَ ڪي.

(ڪوھياري، ٦ ـ ١٠)

(٢١)

’پاڻُ‘ پَردو پاڻَ ڪي، سُٽِي ڪَرِ سَنڀالَ،
وِچان جو وِصالَ، سو تان ھُئَڻُ ھِنَ جو.

(آسا، ٤ ـ ٣١)

(٢٢)

’پاڻُ‘ پَردو پاڻَ ڪي، طالِبَ! سُٽج تُون،
نَڪا ھان نہ ھُون، پَردا سَڀِ پاسي ٿِيا.

(آسا، ٤ ـ ٣٢)

(۲۳)
پاڻُ مَ ڪَـڄ پاڻَ سين، رِءَ وَسيلي وانءُ،
مَٿان سائرَ، سُهڻي! پرتِ ونجي پانءُ،
نِينهَن ڳِنهندي نانءُ، وَنءُ پِريان جي پارَ ڏي.
(سهڻي، ا ـــ ۲۷)

(۲۴)
پاڻُ مَ ڪَـڄ پاڻَ سين، رِءَ وَسِيلي وَڄُ،
پيلو پيري پيڄُ، اُڪَنڊَ ڪَنُ عَمِيقَ ۾.
(سهڻي، ا ـــ ۲۹)

(۲۵)
پاڻُ مَ ڪَـڄ پاڻَ سين، رِءَ وَسِيلي وَڏُ،
لالَنُ تِنين لَڌُ، عِشقُ جنين جي اَڳِ ۾.
(سهڻي، ا ـــ ۲۸)

(۲۶)
پاڻُ مَ ڪَـڄ پاڻَ سين، وَسِيلا وِجاءِ،
عِشقَ ساڻُ اُناءِ، پيرُ پِريان جي پارَ ڏي.
(سهڻي، ا ـــ ۲۵)

(۲۷)
پاڻُ مَ ڪَـڄ پاڻَ سين، وَسِيلا وِسارِ،
لُڙُ لَنگهائي، سُهڻي! پرتِ وجهنديءِ پارِ،
سي تُرتُ لَنگهِينديُون تارِ، اُڪَنڊَ آڳَهُ جن سين.
(سهڻي، ا ـــ ۳۶)

(۲۸)
پاٿهِين پَچي پيئِيُون، رِءَ واهِيَتَ، رِءَ واڙِ،
جُوءِ ڪُسادي جيڏِيين، مَلِيرَ موڪَ مُهاڙِ،
اُتِ اَباڻا جنهن جا، سا ماڙِيءَ مُورِ مَ چاڙِهه،
جي اُڪَنڊِيُون آراڙِ، لوهَ تِنين کي لاهِيين!
(مارئي، ۷ ـــ ۱۰)

(۲۹)
پاٿهِين پسي پاڻَ کي، پاٿهِين محبوبُ،
پاٿهِين خلقي خوبُ، پاٿهِين طالبُ تن جو.
(ڪلياڻ، ا ـــ ۱۷)

(۳۰)
پاٿَهِين جَلَّ جَلالَـه، پاٿهِين جانِ جمالُ؛
پاٿهِين صورت پِرينءَ جي، پاٿهِين حُسن ڪَمالُ،
پاٿهِين پير مُرِيدُ ٿِئي، پاٿهِين پاڻَ خيالُ؛
سَڀ سڀوئي حالُ، منجهان ئي معلوم ٿِئي.
(ڪلياڻ، ا ـــ ۱۶)

(۳۱)
پاٿيءَ مَٿي جهُوپڙا، مُوڙڪَ اُڃَ مَرَنِ،
ساهان اوڏو سُپرِين، لوچي تان نہ لَهنِ،
دَمُ نہ سُجاڻَنِ، دانهُون ڪَنِ مُنَنِ جٿن.
(سسئي آبري، ا ـــ ۹)

(۳۲)
پاٿَهِين وينا پاڻَ سين، پَرِ ۾ پَرِياڻِينِ،
سامِي سَفِرِ هَلِيا، آسَڻَ اُجهائِينِ،
رُخِصَتَ رُئارِينِ، آئُون نہ جِڱَندي اُنِ ري.
(رامڪلي، ا ـــ ۳۸)

(۳۳)
پاٿَهِين وينا پاڻَ سين، پَرِ ۾ پَرِياڻِينِ،
هُو جي هَلَڻَ سَنديُون، ڳالِهيُون ڳالَهائِينِ،
وَڃَنُ وِجائِينِ، آئُون نہ جِڱَندي اُنِ ري.
(رامڪلي، ا ـــ ۳۹)

(۳۴)
پاٿَهِين وينا پاڻَ سين، پَرِ ۾ ڪَنِ پَرِياڻَ،
اَهڙا جن اُهِجاڻَ، آئُون نہ جِڱَندي اُنِ ري.
(رامڪلي، ا ـــ ۳۷)

(۳۵)

پاوَنگُ اُپو پڙ ۾، هَٿِي هَزاري هولُ،
جَوَهَرَ ۽ جَزاءَ سين، ڪامِلَ سِرَ ڪَنگولُ،
رَتو رَتَ رَتولُ، مولِهيو ميرَ حُسينَ جو.

(ڪيڏارو، ۵ ـ ۸)

(۳٦)

پائي پاندِ ڪَپاهُ، جان مُون آتَڻَ نِهارِيا،
ڪَٿي ڪانہ پَساهُ، سَرَتِيُون وَجي سُتِيُون.

(ڪاپائتي، ۱ ـ ۳۱)

(۳۷)

پائي پَٽَ ڪَٽا، مُون تان مُورِ نہ مَڳِيو،
تازي طَبيلَنِ ۾، گهوڙا گهر گهَٽا،
هاٿِيءَ ڪارڻ هيڪڙي، آنَ ڪا تَندُ هَٽان؟
جا مَٽي تو مَٽِيا، تَنهِن سِرَ جو آهيان سيڪڙُو.

(سورٺ، ۲ ـ ۹)

(۳۸)

پائي ڏورِ اَرٽَ ۾، ڪَتِين نہ ڪُوڙي،
وهانءِ واڏاٽي، پِٽِين سَنيُوڙي،
مَٽِي جَنهِن مُوڙي، سا ڪِئَن وِهي ويسري؟

(ڪاپائتي، ۱ ـ ۷)

(۳۹)

پائي ڪانُ ڪَمانَ ۾، ميان! مار مَ مون،
مون ۾ آهين تون، مَتان تنهنجوئِي توکي لڳي.

(يمن ڪلياڻ، ٦ ـ ۱۰)

(۴۰)

پايو مُنهن مُونَن ۾، وينا سي وِهُسَن،
جوڳي جاتا ڪَنِ، آيا اُلُوهِيَتَ ۾.

(رامڪلي، ۵ ـ ٦)

(۴۱)

پَٽنگن پَہُ ڪيو، مِڙِيا مَٽي مَڄَ،
پَسِي لَهَسَ نہ لَڇِيا، سَڙيا مَٽي سَچَ،
سندا ڳِچين ڳَچَ، ويچارن وِڃائِيا.

(يمن ڪلياڻ، ۳ ـ ۱۳)

(۴۲)

پَٽنگُ چائين پاڻَ کي، تہ اَچِي آڳِ اُجهاءِ!
پَچَڻَ گهٽا پَچائِيا، تون پَچَڻَ کي پَچاءِ!
واقُف ٿِي وِساءِ، آڳِ نہ ڏِجي عامَ کي.

(يمن ڪلياڻ، ۳ ـ ۱۰)

(۴۳)

پَتنگُ چائين پاڻَ کي، تہ جيري پَؤُ جاٽي!
تان تان تاٽِج تَـوَ ڏي، جان آڳِ نہ اُجهاٽي!
وِسَهُ وِهاٽي! آڳِ نہ ڏِجي عامَ کي!

(يمن ڪلياڻ، ۳ ـ ۱۱)

(۴۴)

پَـتنگُ چائين پاڻَ کي پَسِي مَچُ مَ موٽُ!
سَهائِيءَ سُپيرين جي، گهڙُ تہ ٿِئين گهوٽُ!
اَچا تون اَروٽُ! ڪُوڙي خبرَ نہ لهين!

(يمن ڪلياڻ، ۳ ـ ۱۲)

(۴۵)

پَـتَنَ پوءِ پَچارَ، آن کي سِڙهہ ويندا گڏيا؟
اُڪَنڊَ مُون اَپارَ، شالَ منهنجا موٽِيا!

(سامونڊي، ۲ ـ ۱۷)

(۴٦)

پَٽَ چِڏِيائُونْ پَٽَ ۾، ڏَنڊَ چِڏِيائُون ڏَسُ!
آلائشان اَڳي ٽِيا، موتِي ٽِيَنِ نہ مَسُ،
هِيُ چِڏِيائُون حِسُ، وَڃِي ڪالهہَ ڪُلُ ٿِيا.

(رامڪلي، ۹ ـ ۳٦)

(٤٧)

پَٽُ نہ پَرَھِيان، سُومرا! جانڪِيتان جِئان،
آئُون ڪِئَن لوئي لاھِيان، ڪارَڻ بِن ڏِينھان؟
جانسِين تَي جِئان، ڪانڌُ نہ ڪَندِيَس ڪو بِيو.

(مارئي، ٣ _ ٧)

(٤٨)

پَٽولا پَنوھارِيُون، مُوڙ نہ مَٽِي ڪَنِ،
جُہُ لاڪَ رَتائُون لوئِيُون، تہ سالُنئان سُونھَنِ،
اُنَ ايلاچَنئُون اَگِري، بَخِمَلَ بافتَنِ،
سَڪَرَ پانئيان، سُومرا! ڪَٿِي ڪان ڪُھنبَنِ،
جا ڏِنيَمِ ڏاڏاڻَنِ، سا لاھِيندي لَڄَ مَران.

(مارئي، ٣ _ ١)

(٤٩)

پَٽيءَ نہ پيرو، اوڏِيءَ جَڪَ نہ چِميا،
پويون ھِيءُ پيرو، نِينھَن نِباھي ھَليا.

(حسيني، ١ _ ١١)

(٥٠)

پَڇائي پَھاڻُ، جن رساٽيو رُڪَ کي،
تنين سندو جانُ، آھي آڳَڙين ڪي.

(يمن ڪلياڻ، ٣ _ ١٧)

(٥١)

پُڇُ پَٽنگَنِ ڪي، سَنديُون ڪامَڻَ خَبرُون،
آٽِيو وجھَنِ آڳِ ۾، جيءُ پَنھنجو جي،
جيري جنين جي، لڳا نيزا نِينھَن جا!

(يمن ڪلياڻ، ٣ _ ٩)

(٥٢)

پُڇَنِ جي ميھارَ کي، پُڇي سي ميھارُ،
تُرَھَو تِنين بارُ، عِشقُ جِنين کي آڪرو.

(سھڻي، ١ _ ٣١)

(٥٣)

پُڇَنِ سي پَسَنِ، جڏھن تڏھن پرينءَ کي،
ڏورِينديُون ڏِسَنِ، آگَڻَ عَجِيبَنِ جا.

(حسيني، ٧ _ ١)

(٥٤)

پُڇَڻَ پَرڏيھِين جو، آسَڻَ وَٽِ آھي،
لَڳَڻُ جي لاھي، ھُنئِين تان حَقُ لَھي.

(رامڪلي، ٩ _ ٥٠)

(٥٥)

پُڇي پاڙي وارِيُون، ڪوھُ ڪَريندو ڏُمُ؟
ڪاريءَ راتِ ڪُنَنِ ۾، آھي ڪاٽِيارِن ڪَمُ،
ھِيُ ھَڏو ۽ چَمُ، گھورِيو مُحِبِ ميھارَ تان.

(سھڻي، ابيات متفرقہ _ ٧)

(٥٦)

پُڇيو پِينگھن پاندَ، وِيئي روءِ وَڃن سين،
ڪُہُ ڪَرِينديس ڪانڌَ؟ گھڙُ پَڳو تان گھورِيو.

(سھڻي، ٤ _ ١٣)

(٥٧)

پُڇيوئِي تان پُورِ، ناتَ پُڇَڻُ ھوءِ مَ پرينءَ کي،
ڏورَڻَ وارِيُون ڏُورِ، ھَڏِ نہ آھِنِ ھوتَ کي.

(حسيني، ٧ _ ٣)

(٥٨)

پُڇيوئي جان دوستُ، تان پاسي ڪر پَرھيزَ کي،
جِنِين ڏِنو ھوتُ، تن دِينَ سَڀيئِي دُورِ ڪيا.

(حسيني، ٨ _ ١٧)

(٥٩)

پُران، مانَ پُڇان: بَندَرَ مُون ڏُورِ ٿيا،
تہ مُون ھَڙُ نہ ھَنجَ ڪِي، جو آئُون چَئِي چڙھان،

اِيھين ڪَج، پاتِڻي! جنھن پَر پرينءَ مڙان،
ڪارُون تي ڪَريان، تو دَرِ اُپِي، ناڪُئا!
(ساموندي، ٣ ـ ١)

(٦٠)

پَرتَوو پُنھونءَ جو، جُھڙ جتَن جھالا ڏئي،
آئُون تنھن آريءَ ڪي، وَنيو راهَ رُئان گھڻو.
(ڪوھياري، ۴ ـ ١١)

(٦١)

پَرتَوو پُنھونءَ جو، رُڳِيائي راحَتَ،
پانئِيان ڏينھُن پوارَئون، ساجَنَ لاءِ صِحَتَ،
مِنِي مَصيبَتَ، آھي آرِيءَ جامَ جي.
(ڪوھياري، ۴ ـ ١٢)

(٦٢)

پَرتَوو پُنھونءَ جو، سَھائي سياهُ:
مُنھَن ڏيئي مُون آئيو، رَنگا رَنگي راهُ،
پَھرِين ڏيندا پاهُ، پوءِ رَڱيندا رَڱ ۾.
(ڪوھياري، ۴ ـ ١٠)

(٦٣)

پَرتَوو پُنھونءَ جو، ڪي ڄاڻئين، ڪي اُس،
قَريباڻي ڪُسَ، آھي ڪَرَ ٻڪَرڙي!
(ڪوھياري، ۴ ـ ٩)

(٦۴)

پَرتَن جي پاڙي، جاڙ گُذاريم، جيڏيُون!
جنين مُون کي ماريو، سُورَن سين ساڙي،
اِرادي آڻي، سانگِيُن سين سَڱُ ڪَيو.
(ديسي، ۴ ـ ١۴)

(٦٥)

”پَرديسان پَنڌُ ڪَري، آيُس آڳاھِينءَ ماءِ،
جي وِھاڻيءَ ويرَ مَ ٿِئي، تہ مُون ھيرَ ئي ھَلاءِ،
سُونھارا سورَٿِ وَرَا! ڳالھ ھِنئين سين لاءِ،
سو مِڱـڻھارُ مَلھاءِ، جو وِچان ويرِيُنِ آئيو.“
(سورٺ، ١ ـ ۵)

(٦٦)

”پَرديسان پَنڌُ ڪَري، سُڻي آيُس شانُ،
مَڱان ڪَھڙِيءَ مَتِ سين؟ نسورو نادانُ!
سو ڪوڏِيارِئين ڏانُ، جو طَمَعَ کي تَـرَڪُ ڪَري.“
(سورٺ، ١ ـ ٦)

(٦٧)

”پَرديسان پَنڌُ ڪَري، ھَلِي آيو ھِتِ،
جاڄِڪُ اُيو جِتِ، سِرَ جُون صَدائُون ھَڻي.
(سورٺ، ١ ـ ٢)

(٦٨)

”پَرديسان پَنڌُ ڪَري، ھَلِي آيو ھُون،
اُونچو تُون عَرشَ تي، آنَ پورو مَٺي پُون،
ڪِيئَن تُسَندين تُون؟ ھِيُ سِرَ سُوالِي مَڱَٽو“.
(سورٺ، ١ ـ ۴)

(٦٩)

”پَرديسان پَنڌُ ڪَري، ھَلِي آيو ھِيُ،
مالَ نہ مَڱي مَڱَٽو، جاڄِڪُ گُھري جِيُ،
”وِڍِ، وَھِلو تِيُ، ساعَتَ صَبُرُ نہ سَھان.“
(سورٺ، ١ ـ ٣)

(٧٠)

پَرڏيہَ پُورِيائُون، ساموندين سِڙھَ سَنباھيا،
مان تَنُ مارِيائُون، پاٿان وجھي گُوندَرين!
(ساموندي، ٣ ـ ١٦)

(٧١)

پَـرَگھران پاسو ڪري، پُڇُ پريان ڪَرَ پانُ،
سو تان توھِين سانُ، جنھن لَءِ جَفائُون ڪَرين.
(سسئي آبري، ٣ ـ ٦)

(٧٢)

پَر ۾ پُڇياءُون، عشقَ جي اَسبابَ کي،
دارُون هِنَ دَردَ جو، ڏاڍو ڏسياءُون،
'آخِـرُ وَالـعَصَـرُ' جو، اِئين اُتاءُون،
تِهان پوءِ آئُون، سِکان تَي سَلامَ کي.

(ڪلياڻ، ٣ ـ ٨)

(٧٣)

پَر ۾ پَڇي پرينءَ کي، مَري نہ چاتوءِ،
'مُوتُوا'، مُنڌَ! نہ سوءِ، ڪَنڌ کُڄاڙيان ڪاتِئين؟

(معذوري، ٤ ـ ١٢)

(٧٤)

پَـرَوَس تَيُم پراڻُ، پرين وَس نہ پانهنجي،
لَکُو ڪئَن، لَطِيفُ چَئي، چِپَرَ چاتيءَ ساڻُ!
پرين ڏيکاري پاڻُ، خوش ڪَري ويا خوابَ ۾.

(بروو سنڌي، ١ ـ ٤)

(٧٥)

پِرهَ پَکي آئِيو، صُبُحَ سَوارو،
رَوضي پاسِ رَسُولَ جي، هَنيائِين هاڪارو:
"مانجِهين ڪَيو مارو، چَڙهُ، مِيرَ مُحَمَّدَ عَرَبي!"

(ڪيڏارو، ٤ ـ ٩)

(٧٦)

پِرهَ پَکي آئِيو، ڪَربَلا مان ڪالَ:
آه آلُودو رَتَ ۾، حيرَتَ گَڏيو حالَ،
گَهوٽَ وِڻاهِيا ڪالَ، پِيلي مِيرَ حُسينَ جا.

(ڪيڏارو، ٤ ـ ١٠)

(٧٧)

پِرهَ پَکي آئِيو، ڪَربَلا مان ڪَهي،
رَوضي پاسِ رَسُولَ جي، تَنهن هَلي هاڪَ هَنئَي،
"ڏِنيَمِ رُڪَ رَئِي، چَڙهُ، مِيرَ مُحَمَّدَ عَرَبِي!"

(ڪيڏارو، ٤ ـ ٨)

(٧٨)

پِرهَ ڦُٽي، راتِ گَئِي، جهيڻا ٿِيا نَکَٽَ،
هارِي! وِيءِ وَٽَ، گَهٽا هَٽنديِنءَ هَٽڙا.

(ڏهر، ٣ ـ ١٥)

(٧٩)

پِريان سَندي پارَ جو، ڪانگَلُ نہ ڪُوڙو،
اَچِي وَجي وِچَ ۾، مَٿي دَرَ دُوڙو،
جو اَندَرِ اوسيڙو، سو لاٿائِين لَطِيفُ چَئي.

(پورب، ١ ـ ١٨)

(٨٠)

پِريان سَندي پارَ جي، مِڙيئي مِنائي،
ڪانهي ڪَڙائي، چَکين جي چِيٽَ ڪري.

(ڪلياڻ، ٣ ـ ١١)

(٨١)

پَرِيئَنِ پالِياسِ، بانِيَڻِ بِيٺي آهيان،
حُسَنَ هوتَ پُنهونءَ جي، ماري موتِ وِڌِياسِ،
جانکي تان جِئنديِاسِ، پِيَسِ وَرِ وِصالَ جي.

(ديسي، ٤ ـ ١٣)

(٨٢)

پَري پَـڙاڏا ڪَري، اوري نہ آهي،
ڪَمتَرِ ڪا ڪاهي، پَهُچي هِنَ پَٽيءَ کي.

(معذوري، ٧ ـ ١٧)

(٨٣)

پِرين جي پَـرديسَ ۾، تن جِي ڪانگا! ڪَج خَبَرَ،
تہ سَبِ مَڙهايان سونَ سين، پَکِي! تُنهنجا پَـرَ،
گُهمِي مَٿان گَهرَ، ڏِج پارانيا پِرينءَ کي.

(پورب، ١ ـ ٨)

(٨٤)

پَرِينديئي پاڻُ ويو، زُلفَ ڪَيَسِ زافُ،
سَندو ڪاڪُلَ ڪافُ، ماري مَعذُورِنِ ڪي.

(سسئي آبري، ٦ ـ ٤)

(٨٥)

پَرِينديئي پير ٿِيا، ڇَڏي گنجو گامُ،
گُروُءَ سَندي گَسَ ۾، جِنِ ڪَيا تَنَ تَمامُ،
ويهِي ڪَيو نہ وِچَ ۾، تِنِ آديسِيُنِ آرامُ،
رَهَ ۾ گَڏِيُنِ رامُ، پَنڌان ڇُٽا ڪاپڙِي.

(رامڪلي، ٩ ـ ١٣)

(٨٦)

پِرين نہ اَڪَڙِيُنِ ۾، هِنئون نہ حاضُرُ جَنِ،
سي هُنئَهِين جاڙَ جِئَنِ، نَلها نانا سَڪِنا.

(آسا، ٣ ـ ١١)

(٨٧)

پِڙاڏو سو سَڏُ، وَرُ وائِيءَ جو جي لَهين،
هُئا اَڳِهِين گَڏ، بُڌَڻ ۾ بہ ٿِيا.

(ڪلياڻ، ١ ـ ١٩)

(٨٨)

پِڙَ ۾ اُيو پاڻِ، ساٿِيَڙَنِ سَڏَ ڪَري،
پَلِي جي لاڏاڻِ، سَڀِ لَنگهِيندا لَڪِيُون.

(بلاول، ١ ـ ١٩)

(٨٩)

پَڙهيو تا پڙهنَ، ڪَڙهنِ ڪِينَ قُلُوبَ ۾،
پاٿان ڏوهَ چِڙهنَ، جئن وَرَقَ ورائين وِتَرا.

(يمن ڪلياڻ، ٥ ـ ٢٧)

(٩٠)

پڙهيو پڙهيجاڻءِ، سبق اِنهيءَ سُورَ جو،
ميمُ رکجاڻءِ من ۾، اَلف تنهن آڳياڻءِ،
ڇِتان ڇوريجاڻءِ، اِها لات لطيف چئي.

(يمن ڪلياڻ، ٥ ـ ٢٨)

(٩١)

پَسُ توشڪُون، تَڪِيا، سيئِي وِهاٽا،
پَسيو هَنڌَ، پَڇي هِنئون، جي حَبِيبَنِ هاٽا،
هِڪُ ڏُنگا ڏاڏاٽا، پِيو موتِيو تان نہ ميندِرو.

(مومل راڻو، ٦ ـ ٦)

(٩٢)

پَسُ! پَسٽان پَري ٿِيا، اوري سَندُن آرُ،
دَرِياهَ ري سَهاڙُ، ڏسڻ گهٽو ڏُهِلو.

(سهڻي، ٥ ـ ١٠)

(٩٣)

پَسَنديئي پُرِ ٿِيا، جَڪرو ئي جاچِڪ،
تِئان ڏِني مَگَٽي، طَهُورا جِي تِڪَ،
سَمي يَڳِيَنِ سِڪَ، واصِلُ ٿِيا وِصالَ ۾.

(بلاول، ٣ ـ ١٦)

(٩٤)

پَسو! پَراڻَن، سُورَن آڏي سَسُئي،
پَرايا پَنهنجَن، وِجهن ويچاريءَ تي.

(سسئي آبري، ابيات متفرقہ ـ ٦)

(٩٥)

پَسِي پاڻُ پُرِ ٿِيو، سَندو جادِمَ جوُدُ،
مَگَ وِهاٽِيءَ، مَگَٽا! مَنُو هيرَ موَجوُدُ،
بَلڪِ آهي بُودُ، ناڪَسِيءَ نابُودَ ۾.

(سورٺ، ٣ ـ ١٨)

(۹٦)

پَسِي جهاجهَ جَمالَ جي، جنين پيتي پِڪَ،
اَبِرِ اَڳانجهو ٿيو، سوُرُ اُنين کي سِڪَ،
هَڏِ نـه پِڳيِنِ هِڪَ، سَدا سائَرَ سيرَ ۾.

*(سسئي آبري، ۱ ـ ۴)*

(۹۷)

پَسِي ڏُونگَرَ، ڏاهَ! جِمَ هَلَنَ ۾ هيٺِي وَهين،
لانچي لَڪَ، لَطيفُ چئي، پُنيءَ کيچيُنِ کاهِ،
پُڇِي پُورِجِ، سَسُئِي! بَلوچاڻي باهِ،
اِنَ وَڙائِتِي وَرَ جِي، آسَرَ هَڏَ مَ لاهِ،
جو اَکِنئُوُن اوڏو آهِ، سو پِرين پَرانهوُن مَ چئُو.

*(سسئي آبري، ۲ ـ ۱)*

(۹۸)

پَسِي سِي سَرهي ٿِئي، جي مَين لَنگهيا مَسَ،
تِڻ تنهن کي ناهِ کو، لَڪَ مڙيئي لَسَ،
حُبَ جنهن کي هوتَ جي، وِندُرُ تنهن کي وَسَ،
سَنديءَ چانگَنِ چَسَ، پيرَ نَرَندءِ پَبَ ۾.

*(ديسي، ۵ ـ ٦)*

(۹۹)

پَسِيو آسَنَ اُنِ جا، اچي نـه آرامُ،
کِينَرَ کُني آهيان، تنين جي تمامُ،
مون کي ٿِيو ماتامُ، آئون نـه جِئندي اُنِ ري.

*(رامڪلي، ۱ ـ ۱۹)*

(۱۰۰)

پَسِيو آسَنَ اُنِ جا، اُدُوها آڇِنِ،
کِينَرَ کاپَڙِيُنِ جا، صُبحَ تان نـه سُجَنِ،
جي رائي مَنجِهه رَهَن، آئُون نـه جِئَندي اُنِ ري.

*(رامڪلي، ۱ ـ ۲۰)*

(۱۰۱)

پَسِيو آسَنَ اُنِ جا، اوچنگارُون اَچَنِ،
پاٽا وِڏِيَسِ پَٽَ تي، لاهي لاهُوتِيَنِ،
جي رائي مَنجِهه رَهنِ، آئُون نـه جِئَندي اُنِ ري.

*(رامڪلي، ۱ ـ ۲۱)*

(۱۰۲)

پَسِيو آسَنَ اُنِ جا، بانهُنِ وِجهان واٽُ،
هُو جي کَهِيا ڏُنهن قَلاٽُ، آئُون نـه جِئَندي اُنِ ري.

*(رامڪلي، ۱ ـ ۲۳)*

(۱۰۳)

پَکا پَنوَهارَنِ ڏي، ميوا، مَچَرَ، مَڪَ،
عُمَرَ! اَتِ اُکَنڊِيو، حالُ هَماري حَقَ،
لوئيءَ ۾ لَڪَ، سَمُنَ سُپيرِيُنِ سين.

*(مارئي، ابيات متفرقه ـ ۲۴)*

(۱۰۴)

پَکا رَڇَ کُنبارَ جا، پَکي نِهائين،
مونکي تِيانئين، پيلو پاکي آئيو.

*(سهڻي، ۸ ـ ۱۴)*

(۱۰۵)

پَکو کَڇَ پاڻَ سين، چڱو چِٽائي،
کَچو ڏيج، کُلالَ کي، مُنهن تي موٽائي،
سو سُڻُ هِنئين سين، سُهڻي! جيکي فائِقُ فَرمائي،
موجُون مُنجهائي، مارِينئِي مهراڻَ جون.

*(سهڻي، ۸ ـ ۱۹)*

(۱۰٦)

پَکا پَکارِيو، جامُ تَماچي آئِيو،
گُونڊَرَ لاهِيو، گَندرِيُون! آتَنَ اُجارِيو،
کِنجُهرُ قَرارِيو، سَمي سامَ بَخشِي.

*(ڪاموڏ، ۲ ـ ۱۲)*

(١٠٧)

پَکَنِ پوءِ پَچارَ: ”اڄُ تَماچي آئِيو“،
مَرکَنِ مَلاحَنِ جا، مَٿي ٻانڌِيُنِ ٻارَ،
وَڏي ڄامَ ڄمارَ! جنهن مِياڻِيُون موکِيُون.
(ڪاموڏ، ٢ ـ ١١)

(١٠٨)

پَکي پيهي نِڳِيا، مَنجهان لَتڙَنِ لَکَ،
ڪِنِين ماٽَکَ ميڙيا، ڪِنِين رَتا پَکَ،
پُنيءَ لائي لَکَ، ڳَڏِيو هَنجُ حَبيبَ کي.
(ڪارايل، ١ ـ ١١)

(١٠٩)

پَکي جَنهن پُڄائِيا، تَنهن ۾ ساهُ نہ ماهُ،
مَنجهہ ڪَرَنگهرُ ڪاٺَ جو: مَٿي پَکَنِ ڳاهُ،
ويچارَنِ ويساهُ، مَٿي پَکَنِ آئِيو.
(ڪارايل، ١ ـ ٢٠)

(١١٠)

پَکِّہَ پاسي پَڇُ، آيَلِ! سامُونڊِين جي،
مَنَ ۾ ٻاري مَڇُ، جِمَ وَڃِنئي اوهِري.
(سامونڊي، ١ ـ ٢)

(١١١)

پَکِّہَ پاسي گهارِ، آيَلِ! سامُونڊِين جي،
وِجهي جِيُ جَنجارِ، جِمَ وَڃِنئي اوهِري.
(سامونڊي، ١ ـ ١)

(١١٢)

پَکِّہَ پاسي ويهُ، آيَلِ! سامُونڊِين جي،
تون ويسِري وِکَ کَٽين، هو پُورِيندا پَرڏيهُ،
سمنڊُ جن ساٿيهُ، ڪوهُ نہ ويئِينءَ تن سين؟
(سامونڊي، ١ ـ ٣)

(١١٣)

پَلاٽِيان، پِيو! اولاٽِيو نہ اُٿِيي!
جيڏانهن وَڳُ ويو، اُيو ترسي اوڏهِينِ.
(ڪنڀات، ٢ ـ ١٢)

(١١٤)

پَلِ پَلِ تي پَلي، ڏَمَر ڏهاٽي ڪيترو،
پَسي ڏورُ ڏَرِياهَ جو، وڃان ڪِينَ وَلي،
ڪاريءَ راتِ قَرِيبَ ڏي، منجهان حُبَّ هَلي،
نہ ڪنهن جهولَ جَهلي، هُئي سَمَنَ پُوري سُهِٽي.
(سهڻي، ٣ ـ ١٢)

(١١٥)

پَلَ پَلَ ۾ پَلِيانس، پَلُ نہ رَهي پِرِينءَ ري،
جِتَّن جهورِيءَ ڪان جهَلِيانسِ، جهڄِيو تِتَّن جهورِيءَ پوي.
(رپ، ١ ـ ١٥)

(١١٦)

پَلُرُ پِيَنُ، اوڃَنُ اُنَّ، جن جا پيرَ مَٿي پَٽَ پاڪَ،
وهَنُ وَراکَنِ ۾، اُن جي اَجوکِي اوطاقَ،
پاڻُ نہ پَسَنِ پاڻَ کي، ويچارا ٻي ٻاکَ،
عُمَرَ! اُوءِ نہ عاقَ، ڏِکِيا جِمَّ ڏُکوئِيين!
(مارئي، ٣ ـ ١٦)

(١١٧)

پَلِيءِ پاڻيو پُوٽِيُون، دَرِ دَرِ پِيرا ڏِئي،
ڪا مُون ڪَتائي، اَٿُون ڪاپائِتي آهِيان.
(ڪاپائتي، ١ ـ ٢٢)

(١١٨)

پَلِيان، پَلِيو نہ رهي، نِرتُون نِينهُن نِبارُ،
گهڙان، گهوريو ڄِندُڙو! اُتَّلَ مُون اَپارُ،
جِنين مَنِ ميهارُ، هَلَڻُ تنين حقُ ٿيو.
(سهڻي، ٥ ـ ٩)

(١١٩)

پَنڌُ نہ پَنڌَن جيترو، ڪِيئَن سُجَندي ڪِيہَ؟
جيڪَر ڪَرِيان رِيہَ، پر چوندا مُنڌَ چري ٿي.

(معذوري، ٥ ـ ١٢)

(١٢٠)

پِنَنِ ڪِينَ پَٿُ ڪَٿي، سو جي سُڃاڻَنِ،
تہ بَرَ ۾ بيِکَ لَهَنِ، پَهرَ نہ پِنَنِ ڪاپَڙِي.

(رامڪلي، ٧ ـ ٥)

(١٢١)

پِنَنِ ڪِينَ پَٿُ ڪَٿي، گُهرنِ ڪِينَ گهران،
مَهيسِي مَخلُوقَ جي، اُپِيَنِ دُورِ دَران،
پُڇَنِ ڪوهُ شرعان، جُہ اَندرِ عَدالَتَ اَن جي؟

(رامڪلي، ٧ ـ ٤)

(١٢٢)

پَنوَهارَن پاپوهِيو، ڪي واهُندَن وَسَ،
عُمَرَ! اُنهيءَ ڏيہَ جا، ڏوٿِيُنِ ڏنَمِ ڏسَ،
وَلِيُون، وَڻَ ڦَلارِيا، لُلُرُ نگيو لَسَ،
آٿِيو وجَهنِ آهرين، سَندا ٿُوهَنَ ٿَسَ،
ميوا، مَجَرَ، ماڪِيُون، سَڀَ ڪا چَکَنِ چَسَ،
مارُيءَ وهي مَسَ، مَلِيرِ ويندي مارُئي.

(مارئي، ٧ ـ ٣)

(١٢٣)

پَنوَهارَن پاپوهيو، ڪي وَسَ واهُندَنِ،
لَٿو سِيُ، لَطِيفُ چئي، بَڌو ڦَٺُ ڦَرَنِ،
اُوءِ ٿا ڪورن ڪُنڙي، سَرَتِيُون! مَٿان سَسنِ،
عُمَرَ! اُنَ اُڱَندَري، پاسي ڪانڌ ڪَتَنِ،
پائَر ڏِنيُون پُنيُون، نَنڍَنِ نوراپَنِ،
ڪائَر ڪَٿِيُون خاصِيُون، اوچِيُونَ اُتِ اُجَنِ،
ڪَڍِيو پيٺُ ڪَهَنِ: "مَلِيرِ گهُرجي مارُئي"!

(مارئي، ٧ ـ ٤)

(١٢٤)

پَنوَهارَنِ پاپوهِيو، وَريا واهُندا،
سارِيَمِ سِيڻَ، سَيَدُ چئي، گاڏِيلِيُون ڳُندا؛
پِٺَنِ پَرِ هُندا، پُنگا پَڙَ پَتارَ جا.

(مارئي، ٧ ـ ١)

(١٢٥)

پُنهون تِيَس پاٺَهين، ويو سَسُئيءَ جو سِيڻگارُ،
'مَنْ عَرَفَ نَفْسَہٗ فَقَدْ عَرَفَ رَبَّہٗ'، اهوئِي آچارُ،
جو وِندُرَ ۾ واپارُ، سو سودو سَرِيُسِ هِتَهِين.

(سسئي آبري، ٥ ـ ٥)

(١٢٦)

پُنهون تِيَس پاٺَهين، ويو سَسُئيءَ جو شَرَمُ،
هيڪِلِيُون هَلَن جي، پَڄي تن پَرَمُ،
جو وِندُرَ ۾ وَرَمُ، سو سودو سَرِيُسِ هِتَهِين.

(سسئي آبري، ٥ ـ ٤)

(١٢٧)

پُنهون تِيَسِ پاٺَهين، ويئي سَسُئيءَ جي سُونهَن،
خَلَقَ آدمَ عَلىٰ صُوْرَتِہ، اُٿن وَٽِن مَنجِهہ وِرُونہَ،
چَرِيءَ مَنجهان چُونہَ، ڪَٿي هوتَ هَنج ڪيو.

(سسئي آبري، ٥ ـ ٦)

(١٢٨)

پُنهونءَ پيرِڙِيُون، گَهرِ گُهمَندي جي ڏِنيُون،
سي مُون سيرِڙِيُون، نِتُ نِهارَنُ پِيئِيُون.

(حسيني، ٩ ـ ١٥)

(١٢٩)

پُنهونءَ چڙِيو پوءِ، جانِبُ جَبَلُ ڳولئين،
تيلانهين تَنگُون ڪَرئين، جيلانهين تون جوءِ،
ساڄَنُ سُڄَ نهارِئينَ، ڏُکِي! ڏوهہ ڪيوءِ،
هاڙهي هوتُ نہ هوءِ، وري پُڇُ وينئِن ڪي.

(سسئي آبري، ٣ ـ ١)

(١٣٠)

پُنھونءَ سين پريت جو، ڪو جو پيچُ پيوم،
ڀَنڀي ھِنَ ڀَنڀورَ ۾، وھَڻُ وھُ ٿيوم،
مَتيوُن موٽَڻَ سَنديوُن، ڪاڪيوُن! ڪيمَ ڏيومِ،
سَرَتيوُن! ساھُ سَندومِ، ٿيو حَوالي ھوتَ جي.

(ديسي، ٧ - ١)

(١٣١)

پڻ ٿا پَلاٽيِن، اوٺي اَڄُ اُباڪَرا،
پَہَ پاريسيوُن پاڻَ ۾، ڏيرَ ڏِھاٽِي ڏيِنِ،
ھوتُ پُنھون ٿا نِيِنِ، ٻاروچِي ٻولِي ڪَيو!

(ديسي، ٢ - ٩)

(١٣٢)

پڻ ٿا پَلاٽيِن، اوٺي گھٽو اُباھَرا،
ھُوءِ جي ھَلَڻَ سَنديُون، ڳاھُون ڳالھائين،
مُون ڪي ٿا مارِين، سَڄَڻَ سانباھي ڪَيو!

(ديسي، ٢ - ١٠)

(١٣٣)

پڻ وِھاٽِيَس راتِ، ھَلِي ھاڙھي سامُھين،
پُنھونءَ جا پِريِاتِ، اُيي پُڇي پَھيڙا.

(حسيني، ١٠ - ١٩)

(١٣٤)

پُوچا ڪارِ مَ پاڻَ، پَلِ پُوچا ڪان پاڻُ،
ڄاٽي ڄَڏِ ڄاڻُ، پُرِڄُ پُورَبَ پَندَ ڏي.

(راملڪي، ٧ - ٢٢)

(١٣٥)

پوُچا ڪارِمَ پاڻَ ڪي، جوڳِي! رَکِج جوڳُ،
خَلقَ خادِمُ جِنَ ڪَرين، اِيُ راوَلَ! وَڏو روڳُ،
پَڳِنِ ڪونھي پوڳُ، نانگا وَڃَن نِڳيا.

(راملڪي، ٧ - ٢٣)

(١٣٦)

پوُچا ڪارِمَ پاڻَ ڪي، ڪوءِ، راوَلَ! ٻَنِ رُڄاٽُ،
لِباسان، لَطيِفُ چَئي، پَلِ ويراڳِي! واٽُ،
مَنُ ماري ڪَرِ ماٽُ، تہ تيرَٿَ پَسين تَڪِيو.

(راملڪي، ٧ - ٢١)

(١٣٧)

پُوچا ڏِنَمِ پيرَ، ڏِڪَڻَ مَٿي ڏِولَ جا،
مُون پائِيو تنھن ويرَ، ڪوجھي ڪَندو پَريِئڙي.

(ليلا چنيسر، ا - ١٥)

(١٣٨)

پوُرَبَ پوُرَبَ تَبِ ڪَرُون، جَبِ ھِنئَڙي آوَن پوُرَ،
سڪَندي ڪي سَڄَڻين، نِڪوُن لايوُن نوُرَ،
مارِيَسِ تَنھِين سوُرَ، جِنَ ساڄَنُ سُڄي، نہ مِلي.

(پورب، ٢ - ١١)

(١٣٩)

پُورَبَ ۾ پيھي، تان مُون گھٽو نِھارِيا،
سُڌِ نہ مُڪي سَڄَڻين، جيھي نہ تيھي،
ھُئا پَرَڏيھي، وَڃائي واٽَ ٿِيا.

(پورب، ٢ - ٩)

(١٤٠)

پُورَبَ ئي مارِياسِ، ڪَنھن دَرِ ڏِيان دانھَڙي؟
مَتيُون ڏِيندي لوڪَ ڪي، ڇَري پاڻَ ٿِياسِ،
جِنين نہ جِيھياسِ، مان لَنؤ لَڳو تـِنِ سين.

(پورب، ٢ - ١٠)

(١٤١)

پُورَبِيا پُوري ويا، آسَنَ اَڄُ صُبُوحِ،
خَسٿُوري خُوشبُوءِ، آھي آديسيِنِ ۾.

(پورب، ٢ - ٧)

(۱۴۲)

پُورَبِيا پُورِي وِيا، آسَڻَ آڏيءَ رات،
سُيَمِ نہ سَناسِيُنِ جُون، پَچارُون پِرِياتِ،
ڪا جا جوڳِيءَ ڏاتِ، مِٽَ نہ مَعذُورَنِ جا.

(پورب، ۲ ـ ۶)

(۱۴۳)

پُوري پَئي رَهُ، اُپَٽي اُجهہ مَ ڪاپَڙِي!
اَلا جي عِشقَ جا، سي ٿُون سَهيو سَہُ،
پُڄُ پانَ کي پَہُ، هِنگلاج هَلَڻَ جو.

(راملڪي، ۹ ـ ۲۰)

(۱۴۴)

پَهري ڪَيا پَٽَنِ ۾، وڃڙيُنِ واڏاٽا،
سُورَ اُنِين جا، سُومِرا! مُون ڪَي اَندرِ اُڏاٽا،
اُني ويڙا اُڪِري، عُمَرَ! اَباٽا،
بَڪَرَ بَاباٽا، پَسان شالَ پَرِ ڪَنهين!

(مارئي، ابيات متفرقه ـ ۲۱)

(۱۴۵)

پهرين تُون پاريج، پارَڻُ پوءِ پُنهونءَ تي،
بولُ مَ وِساريج، هوُ جو ڪَيُءِ هوتَ سين.

(سسئي آبري، ۴ ـ ۱۴)

(۱۴۶)

پَهرِينءَ راتِ پَسي، مُون مازِيءَ مَنُ ڦِڪو ڪَيو،
موهَڙ مارُوئـَڙَنِ ڪي، واحِدَا! ڏيج وَسي!
آهَرَ جنهن سسي، سو مِلَندو شالَ مَليرَ ۾!

(مارئي، ۱۰ ـ ۱۷)

(۱۴۷)

پهرين ڪاتي پاءِ، پڇج پوءِ پريتڻو،
ڏُکُ پريان جو ڏيلَ ۾، واڃَڻَ جِئَن وَڃاءِ،
سيخن ماهُ پَچاءِ، جي نالو گهِڙُءِ نينهَن جو.

(ڪلياڻ، ۲ ـ ۱۰)

(۱۴۸)

پَهرِين ڪاري نانگَ جي، ڪو چِرڪِيَلُ چِيڙَ ڪَري،
جي هَٽِي ڏَنگَ ڏَسائيو، تہ ويجهو تان نہ وَري،
جيڪِي ٿَپِ مَري، جيڪِي سِڪي صِحَتَ کي.

(ڪارايل، ۲ ـ ۸)

(۱۴۹)

پَهي سُکَ! پيرَن ڪيہَ! ڪو نِينهَن نِياپو مارُئِين؟
اَتِ اُڪَندِي آهِيان، تَنهن آتَڻَ، تَنهن ڏيہَ:
سَندِي جا سارُيہَ، کَہ ڪَٿُورِي پائِيان.

(مارئي، ۱۱ ـ ۲)

(۱۵۰)

پَهي ڪامَ پِڇاءِ، اَمَڙ! مُنهنجي آسِري،
ڏيئي کِي کَتاءِ، مُون کي نِينهَن نِهوڙِيو.

(حسيني، ۲ ـ ۹)

(۱۵۱)

پَهي ڪامَ پِڇاءِ، اَمَڙ! مُنهنجي آسِري،
ڏيئي لَتَ چَرخي کي، پُوٽِيُون پاٽِيءَ پاءِ،
کَتِيُمِ جِنهِين لاءِ، سو ڪوهِيارو ڪيچ وِيو.

(حسيني، ۲ ـ ۸)

(۱۵۲)

پَئي تي پيمالُ، سا مُنڌَ مَري نہ جِئي،
بُري هِنَ يَنيِورَ سين، هَڏِ نہ ڳَرهي حالُ،
لالَنَ جو، لَطِيفُ چئي، وساري نہ وصالُ،
پِري ڪَجانءِ پالُ، هِيَ ڏاهِ ڏُورِيندي ڪيترو؟

(سسئي آبري، ۸ ـ ۱۱)

(۱۵۳)

پِيا ڪَنهن پَريانَ ۾، ڇَهين ڏِينهن ڇِٽِي،
اَندَرِ آدِيسُنِ کي، ڏُريان ٿِي ڏِٽِي،

بَري ٻاجهارا ڪَيا، ڪانئي خاڪَ ڪَٽي،
ٻِنيو ٻَنج ڪَٽي، لِڪا ٻُٽَنِ لوڪَ ۾.
(راملڪي، ٢ ـ ٦)

(١٥٤)

ٻِيَ ٻَسايو ٻانهنجو، نِظارو ناگاهَ،
لَٽو ڪَٽُ قُلوبَ تان، تي ورُوهَنَ واهَ،
اُميدُون اَرواحَ، ٻِيَ ٻَسنديِ ٻُنيُون.
(سارنگ، ١ ـ ١٧)

(١٥٥)

ٻيرَ ٻَٽانئي ڪُنَٽَرا، ڏُونگَرَ مَٿي ڏي،
ٻانُ نہ ٻَسي ڦَٽيو، ڪَڙهي ڪيچِيُن ڪي،
هاڙهو هوتَ ٻري، ڪوهُ ڇاٽان، ڪِئَن لَنگهيا؟
(سسئي آبري، ٦ ـ ١١)

(١٥٦)

ٻيرَ ٻَٽانئِي ڪُنَٽَرا، ڏُونگَرَ مَٿي ڏي،
ڦَٽيا ڦَنَ فَقيرِ جا، سيرُون ٽيٽَرا سي،
جهڙي تهڙي حالَ سين، ٻُري ٻُنهونءَ ڏي،
وَجي، مانَ وَري، ٻانهيءَ ٻَنڌَڻُ جنهن سين.
(سسئي آبري، ٦ ـ ١٠)

(١٥٧)

ٻيرُ ٻَرُوڙي ٻاءِ، گَنجي ۾ گُنَ گهٽا،
ڪاهوڙي ڪَرا وِيا، نَڪا اوڏي ماءِ،
جِنين ڏِني جاءِ، تِنين موتَڻُ ميهٽو.
(ڪاهوڙي، ٢ ـ ٩)

(١٥٨)

ٻيرين ٻِيَمِ ٻُرڪَٽا، رَهَ ۾ گهٽو رُنومِ،
ٻاراتو ٻِرِينِ ڪي، تپي تان نہ ڏِنومِ،
چڪي، تي چِيومِ، ’سُواهَرُو‘ سَڄَٽين.
(سسئي آبري، ٤ ـ ١٩)

(١٥٩)

ٻيشانيءَ ۾ ٻِرينءَ جي، ٻَلائيءَ جا ٻيرَ،
اَڱڻُ اَڪَنڊينِ جي، ڏي ٻابوهي ٻيرَ،
قَمَرُ ٻاڙي ڪيرَ، شَمسُ سُٻيرِينِ سين؟
(ڪنڀات، ١ ـ ٢)

(١٦٠)

ٻِيُ مَ طَهُورا، وانءُ اورانگهي اوريان،
وِڇان جي وصالَ ڪي، سي سَٻِ اُجُورا،
حَاصُلُ حُضُورا، سَمي جي سَٻِ تِئي.
(بلاول، ١ ـ ٣)

(١٦١)

ٻيو جن ٻَرو، گَنجي ڏُونگَرَ گامَ جو،
ڇَڏي ڪيتُ ڪَرو، لوچي لاهُوتي ٿِيا.
(ڪاهوڙي، ٢ ـ ١)

(١٦٢)

ٻِيو جو ٻاتارِ، سو ڪِئَن ٻُسَنَ ڪان ٻالهو رَهي؟
سَالِڪَ! مُون سيڪارِ، ڪو ٻَهُ اِنهين ٻَاندَ جو.
(آسا، ٤ ـ ٣٩)

(١٦٣)

ٻيو ليٽين لُٽَ، سَڄِيُون راتِيُون سُمهين،
اُٿي آدِيءَ نہ ڪَرئين، سَڀَڙَ سانُ سَهٽَ،
رُونجهي راتَ اُٻَٽيا، ٻيتِنيَئُون ٻاٽيَٽَ،
ميڙي تِٿان مَٽَ، چُوندي ٻَريا چارَٽين.
(ٻرڀاتي، ١ ـ ١٧)

(١٦٤)

ٻيهي ٻڻُ ٻاتارَ ۾، جت ڳُڙهَ گنگا جَرُ راءِ،
ڇَڏي ڇيلا هنَ هَنڌَ جا، تي جَڪري ٻاسي جاءِ،
اوڏو تِيُ اَللّٰه کي، ڪاڄُ تَنهين جو ڪاءِ،
سُڪَنِ اِينڊءِ ساءِ، ويلِهِ ويندءِ وِسري.
(بلاول، ٢ ـ ١٥)

(١٦٥)

پيھي جان پاڻَ ۾، ڪَيَمِ روُحَ رِھاڻَ،
تہ نَڪو ڏونگرُ ڏيہَ ۾، نَڪا ڪيچِيُنِ ڪاڻَ،
پُنھون ٿِيَسِ پاڻَ: سَسُئِي، تان سُور ھُئا.
(سسئي آبري، ٥ - ٢)

(١٦٦)

پيئي جا پِرِياتِ، سا ماڪَ مَ پَسو ماڙھا!
روئِي چُڙِي راتِ، ڏِسِي ڏُڪويَنِ ڪي.
(ڏھر، ٣ - ١٦)

(١٦٧)

پيئِي جن پَرڪَ، گَنجي ڏُونگرَ گامَ جي،
واري سَبِ وَرقَ، لوِچي لاھُوتي ٿِيا.
(ڪاھوڙي، ٢ - ٢)

(١٦٨)

پيئي جن پَرُوڙَ، گَنجي ڏُونگرَ گامَ جي،
ڇَڏي سَڀِ ضَرُورَ، لوچي لاھُوتي ٿِيا.
(ڪاھوڙي، ٢ - ٥)

(١٦٩)

پيئِي جن پَٽِي، گَنجي ڏُونگرَ گامَ جِي،
ڇَڏي نِنڊَ گَھٽِي، لوچي لاھُوتي ٿِيا.
(ڪاھوڙي، ٢ - ٣)

(١٧٠)

پيئِي جِنين باسَ، گَنجي ڏُونگرَ گامَ جي،
ڇَڏي سَڀِ لِباسَ، لوچي لاھُوتي ٿِيا.
(ڪاھوڙي، ٢ - ٦)

(١٧١)

پيئي جِنين بُوءِ، گَنجي ڏُونگرَ گامَ جي،
ڏوري سا جُوءِ، لوچي لاھُوتي ٿِيا.
(ڪاھوڙي، ٢ - ٤)

وائي- ١

پاڙيچِيُون! ڪا پَچارَ؟
مُنھنجا ڏيرَ ڏمَر ڪنھن ويا.
ويٺي گوڙھا ڳاڙيان، تن چامَنَ لاءِ چَمارَ،
ڪَر ڪا ڪانگَ! اَچَڻَ جي، تن جي ڪا تَنوارَ،
مُئِي ماري ھليا، ڪيچي ڪاھي قَطارَ،
سيڻَ لاءِ، سَيَّدُ چَئي، جھجِيَسِ سَڀَ چمارَ.
(حسني، ٥ - وائي ٢)

وائي- ٢

پانڌي پريُنِ جو، اي! مانَ ڪو پَسان!
پيئَرُ! پَنيءَ اَسھو، ڏونگَرَ ڏورَڻُ اَسان،
مُندائِتي مِينھَن جِئَن، ويلو ويلَ ٿي وَسان.
(سسئي آبري، ابيات متفرقہ - وائي ٦)

وائي- ٣

پَرچَنِ شالَ پَنوَھارَ، ڍولا! مارُو مُون سان، لا!
مُون مُورائِين مَديُون، آھِنِ سيڻَ سَتارَ،
عَيبَن ڀَري آھيان، سَتُرُ ڪَج، سَتارَ!
اُنا مِينھَن مَليرَ ۾، تَڙ تَڙ پوءِ تَنوارَ،
پائي آيَسِ پاندَ ۾، اَوڳُڻَ عَيبَ اَپارَ.
(مارئي، ٨ - وائي)

وائي- ٤

پرين جي پَنڌان، مونکي جي جَھلِيندِيُون،
سي نہ پُڄندِيُون.
پَلي ڪَري آئِيو، نانارو ڏِيھان،
پَڳي ڪُتَ سَجي تِي، لَتي جاڪَ ڳِران،
سَرتِينِ سُورَ پرائيا، ھاٽي ھِنَ ھَنڌان،
تان ڪي واسُ وھائِيان، پاروچي مُلان،
تان ڪي ڏُونگرُ ڏورِيان، جان ڪُڙھ اَندرِ ساھُ،
مَتِيُون مونڻَ سَنديُون، تون ھَڏِ آچِ مَ، ماءُ!
(سامونڊي، ١ - وائي ١)

## وائي- ٥

پرينئُون پوءِ، مُون تي نہ وهامي راتِ رَمَنڊيئي،
ڦوڙائو فَقِيرَ کي، قَادِرَ! ڪوهُ ڏنوءِ؟
چڙهيا ڏاڍين ڏُونگرين، سيئَن سانگُ نہ ڪوءِ،
اَچي اوراهُون تئي، سَيَّدَا! ساٿُ سَندوءِ،
وينئي واٽَ نِهارِيان، مَنَ پِرِيُن باجَهہ پوءِ،
اَدِيُون! عَبدُاللّطِيفُ چئي، مُحِبَّ سِڳهو مِلَندوءِ.

*(آسا، ١ ـ وائي)*

## وائي- ٦

پَلَڪَ نہ رَهي دِلِ توري، وَرُ، مِيان خانَ بَلوچا!
اُتَ چارِينديَسِ اُن جا، مَٿان ٽَڪَرَ توڙي،
ڏِينديَسِ ماهُ مِرُنِ کي، مَٿان ڪُلَهِنِ ڪوري،
ڪانگَ ڪِيَنمِ ڪيچَ جا، ماسُ چنجُنِ سان چوري،
ڏُکَ لاهِينديَسِ ڏيلَ جا، سانُ عَجِيبَنِ اوري،
آرِياڻي، عَبدُاللّطِيفُ چئي، سارَ لَهَندُمِ سوري.

*(سسئي آبري، ١٠ ـ وائي)*

## وائي- ٧

پُنهون پَريشانُ، ٻَرا! ٻَرا! نڪو خانُ نہ مانُ،
هيءِ! هيءِ! حالُ مُنهنجو.
مُون کي ٻُکَ بوتَنِ جي، ناقي پاڻِيان نانُ،
شَهرُ صَحرا پاڻِيان، مُون ليکي مَيدانُ،
رُئان تِي رُڃُنِ ۾، آرِيءَ لَءِ عُريانُ،
پِٽِيان مُنهُن پَسَڻَ لَءِ، هِتي تِي حَيرانُ،
آهي آرِيءَ جامَ جو، مُون کي ڪارِي ڪانُ،
ديوانِيءَ کي دل ۾، سُورَن جو سامانُ،
وِجهج پڪَ پينارِ تي، پرِيَمِ! ڪائِي پانُ،
ڪَڏهِن تِينِدو ڪيچَ ۾، مُنهِيءَ جو مَڪانُ؟
آهِئين، عَبدُاللّطِيفَ کي، اَڳِيان تُون اَڳوانُ.

*(حسيني، ٥ ـ وائي)*

# ت

(۱)

تاجي توريائُون، تہ عَيبَ نِڪتا آڳيان،
ڪونَي ڪاپائتيُنِ ڪي، پَرِ ۾ پُڇيائُون،
آڳلڙي آئُون، مُون ڪان پِڙا پِڳا نہ تِيا.

(ڪاپائتي، ۱ـ ۳۳)

(۲)

تارا، تِرَ، تِروڪِٽيُون، مٿن ڦُلَڙيُون،
ڪوءِ! سي راتَڙِيون، جي مون پِرينءَ پچاڻان پيئِيون.

(ڪنيات، ۱ـ ۲٦)

(۳)

تارا تيلِيءَ روُءِ، لُڏا لالَنَ! اُپِرين؛
جهڙي تو صُبوح، تهڙي صافِي سَڄڻين.

(ڪنيات، ۱ـ ۲۱)

(۴)

تارَنِ ۾ ڪَرِ تَڪِيو، وَنيُنِ ۾ تي ويهُ،
آڪيُنِ ۾ تي پيهُ، تہ آئُون آچارُو تِيان.

(آسا، ۳ـ ۱۵)

(۵)

تارُو تَريو وجِن، ننڍا وڏا واهُڙا،
هَيءَ! بِرَا! آتارُنِ، جئن ڳرا مَتِنِ مولهيا.

(سريراڳ، ٦ـ ۲)

(٦)

تاري وانءُ تَرازَ ڪي، منجهان موجَ، مَلاحَ!
دانهوُن ڪَنِ درياهَ جون، اُونهي جا آڳاهَ،
سُونهَنِ جي صلاحَ، وَتُ تہ وِيرِ لنگهي وَڃين.

(سريراڳ، ۵ـ ۷)

(۷)

تان جي تِيَنِ سامُهان، پُنِيرا سُونَهنِ،
سَنئُون وَرائي سُپِرين، مُنهُن جي مانڊي ڪَنِ،
رَڳُون سَڀِ رَچَنِ، تَنَ ۾ تازائِي ٿِئي.

(آسا، ۲ـ ۲۲)

(۸)

تان ڪا ڪَجاهُ وَرِ، ڪَمِينيءَ تي، ڪيچِيا!
آئُون اَوهان جي آهيان، بَندي بي سَمَرِ،
اَچِي، ڪوهِيارا! ڪَرِ، دِلاسو دِلِگِير ڪي.

(حسيني، ۱۰ـ ۳)

(۹)

تان ڪا وائي وارِ، دِلاسي جي داسَڙا!
تُون مُنهنجو وَلَهو، آئُون تو ۾ طَمَعدارِ،
ڍَڪي، ڍولَ! ڳُذارِ، لَڄَ مُنهنجي لوڪَ ۾.

(ليلا چنيسر، ۳ـ ۹)

(۱۰)

تان ڪا وَرِ ڪَجاهُ، ڪَميڻيءَ تي، ڪيچِيا!
آئُون اَوهان جي آهِيان، بانهِي، پاروچاهُ!
دِلاسي، دوساهُ! مَتان مُون ڪي ڇَڏِيو.

(حسيني، ۱۰ـ ۱۴)

(۱۱)

تان ڪِي ساٿُنِ اورِ، جان آهِينِ اوطاقُنِ ۾،
ڏه ڏه پيرا ڏِينهَن ۾، پانُ مَتانئُنِ گهورِ،
وِيا جي هِنگلورِ، تہ ڪَرَمِ مِلَنڌءِ ڪاپَڙي.

(رامڪلي، ۸ـ ۳)

(۱۲)

تان ڪِي لَئِج ڪانگَ! ڪڏهن ايندا مان ڳري؟
سيٽَنِ ڪارڻِ سانگَ، مون تان گهٽيئي ڪيا.

(سامونڊي، ۱ـ ۲٦)

(١٣)

تان ڪي وَتـِـنِ آءُ، جان آهِينِ اوطاقُنِ ۾،
ويو تـِـنِ نہ وِسرِي، لاھُوتِيڪو لاءُ،
فَنا ۽ فِراقَ جو، سامِيُنِ چَکِيو ساءُ،
وَتان تو ويندا، ڪاپـَڙِي ڪابُولَ ڏي.

(رامڪلي، ٨ ـ ٦)

(١٤)

تان ڪي وَتـِـنِ وَڃُ، جان آهِينِ اوطاقُنِ ۾،
سامي سَفَر هَلِيا، رائو چِتائي رُڃُ،
اَهڙو جن اُھَڃُ، سي ڪَرمِ مِلَندءِ ڪاپَڙِي.

(رامڪلي، ٨ ـ ٥)

(١٥)

تان ڪِي وَتـِـنِ ويهُ، جان آهِينِ اوطاقُنِ ۾،
سامِي سَفَر هَلِيا، ڏُورِ چِتائي ڏيهُ،
ڇَڏي سُکُ سازِيهُ، مَتي گنگا گَجِيا.

(رامڪلي، ٨ ـ ٤)

(١٦)

تانگهي ۾ تاٽي، بَڌُ پَنهنجو تُرهَو،
اُونهي ۾ آٽي، ڪونہ ڏيندءِ ڪو پيو!

(سريراڳ، ٤ ـ ١)

(١٧)

تانُ نہ آهي تَندُ جو، رُون رُون ڪَرِي رازُ،
هَٿَندَڙ سَندا هَـٿَڙا، سِـپِڪو ڇِئِي سازُ،
سَڻَ ڏيئِي شَھبازُ، تِيُ تہ توڪُ پِرائِيين.

(سورٺ، ٤ ـ ٤)

(١٨)

تان ونـَـن ويهي آءُ، اَڳَـڻِ ڪاهوڙِيَنِ جي،
جوشَ ڏِنائُون جِيءَ کي، لِڪائي لوڪاءُ،
ڏوتِيَنِ ڪَنهن ڏِڪاءُ، سُمهي سُکُ نہ ماڻيو.

(ڪاهوڙي، ١ ـ ١١)

(١٩)

تَتِيءَ ڏَڏِيءَ ڪاهِ، ڪانهي ويلَ وِهَڻَ جي،
مَتان ٿِئي اُونداهِ، پيرُ نہ لَهين پِرينءَ جو.

(حسيني، ٢ ـ ١٨)

(٢٠)

تَپِي ڪَندين ڪوهُ؟ ڏُونگَرا! ڏُکوئِنِ کي،
تُونُ جي پَهَڻَ پَبَ جا، تہ لِڳَ مُنهنجا لوهُ،
ڪَنهنجو ڪونهي ڏوهُ، اَمُرَ مُون سين اِئَن ڪَيو.

(ڪوهياري، ٢ ـ ١٨)

(٢١)

تَحقيقَ جي پِري تُون، مَٿي رِءَ ڪَٽيج،
هَڪَلَ حَقِيقَتَ جي، ٻوڙو ٿي ٻُڌيج،
اَنڌو ٿي پَسيج، مُشاهدو مُحبُوبَ جو.

(ڪاهوڙي، ٣ ـ ١٦)

(٢٢)

تَران تان مَران، وَران تان وَهَ وتَرو،
هِنئَڙي ۾ هوتَنِ جا، اَچِنِ گُهورَ گهٽا،
پَسيو پاڙي واريُون، ڏِسيو ڏوهَ ڏران،
وچان ڪئَن وَران؟ ڪَنڌيءَ منهنجو ڪارَٽي.

(سهڻي، ٩ ـ ١٢)

(٢٣)

تَران لَءِ طَعني، متي وَهَ واڪا ڪيو،
آٽي وِڏيَسِ آرَ ۾، دَرياهَ ديواني،
قَلَمَ جي ڪاني، آٽي اوليَسِ اولَ ۾.

(سهڻي، ٩ ـ ١١)

(٢٤)

تَرسُ طبيبن جو، جَڏَن ڪيو نہ جاتِ،
جو ويڄنِ جي واتِ، داروَنئان تنهن دُور ٿِيا.

(يمن ڪلياڻ، ٢ ـ ١٧)

(٢٥)

تَـرڪُ ڪَـرِ تَـرڪَ ڪي، وَڃَڻ ڪَنان وَڃُ،
آهي اِيُ اُهڃُ، سُٽي سُٽائيج ٿون.
(آسا، ٤ ـ ٤)

(٢٦)

ٿُرهو آڃ مَ تن ڪي، جن عِشقَ سين آگاهَ،
پُڇي مَسَ مَلاحَ، ساهَڙُ مَٽي سُهڻي.
(سهڻي، ١ ـ ٣٣)

(٢٧)

تَري ٿُنَ پيياسِ، پاسَنئُون پاڻي وَهي،
ڪُوهو جُهرُجُهنو ٿيو، لاڄُو سيِ لَڙياسِ،
جيلان سَڌُرُ سُڪاٽياس، وَهي تي وَهَ سامهون.
(سريراڳ، ٣ ـ ٨)

(٢٨)

تَريوُن پَسان نـہ تارِ ۾، جُڳها جاءِ نـہ ڪَنِ،
مادِرا! مَلاحَنِ، ماڳِ نـہ ڍويا مَڪُڙا.
(گهاتو، ١ ـ ٥)

(٢٩)

تَڙ تَڙ ڪيمَ تَرسُ، سَرُ نِهارج سَيِرو،
ڏيندُءِ لَڪَ، لَطيفُ چئي، راڄَ راهوءَ جي رَسُ،
وِلها جَنهن وَنهيا ڪَيا، پاڳَ تَنهنجي پَسُ،
ڪوڙين لاهي ڪَسُ، جي ڳالهائي ڳاڻَ ڪَٽِي.
(بلاول، ١ ـ ٩)

(٣٠)

تَڙ تَڪَڙ تارِ گهڙڻُ، اِيُ ڪاٽيارِنِ ڪَمُ،
ڏَهَ ڏَهَ پيرا ڏينهَن ۾، ڏي ڏوراپا ڏَمُ،
عقلُ، مَتِ، شَرَمُ، تيئي نينهَن نِهوڙيا.
(سهڻي، ٣ ـ ١)

(٣١)

تَڙُ تَماچي جامَ جو، تَماچي تَڙُ راءِ،
تَماچيءَ جي تَڪِي، ٿُون تَماچي ڳاءِ،
تہ ٿُون تَماچياءِ، تَماچي تَڙُ لَهين.
(ڪاموڏ، ١ ـ ٢٥)

(٣٢)

تَڙَن جا طَعنا، سَهنگا ڏيَنِمِ سَرتيُون،
دَرِياهَ ديوانا! سُڻُ حَقيقَتَ حالَ جي.
(سهڻي، ٩ ـ ١٠)

(٣٣)

تَڙ نـہ گهڙي ٿُورُ، توءِ مَنَ ڪادِو ميهارَ ڏي،
ڏادِو ڏوُرُ دَرِياهَ جو، سِڪَڻَ وڏو سُورُ،
مَنَ ۾ مؤجَ ميهارَ جي، پَهسَ پرِيان جو پُورُ،
بيلي بِنهي ڪَنڌئين، نِتُ نِهاري نُورُ،
مَنجهان جَرَ ضَرُور، ڪَچي ڪي ڪو مَ ٿئي.
(سهڻي، ٧ ـ ١)

(٣٤)

تڙي طَبيبَنِ، گهايَلُ گهَران ڪَڍيو،
چڪيا چاڪَ چيهوُن ڪري، ڪَڙيون مور نـہ ڪَنِ،
دوستَ جي درسنَ سين، پَئي تارُ ٿِيَنِ،
وِرچيو ويڄَ وَڃنِ، آءُ تـہ پريَمِ اُبهان.
(يمن ڪلياڻ، ٢ ـ ٩)

(٣٥)

تَڙين تَنوارِينِ، ماءِ! سامُونڊِي آئيا،
مونکي جِيارِينِ، وايوُن وَڻجارَنِ جون.
(سامونڊي، ٢ ـ ٦)

(٣٦)

تَعظيمان تَرڪُ ٿِيا، واجهاٽيان ويا،
وَڃي ٿِتِ پِيا، جِتِ نِهايَتَ ناهِ ڪا.
(آسا، ١ ـ ٩)

(٣٧)

تَعظِيمان تَرڪُ ٿِيو، واڪاڻان وِيو،
جِتي سَڌُ صاحِبَ جو، اُتِ آهي ڪونہ پِيو،
پاڻيءَ تَنهين پِيو، جَنهين ناهِ نِهايَتَ نِينهَن جي.

(آسا، ٤ ـ ٤٢)

(٣٨)

تہ ڪَرَ ڪِينءَ سُئِي؟ جي سِيرَ نہ گهڙِي سُهڻِي،
هتِ حياتِيءَ ڏِينهَڙا، هَڏهن تان نہ هُئِي،
ڇُڪي تنهن چَرِي ڪئِي، جو ڏنس اُن ڏُهي،
سُهڻيءَ کي، سَيّدُ چئي، وڌو قُربَ کُهي،
هُنئِهين هونڌَ مُئِي، پَرَ ٻُڏِيءَ جا ٻيڙا ٿِيا.

(سهڻي، ٥ ـ ١٥)

(٣٩)

تَڪِيا تاڪِياڻُون، وِيا رَمندا رامَ ڏي،
ڪِجان، خَبَرَ نہ لَهان، تَنِ آديسِيُن آئُون!
ڪَنهن ڪُوڻِ ڪَنياڻُون؟ ڪاڏي وِيا ڪاپَڙِي.

(رامڪلي، ٣ ـ ١٢)

(٤٠)

تَڪِيا پَسُون تَنِ جا، هَلي مَنجهان حالَ،
ڪوڙِين ڪَنوڻِيَنِ جا، پِينَرُ! پانيان پالَ،
سامِيُن جي سَنڀالَ، مُنهنجو چِتُ چَگو ڪَيو.

(رامڪلي، ٣ ـ ١١)

(٤١)

تن اَڪِيُنِ اُتان سُڪَ، ڪِلَندي ڪَتَنِ جي،
پِرِيُنِ پاپوهَڻَ سان، ڏُورِ ڪَيا سِيِ ڏُڪَ،
ماڙهُنِ لِيکي ٻُڪَ، سامِي سُوَرَ سَنا ڪَيا.

(پورب، ٢ ـ ٢)

(٤٢)

تَنِ باغَنڻُون بَسِ، جي ڪَنڌِيءَ ڪاڪ ڪَڪوريا،
سوڍِي رِءِ، سَرَتِيُون! ڪاڪِ نہ اَچي ڪَسِ،
راڻي پائي رَسِ، تَنُ پِيڙِيءَ جِئَن تاڻِيو.

(مومل راڻو، ٧ ـ ١٧)

(٤٣)

تُنبائي تاڪِيدَ سين، جن پچايو پاءُ،
لَسي تَندُ، لَطِيفُ چَئي، هَلي تن هَٽاءُ،
مَلمَلِ مَنجهان، ماءُ! جي سِڪِيُون، تن سونُ ڪَيو.

(ڪاپائتي، ١ ـ ٢٠)

(٤٤)

تَنُ تَسبِيحَ، مَنُ مَڻِيو، دِلِ دَنبُورو جَنِ،
تَندُون جي طَلَبَ جُون، وَحدَتَ سِرِ وَجَنِ،
"وَحْدَہٗ لاَ شَرِيڪَ لَہٗ"، اَهو راڳُ رَڳُنِ،
سي سُتائي سُونهن، نِنڊَ عِبادَتَ اُنِ جي.

(آسا، ٤ ـ ٤٧)

(٤٥)

تُنَ تُنِيندو آءُ، مَڪِ ڏِيهاڻي مَڪُڙي،
سانباهي سمنڊَ جي، مَنان مُورِ مَ لاهِ،
اَڄُ ڪِ سَنجهہ صُباحِ، اُهِرَندي اَتانگَ تَڙِين.

(سريراڳ، ٣ ـ ١٠)

(٤٦)

تن پِيئِي جانارَن يادِ، جي پارِيَلَ پُنهونءَ جامَ جا،
سَندِي لالَنَ لاڏِ، مُئان پوءِ مُنڊَ ٿِئي.

(معذوري، ١ ـ ٣)

(٤٧)

تَنَ جنِين جي تانگَ، سي سَجَڻَ سَفَر هليا،
لَئج لاتِ، لطيفُ چئي؛ ڪڏهن ايندم؟ ڪانگ!
ڪنهن سَتائي سانگَ، پِرِين پَرڏِيهي ڪيا.

(سامونڊي، ١ ـ ٢٥)

(٤٨)

تَندُ تماريءَ تانُ، ڪَهيو سو قبُولُ پيو،
سرُ تہ آهي سَٽ ۾، پَرَ ٻيو ڪِي مَڱج ڏانُ،
خاڪِ، مِٽِي ڪابانُ، ڪاتِيا پوءِ ڪُجهہُ نَهين.
(سورٺ، ٤ ـ ٥)

(٤٩)

تَـنِ ساڏوهِيَنِ سَڏُ مَران، ڏِنگا جِنين ڏارَ،
پُـٽي سانُ پَـتارَ، پاٹُرِ پيرُون چُونڊِيان!
(مارئي، ٧ ـ ٩)

(٥٠)

تَنَ طبيب نہ تُون، سُڌِ نہ لَهين سُورَ جِي،
سانِدِ پنهنجا ڏِٻَڙا، ڪَڏ ڪَٽِي ۾ پُون،
ڪانَ ڳُهرجي مُون، حياتِي هوتَنِ ريَ.
(يمن ڪلياڻ، ٢ ـ ١)

(٥١)

تَنُ ڪُڏِي، مَنُ حُجرو، ڪِيمَ چاليها رَڪُ،
ڪوہ نہ پوڇيو پوڇئين، اَنٽي پَهَر اَلَکُ؟
تان تون پاڻُ پَـرَکُ! سيڪنهن ڏانهن سامهون.
(يمن ڪلياڻ، ٥ ـ ٣٤)

(٥٢)

تَنَ ڪي ڪڍي تارِ مان، صُلحُ ساهَڙَ جو،
اُت آڏو اَچي ڪِينَ ڪِي، ٻيلِيَـپو ٻئي جو،
ميهَرَ! ڪَج منهنجو، ڪو اوڪَرُ ڪَنهين آرَ تان.
(سهڻي، ٨ ـ ٢٤)

(٥٣)

تَنَ ۾ تَرازَ توهَ جِي، ڳهٹو لَهُ ڳهوري،
اَدَبَ ۽ اِخلاص جا، سِڙہَ ٻَڌج سوري،
وَڪَرُ وينَتِينُ جو، تنهن ۾ پاءِ توري،
تہ عادَتُون اوري، تُنهنجو تَوائِي نہ ٿئي.
(سريراڳ، ٦ ـ ١١)

(٥٤)

تن مُنهَن موچارا مارُئين، مَليرُ جِنين ماڳُ،
ناقِصَ نَوازي گهَٹا، سَندو تن سَياڳُ،
اَڱَنِ مون اَياڳُ، حُسنُ تي هِيتَن ٿيو!
(مارئي، ٥ ـ ١١)

(٥٥)

تِنِ نيٹَنِ ڪِي نيران، جِن ساجُهرُ سيڻَ سانپيٽيا،
جِيءَ، جُسي ۽ جانِ، ڪَرَ حُضُورِي حَجُّ ڪَيو.
(آسا، ٦ ـ ٦)

(٥٦)

تن وَنِهَين ويڙِيچَنِ ڪي، رُئين نہ راتو ڏينهَن؟
ڪالَهہ پَنوهارَنِ لَـڏِيو، مُون ڪي چاڙهي چيهَن،
آٿُون جِتَندي ڪِيئَن؟ جِہ اُنِ ٿَرِ وَجِي، ٿاٿا ڪَيا.
(مارئي، ٢ ـ ٦)

(٥٧)

تَـنِ وَنهين ويڙِيچَنِ ۾، سَدائِين سُڪارُ،
چُنڊِيو، آٽِيو چاڙهِيُون، سَندو ڏُونَرَن ڏارُ،
جن جو ويڙِنِ سين واپارُ، سي ڏوٽِي هُونِ نہ ڏُٻرا.
(مارئي، ٧ ـ ٥)

(٥٨)

"تنهن پَرِ اُنَنِ مِينهَڙا، جنهن پَرِ ڳُهرِيائُون،
رَضا جا رَحمَانَ جي، پُڄِي پارِيائُون،
مَليرُ ماٹِيائُون، حُڪمَ سانُ حَبِيبَ جي."
(مارئي، ١١ ـ ٧)

(٥٩)

تَنهن ڪِوِنِ ٽي ڪِواءِ، جا ڏِسِ ڏاڏاڻَنِ جي،
سارِيو سانپِيڙِنِ ڪي، رويو راتِ وهاءِ،
سُوتا ڪِيمَ سَهاءِ، عُمَرَ! بَنِديائَـنِ ڪي.
(مارئي، ابيات متفرقہ ـ ١٨)

(٦٠)

تو جنين جي تات، تن پڻ آهي تُنهنجي،
'فَاذكُرُونِيَ اَذكُركُمۡ'، اِيَ پَرُوڙج باتِ،
هَتِ ڪاتي ڳُڙ واتِ، پُڇَڻُ پَر پرينِ جي.

(ڪلياڻ، ٣ ـ ١٣)

(٦١)

تو جو ٻولُ، ٻَروچ! ويهي ڪيو وَٽڪار ۾،
سوئي پارِج، هوتَ! وَلهيءَ مُون مَعذُورِ سين.

(سسئي آبري، ٤ ـ ١٣)

(٦٢)

تو جو پانيو هارُ، سو سُورَنِ جو سَگِڙو،
چَنيسَرُ چِٽُ ڪَٽي، تِيو پورهِيَتِ جو پارُ،
اَوٽَتِ جو آچارُ، ڪانڌُ ڪَنهين سين مَ ڪَري!

(ليلا چنيسر، ١ ـ ٩)

(٦٣)

تو جو ڏِيو پانئِيو، سا سُورَجَ سَهائي،
اَنڌَنِ اُونداهِي، جي راتِ وِهامِي ڏِينهُن ٿِيو.

(رامڪلي، ٩ ـ ٢٤)

(٦٤)

"تو دَرِ آيُسِ، راڄِيا! ٻِيا دَرَ ڏِيئي ٻَنِ،
ڪَهانِ جو ڪُماچَ سين، سو سُڻُ سَباجهي ڪَنِ،
جا مَڱَ مُنهنجي مَنِ، سا توکي مَعلُومُ سَڀِڪا."

(سورٺ، ١ ـ ١٢)

(٦٥)

"تو دَرِ آيُسِ، راڄِيا! ٻِيا دَرَ ڪَري دُورِ،
سائِلُ تو سَينَ هَٽِي، هَردَمُ آن حُضُورِ،
ٻِيو نہ مَڱِي مُورِ، اَمَنُ ڏِيو اُنَ ڪي."

(سورٺ، ١ ـ ١١)

(٦٦)

"تو دَرِ آيُسِ، راڄِيا! جاچڪُ وَتي جيُ،
ڪَنان "نارُ حامِيَہ"، هانُ بَچائِج هِيُ،
والِي ڏِياريئِي ويُ، جِتِ آهي "جَنَّاتُ عَدنٍ."

(سورٺ، ١ ـ ٩)

(٦٧)

"تو دَرِ آيُسِ، راڄِيا! هَهڙو وَتي حالُ،
اونائيج عَلِيلَ جو، سَباجها! سُوالُ،
اَڱڻَ مَتي آنهنجي، ڪَهي ڪي قَوالُ،
ٻِيلا! ڪَري ٻِيالُ، اَمَنُ ڏِيو اُنَ ڪي."

(سورٺ، ١ ـ ١٠)

(٦٨)

توڏانهن گهٽو نهاريان، تارا! تيلاهين،
سَڄَڻُ جيڏاهِين، تون تيڏاهين اُڀرين.

(ڪنڀات، ١ ـ ٢٢)

(٦٩)

توڏي توڙائين، نِينهَن نَوازي سُهڻي،
ڳَچِيءَ هارُ حَبِيبَ جو، لائِـقُ لَڏائِين،
سو تـَـڙُ سونائِين، جيڏانهن عالَمَ آسرو.

(سهڻي، ٣ ـ ٧)

(٧٠)

توڏي! تُهائِينِ جي، سي هتي چِڏِ حِرصَ،
ساهَـڙُ ڏاران سُهڻِي! ڪوتِيُون ڪَنِ ڪِرسَ،
وَڏي اِيَ وِرسَ، جيئَن ڏَمَ وَتِ ڏِينهَن گُذارئِين.

(سهڻي، ٣ ـ ٨)

(٧١)

توڏيءَ ڪي تَعظِيمَ، ٻين سَيَنٿان اَگري،
اوڏي تي اَلِفَ ڪي، مَنُ گَڏيائِين سين مِيمَ،
جيلان ذاتِ حَلِيمَ، مِلي تي ميهارَ ڪي.

(سهڻي، ٣ ـ ٩)

(٧٢)

تو سامائي، سَسُئي! مَرَڻُ ڪيو مُردارُ،
ڪُپَرِ سين ڪوهيارُ، لُوٺي! تو لَڄايو.

*(معذوري، ٤ ـ ١١)*

(٧٣)

تو سَڱُ، ساهَ! گهَٽن سين، جِئَڻَ! گوشي جاءِ،
مَرَڻَ! مُون سين آءُ، تہ پِنيءَ تو پَنڌُ ڪَريان.

*(معذوري، ٤ ـ ١٠)*

(٧٤)

توسين پولَ پَهُون، سَهَسين ساڄَنُ جي ڪري،
ڪَندِينءَ توءِ ڪِهُون، جي نالو ڀِيَڙُءِ نينهَن جو.

*(سسئي آبري، ٤ ـ ١٥)*

(٧٥)

توکي توڙائين لِکِي، عُمَرَ! اَچائِي،
جنهن تو سامائي، مامَ نہ پَکِي مارُئين.

*(مارئي، ابيات متفرقہ ـ ٤٧)*

(٧٦)

توکي رَسي 'تو' ڌَڻي! سَپوئي جَمالُ،
ڪونهي ٻِيو خِيالُ، جي شارِڪَ! شڪُ وڃائِيين.

*(آسا، ١ ـ ٤)*

(٧٧)

توکي مَعلُومُ مُنهنجِيُون، سوڍا! سَپيئي،
آڳاندو اَرواحَ ڪي، آهِئين اُهوئِي،
وِهَڪَ مُون ويئي؛ پُڇايو، پُڇان پَهي.

*(مومل راڻو، ٤ ـ ٧)*

(٧٨)

تو ۾ بَڌِيَسِ تي، جي مُنهَن ۾ مَديُون نہ ڏٺين،
ڊِولا! جي ڍَڪئين، سي مَتان عيبَ اُپٽين.

*(مومل راڻو، ٨ ـ ٦)*

(٧٩)

تُون اوڏڙ، تُون اوڏِڪو، تُون اَجهو، تُون آڳُ،
هِتِ پڻ تُنهنجو تَڪِيو، مَهَندِ پڻ تُونهين ماڳُ،
سي لورِيُون ڏِيَنِ نہ لاڳُ، جي اَجهي آيُون اَبڙي.

*(بلاول، ٣ ـ ١٣)*

(٨٠)

تُون تَماچِي، تَڙَ ڌَڻِي، آئُون گندِري غَرِيبِ،
توسين ڄامَ! قَرِيبِ ڪي، ڏنُ چِڏائي ڏيج مُون.

*(ڪاموڏ، ١ ـ ٧)*

(٨١)

تُون تماچِي، تَڙَ ڌَڻِي، آئُون مهاڻي مي،
مُون ڪي ڏُهاڳَ مَ ڏي، آئُون جا نالي سُيَسِ تنهنجي.

*(ڪاموڏ، ١ ـ ٦)*

(٨٢)

تُون جي ڪالَهہَ مُئِي، تہ ڪالَهہَ ئِي گَڏِينءَ پرينءَ ڪي،
ڪَڏهن ڪانَ سُئِي، تہ ڪا سَگهِي گَڏِي سڄڻين.

*(حسيني، ٩ ـ ١٩)*

(٨٣)

تون چَندَ! اُهوئِي، جو هُتِ پَسِين تو پِرينءَ ڪي،
آڏِتُ چِٽَج اُنِ ڪي، ڏِياڻءِ جو روئِي،
هيڪانديءَ هوئِي، سانگُ مَ پوي سڄڻين!

*(ڪنيات، ١ ـ ٣)*

(٨٤)

تون حبيبُ، تون طبيبُ، تون دارُون ڪي دَردَنِ،
تون ڏِئين، تون لاهئين، ڏاتَرَ! ڪي ڏُکندَنِ،
تڏهين ڦَڪِيُون فَرَقُ ڪن، جڏهين اَمرُ ڪريو اُنِ ڪي.

*(يمن ڪلياڻ، ١ ـ ٤)*

(٨٥)

تون حبيبُ، تون طبيبُ، تون دَردَ جو دارُون،
دَوا آهين دِل کي، تنهنجون تَنوارُون،
ڪريان تِي ڪارُون، جنَّ ٻڪي ٻيَنئُون نہ ٿئي.
*(يمن ڪلياڻ، ا ـ ٢)*

(٨٦)

تون حَبيبُ، تون طَبيبُ، تون دَردَ جي دَوا،
جانبَ! منهنجي جيءَ ۾، آزَرَ جا اَنوا،
صاحبَ! ڏي شِفا، ميان! مريضَنِ کي.
*(يمن ڪلياڻ، ا ـ ا)*

(٨٧)

تون حبيبُ، تون طبيبُ، تون ئي ڏَنَنِ ڏِبُ،
تون ڏُئين، تون لاهئين، تون ئي هادِي رَبُ،
آهِم اِيُ عجبُ، جئن واريو ويجَ وِهارئين.
*(يمن ڪلياڻ، ا ـ ٣)*

(٨٨)

تُون ڏِاتي، ڏِتَ ڏَئي؛ ڏِولا! تُنهنجو ڏِتُ،
پائي تُرازِيءَ توريان، تہ مُلڪ نہ تُنهنجو مَتُ،
لاهي ڪَسَرَ، ڪَتُ، اَچي ڪوڙِ قناتُون ڪاڪِ ۾.
*(مومل راڻو، ٦ ـ ١٦)*

(٨٩)

تُون سَچُڙُ، آئُون سيڪَڙُو، تُون ڏاتارُ، آئُون ڏُڏُ،
سُئي تُنهِنجو سَڏُ، ڪُلهي پاتُم ڪِينَرو.
*(پرڀاتي، ا ـ ٢٤)*

(٩٠)

تُون سَچُڙُ، آئُون سيڪَڙُو، تُون ڏاتارُ، آئُون ڏوھُ،
تُون پارِسُ، آئُون لوھُ، جي سَجِين، تہ سونُ ٿِيان.
*(پرڀاتي، ا ـ ٢٥)*

(٩١)

تُون سَچُڙُ، آئُون سيڪَڙُو، تُون صاحِبُ، آئُون سَڳُ،
پُڇِي تُنهِنجو پَڳُ، ڪُلهي پاتُم ڪِينَرو.
*(پرڀاتي، ا ـ ٢٣)*

(٩٢)

تُون سَمو، آئُون گندِري، مُون ۾ عَيبَ اَپارَ،
پَسي لِيَ لَغارَ، مَتان ماگَرِ مَتِئين!
*(ڪاموڏ، ا ـ ٢)*

(٩٣)

تُون سَمو، آئُون گندِري، مُون ۾ عَيبَنِ جوءِ،
پَسِي راڻِيُنِ روءِ، مَتان ماگَرِ مَتِئين!
*(ڪاموڏ، ا ـ ا)*

(٩٤)

تُون سَمو، آئُون گندِري، مُون ۾ عَيبَنِ ڪوڙِ،
پَسي ڪِکِيءَ ڪوڙِ، مَتان ماگَرِ مَتِئين!
*(ڪاموڏ، ا ـ ٣)*

(٩٥)

تُون سَمو، آئُون گندِري، مُون ۾ عَيبَنِ لَڪَ،
هِنَ مُنهنجي حالَ جي، توکي سَڀِ پَرَڪَ،
ڪارَڻِ رَبَّ اَلَڪَ، مَتان ماگَرِ مَتِئين!
*(ڪاموڏ، ا ـ ٥)*

(٩٦)

تُون سَمو، آئُون گندِري، مُون ۾ عَيبَنِ ويھَ،
پَسي مَئڪي ڏِيَ، مَتان ماگَرِ مَتِئين!
*(ڪاموڏ، ا ـ ٤)*

(٩٧)

تُون صاحِبزادو سُپِرين، آئُون نِسورو نَوڪَرُ،
بيحَدِ ڪَريان بَندَگي، هَٿَ ٻَڌي حاضُرُ،

چِنَ ڇڏِيندِيَس ڪِينَ ڪي، دوستَ! اوهان جو دَرُ،
مُون تان مِهرَ نَظَرُ، پِرِين! لاهِ مَ پانهنجو.
(بروو سنڌي، ١ ـ ١٩)

(٩٨)

تُون ڪا ڪاني پاءِ، وَنِ ۾ وصالَ جي،
دوبينائِي دُورِ ڪَري، مَعرِفَتَ مَلهاءِ،
سُپيريان جي سُونهَن ۾، رُخنو ڪونَ رِهاءِ،
آڪِ اَشهَد چاءِ، تہ مُسلِمانِي ماڻِئين.
(آسا، ٤ ـ ١٩)

(٩٩)

تُون ويسرو، ويرَا! ساٿِيُنِ سَنيَتِ پَنڌَ جي،
جوڙِي جُنگَ جَهازَ ڪي، ڪوڙَ هَٽائج ڪيرَ،
وَهِي وَڻجارَنِ جي، بَندرَ ڏانهن بَهيرَ،
گَهرِ تنين جي ڪِيرَ، جن لاڳِيدارَ لَنگهائِيا.
(سريراڳ، ٥ ـ ١٠)

(١٠٠)

تُون هَڏِ ڪُڇاڙِيا، سَنجهي سَعيو نہ ڪَرِين؟
سَوارا سَنڌَ ڪَٽي، ڪاهوڙِي وِيا،
آڻِيندين ڪِيا، ڏُٿَ ڏُوراٽي ڏيہَ جو؟
(ڪاهوڙي، ١ ـ ٦)

(١٠١)

توڻي تَوائي، توءِ تُنهنجو آسرو!
سَڄَڻُ گَرِ لائي، ڪِيرُون ڏِيندِيَس جيڏِيين.
(سريراڳ، ٦ ـ ١٢)

(١٠٢)

توڻي تُون ڪاتارِ، جِمَ هيڪلِي پيرِئين،
ڏِنِي ڪا ڏُئارِ، صَرافَ اِنهِين سُٽَ ۾.
(ڪاپائتي، ١ ـ ١)

(١٠٣)

توڻي ٽِينءَ وَڏِي، توءِ اُٽي آتَڻَ آءِ،
ٽي پيڙِي پيرَمَ وارِئين، ٻِي هَڏِ ڪَرِ مَ ڪاءِ،
تہ صَرافُ تو صُباحَ، ڪونِي ڪاتارِن سين.
(ڪاپائتي، ١ ـ ١١)

(١٠٤)

توڻي ناهِ نَصِيبَ ۾، مُومَلِ ميندِرو،
پُنڌُءِ، جِمَ پاهِين وَرِين، مَنجهان پِرتِ پَرو،
راٽي لَءِ مَ رو، وِهُ طَعني سين واڳِجي.
(مومل راڻو، ٣ ـ ١٨)

(١٠٥)

توڻي ولاڙُون ڪَرِين، توڻي هَلِين وڪَ،
لِڪِئي مَنجهان لِڪَ، ڏَرو ضايَع نہ ٿِئي.
(معذوري، ٥ ـ ٧)

(١٠٦)

تو، وَرَا! وَهُون ڪيتريُون، مُون وَرُ تُون وَريج،
سوپِي! اِن سُهاڳَ ڪي، پوري! پَرُ مَ ڏيج،
پِرتان پيرَ پَريج، مَلهائج مِسڪِينِ ڪي.
(ليلا چنيسر، ٣ ـ ١١)

(١٠٧)

تهڙا چاليها نہ چالِيہَ، جهڙو پَسَڻُ پرينءَ جو،
ڪهڙِي ڪاتِبَ! ڪرئين، مٿي پنن پيہَ،
جي وَرَقَ ورايِن ويہَ، تہ اَکَرُ اهو ئِي هيڪڙو.
(يمن ڪلياڻ، ٥ ـ ٣٣)

(١٠٨)

تَهڙا ڪَڙچَ ڪَڪرا، جَهڙا جاڻَنِ ڦُلَ،
تَنِ سامِيُنِ جي سڌَ مَران، جِن جي گودڙِيُنِ ۾ گُلَ،
اَندَرِ مُلان مُلَ، بَهرِ ڪوجها ڪاپَڙِي.
(رامڪلي، ٦ ـ ١٢)

(١٠٩)

ٿهڙو ڪنجُهَرَ ۾ ڪِينَ پيو، جَهڙِي سُونهَن سَنديِاسِ،
مَـڏُ، مِياٽيُون، مَڪُڙا، مِڙئي مَعافُ ٿِياسِ،
مورِچَلَ مَٿانسِ، اُپو تَماچِي تـِي هَٽي.
*(ڪاموڏ، ١ - ٢٤)*

(١١٠)

تيلُ نہ لائِيان تُنهنجو، مُون ماروُءَ جو مَنّ،
ڪَرِيان بِي نہ ڪَنّ، آهَرَ اُنهِين آهِيان.
*(مارئي، ٣ - ٥)*

## وائي- ١

تان تُون ويہُ سَنبَهي، ساٿي! مِيان! پانڌي! مِيان!
ڪاڪِ هَلِبو ڪَڏِهِين؟

لَڪين لُڏُوٽِيان مَٽي، مَٿي واٽَ ويا ٿـي، مِيان!
جنهن ڪي پُڇان، سو چوي: "آئِيو ڪونہَ اُٿان ٿي، مِيان!"
ڪوٺائُو ڪَرِيمَ جو، آئِيو پَهِي پَريان ٿِي، مِيان!
حُڪُمُ ڏِيندُءِ هَٿَ ۾: "هاڻي هَلُ هِتان ٿِي، مِيان!"
اَدِيُون! عَبدُاللّطِيفُ چَئي، پِرِيُنِ پاسِ پُران ٿِي، مِيان!
*(مومل راڻو، ١ - وائي)*

## وائي- ٢

تَنڙَ نِهارِيان تي، مُنهنجا بَندَرِ وِيڙا جي،
مانَ سِڙِهَ سُجاڻان سَجَڻين.

اُپِي اوسَه پائِيان، ڪارَڻِ وَڻِجاري،
گهڻو اُڪَنڊي آهِيان، پِرِينءَ پنهنجي ڪي،
آسائِتي آهِيان، اَلا! ڪانڌُ اَچي.
*(سامونڊي، ١ - وائي ٢)*

## وائي- ٣

تہ ڪو هوتُ سَجَڻُ نِيندا، هو! ڏِبـرا؛
ڪَلَ نہ پيـيَرِ ڪا؛ مُون نہ پـَرُوڙِيا، ماءِ!
ڪُهي ڪَمِيڻي هَلِيا، بانيَڻِ ڪَري پيرا،
پَسان شالَ اَکِيُنِ سين، دوستَ سَندا ديرا،
سيڻَن ساجُهر لَـڏِيو، پوءِ ٿي پُڇين پيرا،
ڏاڻَ وِجهي ڏاگَهنِ کي، وَنگيَءِ نہ تنهن ويرا،
ٻـَڙِڪَنِ ٿا بانيَڻِ جا، جِيَّ اَندَرِ جيرا.
*(حسيني، ١١ - وائي ٣)*

## وائي- ٤

تن اکيِنِ آئُون آڙائي، ٻـَـڙي! جيڏيُون!
ڪنهن دَرِ ڏِيان دانهڙي؟
ڦڪِيُون ڏيئي ڦَڪيُون، ويجَن آئُون ورچائي،
حُسنَ هوتَنِ جي، اَديُون! تَنهن لاليءَ آئُون لُڀائي،
اُلفَتَ ڪَر مَ اُنَ سين، قُربَ جا ڪَڙائي،
صُحبَتَ سُپيرِيُنِ جي، مِني آهِ مِنائي،
اَلّا! عَبدُاللّطِيفُ سين، وَحدَتَ وَٽَ وِرهائي.

(رامڪلي،٦ – وائي)

## وائي- ٥

تن پريُن ڪي اُڪَندي آئُون، لَڪَ لَنگهياڻُون،
ڏيرَ قَراريا ڏيهَ ۾، تن اُنَ گهوري آئُون!
ڇَڙهي ڏاڍِين ڏُونگرين، ٻانيَنِ اُجلي ٻانهُون،
هُيَسِ پاسِ پِرِتَ جي، ٻانيَنِ ڏيءَ نائُون.

(ديسي، ٧ – وائي ٣)

## وائي- ٦

تن ڳُڻَنِ ڳَهرِ وِجائي، هو ملئي! جو ڳُڻُن مُون سين جي ڪَيا.
ڪَري مَرجِ، ڪاپڙي! ڳُروءَ وَٽِ ڳدائي،
اِشارتُون اُن جُونِ، وانءُ ڪَپي تُون ڪائي،
نِندَ تَنين ڪي ناهِ ڪا، جا آديسيُنِ اُٺائي،
آهي اِنَ ڳالِهِ جي، راوَلَ! اِيَ رُباعي،
هيڪائي هيڪَ ٿِيا، ٻُڌَنِ ڪانءِ ٻيائي،
اَکيُنِ آرِسُ ڇَڏيو، دِلِ ۾ ناهِ دَغائي،
”اِنَّ اللهَ وَتَرٌ يُحِبُّ الوِتَرَ“، اِيَ اُنينِ لَءِ آئي،
رِيجهائي رَمُوزُ سين، ڪاهوڙِيُنِ آئُون ڪانئي،
اَلّا! عَبدُاللّطِيفُ چَئي، مُون سين، صاحِبَ! ڪَرِ سَٽائي.

(رامڪلي، ٥ – وائي)

## وائي- ٧

تَنَ مَنَ مَنجِهه تَنوارَ، هوا! يارا! سَدا آهي سِڪَ جي.
تَنَ چِٽڪَنِ چِٽَ ۾، جَنَ سا گهندِيءَ لارَ.
لَڳي اَڄَ اَکيُنَ کي، سِگهو موٽُ، سَتّارَ!
پَسان ڪِينَ پِريتَمُو، ڪاڏي پِرتِ پَچارَ؟
بَندِياٽي پَنيِورَ ۾، آهيان اَوهان ڏارَ،
مُون کي چِڏِ مَ چِپرين، آرياٽي! آڌارَ!
ڏِيان خيزُ خِزانَ ۾، بي تو مَنجِهه بَهارَ،
مُضِرَ تان مُون کي ڪيا، حَڪِيمَنِ هَزارَ،
دَوا آهِيين دِلِ جي، وارو، واقِفَ ڪارَ،
آٽي ڏي عَلِيلَ کي، مَعجُونُون، موچارَ!
آهي عَبدُاللّطِيفُ کي، تنهنجي، پِيَّ! پچارَ.

(سسئي آبري، ١ – وائي)

## وائي- ٨

تُنهنجيءَ تَندُ تَنوارَ، يارا! مُون مَنُ موهِيو.
مَلِهي آئين، مَگَـٽا! ڳَجي ۾ ڳرنارَ،
سِرَ جي صَدا چِڏِ تُون، ڏِياڻءِ ڏيجَ اَپارَ،
دانَ ڏِياڻءِ ڏُهرا، هَزارين هَزارَ،
اَلا! عَبدُاللّطِيفُ چَئي، پَسان پِريُن پارَ!

(سورٺ، ٢ – وائي)

## وائي- ٩

تَنهن کي کيرُ چَوَندو مي؟ آڙي! اِيَ سَمي جا سَمَنگي.
سَمي جي سُهاڳَ جو، مينڊو ڳُتو مي،
چارو چامَ کُلهي کَيو، عِشقُ اِٿَن ڪَري،
جِنِ وِهَنُ نہ ڏِني وَٽِ ۾، ٿِيا سَلامي سي،
عالَمُ اِنعامي ڪَيو، نُوريءَ نازُ ڪَري.

(ڪاموڏ، ٢ – وائي)

## وائي- ١٠

توڏَنِ تان نہ تَنوارِيو، مُنهنجو لالَنُ وارِيو،
اَللهَ كارَڻِ، مِيان! اوٺِيا!
شَرَفُ لَهي سَسُئي، كُنَلِ كي كَرُ كارِيو،
ميندِيءَ مُورَ مَلِيرَ جا، چانگَنِ كي سَبِ چارِيو.

*(معذوري، ٤ ــ وائي)*

## وائي- ١١

توكي مَگّان، جو تون آهِيَين، پيو دَرُ كونَ سُڃاڻان.
اِلاهي! عِنايَتَ سين، نوازئين نماڻا،
اَنڌا كِرئين آڳَ ۾، كوڻائين كاڻا.

*(سهڻي ابيات متفرقہ ــ وائي ٢)*

## وائي- ١٢

توڻي تَڙَئين توَن، يا اَلا! تو دَرُ توءِ نہ ڇڏيان!
مون كي سو مُشاهِدو، جي منهن نہ ڏئين مون،
مون پيا دَرَ گهڻا نهاريا، آهئين توَن ئي توَن.

*(كنيات، ٢ ــ وائي ٢)*

## وائي- ١٣

توڻي نِين، نہ نين:
اَلو مِيان! آئُون اُنين جي آهِيان.

زورو هِنَ ضَعِيفِ سين، كامِلَ كوهُ كَرِينِ؟
جَٺُ پنهنجي جُوءِ ۾، جانِبَ مانَ جَٺِين!
پكَ پَدَمَنئِان آڳري، سُركي مان سَچِين!
بانهي بَروچا پانهنجي، سَگِرِ مان سَڏِين،
پيرين آئُون نہ پُڄَني، كَرَهَلَ هُوءِ نہ جَهلِين،
اَديُون! عَبدُاللّطِيفُ چئي، نِينهُن نِباهِيو نِين.

*(كوهياري، ٥ ــ وائي)*

# ٿ

(١)

ٿاجا ٿـَرَ بَرَ جهلَ، پپون پاٺـَرَ وٽِ ۾،
سيئِي ساريو سومرا! اَچي آبَ اُجَلَ،
سانپيِنِ ڏنَمِ سَلَ، ڏِني جن ڏينهَن ٿِيا!

(مارئي، ٩ _ ١٣)

(٢)

ٿا صَرافَ سُجَنِ، پاڻُ ڪوٺائين جوهَري،
ماڻِڪُ ڪري مُٺِ ۾، وانءُ وَٺي وَٽِ ٿَنِ،
سندس ئي سَيّدُ چئي، ڪهڙو قَدُرُ ڪَنِ؟
پاٽيڻُ ئي پَرکَنِ، ڪِ ڪَنچَلُ گڏين ڪَچ سين؟

(سريراڳ، ۴ _ ١۴)

(٣)

ٿـَڏيءَ ٿکي نہ وهي، ٿَنيءَ ڪَري ٿاڻَ،
وڏائين وَٽڪارِ ۾، سَسُئِيءَ پاڻُ سُکاڻَ،
پُڇي پَہَ پَکِيَنِ کي، پيئِي مُنڌَ پَرياڻَ،
ڏِنَسِ ڏيہَ وَٽَنِ جا، تن اَللهَ لَڳِ اُهڃاڻَ،
مانَ پَرچي پاڻَ، اَچي آرياڻي وَري.

(معذوري، ۵ _ ٦)

(۴)

ٿَرَ ٿَرَ اَندَرِ ٿاڪَ، عُمَرَ! ماروئڙَنِ جا،
لاٿائون، لَطيفُ چئي، مَٿان لوئِيءَ لاڪَ،
عُمَرَ! ڪَريو آڪَ، پَهِريو ٿِي پَنَ چَران.

(مارئي، ٢ _ ٧)

(۵)

ٿـَرَ ٿَرَ اَندَرِ ٿانءُ، وَنهيَنِ ويڙهيچَنِ جو،
سَڀِ ٿُنهنجو، سومرا! وينا ڳِنهَنِ نانءُ،
اُتي وينديسِ آئون، لوئيءَ لَڄَ مَٿي ڪَري.

(مارئي، ٢ _ ٨)

(٦)

ٿـَڙڪي، پَسي ٿوڪُ، ٿِرڪي تَڪَبُرَ ۾ پَئي؛
اَچيو اَچيو، 'اَڳِلي'، چَئي ليلا کي لوڪُ،
اَندَرُ اوپالِنِ سين، سارَڙي ڪَيائُونس سوڪُ،
ٻالاپَڻَ جو ٻوڪُ، وِيو ويچارِيءَ وِسري.

(ليلا چنيسر، ٢ _ ١)

(٧)

ٿَڪِيائي، ٿـَرَ ٿيلهہ: چَڙهُ چُڪِيائي، چوٽِئين،
هَلندي هوتَ پُنهونءَ ڏي، يَـوَ مَڙيئي پيلِ،
اُتي، رائو ريلِ، وينِّنِ تان واري وَري.

(سسئي آبري، ٨ _ ١٣)

(٨)

ٿورا مَنجهہ ٿَرَنِ، مون سين ماروءَ جي ڪَيا،
عُمَرَ! اُنِ ڳُٺَنِ، آئون ڪِئَن لوئي لاهِيان؟

(مارئي، ابيات متفرقہ _ ٣٩)

(٩)

ٿورا نہ ٿورا، مون تي ماروئـَڙَنِ جا،
پَـلائيءَ پيرا، ڳَـٽي ڳَـٽِيان ڪيترا؟

(مارئي، ابيات متفرقہ _ ۴٠)

(١٠)

ٿورَ ويرَمي تِيُّ، وچڻ ويرَمَ نہ سَهي،
ڏيئي مَرج ڏُونگَرين، جَتَنِ ڪارَڻ جِيُّ،
هَڏِ نہ هوندو هِيَّ: ساهُ پِريان تان صَدقو!

(معذوري، ٦ _ ١١)

(١١)

ٿوري قُوَتَ قَراريا، رَهَنِ سَبرَ سَٿَ،
ڪَـٿِيءَ ۾ کِہَ پَـڪُليا، پُوٽَنِ اَهڙيءَ پَٿَ،
پَنوهارَڪي پَٿَ، پيهي پُڇُ مَليرَ ۾.

(مارئي، ٧ _ ٦)

(١٢)

ٿِيا تَماچِيءَ جامَ سين، مُهاڻا مَحرُومَ،
نَنڍِيءَ وَڏِيءَ گَندرِيءَ، مَٿي ماڙِيءَ ڏُومَ،
جي ڪِنجُهَر، جي رُومَ: سي سَپِ انعامِي ٿِيا.
(ڪاموڏ.١ ـ ١٦)

(١٣)

ٿِيا رَسِيلا رحمانَ سين، سَگُرُ سونهين جي،
آئِيون تنين ڪي، واڌايُون وِصالَ جون.
(يمن ڪلياڻ.١ ـ ٦)

(١٤)

ٿِيو حُضُورِي هاڻ، سوجها پِيَسِ سَرَ جي،
ڪَنڌي لَڌِي ڪاڻِ، پَکِيَڙِي پاتارَ ۾.
(ڪارايل.١ ـ ٦)

## وائي-١

ٿِيندو تَنَ طبيبُ، دارُون منهنجي دَردَ جو.
ٻُڪي ڏِيندُم ٻاجهہَ جِي، اَچي شالَ عجيبُ،
پرينِ اَچي پاڻَ ڪِيو، سندو غورُ غريبَ،
ڏُکندو سيوئي ڏُورِ ڪِيو، مَنجهؤن تَنَ طَبيبَ،
اَديُون! عبداللّطيف چَئي، هاتِڪُ آهِ حَبيبُ.
(ڪلياڻ.٣ ـ وائي)

## ت

(١)

تاتُون کِين پَلاڻَ، سَدا هَٿَنِ کَرکِرا،
لاکي لوڙائُنِ جا، آهِڙا ئي اُهُجاڻَ،
ڏيئِي تَنگُنِ تاڻَ، کُوکَ کاريندا کَچڙي.

*(ڏهر، ٤ ـ ٣٦)*

(٢)

تَکُ وِنگي، وَرَ گهٽا، کَتيان کُجاڙو؟
کاپي مَٽان کيتِرو، آٽيان اُڌارو؟
جي وَرُ ڏِئي وارو، تہ سُونهان سَرَتيُنِ وِچَ ۾.

*(کاپائتي، ١ ـ ٢٣)*

(٣)

تِمَنِ نيڻَ، رَتُ وَهي، چُئاکا کَيو،
مُون کي ڏَنءُ ڏِيو، اَئِين تا وَجو، اوئِيا!

*(حسيني، ٢ ـ ٦)*

(٤)

تِئين ڏِينهن تِمکائِين، دُونهيُون دائِرَن ۾،
ميڙيو کَڙَجَ کانيُون، جوڳي جَلائِين،
سَنديُون کامَڻَ خَبرُون، آديسِيُن آهِين،
ڳُجهہ نہ ڳالهائِين، لِکا پُٽَنِ لوکَ ۾.

*(رامڪلي، ٢ ـ ٣)*

(٥)

تيئِي پَرچِيا پاڻَ ۾، تَندُ، کَتارو، کَنڌُ،
تَنهن جهوئي ناهہ کِي، جو تو چارَڻَ! کَيو پَنڌُ،
اِيُ شُکُرُ اَلحَمدُ، جِئَن مَٿو گهُريوءِ مَگٽا!

*(سورٺ، ٤ ـ ١٠)*

## ث

(١)

ثابِتُ لنگهيا سِيرَ، لَهرين لوڏيا کين کِي،
وَجي پهتا پارَ کي، نِرتُون منجهان نِيرَ،
ماءِ! پَهُتا مِيرَ، پارِ لَنگهِيائون پاجهَہ سين.

*(سريراڳ، ٥ ـ ٩)*

# ج

(١)

جا بَرادَ بُتَنِ، سا اَجَ بُکَ آديسيَنِ،
روزا رِندَ رَکَنِ، عيدَ نہ اوڏا کاپَڙي.
(رامڪلي، ٩ ـ ١٠)

(٢)

جا پُون پيرين مُون، سا پُونِ مَتي سَجَڻين،
ڏَگَ لَتَبا ڏُوڙ ۾، اُپِي ڏناسُون،
ڏينهَن مِڙيئِي ڏُونَ: اُتِي لوچ، لَطِيفُ چئي.
(مومل راڻو، ٥ ـ ٤)

(٣)

جا جَرَ جاتُون نہ ڏِٺي، ڏِيا نہ موهي،
سَڏُون کوهُ کري، سا پنهنجي کانڌَ جون؟
(سامونڊي، ٢ ـ ٢٣)

(٤)

”جاجِڪَا! تو جُهارُ، ڏَهَ پيرا ڏِياڄَ چئي،
جَنهن ۾ مالُ نہ مِريءَ جيترو، تَنهن تُون طَمَعدارُ،
جي اَچِيئي کَمِ کَپارُ، تہ ويہَ پيرا وَدِي ڏِيَنءِ.“
(سورٺ، ٣ ـ ٦)

(٥)

جاجِڪُ جهُونا گَڙَهَ ۾، کو عَطائِي آيو،
تَنهن کامِلَ کَڍِي کِينَرو، ويهي وَڄايو،
شَهرُ سَجوئِي سُرَ سين، تَندَنِ تَپايو،
دايُون دَرمانديُون ٿِيُون، پايَنَ پاڏايو،
چارَڻَ ٿي چايو، تہ مارِي آهي مَگتو.
(سورٺ، ٢ ـ ١)

(٦)

جا جِئاري جوڳِيين، سا ماڙهِن مُصِيبَتَ،
سامِيَنِ سُورُ صِحَتَ، جي پُورِبيا! پَرُوڙِئِين.
(رامڪلي، ٤ ـ ١٢)

(٧)

جا سَنهو نہ سِکي، سا مَرُ رَنِدائي روڙي،
سُٽُ اُنهيءَ جو سَقِرو، وِيا تَرازِيءَ توري،
ٿُلهي ۽ توري، وِيچاريءَ سان وَڙُ ٿِيو.
(کاپائتي، ١ ـ ٢٩)

(٨)

جا عُمَرَا! تو مُلِ عِيدَ، سا سانُ سوءَ وَرتيي، سُومِرا!
ويئي ويچارَن وِسِري، خُوشِي ۽ خَرِيدَ،
سِکَنَ کَيا شَهِيدَ، مارُو جي مَلِيرَ جا.
(مارئي، ٣ ـ ١٨)

(٩)

جا گُرَ ڏِني گودِڙِي، سا ٿِئي لاهِيندي لَڄَ،
سَندا تنهن سُهَجَ، چيلو چَوندو کيترا؟
(رامڪلي، ٩ ـ ٤١)

(١٠)

جا گُرَ ڏِني گودِڙِي، سا مُون کي ٿي مَرَڪُ،
چيلا! ماري چَرَخُ، اوڍِي ويہُ اَدَبَ سين.
(رامڪلي، ٩ ـ ٤٠)

(١١)

جا گُرَ ڏِني گودِڙِي، سا مُون گهِٽِي سُهاءِ،
نيئِي رَساٽي ماءِ، اوڍِئين جي اَدَبَ سين.
(رامڪلي، ٩ ـ ٤٢)

(١٢)

جاڳائي جَتَنِ، گوُرا گَسِ هَلايا،
پَهُتي رِءَ پَهاڙَ ۾، اُتَ مَ آگَهتِجَنِ!
لَتاڙي، لَطِيفُ چئي، لَنگهيو بَرُ بوتَنِ،
تن کَهڙي چُکَ چانگَنِ؟ هوتَ حماتي جن جو.
(ديسي، ٢ ـ ٧)

(١٣)

جاڳايَس جَنبُورَ، ڪُتي قَرِيبَن جي،
ٻَهي پِئُنڪِي اُٿيو، گهِڏِي مَنجهان گهُورَ،
سَڀِ لاهِيندو سوُرَ، گَرِي هِنَ غَرِيبِ تان.
(معذوري، ١ ـ ٤)

(١٤)

جاڳَڻَ مَنجهان جَسُ، آهي آدا! جن کي،
لاهي جو، لَطِيفُ چئي، مَٿان قَلَبَ ڪَسُ،
وَرنَهَ! ڪَجان وَسُ، صُبُحَ ساڻُ، سَيّدُ چئي.
(ڏهر، ٣ ـ ١٠)

(١٥)

جاڳو، جاڙيجا! سَما! سُکِ مَ سُمُهو،
پَسو، آن پاريا، لاکو ٿو لوڙيُون ڪَري.
(ڏهر، ٤ ـ ٣٤)

(١٦)

جا هَڙَ اَندَرِ جِيَ، ساهَڙَ ڏِني ساهَ کي،
ساهَڙَ ڇُڙِي نہ ساهَ جِي، سا هَڙَ ساهَڙَ رِيَ،
ساهَڙَ ميڙِ، سَمِيعَ! تہ سا هَڙَ ڇُڙِي ساهَ جِي.
(سهڻي، ٥ ـ ٢٣)

(١٧)

جاءِ نہ سَچو ڏِينهُن، هِنئَڙو اوني وَڳَ جِئَن،
مُون پِرِيان سين نِينهُن، چِنَڻَ ڪارَڻِ نہ ڪَيو.
(رپ، ١ ـ ١٤)

(١٨)

جان ايندين تان آءُ، هَٽِي هَٿُ پَڳهين،
لڳي واءُ سُواءُ، سِڙهُ سانباهِي نہ سَهي.
(سامونڊي، ١ ـ ٤)

(١٩)

جانِبَ! اِيئَن نہ جُڳاءِ، جِيئَن ماريو، موتِيو نہ پُڇِين،
رَتِيءَ رَتُ نہ سِنجُري، سِڪَ تُنهنجي ساءِ،
آسان تو ئِي لاءِ، ٿي پَرِ ۾ پُوڄائُون ڪَيُون.
(بروو سنڌي، ٢ ـ ٣)

(٢٠)

جانِبَ! تُون جيڏو، آهين شانَ شُعُورَ سين،
مُون تي ڪَرِ، مُنهنجا پِرِين! توهُ تُسِي تيڏو،
اِيُ ڪامِلَ! ڪَمُ ڪيڏو؟ جِئَن نَوازِينِم نِگاهَ سين.
(بروو سنڌي، ٢ ـ ١)

(٢١)

جانِبَ! مُنهنجي جِيءَ ۾، تُنهنجِي طَمَعَ پوءِ،
وَتُ ڪاتي، وَڍِ آڱُرا، اَدَبُ ڪَرِ مَ ڪوءِ،
پانيان پالُ سَندوءِ، جي ساڄَنَ! سَنئون نِهارِئين.
(بروو سنڌي، ٢ ـ ٢)

(٢٢)

جان تَنُ ڪَيوءِ نہ تِئَن، سوئيريان ئي سَنهڙو،
پِرِين پائِيندا ڪِيئَن، توکي آڪَڙِيَن ۾؟
(آسا، ٣ - ١٣)

(٢٣)

جان تو هُتَڙو سُورُ، ڪَندا! پورَ ڏٽِيَن جو،
مَٿي لامُنِ پُور، موريءَ مَجَرَ نہ ڪَرِئين.
(ڏهر، ١ ـ ٥)

(٢٤)

جان تو هُتَڙو وَڍُ، ڪَندا! پورَ ڏٽِيَن جو،
پاٽا ڏيئِي ڏِڍُ، مُورِيءَ مَجَرَ نہ ڪَرِئين.
(ڏهر، ١ ـ ٤)

(٢٥)
جان جان پَسين پانَ کي، تان تان ناهِ سُجُودُ،
وڃائي وُجُودُ، تِهان پوءِ تَڪبيرَ چَؤ.
(آسا، ١ ـ ١٢)

(٢٦)
جان جان پَسين پانَ کي، تان تان ناهِ نمازَ،
سَڀِ وڃائيِ سازَ، تِهان پوءِ تَڪبيرَ چَؤ.
(آسا، ١ ـ ١١)

(٢٧)
جان جان ناهِ ضرور، تان تان طبيبُ ناهِ ڪو،
جُ سو سَريو سُورُ، تہ ڪَرَ ويڄُ وَرِ پيو.
(يمن ڪلياڻ، ٨ ـ ٢)

(٢٨)
جان جان هُئِي جِتَري، وِرچي نہ وينِي،
وڃي يون پيِنِي، سِڪَندِي ڪي سَڄَڻين.
(سهڻي، ابيات متفرقہ ـ ٩)

(٢٩)
جان جان هُئِي جِتَرِي، وينِي نہ ويساندِ،
لُڙهِي لَهرِنِ پاندِ، مُيائِي ميهارَ ڏي.
(سهڻي، ابيات متفرقہ ـ ١٠)

(٣٠)
جان جَرُ هُئَڙو جالَ، تان تُون، مَڇَ! نہ موتِئين،
پَونديئي اَڄُ ڪِ ڪالَ، سانپيوُن سانگِنِ جُون.
(ڏهر، ١ ـ ١٢)

(٣١)
جان جَرُ هُئَڙو سيرَ، تان تُون، مَڇَ! نہ موتِئين،
آڏا آڏي ڪِيرَ، گهَتَ بہ جَهلِيءِ گهاٽُئين.
(ڏهر، ١ ـ ١٣)

(٣٢)
جان جِئين تان جَلُ، ڪانهي جاءِ جَلَڻَ ريَ،
تَنيءَ تَـڏِيءَ هَلُ، ڪانهي ويلَ وِهَڻَ جي.
(حسيني، ٢ ـ ١٧)

(٣٣)
جان ساماٽِيئَن، سَسُئِي! تان ويسُ وڙَنِ جو ڪَرِ،
لاهي لَڄَ، لَطيفُ چئي، تِيُ بيگاريِاٽي بَرِ،
تہ ويندي پَوئِي وَرِ، اَڳِيان هوتُ حُضُورَ ۾.
(سسئي آبري، ابيات متفرقہ ـ ٤)

(٣٤)
جان عاشقَ متي رَتُ، تان دعوىٰ ڪري مَ نَينهن جي،
سائو مُنهن، سُونهن گَئي، سِڪَڻَ اِيُ شرطُ،
نَڪِي گوڏِ گَرَتُ، متّا سِرَ سؤدا ڪري.
(يمن ڪلياڻ، ٧ ـ ٤)

(٣٥)
جان ڪَتين تان ڪَتُ، هيءَ هَڏِ وِهاڻي،
ڪاپائتي سَيَڪا، ڪَتي سيباڻِي،
ڄاتو جن ڄاڻِي، تن هَٿان پَهي نہ ڇِڏِي.
(ڪاپائتي، ١ ـ ٣)

(٣٦)
جان ڪِي جوڳِي تِيُ، نا تہ نرجا! وَنڻُن نِڪري،
ڪوهُ تُو ڪَنَ ڪَپائِيين، جاَن نہ سَهِين سِيُ؟
يَڄُ! پَراهُون تِيُ، مَتان بِيا لَڄائِيين.
(رامڪلي، ٤ ـ ١٤)

(٣٧)
جان ڪي ڪري طبيبُ، دارُون هن دَردَ جا،
هٿيو سي حبيبُ، اُڪوڙيو آڏ ڪري.
(يمن ڪلياڻ، ١ ـ ٥)

(۳۸)

جان ڪي ڪَنڌيءَ ڪانھَن، تان تاڻي پَڌج تُرھو،
ھَٿُ پِريان جي ھَٿَ ۾، ٻئي ڪي ڏِج مَ ٻانھَن،
سَنڌي ڪَپَرَ دانھَن، ڪِ تو ڪنين نہ سُئي؟
(سھڻي، ۸ ـ ۳)

(۳۹)

جان ڪي مُون ڪي تاڻِ، پَڳَہَ پائي پاڻَ ڏي،
ھُو جي ھَنيَءِ ھاڻِ، آئُون نہ جِئَندي اُنِ ري.
(رامڪلي، ۱ ـ ۱۲)

(۴۰)

جان ڪي مُون ڪي ني، پَڳَہَ پائي پاڻَ ڏي،
پَہَ پَروُڙيمِ پَٽَ جا، مَنجھان ڪينَرَ ڪي،
ھاڻي جي ھِنئي، آئُون نہ جِئَندِي اُنِ ري.
(رامڪلي، ۱ ـ ۱۱)

(۴۱)

جان ڪي مُون ڪي نِيو، پَڳَہَ پائي پاڻَ ڏي،
قُوتُ مُنھنجو، ڪاپَڙي! سِڱَيُن مَنجھہ سھو،
ڪا قِري قُوڪَ ڏِيو، آئُون نہ جِئَندي اُنِ ري.
(رامڪلي، ۱ ـ ۱۳)

(۴۲)

جانڪينَ سَتيُن سيرُ، تان ڪينَ وَھَنديَس ڪوٽَ ۾،
سِپَ سَمَنڊين سِپَجي، نَديءَ پيي نہ نيرُ،
جِئَن ھوءَ اَبَرَ آسري، تِئَن مُون مَن مَليرُ،
ڪاٿِر پِيَنِ ڪيرُ، جي اَمانَتَ اُتِ وَجي!
(مارئي، ۱۰ ـ ۱۲)

(۴۳)

جانڪي ميڙ مُنيءَ ڪي، جانڪي مُنيءَ مارِ،
ڏُکيءَ ڪي ڏيکارِ، ھيڪَرَ ھوتُ اَکينِ سين.
(معذوري، ۲ ـ ۴)

(۴۴)

جان گِھڙندا گھاتُوئا، تان رَڃَنِ ڏِيو رَڳَ،
سَڳايُون ۽ سَڳَ، ڪَلاچِيءَ ڪيرُ ڪَري؟
(گھاتو، ۱ ـ ۱۲)

(۴۵)

جان واھُڙ ۾ وَہُ، تان تُون مَڇ! نہ موتِئين،
ڪائي ۾ ڪوہُ ڪَرئين، پوءِ موٽَڻَ جو پَہُ؟
سِرَ مَٿي تُون سَہُ، مَھِميزُون مَلاحَنِ جُون.
(ڏھر، ۱ ـ ۱۱)

(۴۶)

جان وَڍِين، تان ويہُ، نہ تہ وِنيو واٽَ وَنءِ تون،
ھِيُ تنين جو ڏيہُ، ڪاتي جنين ھٿ ۾.
(ڪلياڻ، ۲ ـ ۱۵)

(۴۷)

جانِي آيو جُوءِ ۾، تِيو قلبَ قَرارُ،
وَھِلو وِچائِين وِيو، ڪَري غَمُ گُذارُ،
نِظارو نِروارُ، پِيَ پَسايو پانھنجو.
(سارنگ، ۱ ـ ۴)

(۴۸)

جَبَلُ جيڏو ئي، جو آڏو آرِيچَنِ ڪي،
وَنِي وَرُ، واٽَ وِيا، بُرفَتَ، بِروھي،
رُڃَنِ ۾ روئي، پَسَان شالَ پُنھونءَ ڪي!
(ديسي، ۵ ـ ۹)

(۴۹)

جَبَلُ سُڃَنِ جالَ، آڏا آرِيچَنِ ڪي،
ھاڙھي ڏانھن ھَٿُ ڪَٽيو، ڇِپَر مِڙان شال!
ڪيچي وِيڙمِ ڪالَ، تي تي ڏُونگَرَ ڏورِيان.
(ديسي، ۵ ـ ۱۰)

(٥٠)

جَبَلُ ماري جَکَ، جو آڏو آرِيچَنِ کي،
توڙي لَکَنِ لَکَ، سَڀِ لَنگھيندِيَسِ سِکَ سين.

(ديسي، ٥ ـ ٨)

(٥١)

جَبَلَ ۾ جانارَ، سَرَهَ گَڏيَئي، سَسُئي!
پِنيءَ پوءِ پَوارِئي، بانيَڻِ جي ٻاکارَ،
هوتاڻي هيڪارَ، موليٰ! مُون کي ميڙئين!

(ديسي، ٥ ـ ٤)

(٥٢)

جَتا! شالَ جِئو! جِئو! تا جاڙُون ڪَريو؟
بانيَڻِ کي ٻَروچَ ريَ، ٻيلي ناهِ ٻيو،
چِڻنُ تان نہ پِيو، هِيُ سَگُ نہ چِڻَنَ جهڙو.

(ديسي، ١ ـ ١٥)

(٥٣)

جتِ آهِ نہ ناهِ ڪا، اِيُ خاڪيءَ جو خِيالُ،
جانِبَ جو جَمالُ، پَسَڻان ئِي پَري ٿِيو.

(آسا، ٣ ـ ٨)

(٥٤)

جتِ آهِ نہ ناهِ ڪا، اِيُ خيالُ خاڪي،
پِرينءَ جِي پاڪِي، پَسَڻان ئِي پَري ٿِي.

(آسا، ٣ ـ ٩)

(٥٥)

جت پُنگا، پِٺُون، پيٽِيُون، تَنهن ڪِوڻَ ٿِي ڪواءِ،
سا وِڄُ پَسِيو وِنڌُران، مُون رُندي راتِ وِهاءِ،
سِيلِيٺِينِ سُهاءِ، مارُو جو مَلِيرَ جو.

(مارئي، ابيات متفرقہ ـ ٢٠)

(٥٦)

جت پُنگا، پِٺُون، پيٽِيُون، تَنهن ڪِوڻَ ڪِوَنَ،
پاٽُرُ سَڀِ پُسائيو، وَسي وِڄُڙِيُنَ،
مارُوءَ ري ۾ مَرنِ، اَللهُ! هي آسائِتِيُون!

(مارئي، ابيات متفرقہ ـ ١٩)

(٥٧)

جي تَتو تَنُ تنوُرَ جئن، تہ چَندي سانُ چَماءِ،
آٽي آڳَ اَدبَ جي، ٻاري جانِ جَلاءِ،
بُرقعان اَندر بازيون، پنهنجون سڀ پچاءِ،
لُڇَنُ لنؤُ، لطيف چئي، پَڌرِ هَڏِ ۾ پاءِ،
متان لوڪَ لَکاءِ، وصالان وِڃِ پَئي!

(يمن ڪلياڻ، ٣ ـ ١٥)

(٥٨)

جتِ حَبيبَ هَٽَنِ، ناڻُکَ پَري نِينهن جِي،
تِتي طبيبَنِ، وڃا وِجي وِسري.

(يمن ڪلياڻ، ١ ـ ٩)

(٥٩)

جتِ رايائِين راتَنِ کي، چَندَنُ چِکَ ڪَري،
هاٽي اُنين پيٽيين، وِرهُ وَراکا ڏي،
سوڍو سُجَ ڪَري، مُومَلِ ماري هَلِيو!

(مومل راڻو، ٣ ـ ٨)

(٦٠)

جتِ ڪَرَڙَ، ڪَنڊا ۽ ڪاهِيُون: پالَ، پَکا ۽ پَکَ،
سَرَهِيُون سي سَرَتِيُون، حاضُرُ پاسي حَقَ،
مارُوئَنِ سين ماڻِيان، شالَ مُندائتي مَکَ!
ڪِنڪارِيان خَلَقَ، جا ٿَـرَ جائِي ۾ ٿُوهَرِين.

(مارئي، ابيات متفرقہ ـ ٢٣)

(٦١)

جتِ نہ پکيءَ پيرُ، تِتِ تمکي باھڙي،
ٻيو ٻارِيندو کيرُ، کاھوڙِکيءَ کيرَ ري؟
(کاھوڙي، ٢ ـ ١١)

(٦٢)

جتَنِ جا جيلا، تي ساڻ پُڄائي سَئُي،
آيَسِ آريءَ ڄامَ جا، تَڙَ توڏا تيلا،
اُن کي ناکيليُون نَکَنِ ۾، ڌُھريُون، دَليلا،
سِرِ ھَٽيو سيلا، لايو نِينھُن، نندُون کَرِين!
(ديسي، ١ ـ ١٦)

(٦٣)

جتَنِ سان جانکُون، سَرَتيُون! مُون سَڱُ ٿيو،
کَري کوھيارو ويو، تَنُ ڇنِي تانکُون،
آئُون پڻ تَڏانکُون، اَڏَ ڏُکوئِي آھيان.
(ديسي، ٧ ـ ١٢)

(٦٤)

جتَنُ کَجِ جتَنِ جو، آيا کِ ايندا،
وَنِي پُنھون پاڻَ سين، وَٽان تو ويندا،
دَمُ نہ دَميندا، سِڏارِيندا ساٿيہَ ڏي.
(ديسي، ١ ـ ١٧)

(٦٥)

جتَنِ وِڏِيَسِ جارِ، ناتَ ھُيَسِ نماٽي نِکَٽي،
تِيڙَا پاڻَ قَرارِ، مُون مَنُ گَڏي گوندَرِين.
(ديسي، ١ ـ ١٩)

(٦٦)

جتَنِ يارانو، کيڇِيُن مُون سين کونَ کَيو،
نالي سُيَسِ ھوتَ جي، مَتِمِ ٻارانو،
تيلانھِين طَعنو، ڏِيندا مُون ڏيرَ وِيا.
(ديسي، ١ ـ ٢٢)

(٦٧)

جُتو وانءُ، جَھازَ! گَڏيو غُرابنَ سين،
پُوريِندي ھُنَ پارَ ڏي، سَڏَرَ کَڇِ سازَ،
اَچِنِ ٿا آوازَ، سَٽائي سَمُنڊَ جا.
(سريراڳ، ٣ ـ ١٢)

(٦٨)

جَتَ ھَڏھِين ھُتَ، مُون ھتِ ھنئڙي ۾ حَلُ ٿِيا،
ڄَنگلَ جنِين ڇوڦرا، رَاحَتَ تن جِي رُتِ،
گُنگِنِ جي گُپُتِ، ڇيڙِي وِڏِيَسِ ڇِپَرِين.
(ديسي، ١ ـ ١٨)

(٦٩)

جتي پيرَ پِرَنِ، پَريُون پَونِ پَواريُون،
تانگھہ نہ لَڏِي ٿارُئِين، مَپُ نہ ماٽِيڙِنِ،
کَنڊِيءَ اُيا کيترا، سِيٽاھيا سَنکَنِ،
تون کيئَن تن تَڙِنِ، اَچيو، اَسارِي! گھڙِين؟
(سھڻي، ٧ ـ ٨)

(٧٠)

جِتي جيتِريُون، لِکِيُون لوحَ قَلَمَ ۾،
تِتي تيتِريُون، گھڙِيُون گھارَڻَ آئِيُون.
(معذوري، ٥ ـ ٩)

(٧١)

جتي عَرْشُ نہ اُڀُ کو، زَمِينَ ناہِ ذَرو،
نَکو چاڙَھائو چَنڊَ جو، نَکو سِجَ سَرو،
اُتي آديسِيُنِ جو، لَڳو دَنگَ دَرو،
پَري پيُنِ پَرو، ناٿَ ڏِٺائُون ناہِ ۾.
(رامڪلي، ٩ ـ ٥٥)

(٧٢)

جِتي گھورِيو گھاتُوئِين، تِتي وارِيءَ ٻُٽِّ،
سَھسِين ساٿِي مُٽِّ، سَرُ سُکو، سُونگي گيا.
(گھاتو، ١ ـ ١٠)

(٧٣)

جِتي ماڻڪَ ماڳُ، تِتي چوران تَڪِيو،
سَنئون تن سَياڳُ، اَمُل جن اوباهيو.

*(سريراڳ، ٤ ـ ١٨)*

(٧٤)

جُتيون سي پائِينديُون، جنين پيرَ پرين،
لاٿيُون سَڀ پَرين، سَسُئي سُپيرِيُن کي.

*(معذوري، ٣ ـ ١١)*

(٧٥)

جَڏان 'ڪُنۡ فَيَڪُونَ' چَئِي، نِيو آرِياڻِيءَ اَرواحُ،
اَنگُ اَڳِهين لِکِيو، مُنهنجو ميثاقا،
'مَنۡ طَلَبَ شَيۡئاً وَجَدَّ وَجَدَ'، اُتو عَليءَ شاهَ،
اَچا اِن حَديثَ جو، مُون آسرو آهِ،
پُنهونءَ جي پيغامَ تان، مُنهنجو موتُ مُباحُ،
سَرَتيوُن! دُعا ڪَجاهُ، تہ ميڙائو مُون ٿئي.

*(ديسي، ٢ ـ ٣)*

(٧٦)

جُدائيءَ جو جامُ، ڏِنائُون ڏُکِيءَ کي،
مَنگَلُ مُنهنجي مَنَ ۾، ٻارِيو هوتَ حَمامَ،
اَرَڪِ ٿيو آرامُ، ڪاڪُلُ پَسي ڪانڌَ جو.

*(سسئي آبري، ٦ ـ ١)*

(٧٧)

جَڏهانڪَرَ ٿِيامِ، ساڃاهِ سُپيرِيُن سين،
تَڏهانڪَرَ تَرَ جيترو، ويرَ نہ وِسرِيامِ،
اَندرِ رُوحَ رَهِيامِ، سَڄَڻَ اوطاقُون ڪَري.

*(بروو سنڌي، ١ ـ ١٧)*

(٧٨)

جَڏهانڪُرَ جاني! سَڄَڻَ سانگِ سِڌارِيا،
راتيان راحَتَ ناهِ ڪا، ڏِينهان حيراني،
آئُون پَنهنجي پِرِينءَ تان، ڪوڙين قُرباني!
رضا رباني، نا تہ ڪريان وَسَ وِصال جا.

*(بروو سنڌي، ١ ـ ١٦)*

(٧٩)

جَڏهِن پَوي يادِ، صُحۡبَتَ سُپيرِيُنِ جي،
فَرِيادُون فرِيادِ، ناگَہَ وَڃَنِ نِڪِيو.

*(بروو سنڌي، ٢ ـ ٤)*

(٨٠)

جَڏهن پيئي باسَ، ڇِپَرِ هوتَ پُنهونءَ جي،
اَديُون! آريچَنِ جا، وَٽَنِ مُڪا واسَ،
آيَلِ! پُني آسَ، پُنهون آيو ڪيچَ ۾.

*(ديسي، ٧ ـ ١٠)*

(٨١)

جَڏهن پيئي ڇِٽَ، ڇِپَرِ هوتَ پُنهونءَ جي،
پَرَهي وينِيُون پَٽَ، گُوندَرَ لَٿا گولِئين.

*(ديسي، ٧ ـ ٩)*

(٨٢)

جَڏهِن ڍاڳِي ڍورُ، ٻَئي وَهَنِ ٻَلِيارَ ۾،
تَڏهِن تارَڙِيُنِ طورُ، هُئو جَسودَنِ سين.

*(ڍهر، ١ ـ ٨)*

(٨٣)

جَڏهن سُتيُون جي، پَٽَرِ پيرَ ڊِگها ڪَري،
تَڏهن تِنين کي، ساٿَ سُتيئي ڇَڏِيو.

*(ڪوهياري، ١ ـ ٨)*

(٨٤)

جڏهن 'ڪُنۡ فَيَڪُوۡنُ'، مَنُ تڏهانڪون مارئين،
تُون ڪِئَن وجهين تن ڪي، سُومرا! شڪُون؟
هَمِيرَنِ هَڪَوُن، جاڙَ جُسي ڪي پاتِيُون!

(مارئي، ١ ـ ٢)

(٨٥)

جڏهن وَسِيلَنِ، لوڙهي ڇڏي لُڙ ۾،
پاراران پِريَنِ، تڏهن پُڇي سُهڻي.

(سهڻي، ١ ـ ٢٤)

(٨٦)

جَڏِيءَ وَٽِ جالي، مانَ اَللهِ ڪارَڻِ لِڪَ سيئَن،
آهي آرِيءَ جامَ جي، هِتِ هُتِ حوالي،
عَيبَ مُون اَگرا، مانَ تِرمَلَ نِڪالي!
پَرتِياڻي پالي، ڪامِلُ نيندو ڪيچَ ڏي!

(ديسي، ٣ ـ ١٢)

(٨٧)

جَرِ ٿَرِ تِڪَ تَنوارَ، وَڻَ ٽِڻَ وائِي هيڪڙي،
سِپِيئِي شيءِ ٿِيا، سُوريءَ سَزاوارَ،
هَمَہ مَنصُورَ هَزارَ، ڪهڙا چاڙهيو چاڙهئين؟

(سهڻي، ٩ ـ ١)

(٨٨)

جَرَ تَرَّ ڏِيا ڏي، وَڻَ ٽَڻَ بَڏي وانئُيُون،
اَلا! ڪانڌُ اَچي، آسائتي آهيان!

(سامونڊي، ٢ ـ ٢٢)

(٨٩)

جَرَ ۾ سِپُون جِيئَن، آهِينِ اَبَرَ آسري،
جَئَن ڪُنجُون سارِينِ روهَ ڪي، مُون تَنَ اَندَرِ تِيئَن،
هُتِ وَعدا وَڃَنَ جا، هِت نہ يانيُمِ هِيئَن،
ڪونئِينِ وِهان ڪِيئَن، جي نَظَرَبَندِياڻي نہ هُئان؟

(مارئي، ١٠ ـ ١٣)

(٩٠)

جَرُ هارِيو ٿي جَڪري، جَڏهِن رُنو ڏيريدَار،
ڍُولي تڏهن ڍِيلِين: سوِيي! ٿِيَءِ نہ سارَ،
چَنيسَرَ پَتارَ، حِيلو ڪَيو هارَ جو.

(ليلا چنيسر، ١ ـ ١٣)

(٩١)

جَـنَّ جِئَري جن سين، مُئي پڻ سين تَنِ،
جي هِتِ نہ هوتُ پَسَنِ، سي ڪَنهن پَرِ ڪيچ پَسنديُون؟

(حسيني، ١٢ ـ ١٦)

(٩٢)

جُزو وِجايو جوڳِيين، ڪُلَّ سين آهين ڪَمُ،
آسَڻُ جِنِ عَدَمُ، آئُون نہ جِئَندي اُن ري.

(رامڪلي، ١ ـ ٤١)

(٩٣)

جُ سي اَڱڻِ آئِيا، تہ سَرو ڪندا سُڄَ،
سائي ٿِيندين اُڄَ، هي پيتو! هو آڻ ڪِي!

(يمن ڪلياڻ، ٤ ـ ١٢)

(٩٤)

جُ سي سَنپِرجَنِ، سَهَ تِنين سين اورِيان،
لُنءَ لُنءَ هيڪِ وَڃَنِ، رَڳُون رَبابَنِ جِئَن.

(رپ، ١ ـ ٢١)

(٩٥)

جُسي سَندو، جوڳَ ري، مُون نہ گُهرجي ماهُ،
سامِيءَ مُنهنجو ساهُ، آئُون نہ جِئَندي اُن ري.

(رامڪلي، ١ ـ ٣٤)

(٩٦)

جُـہُ سي لوڙائُو ٿِيا، جنين پِرَ رَهَنَ،
مارُو مَنجِهہ ٿَرَنِ، رَهِي رَهَندا ڪيترو؟

(مارئي، ابيات متفرقہ ـ ١)

(۹۷)

جُہ سي لوڙائُو ٿيا، جنين سنڌيءَ ڏيرَ،
مارُوئَڙا فَقِيرَ، ڪنهن دَرِ ڏيندا دانهَڙي؟

(مارئي، ابيات متفرقہ ـ ۲)

(۹۸)

جُسي ۾ جبّار جو، خَفِي خيمو ڪوڙ،
جَلّي تون زبان سين، چارئي پَهَرَ چورِ،
فڪر سين فُرقان ۾، اسم اعظم ڏورِ،
بيا در وِڃي مَ ووڙ، اِيُ اَمَلُ اِئائين سپجي.

(يمن ڪلياڻ، ۵ ـ ۸)

(۹۹)

جُ صَرافَنِ لَڏيو، تہ تُون پڻ لَڏج، سونَ!
قَدُرُ لَهندُءِ ڪونَ، نيئي گڏيندءِ گڏؤنءَ سين.

(سريراڳ، ۴ ـ ۱۰)

(۱۰۰)

جَڪَرا! تُون جِئَين، تُنهنجو ڪَنين مَدو مَ سُڻان،
آڪِيُن ۽ هِنئين، پِنهي تارِي تُنهنجي.

(بلاول، ۲ ـ ۲)

(۱۰۱)

جَڪرا ! جِئين شالَ، تُنهنجو ڪَنين مَدو مَ سُڻان،
جِئَن تو آچِي ڪالَ، نالائِق نوازيا.

(بلاول، ۲ ـ ۳)

(۱۰۲)

جَڪرو جَسَ ڪَرو، ٻيا سَڀِ اَنيرا،
جِيائِين جُڙيو جَڪرو، تِيائين نہ ٻيا،
مِٽي تَنهِن ماڳا، اَصُلُ هُئِي ايترِي.

(بلاول، ۲ ـ ۵)

(۱۰۳)

جَڪرو جَسَ ڪَرو، ٻيا مِڙئِي مَلَ،
سَمي جي سُهاڳَ جي، ڪَنهين نہ پيئي ڪَلَ،
مِٽي اِنَ مُرسَلَ، اَصُلَ هُئِي ايترِي.

(بلاول، ۲ ـ ۴)

(۱۰۴)

جَڪرو جوڙي، پاڻَ ڏٽِيءَ پيدا ڪَيو،
ڪيهَرَ جِئَن ڪَرُ ڪَٽِي، مُچُون مَلُهہ موڙي،
سَمُونڊِ جِئَن سيرَ ڪَيو، تو بارِ جِئَن ٻوڙي،
گهوٽُ چَڙهِيو گهوڙي، پيچِيُن لائي پيچرا.

(بلاول، ۲ ـ ۱)

(۱۰۵)

جَڪري جِهو جُوانُ، ڏسان ڪونَ ڏيہَ ۾،
مُهَڙُ مِڙنِي مُرسَلين، سَرسُ سَندسِ شانُ،
"فَڪانَ قَابَ قَوسَين اَوَادنَي"، اِيُ مُيسَرُ تِيسُ مَڪانُ،
اِيُ آڳي جو اِحسانُ، جَنهن هادِي ميڙيُمِ هَهڙو.

(بلاول، ۲ ـ ۱۱)

(۱۰۶)

جَڳُ جِئَن ئِي چوءِ، سودو تِئَن نہ سِڪيو،
راڻو تِئَن نہ رُوءِ، ڳوڙهو جِئَن ڳِلِ ڳَڙي.

(مومل راڻو، ۷ ـ ۱۳)

(۱۰۷)

جِن اُجهيو، تِنِ نہ ٻُجهيو، وينِي گڏيُن ويرُ،
ڏوري ڏٺائُون ڏڪَ سين، پاڻَ مَنجهان ئي پيرُ،
لَٿو تنِ، لَطِيفُ چَئِي، جُسي جو زَنجِيرُ،
ڪِينَ ڏٺو هو ڪاپَڙيين، ڪابُلُ ۽ ڪَشمِيرُ،
سَچُ جنين جو سِيرُ، تنِ گُرُ وينِي ئي گڏيو.

(رامڪلي، ۵ ـ ۱۲)

(۱۰۸)

جَنَّتَ سَندِيَن جوءِ، فائِقَ هَلِيا فِردَوسَ ڏي،
فانِي ٿِيا 'فِي اَللّهَ' ۾، هوءِ سين ٿِيا هوءِ،
رَبَّ! ڏيکارِئين روءِ، اُنين جِي اِحسانَ سين!

(ڪيڏارو، ٦ ـ ١٢)

(۱۰۹)

جِندا! هو مَ جوڳَ ري، جِندا! جوڳُ مَ پاءِ،
ڪُوڙي ڪَج مَ ڪَڌِهين، سَچي ڪا مَ سَلاءِ،
پَهَچَڻُ پارِينداءِ، مَتان رامُ رُسائِين.

(رامڪلي، ۴ ـ ١٧)

(۱۱۰)

جن ڪَرايُن ڪَجَ جا، وَرُ ساهيڙِيُون سي!
اَت اُڪَندِي آهِيان، مَنهَن مارُوءَ جي،
لَڪَن سين نہ پاڙِيان، هَندَ هتي جا هي،
اَهلَ اَباڻَنِ ڪي، مَري شال مَلهائِيان!

(مارئي، ٣ ـ ١)

(۱۱۱)

جن ڪي دَورُ دَردَ جو، سبق سُورَ پڙهنِ،
فڪرَ فَرهِي هٿ ۾، ماڻ مُطالع ڪنِ،
پَنو سو پڙهنِ، جنهن ۾ پَسن پرينءَ ڪي.

(يمن ڪلياڻ، ۵ ـ ١٧)

(۱۱۲)

جن وِڃايو وُجُود ڪي، سي فانِي ٿِيا "فِي اَللّهَ" ۾،
نہ تنِ قِيامُ نہ قُعوُدُ ۾، نہ ڪو ڪَنِ سُجُودُ،
جيلان ٿِيا نابُودُ، تيلان گڏِيا بُودَ ڪي.

(آسا، ١ ـ ١٧)

(۱۱۳)

جنهن تَڙ ڏورڙون ڏٺَن، چوتا چَندَنَ چِڪَ ڪَيو،
اَڃَنِ پَوَنَرَ پَنيولِيا، پاڻِيءَ تَنهين پُوَنِ،
راوَلَ رَتو رُئَنِ، ڪو وَهُ لَڳو واسُئِين.

(مومل راڻو، ٣ ـ ٧)

(۱۱۴)

جَنهنجي ڏٺِيان ڏارَ، پِيٽي ناهہ پَنيورَ ۾،
ڪَميٽِيءَ جي ڪانَ ڪَيِءِ، ساڻَ لَڏِيندي سارَ،
آءَ، عالَمَ جا سَردارَ! واري واڳَ وِلَهِيءَ تي.

(ٻرو سنڌي، ٣ ـ ٢)

(۱۱۵)

جَنهن سَناسِيءَ سانڍِيو، گَندي ۾ گِراهُ،
اُنهِيءَ ڪان اَللّهُ، اَڃا اَڳاهُون ٿِيو.

(رامڪلي، ٩ ـ ١١)

(۱۱۶)

جَنهن ڪارَڻ جوڳِي ٿِيا، جان جان سو نہ پَسَنِ،
تان تان سَناسِيَنِ، وِرهَ وهامي راتڙي.

(رامڪلي، ٩ ـ ٤٨)

(۱۱۷)

جِنين پِيرِيو هيڪلو، تِنين ميڙِيو، ماءِ!
تَندُ اَهڙِيءَ ساءِ، مُون آتَڻُ هَڏِ نہ اُڃِهي.

(ڪاپائتي، ١ ـ ٢)

(۱۱۸)

جِنين جهيڙِيو اَڄُ، عَلِيءَ جي اولادَ سين،
پَءِ! تِنين ڪان پَڄُ، جي جَماتي يَزِيدَ جا.

(ڪيڏارو، ۴ ـ ۴)

(۱۱۹)

جِنين جهيڙِيو ڪالَ، عَلِيءَ جي اولادَ سين،
هَيءِ! تِنين جي حالَ، جي جَماتي يَزِيدَ جا.

(ڪيڏارو، ۴ ـ ٣)

(١٢٠)

جنين ديکيو دِل سين، پُنيءَ سي پيئُون،
تہ پڻ تي ويئُون، جي پُنهونءَ پاڻ لِڪائيو.

(حسيني، ٣ ـ ١٠)

(١٢١)

جنين سُکُ ناهِ کو، چارَنَ سي چِئِجَنِ،
رُجَنِ راهَ پُڇَنِ، مَتي کُلهَنِ کِينَرا.

(پرڀاتي، ١ ـ ٤)

(١٢٢)

جنين سَندي مُنهَن ۾، نهائيُون نَکَنِ،
تِئان وَڍِيو هيکِڙو، تہ کَهڙو تورو تَنِ؟
سي مَرُ سُجائي سُونهَنِ، جن پَلِي پِينگ پَرَمَ جي.

(مومل راڻو، ٨ ـ ٢٥)

(١٢٣)

جنين سَنديءَ بوڏَ ۾، پَنون پَتين جيُ،
تَنَ! تنين سين پِيُ، اوڏا اَڏي پَکَڙا.

(يمن ڪلياڻ، ٨-٢٢)

(١٢٤)

جنين سودي سَچَ جو، وَکَرُ وهايو،
’بَخِرو لَهُمُ البُشريٰ‘ جو، اُنين لَءِ آيو،
ان کي لالَنَ لنگهايو، ساندارو سَمُوندَ جو.

(سريراڳ، ٢ ـ ٨)

(١٢٥)

جنين ڪارڻ مُون، تَڙَ پُوڄارا پُوڄيا،
پُنِيُمِ اُميدُون، سيئي سَجَڻَ آئيا.

(ساموندي، ٢ ـ ١٩)

(١٢٦)

جِنين ڪتو ڪالَهہ، سي پاٽا پيئُون مامِري،
جِنين ڏَکَ نہ مالَهہ، سَرَهيُون سي صَرافَ سين.

(ڪاپائتي ١ ـ ٣٠)

(١٢٧)

”جو تَعَلُقُ رَکي تَندُ سين، سو کي پَلَيءِ پاءِ،
مُون کي مَ موتاءِ، آئُون آڳاهُون آئِيو.“

(سروڳ، ٣ ـ ١٧)

(١٢٨)

”جو تو ڏِيَڻُ ڏِياڇَ! ياڻيو، اِيئن سِرُ سَپِکو ڏي،
کي نانہ جهڙو ڏي، جو سَندَ تِئي سُوالِيين“.

(سروڳ، ٣ ـ ١٥)

(١٢٩)

جو تون ڏُورئِين ڏُورِ، سو سَدا آهي ساڻُ تو،
لالَنَ لَءِ، لَطِيفُ چئي، مَنجهي تِئُي، مَعذُورِ!
مَنجهان پَنئُن پَرُوڙِ، تو مَنجِهہ آهِسِ تَکِيو.

(سسئي آبري، ٣ ـ ٨)

(١٣٠)

جو چَلِيُون پَسي نہ چَکِيو، تَنهن واکاڻيو وکَ،
لُڏي کِينَ، لَطِيفُ چئي، لَکَنِ اَڳان لِکَ،
پيرُ نہ موڙي پانهنجو، تِکيءَ پَئجي تکَ،
سَرَتِيَنِ ڏئي سِکَ، هَکَلَ سين هالار ڏَئي.

(بلاول، ١ ـ ٨)

(١٣١)

جو ڏيہَ ڏاڏاڻيان آيو، پيرين تنهن پُئان،
سانگائِتُوءَ سَيَدُ چئي، سَنديُون چِتَ چُئان،
هِتي تان نہ هُئان، حَرف لَتي هيکِڙي!

(مارئي، ١٠ ـ ٨)

(١٣٢)

جو ڏيہَ ڏاڏاڻيان آيو، ڏِنُمِ تنهن طَعنو:
”پائي ويہُ مَ پَلَنگين، کِڇيءَ سِرِ ڳانو،
مَتان لَکَ، لَطِيفُ چئي، کَانءِ مَ خَزانو،

سَرَتِيُنِ سِيلُ چوايو، جورِ هٽي جانو،
ٿيو سَڌُ سَمانو، حَرَف لَٿي هيڪڙي“.
(مارئي، ١٠ ـ ٩)

(١٣٣)

جو ڪُهَندَ سُهَندَ سامُهون، پرتِ تَنهين سين پارِ،
نِينهُن نہ نِبهي جَنهنجو، تَنهن سين تُون مَ تَنوارِ،
هَڏِ مَ واتَ وِسار، ٿِيُ نِرالو نِبري.
(رامڪلي، ٩ ـ ١٩)

(١٣٤)

جوڳَ نہ جوڳو تُون، ڪَرين پَچارُون جوڳَ جُون،
هِڪڙو پَنڌُ پِريُن جو، ٻِي تُنهنجِي پِوُن،
سامِي سيٽَن ڏوُن، رُئندا ئِي رَتَ وِيا.
(رامڪلي، ٤ ـ ١٠)

(١٣٥)

جوڳِيءَ تي جڙاءُ، نسورو ئِي نِينهن جو،
پَتَنگَ جِئن پيدا ٿِيو، سامِي سِڄَ وَڙاءُ،
آيو ڪاڪِ تَڙاءُ، ڪُنوارِن ڪڪورِيو.
(مومل راڻو، ١ ـ ٩)

(١٣٦)

جوڳِي! تُنهنجي جوڳَ ۾، ڳالهہ گُهرجي ڳُجُ،
وَڏِيو، چِرِيو، چِچِرِيو، پَر ۾ اُيو پَڄُ،
سوئي بارِج مَڄُ، جو آتَشان آبُ ٿِئي.
(رامڪلي، ٤ ـ ١٣)

(١٣٧)

جوڳِي ٿِيَن نہ يارَ، ڪَنهين سين قَرِيبُ ٿِي،
مان مُلاقِي اُنِ سين، جِنِ پُورَبَ جِي پَچارَ،
اَٿئي پَهَرَ اُنَ جي، آهِ نانيءَ ڏانهَن نَهارَ،
لائي ويا، لَطِيفُ چئي، اَندَرَ مَنجهہِ اَپارَ،
سامِيُنِ سانُ، سَتارَ! لاهُوتِي لالُ ٿِيان.
(رامڪلي، ٤ ـ ١٥)

(١٣٨)

جوڳِيڙا پاڙي، ڪَرَ نہ هُوا ڪَڏهين،
وِيا مَڙهہ تاري، ڪالهَہ وَڃائي سِڱُيُون.
(رامڪلي، ٥ ـ ١٣)

(١٣٩)

جوڳِي جَڳُ ڇَڏي، پُرِيا پُورَبَ پَنڌَ ڏي،
لاهُوتِي، لَطِيفُ چئي، هَليا لعلَ لَڏي،
”وَاللّٰهُ يَدْعُوا اِلَيٰ دَارِ السَّلَامِ“، صاحِبُ سِين سَڏي،
هَيءِ! هَيءِ! هِنَ هَڏي، هَمَه ڪي حيرانُ ڪَيو.
(رامڪلي، ٥ ـ ١١)

(١٤٠)

جوڳِيڙا جَهانَ ۾، هُئا مَنجهہ حَمامَ،
آرامان اَرَڳُ ٿِيا، اوڏا نہ آرامَ،
ڪَيائُون قِيامَ، آئُون نہ جِئَندِي اُنِ ري.
(رامڪلي، ١ ـ ٢)

(١٤١)

جوڳِي! ڪَنڌُ ڪَپاءِ، ڪَنَ ڪَپائِنُ مِيرُڪي،
صُحبَتَ تُنهنجِي، سَيَّدَ چئي، سامِيُنِ وَٽِ سَماءِ،
”يَهْدِي اللّٰهُ لِنُوْرِهٖ مَنْ يَّشَاءُ“، اِئين اُنينِ لَءِ آهِ،
اِيَ تِنين جي جاءِ، جن ٻَئي جَڳَ ڇَڏِيا.
(رامڪلي، ٥ ـ ١٠)

(١٤٢)

جوڳِيُن جوڳُ جُڳاءِ، جوڳُ پِڻ سُونهي جوڳِيين،
جوڳِيُن سَندِي جانِ ۾، ڳُجهُہ ڳُجهاندَرُ آهِ،
هاءِ! مُونهين کي واءِ! جا آئُون جوڳُ نہ سِکِي.
(رامڪلي، ٤ ـ ٩)

(١٤٣)

جوڳِي ويا جامِيرَ، جان مَڙهنيان مُنهُن پائِيان،
ٻِيا پُوڄِيندي ڪيرَ، ڏُوڏاٽي ڏُوپَ ڏَري.
(رامڪلي، ٩ ـ ٢١)

(١٤٤)

جوڳي هُونِ نہ جِتَرا، پائي جوڳُ مَ جِيُ،
هارِيا! هِنِ ڪَنَنِ سين، سُڻُ سَنيهو اِيُ:
"وِڃائي وَجُودَ کي، پاڻان پاسي ٿِيُ"،
هَڏهين ڪونهي هِيُ، آسارا! 'آئُون' ڇوين!
(رامڪلي، ٤ ـ ١١)

(١٤٥)

جوڳِيءَ جاڳائي، ماري وڌو مامري،
لَنؤ لُڌوٽي ڪَنڌِيين، اَميو آهي،
وَڃو جي ڪاهي، تہ نِڪُون پَسو نينهَن جُون.
(مومل راڻو، ٢ ـ ٧)

(١٤٦)

جو مون پڙهيو پاڻ لَيءِ، سَبَقُ سابِقُ جو،
پهرين سڄاتم پاڻهنجي، نفسَ جو نِهو،
جِتِ عَرفانُ اَصلَ ۾، تي روحن روزَ ڪيو،
وري وَرَقُ پيو، گڏيم وَڏُ وصال جو.
(يمن ڪلياڻ، ٥ ـ ٢٥)

(١٤٧)

جهڙا پانَنِ پَنَ، تَهڙيُون سالُون مَٿِنِ سائِيُون،
عَطَرَ ۽ عَبِيرَ سين، تازا ڪَيائُون تَنَ،
مَڙهيا گهڻو مُشڪَ سين، چوٽا ساڻُ چَندَنَ،
سُنُهَنِ رُپي سونَ سين، سَندا ڪامَڻَ ڪَنَ،
ڪَيائِين، لالُ لَطِيفُ چئي، وَڏا ويسَ وَرَنَ،
مَنجهِ مَرڪِيَسِ مَنَ: "سودِي سين سَڱُ ٿيو".
(مومل راڻو، ٣ ـ ٢)

(١٤٨)

جهڙا گُلَ گُلابَ جا، تَهڙا مَٿِنِ ويسَ،
چوٽا تيلَ چَنبيلِيا، ها ها! هوا! هَمِيشَ:
پَسِيو سُونهَن سَيّدُ چئي، نِينهَن اَچِنِ نيشَ،
لالَنَ جي لِبيسَ، آتَڻِ اَڪرُ نہ اُڇهي.
(مومل راڻو، ٣ ـ ١)

(١٤٩)

جهڙو 'قَيدُاَلماءِ'، تَهڙو بَندُ نہ ڪو پيو،
'جَفَّ الْقَلَمُ بِما هُوَ ڪَائِنٌ'، لَهي نہ ترُ تَنَاءِ،
عُمَرَا! تو هَتَاءِ، آجائِي ٿِئي آجڙين!
(مارئي، ١ ـ ١٢)

(١٥٠)

جَهڙي آيَسِ جيئَن، جي تَهڙي مِلان تِن ڪي،
قِران قُرَ چارِيان، هِنئُون چَئيمِ هِتَن،
وَڃان ڪِئَن وَطَنَ ڏي؟ ڪانڻِ لَهَنديِمِ ڪِيئَن؟
مُنداڻِتي مِينهَن، سُونهان سَرَتِيُنِ وِچَ ۾!
(مارئي، ٦ ـ ٢)

(١٥١)

جَهڙي آيَسِ جيئَن، جي تَهڙي وَڃان تِن ڏي،
تہ لالائِيءَ جا، لَطِيفُ چئي، ڪَرَ مُندُن اُنا مِينهَن،
ماڙِيءَ لَڳُمِ مَهڻو، سَڀ جَماندَرَ سِيئَن،
ٿِيَسِ ڪاٽِيارِي ڪانڌَ جي، هِتِي اَچِي هِيئَن،
ڪَنڌُ ڪَنَديَسِ ڪِيئَن، مَنهِن مارُوئَڙَنِ جي؟
(مارئي، ٦ ـ ١)

(١٥٢)

جِئان ڪوڙ ہ ڪائِيُون، پَنجين لَڪين پاءُ،
مَيو تنهن ماڳاءُ، ڏِيهاڙي ڏارَ چَري.
(ڪنيات، ٢ ـ ٤٣)

(١٥٣)

جِئان ڪوڙ ہ ڪائِيُون، پنجين لَڪين پڪَ،
تِئان ڏيئي تِڪَ، مَيو متارو ٿيو.
(ڪنيات، ٢ ـ ٢٥)

(۱۵۴)

جِئان ڪوڙ ۾ ڪانئُون، پنجين لَڪين پَنُ،
تِئان چاٽي چُڳِيُون، ميي رَتو مَنُ،
تنهن وَلِ سَندو پَنُ، ڪُوماٽو ڪوڙين لَهي.

(ڪنيات، ۲ ـ ۴۴)

(۱۵۵)

جِئان گهڙي تِئان گهيڙ، ڪَپَرو پُڇَنِ ڪُوڙيُون،
ڏَمَ سين جُسو ظاهِراً، مَنَ ميهارَ سين ميڙ،
سا نَدي پاڻئي نيڙ، جنهن کي سِڪَ ساهَڙ جي.

(سهڻي، ۳ ـ ۳)

(۱۵۶)

جِئان واري وَڳَ، اوتي تِيا چُلِنگيُون،
مَتي تنهن مارَڳَ، پَئي پُرزا نہ ٿِئين؟

(حسيني، ۸ ـ ۱۱)

(۱۵۷)

جِئان وَهي تِئان واٽَ، ڪَپَرو پُڇَنِ ڪُوڙيُون،
جن کي سِڪَ ساهَڙ جي، سي گهيڙ نہ پُڇَنِ گهاٽَ،
جن کي عِشقَ جِي اُساٽَ، سي واهُڙ پاڻئين وَڪڙي.

(سهڻي، ۳ ـ ۴)

(۱۵۸)

جِئَن اُٺَنِ آريءَ چارَ، اُٺَن تان اوٺِيُن نہ ڪَيو،
ٻَڙڪي ٻاهَرِ نِڪِتِي، گاڏِر مَنجهان گارَ،
ساهُ ڏِنائين سارَ، سُتي سَڳَرَ پَٽِيين.

(حسيني، ۱۱ ـ ۳)

(۱۵۹)

جِئَن اِيندي ئِي موٽِئين، مينڌرا! وَڏِي جاڙَ ڪِياءِ،
وَرُ نہ هُئين؟ وَلَها! هونَدَ جَتِي، مون جاڳاءِ،
تہ سُتي جي سجاءِ، سودا! سِگهيائي تِيءِ.

(سومل راٺو، ۷ ـ ۱۲)

(۱۶۰)

جِئَن تون قائِمُ، ڪانڌَ! تِئَن آئُون وَرَا! وِلَهي نہ ٿِيان،
پَکي چِنا پاندَ، گَنڍُ نہ ڇاٽي ڪو ٻيو.

(ڏهر، ۳ ـ ۲)

(۱۶۱)

جِئَن تا پُڇَنِ اَنَّ ڪي، تِئَن جي پُڇَنِ اَللهُ،
تہ رِڙهي لَڏائُون راهُ، لَٽيَنِ لُڪَ، لَطِيفُ چَئي.

(رامڪلي، ۹ ـ ۸)

(۱۶۲)

جِئَن تا پُڇَنِ اَنَّ ڪي، تِئَن جي پُڇَنِ پَنڌُ،
تہ رِڙهي لَڏائُون رَنڌُ، لَٽيَنِ لُڪَ، لَطِيفُ چَئي.

(رامڪلي، ۹ ـ ۷)

(۱۶۳)

جِئَن جِئَن پِڇي راتِ، تِئَن تِئَن تاٽي پَنڌَ ۾،
پوريءَ ٻي نہ تاتِ، جيڪا سا جَتَنِ جي.

(حسيني، ۲ ـ ۱۵)

(۱۶۴)

جِئَن جِئَن تَپي ڏِينهُن، تِئَن تِئَن تاٽي پَنڌَ ۾،
ڪو آڳانجهو نِينهُن، ٻانيَڻِ ٻاروچَنِ سين.

(حسيني، ۲ ـ ۱۴)

(۱۶۵)

جِئَن جِئَن جَهلي جَڳُ، تِئَن تِئَن مُون تاڪيدُ ٿِئي،
گهريو تو ڳالهيُون ڪَري، وهُسي پِنُو وَڳُ،
لوڪَ لَتاڙي نندَ ۾، پُنَيءَ لالَنَ لَڳُ،
آريائي اورَڳُ، پَنيوران ٻَهَرِ ٿي.

(حسيني، ۱۲ ـ ۱۷)

(۱۶۶)

جِئَن جِئَن ڪَڪَرَ اُڀَ ۾، تِئَن تِئَن ڏُونگَرَ ڏيٺِ،
مُون تان تَنهين هيٺِ، پيرُ نِهارِيو پرينءَ جو.

(ڪوهياري، ۲ ـ ۱۹)

(١٦٧)

جتَن جتَن وَرَق وَرائين، تتَن تتَن ڏٺو ڏوهُ،
تنهن ڪَهڙيءَ ڪبو ڪوهُ؟ جي رهڙيءَ رهيو نہ سُپرين.

(يمن ڪلياڻ، ٥ ـ ٣٠)

(١٦٨)

جتَن جُهڳا پائيين جهولَ ۾، اِتَن نہ مَرَن مَڇَّ،
سبَرَ ڏارَ سَمُنڊ جا، ڪي رائُون رَڳيُون رَڇَّ،
هِي چاڙون ۽ چِڇَّ، آجا اوڙاهُ آڳاهُون ٿيو.

(گهاتو، ١ ـ ١٧)

(١٦٩)

جتَن سو هَرَنُ هُماءُ، سَرگَردانُ سَنسارَ ۾،
هِيُ پَکُ نہ ڪوڙِي پتَّئين، هُو ڏڙُ سِر ڏِري نہ ساهُ،
جيڪُسِ تن مُلاءُ، سَسُيءَ سُورَ پرائِيا.

(ديسي، ٥ ـ ١)

(١٧٠)

جتَن سي ڪُوهِيءَ نارَ، وَهَن واريءَ ڳاڏُئان،
هِنَڙو پِريان ڏارَ، نِبيرِيانس نہ نِبري.

(رپ، ٢ ـ ٩)

(١٧١)

جتَن قَطرَ چِٽيو ڪُڙ پَرئين، پولَ پَجهندين هَنجَ!
موتي جي مَهرانَ جا، پُورا چُنج پَنجَ،
آجُ ڪِ صُباحَ سَنجَهہ، تو ڍِبيءَ ۾ ڍيرُ ٿئين.

(ڪارايل، ١ ـ ٢١)

(١٧٢)

جتَن ڪا ڪانِي ڪانهن، لُسَندي لاتِيون ڪَري،
اَچي پَئي اوچتي، دردَ پِريان جِي دانهَن،
ويچَ! ڏنِيئين ڪُهُ پانهن؟ سُورَ هِنئين ڪي سامُهان.

(بروو سنڌي، ١ ـ ٢)

(١٧٣)

جتَن ڳَنڍيُون مَنجهہ ڳَنڍيرَ، تتَن مُون مَنُ مارُوئَڙَن جُون،
ڏِنيُون لَسَ، لَطِيفُ چئي، هِنئَڙي ڪي هَمِيرَ،
وَڃي مَنجهہ مَليرَ، سڀ چوڙينديِس، سُومرا!

(مارئي، ابيات متفرقہ ـ ٣٦)

(١٧٤)

جتَن ڳَنڍيُون مَنجهہ ڳَنڍيرَ، تتَن مُون مَنُ مارُوئَڙَن سين:
سي مارُوئڙا ٿَر ٿِيا، جي ڳُتَن جا ڳَهيرَ،
تِنين رِءَ، هَمِيرَ! گهنگهرِ گهارِيان ڏينهَڙا.

(مارئي، ابيات متفرقہ ـ ٣٥)

(١٧٥)

جتَّان آڳي جي جِئا، جُڳ جُڳ سي جِتَن،
اُوءِ موتي ڪِينَ مَرَن، مَرَّان اڳي جي مُئا.

(معذوري، ٤ ـ ٨)

(١٧٦)

جتَنُ جَتَ ڏاران، مَعذُور جو مَس ٿئي!
چانگَن سِر چڙهي ويا، ساٿي سَوارا،
آڪيُون اوتارا، پَسيو رُتَن پُنهونءَ جا.

(سسئي آبري، ٥ ـ ١٠)

(١٧٧)

جي آتيئي سَڌَ سُرڪَ جي، تہ وَنءُ ڪَلالڪي ڪُوءِ،
مَهيسَر جي مَنڌَ جِي، هُتَ هَڏهين هُوءِ،
جان رمز پروڙيم رُوءِ، تان سِرَ وَٽِ سُرڪي سَڳُٽي.

(ڪلياڻ، ٢ ـ ٢٠)

(١٧٨)

جي آتيئي سَڌَ سُرڪَ جي، تہ وَنءُ ڪلالڪي گهر،
وِڍِنُ، چِيرنُ، چِچرنُ، پَهتَ اُنين جي پَرَ،
جي وَتِي پوئي وَرِ، تہ سَهنگي آهہ، سيّد چئي.

(ڪلياڻ، ٢ ـ ٢١)

(١٧٩)

جي اَتيئي سَڏُ سُرڪَ جِي، تہ وَنءُ ڪلالڪي هَٽِ،
لاهي رڪُ، لطيف چئي، مٿو ماٿيءَ وَٽِ،
سِرُ ڏيئي ۾ سَٽِ، پيچ ڪي پيالِيون.
(ڪلياڻ، ٢ ـ ١٩)

(١٨٠)

جي اَتيئي سَڏُ سُرڪَ جِي، تہ وَنءُ ڪلالن ڪاتي،
لاهي رڪ، لطيف چئي، مٿو وَٽِ ماتي،
تِڪَ ڏيئي پِڪَ پِيُ، تون منجهان گهوٽ! گهاتي،
جو وَرَنہ وِهاتي، سو سِرَ وَٽِ سَرو سهانگو.
(ڪلياڻ، ٢ ـ ١٨)

(١٨١)

جي اُڏميو اَڄُ، تہ وَسندو سونَ سَنگُ،
جالَ ڊِئيندو جُنگُ، جَڳُ ڊِئيندو جَڪرو.
(بلاول، ٣ ـ ١٧)

(١٨٢)

جُہ يارُ ڏِٺائُون يارَ جو، پُنيءَ پيرُ ڪَڙِين،
قُربا نہ فَرمانَ ڪان، اُنهيءَ ۾ آهين،
ڏِسي نہ ڏاڙهِين، شُبانَ جي سَگَ ڪي.
(معذوري، ١ ـ ١٠)

(١٨٣)

جِيارِيَسِ سَنپار، ڪُہ ڪَرِيندَمِ گڏجي؟
ويروتارَ وُجُودَ ۾، پِرِيُنِ جي پَچار،
سي سَجَڻَ هُونِ نَہ ڏارَ، جي هِنئين ۾ حَلُ ٿيا.
(سهڻي، ٤ ـ ٦)

(١٨٤)

جِياسُون جوڙِ ٿي، جوڳِي ڏِنوسُون جان،
سَگُ هو جَنهِين سان، سو سامي اَسان پيٽيو.
(رامڪلي، ٨ ـ ١٥)

(١٨٥)

جِياسُون جوڙِ ٿِي، جوڳِيءَ لاٿو جارُ.
سَندو پُورَبَ پارُ، آچِيائِين اَنڌَنِ ڪي.
(رامڪلي، ٨ ـ ١٤)

(١٨٦)

جِياسُون جوڙِ ٿي، نانگو ڏِنوسُون نِٽُ،
ڇُونچو هو ڇِٽُ، ڪُلي سو باغَ ٿِيو.
(رامڪلي، ٨ ـ ١٦)

(١٨٧)

جي اَمُرُ هنيو اَڏ ڪَري، سي ڪاغذَ لِکان ڪيئَن؟
واڳِيُون جي وِصالَ سين، تنين چاڙهي چِيهَن!
رُئان راتو ڏِينهَن، جِئَن اِنَ جي وائِيَ ۾ وَرَ گهٽا.
(مارئي، ٢ ـ ٥)

(١٨٨)

جي بُڏان تہ بَنِ، اولجان اُنَ پارَ ڏي،
ڪَنڌيءَ اَچيو سُپِرين، مانَ "بَرا! بَرا!" ڪَنِ،
مُيائي سين تَنِ، جيڪر اُتي نِڪَران.
(سهڻي، ٥ ـ ١٩)

(١٨٩)

جي يانئين جوڳِي ٿِيان، تہ ٿِيُ گُرُءَ جي گَسِ،
ڏُکَ پانَ کي ڏَسِ، سامي! وَڏيءَ سِڪَ سين.
(رامڪلي، ٤ ـ ٥)

(١٩٠)

جي يانئين جوڳِي ٿِيان، تہ پَرَ گُرُوءَ جي پارِ،
هَوائُون هِنگِلاجَ ڏي، ويندي سَيِ وِسارِ،
نانگا! ناٿُ نِهارِ، سامي! وَڏيءَ سِڪَ سين.
(رامڪلي، ٤ ـ ٣)

(۱۹۱)

جي پائئين جوڳي ٽِيان، تہ سَڳَ سِپيئي توڙِ،
جي جاوا نہ جاپَندا، جِيُ تنين سي جوڙِ،
تہ تُون پهُچين توڙِ، مُحَبَّتَ جي مَيدانَ ۾.
(رامڪلي، ۴ ـ ۲)

(۱۹۲)

جي پائئين جوڳي ٽِيان، تہ سَڳَ سِپيئي ڇِنُ،
وَڃي دَرِ دوستَنِ جي، نانگا! ڪِيمَ نِنُ،
پَٽِ تنين جي پِنُ، جن ٻُجھي نہ ٻُجھيو.
(رامڪلي، ۴ ـ ۱)

(۱۹۳)

جي پائئين جوڳي ٽِيان، تہ طَمَعَ ڇَڏِ تَمامُ،
گولا جي گولَنِ جا، تَـنِ جو ٿِيُ غُلامُ
صَبُرَ جي شَمشيرَ سين، ڪَرِ ڪِيني کي قَتَلامُ،
تہ نانگا! تُنهنجو نامُ، لِکجي لاهُوتِيَنِ ۾.
(رامڪلي، ۴ ـ ۴)

(۱۹۴)

جي پائئين جوڳي ٽِيان، تہ ڪِينَ پيالو پِيُ،
ناهِ نِهاري هَٿَ ڪَري، 'آئون' سين اُتِ نہ پِيَ،
تہ سَندو وَحدَتَ وِيُ، طالِبَ! توڙان ماٽِئين.
(رامڪلي، ۴ ـ ۷)

(۱۹۵)

جي پائئين جوڳي ٽِيان، تہ مَنُ پوري، مَنجھہِ مارِ،
دائِمُ دُونهين دِلِ ۾، مَنَ سين مالها وارِ،
سَہُ سَيڪا آرِ، آڳي جي اَدَبَ سين.
(رامڪلي، ۴ ـ ۶)

(۱۹۶)

جي پائئين جوڳي ٽِيان، تہ مُنهَن ۾ مُنڊا پاءِ،
ڪَنين ڪِينَ وڃائيو، جِنِ ۾ ڪوڙين ڪَکَرَ وِڏاءِ،
ڇَڏِ چادَرَ، ٻَڌُ چَمِڙا، جُتي تو نہ جُڳاءِ،
تہ سامِيڙا! سَندِياءِ، گُرَ وَٿِ ڳَلا نہ ٿِئي.
(رامڪلي، ۴ ـ ۸)

(۱۹۷)

جي پائِيين وَسَ ڇَران، تہ سَنگهارَنِ سين لَڏِ،
تہ هاڃي سَندِي هَڏِ، ڪُوڪَ نہ سُٽِين ڪَڏهين.
(ڏهر، ۴ ـ ۳۰)

(۱۹۸)

جي پائِين پريِنءَ مِڙان، تہ سِڪُ چوران کي ڏاتِ،
جاڳَڻُ جَشَنُ جن کي، سُڪُ نہ ساري راتِ،
اُجهي ٻُجهي آئيا، وائي ڪَنِ نہ واتِ،
سَلي سُورِيءَ چاڙهيا، ٻَيان ڪَنِ نہ باتِ،
توٽي ڪُسَنِ ڪاتِ، تہ بہ ساڳي سَلَنِ ڪِينَ ڪِي.
(يمن ڪلياڻ، ۲ ـ ۸)

(۱۹۹)

جي تو بيتَ پانيا، سي آيتُون آهِينِ،
نِيو مَنُ لائِينِ، پِريان سَندي پارَ ڏي.
(سهڻي، ۶ ـ ۲۵)

(۲۰۰)

جي تو ڳالهائي، ماءِ! ٻاروچا پُڇِيا،
اُنين جي وائي، هُوندَ نہ وِيِيان وِسري.
(حسيني، ۱۲ ـ ۷)

(۲۰۱)

جي تُون آسائُو آئِيو، تہ چانئُٺِ ٻي مَ چورِ،
ڪيرا ڪُميتَنِ جا، ڪَٽي آٽي ڪوڙِ،
اِنَ دَرِ عِراقِي گهٽا، چانگون ڪَيو چوڙِ،
تَنهن سَيَدَ وڏي سوڙِ، جَنهن ۾ مَتو هَٽَنِ مَڱتا.
(بلاول، ۳ ـ ۸)

(٢٠٢)
جي تُون آسائُو آئِيو، تہ وَنڻُن جَکِري لائي،
مَتان وَڙُ وِجائِيين، کَنهن ٻئي دَرِ لِيلائي،
سَمي سامائي، ڇِنتا لَٿي چارَٽين.
(بلاول، ٣ ـ ٧)

(٢٠٣)
جي تون سِکڻ سکيو، تہ کاتِيءَ پَئي مَ کنجهہ،
سُپيريان جي سُورَ جو، ماٺهن ڏجي نہ مَنجهہ،
اَندر اِيُ اَهنجُ، سانڍِج سُکائون کري.
(کلياڻ، ٢ ـ ١٤)

(٢٠٤)
جي تون وَڻجارو کانڌُ، تہ مون هَڏَ مَ لائُون لَڏيُون!
پَـرَڏيهَ مَٿي سانگُ، اَنِئي پَهرَ جنهن کيو.
(سامونڊي، ٣ ـ ١٥)

(٢٠٥)
جي ٿِيا حَلُ حَبيبَ سين، سُمهڻُ تن ثَوابُ،
نيڻَ هيرائي نِنڊَ سين، خوش ڪَيائُون خَوابُ،
اوسِيڙو عذابُ، دِليان تنين دُورِ ٿِيو.
(آسا، ٤ ـ ٤٦)

(٢٠٦)
جي پياري پاڻَ، تہ ڪَرَهو ٿِي پاٽِي پِئين،
اَڳي اِنَ نِياڻَ، اَڻَ کوٺيو کونَ گهڙي.
(يمن ڪلياڻ، ٨ ـ ٥)

(٢٠٧)
جي جاٽان جَتَنِ، پوءِ پَـٽاندَرُ هيٺَرو،
آئُون ڪِيئَن مُلان تَنِ، سَرَتِيُون! سُورَ پرائِيان؟
(ديسي، ١ ـ ٢٠)

(٢٠٨)
جي حَبِ نہ هَلَڻُ سِکِيا، سي جَڏا ميڙ، جَلِيلَ!
لَنگهائي، لَطِيفُ چَئي، نِجَنِ کيچ قَلِيلَ،
وِساري، وَسِيلَ! مَـتان مارڳِ ڇَـڏِئين!
(کوهياري، ٥ ـ ٧)

(٢٠٩)
جيڏانهن چِتَ چاهُ گهٽو، آرُ بہ اوڏانهين،
وجي وَهُ واکا کيو، تِکو تيڏانهين،
ميهارُ مِلائِين، لَهرُنِ مَنجهہِ، لَطيفُ چئي.
(سهڻي، ٥ ـ ٨)

(٢١٠)
جيڏانهن قاتل کوڙ، اَکيون اوڏانهين کٽي،
وِهُ تنين جي ووڙ، جنين سانگ نہ ساهہ جو.
(يمن ڪلياڻ، ٤ ـ ٤)

(٢١١)
جيڏو تُنهنجو نانءُ، پاجَهہ بہ اوڏِيائي مَڱاڻءِ،
رِءَ ٿَنِپين، رِءَ تُوٽِيين، تُون ڇِپَرُ، تُون ڇاڻءِ،
کُجاڙو کَهانءِ؟ توکي مَعلُومُ سَيَکا.
(ڏهر، ٢ ـ ٢٣)

(٢١٢)
جي، ڏُونگرَا! مُون ۾ ڏُکَ، سي پَڌرِ پَونِ مَ پِرِينءَ ري،
وهَڻُ مُون وهُ ٿِيو، کيرَ سانڍِيندي سُکَ؟
هُيَمِ هوتَنِ سين چُکَ، سَچو سَڱُ نہ سارِيان.
(حسيني، ١٢ ـ ٩)

(٢١٣)
جيڏيون! ڏٺيان جي، صُورَتَ ساهَڙ چامَ جي،
سُکَ ٿي سُتِيُون کين کي، کانڌَن پاسي کي،
مُنهان ئي اَڳي، گهڙو سڀ گَهڙا کٽي.
(سهڻي، ١ ـ ٤)

(٢١٤)

جيڏِيُون! ڏِسو ڪيچُ، جو ڏيهُ پاروچَنِ جو،
پُنهونءَ وِڏومِ پيچُ، نِسورو ئي نينهَن جو.
(حسيني، ١١ ـ ١٠)

(٢١٥)

جيڏِيُون! مُنهنجي جيءَ سين، راتي رِڻُ ڪيو،
قَلبُ ڪاڪِ ڪَنڌِن ۾، پُرزا ٿي پيو،
بُجهان، بَهَرِ وِيو: هِنئون هَندِ نہ اَچِئين.
(مومل راڻو، ٧ ـ ٧)

(٢١٦)

جي سِجهائِي سِڪَ، تہ پڻ سِڪي سَسُئِي،
پِيتائين پُنهونءَ ڪي، هَڏَ نہ پَچِيَس، هِڪَ،
اِن تَڙَ منجهان تِڪَ، ڏِني پاڻَ اُڃَ ٿِئي.
(سسئي آبري، ١ ـ ٢)

(٢١٧)

جي پارِسي سِکيو، گولو، توءِ غُلامُ،
جو بَدو بِنِ ڳالهئين، سو ڪِئَن چائي چامُ؟
اُجيو تانَ آبُ گُهري، بُکيو تان طعامُ،
اِيُ عامَنُ سَندو عامُ، خاصَنِ مَنجهان نہ ٿِئي.
(آسا، ٤ ـ ٢٣)

(٢١٨)

جي قِيامَ مِڙَنِ، تہ ڪَرَ اوڏا سُپرين،
تِهان پري سُڄَنِ، واڏايُون وِصالَ جون.
(سهڻي، ٩ ـ ٧)

(٢١٩)

جيڪا ڏِيندي مَنجُهہ، مُون جِئَن پاروچَنِ ڪي،
مَٽان ڳِلَنِ هَنجُ، ڪِينَ لاهيندي ڪَڏهِين.
(حسيني، ٧ ـ ١٤)

(٢٢٠)

جي ڪارُون آڻِئين ڪانڌَ ڪي، تہ روئي رِيجهائيج،
لِيلا! لِيلائيج، اَٿيئي ماڳُ مِنَٿَ جو.
(ليلا چنيسر، ٢ ـ ٢١)

(٢٢١)

جي ڪاڪِ ڪَڪوريا ڪاپَڙِي، تن لَهي نہ لالي،
ڪَڙِي ڪَيَفَ خُمارِيا، مَيءِ پي مَوالي،
ڪَري حاصُلَ هَلِيا، ڪَيفِيَت ڪَمالي،
وَتَنِ وِصالي، لُڏُوڙِيان لوڏي ٿِيا.
(مومل راڻو، ٣ ـ ٤)

(٢٢٢)

جيڪا ڪندي سَنگُ، مُون جِئَن پاروچَنِ سين،
اَنگُنِ چاڙهي اَنگُ، رُئندِي سا رَتَ ڦُڙا.
(حسيني، ٧ ـ ١٣)

(٢٢٣)

جيڪا ڪندي نِينهُن، مُون جِئَن پاروچَنِ سين،
سِڪَڻُ سارو ڏِينهُن، چَڙهڻُ چاڙهِيڪَنِ تي.
(حسيني، ٧ ـ ١٢)

(٢٢٤)

جيڪر اَچي هاڻ، تہ ڪريان رُوحَ رُچَندِيُون،
آيَلِ! ڍولِئي ساڻُ، هوندَ ڳِرلڳِي ڳالهيون ڪَريان.
(سامونڊي، ١ ـ ٢٩)

(٢٢٥)

جيڪَرَ ڪِينَ جِيان، جاڙَ جِيان تي، جيڏِيُون!
اَڪيُون، مُنهن مَليرَ ڏي، ڪَهڙو نَڪُ نِيان؟
ڪَنهن کي ڏوهُ ڏِيان؟ اَکِين مُنهنجي اَنگَ ۾.
(مارئي، ٦ ـ ٣)

(٢٢٦)

جي ڪَرَ لَڏائُون، تہ بَنديءَ بَندُ نہ سارِيو،
مارُوئَڙَنِ آئُون، جيڪُسِ وِيَسِ وِسِري!
(مارئي، ٤ ـ ١١)

(٢٢٧)

جي ڪُلاہَ رکين ڪنڌ تي، تہ صوفي سالم ٿِيءُ،
وِہَ وٺِي هٿ ڪري، پُرِ پيالو پِيءُ،
هنڌ تنين جو هِيءُ، جن حاصل ڪيو حال ڪي.
(يمن ڪلياڻ، ٥ ـ ٧)

(٢٢٨)

جيڪُسِ اُنا مِينهَن، مُنهان پوءِ مَلِيرَ ۾؟
ڪالَهہ سَجوئي ڏِينهَن، مُنهنجي اَکَڙِيُن اُڪِيريو.
(مارئي، ١١ ـ ٤)

(٢٢٩)

جيڪُسِ ڪَمَ سَندامِ، جُونا ڏِنا جيڏِين،
ڪِلَنِ سَبِ مَٿانمِ، ساهيڙِيُون ۽ سَرتِيُون.
(ليلا چنيسر، ٢ ـ ٢)

(٢٣٠)

جيڪُسِ نَبَرُ نينهُن سَندومِ: جڏن مون بِيني هُن تيليو،
سعيو سامُونڊين سين، اَڱهين تان نہ ڪيومِ،
وِجهڻُ مَنجِهہ هُئومِ، پاڻُ وراڪي رَسِ سين.
(سامونڊي، ١ ـ ٢٢)

(٢٣١)

جيڪُسِ يادِ ڪَياسِ، وَرَ وِجي وَٽِڪارَ ۾،
جَلِدُ جَرِيدِي پَنڌَ ۾، اَدِيُون! اَڄُ ٿِياسِ،
وِجي ڪيچِ پُنِياسِ، باروچاڻِي باجهہَ سين.
(سسئي آبري، ٢ ـ ٣)

(٢٣٢)

جي ڪو ڏُٿُ ڪَري، تہ ڏُونگَرُ ڏورَڻُ ڏاکڙو،
ڇِپَرُ ڪِينَ ڏِئي، سُوڪَڙِيُون سُٽَنِ ڪي!
(ڪاهوڙي، ١ ـ ١٥)

(٢٣٣)

جيڪي ڏٺو مان، سو جي ڏٺو جيڏِئين،
گهرَ وَرَنِين سان، هُوند گهٽَنِ گهوري ڇڏيا.
(سهڻي، ١ ـ ٧)

(٢٣٤)

جيڪِي ڏِٺُءِ تارِ ۾، ڪَنڌيءَ سو ڪَهيج،
جَـرُ وڏو، جهاجَهہ گهٽِي، پانڌُ مَ پُسائيج،
ساهَـڙُ ساڱاهيج، تہ ثابِتُ لَنگهين سِيرَ مان.
(سهڻي، ٥ ـ ٢١)

(٢٣٥)

جيڪِي ڏڏَن ڏي، گُجهيان ئِي گُجهہَ ۾،
سو جي سُٽَنِ ڪَڏهين، ڪرتِ وارا ڪي،
تہ سازَ مِڙوئِي سي، هُوندَ پِٽُوَن ڪَنِ پَلَڪَ ۾.
(پرڀاتي، ١ ـ ٧)

(٢٣٦)

جيڪي ڏنائون، سو سِرُ ڏِيئي سَہُ جِندڙا!
مَ چؤ چِنائون، اِيُ پڻ ڳنڍيو سڄڻين.
(يمن ڪلياڻ، ٨ ـ ٩)

(٢٣٧)

جيڪي ڏنائون، سو مان ڳُڻُ ڳنڍِ ٿيو،
مون ڪي پچِيائون، نُوڪي اِنهيءَ نُوڪَ سين.
(يمن ڪلياڻ، ٨ ـ ٨)

(٢٣٨)

جيڪِي سِڪَڻُ سِڪُ، ناتَ پَسُ سِڪنڊئين،
پاسي تِنيَنِ مَ لِڪُ، نينهنُ نہ سُڃاڻَنِ جي.
(يمن ڪلياڻ، ٧ ـ ٨)

(٢٣٩)

جيڪي طالبَ تاتِ جا، تات بہ تِنين وَٽِ،
هَڏِهِين ڪانهي هَٽِ؛ گهورِ تہ گهران ئي لَهين.

(حسيني، ١٠ ـ ٢٢)

(٢٤٠)

جيڪِي فِراقان، سو وِصالان نہ ٿِئي،
اَڇِي اوطاقان، مُون کي پِريُن پَري ڪِيو.

(حسيني، ٥ ـ ١١)

(٢٤١)

جيڪِي مَنجِهہ جَهانَ، سو تارِيءِ تڳِي تنهنجي،
لُطفَ جي، لطيفُ چئي، تو وٽ ڪمي ڪانَ،
عَدْلَ ڄُڻان آئُون نہ، ڪو قيرو ڪج فَضْلَ جو!

(سريراڳ، ٢ ـ ١)

(٢٤٢)

جي گهر گهاريَمِ ڏِينهَڙا، هيڪانديءَ حُضُورِ،
سيئي سِڪان، سارِيان، پَچان پاٿُرَ پُورِ؛
هَميراٿا هَٿَڙا، ڪِينَ مَڃِينديَس مُورِ،
سَنجهي سَتِ گذاريان، اَڇِين شالَ اَسُورِ!
دَران ٿِيان مَ دُورِ، مارُوءَ جامَ مَلِيرَ جي!

(مارئي، ابيات متفرقہ ـ ٥)

(٢٤٣)

جي لُونُ لڳَن لائِيين، چِيري چِيري چَمُ،
مُون ڪُرَ اَڳِي نہ ڪِيو، اَهڙو ڪوجهو ڪَمُ،
جان جان دعويٰ دَمُ، تان تان پِرتِ پَنوهارَسين.

(مارئي، ابيات متفرقہ ـ ١٧)

(٢٤٤)

جي لِيلائي نہ لَهين، تہ پڻ لِيلائيج،
آسَر مَ لاهيج، سَڄڻُ باجهِيندڙُ گهڻو.

(ليلا چنيسر، ٢ ـ ٢٢)

(٢٤٥)

جي مٿي وَتِ مِڙَنِ، تہ سِيڪنهن سَدّ ٿئي،
سِرَ ڏني سَتِ جُڙَي، تہ عاشقَ اِئن اَچِنِ،
لِڏا تي لَيِنِ، مُلهِہ مَهانگا سُپرِينِ.

(ڪلياڻ، ٢ ـ ٣١)

(٢٤٦)

جِيُ مُنهنجو جن، اَنگُڙيارو وَڍِيو،
پُچاٽان پِرِينِ؛ سِبان سَچو نہ ٿِئي!

(حسيني، ٩ ـ ٣)

(٢٤٧)

جي مُنهَن ۾ مَديُون نہ ڏِئين، تو ۾ تي بَڏِياسِ،
سوڍا! اِنَ سُهاڳَ کي، وينٿي واجهاياسِ،
ڍولي ڍَڪِيياس، ڏيئي پاندُ پَناهَ جو.

(مومل راڻو، ٨ ـ ٧)

(٢٤٨)

جي مُون مُوڙهي مَتِ، تہ تُون پاڻُ سجاڻج سُپرِينَ!
اَصْلِ اَوايِن جا، عيبَ ڍَڪِئين تُون اَتِ،
اِيَ، پِرَا! تُنهنجِي پَتِ، جِنَ وِلهيُون ڍَڪِئين، وَلهَا!

(ليلا چنيسر، ٣ ـ ٧)

(٢٤٩)

"جي مِيراثي مَڱڻا، آئُون پُڻ مَنجهان تَنِ:"
"ڪِي ڪَہ مُنهنجي ڪَنِ، اِرٿَ مَنجهاران اُن جي."

(سورٺ، ٢ ـ ١٠)

(٢٥٠)

جِيَن سي سَنگهارَ، اَجهي جِنِين گهارِيان،
مانَ لَهنئُون سارَ، وِچِ وِلَهين ڏِينهَڙين.

(ڍهر، ٤ ـ ٢٦)

(٢٥١)
جي ويجهي ٿيان وَرَ کي، تہ سَپاڳوم سَئِين،
نِتُ نِتُ آهِ نَئِين، مُون کي پَسَڻُ پَنوهارَن جو.
(مارئي، ٣ ـ ١٧)

(٢٥٢)
جي وِيَڙَم اَڄُ، سي ڪڏهن ايندا مان ڳري؟
پريان جي هُنَ پارَ ڏي، وِجي دَنکي ڏَڄُ،
سامُونڊِيَکو ڏُجھہ، ماءِ! مارِينڊُم ڪڏهين!
(سامونڊي، ١ ـ ١٣)

(٢٥٣)
جيها جي تيها، مُون مارُو مَڃيا،
مُون جيڏَيُون مَلِيرَ ۾، چُونڊنِ موڪَ مِها،
مُنهنجي آهَ اِها، ڪَڏهِن ڪيرائيندي ڪوٽَ کي!
(مارئي، ابيات متفرقہ ـ ٩)

(٢٥٤)
جي هِتِ هُئي مارُئِي، تہ لَڏِيمِ ڪَرَ ڪيٽاسِ،
اَرداسِيُمِ عُمَرَ کي، ويجھو ٿي وَٽانسِ،
جي نہ ڇَڏِيائين، ڪِ جهليائين؛ تہ پنهنجو اَنڱُ آڇيانسِ،
لاهي لوهَ لَطيفُ چئي، هِتان هُندَ هَلانسِ،
موڪِي مَلِيرَ سامُهين، وَتِي ٻانهَن وَجانسِ،
رَهبَرُ ٿِي ريڙهيانسِ، سُنهاري ساٿيہَ ڏي.
(مارئي، ابيات متفرقہ ـ ٣١)

(٢٥٥)
جيھَرَ لوڪُ جَهپَ ڪَري، اوهيرَ اُڏامَنِ،
پِنُون جي پاتارَ جا، چيتارِيو چُڳَنِ،
ڪوهُ ڪَندا ڪي تَنِ، پاڙهيري پَہُ ڪَري؟
(ڪارايل، ١ ـ ٢٥)

(٢٥٦)
جيهَرَ لوڪُ جَهپَ ڪَري، ڏَرو جاڳَ نہ هوءِ،
اوهِيَرَ آچيو، اَديُون! پَہُ پِريان جو پوءِ،
جي ڪَچو چَوَنِمِ ڪوءِ، تہ مَرڪُ پانيان مِهڻو.
(سهڻي، ٥ ـ ١٣)

(٢٥٧)
جيهُسِ ڪونَ جَهانَ ۾، هِندُ، سِندُ، سُورَتَ هاڻ،
دَرِ داتا مَڱُ، مَڱتا! ٻِئي جي ڪَڍُ مَ ڪاڻ،
پاڻُونڊرُ پاڻ، حالُ پَسي پالُ ڪَري.
(بلاول، ٢ ـ ١٣)

(٢٥٨)
جي هو پائين ڪانُ ڪَمانَ ۾، تہ سينو سِپَرِ ڏيج،
منهن ۾ معشوقن جا، جهالوُ ٿي جهليج،
پاهان پَڳَ مَ ڏيج، عاشقُ ٿِئُ تہ اُبَهين.
(يمن ڪلياڻ، ٦ ـ ٨)

(٢٥٩)
جي هو پائين ڪانُ ڪَمانَ ۾، تہ سينو سِپَرَ رَکُ،
منهن ۾ معشوقن جا، چاڪَ چِٽڪا چَکُ،
سوري پانءِ مَ شڪُ، عاشقُ ٿِئُ تہ اُبهين.
(يمن ڪلياڻ، ٦ ـ ٧)

(٢٦٠)
جي هو پائين ڪانُ ڪَمانَ ۾، تہ نَئي ڏج سِينو،
ڪجي نہ ڪِينو، وِجي دِرِ دوستن جي.
(يمن ڪلياڻ، ٦ ـ ٩)

(٢٦١)
جي هُئا ڪوڏِيا ڪاڪَ جا، سُتا سي سُونهَنَ،
لُڊُوٽِيان، لَطِيفُ چَئِي، لَڏِيو لوڏِيـڙَنَ،
سي موٽي مَسَ اَچِنِ، جي آتَڻُ آرامي ٿِيا.
(مومل راڻو، ٧ ـ ٢)

(۲۶۲)

جي هُيان هوتَ پُنهونءَ سين، مُون جڏَن مُلاقاتَ،
پانهِن وِجهي واتَ، رِيهُون ڪَين رُجِنِ ۾.

*(حسيني، ۱۲ ـ ۲)*

(۲۶۳)

جيهي جي تيهي، تہ بہ پانهي پاروچَنِ جي،
حُجَتَ هوتَ پُنهونءَ سين، مُون ڪميڻيءَ ڪيهي؟
اَصلِ آريءَ جامَ جي، پلءِ آئُون پيئِي،
هُوءَ جا پائِين پيرَ ۾، تنهن جُتيءَ نہ جيهي،
وِساري ويهي، تنِ ڪيچِيُنِ کي ڪِيئَن رَهان؟

*(ڪوهياري، ۳ ـ ۸)*

(۲۶۴)

جڏَن سو تَئيءَ تَرو، ڪامي ڪُوري وِچَ ۾،
مُون کي ڏِنو سَڄڻين، مَنجهان سِڪَ سَرو،
وَرُ جهيڻو اِئِي پَرو، مَر قوڙاڻو سَڄڻين.

*(رپ، ۱ ـ ۷)*

## وائي- ۱

جاڳو، يارا! جيڏيُون! پاڻُ پَرِنجي،
جاڳو جوشان، جيڏِيُون! پاڻُ پَرِنجي.
هلندي حَبيبَنِ ڏي، ويلو وِچ نہ ڪجي،
مَٿان اُهسَ اُسري، پَتنگَ جئَن پئجي،
عَرضُ اَحوالُ اُن ڪي، چڱيءَ پَتِ چئجي،
ڪري نِيازُ نِڪَٽو، واحِدَ ڏي وَرجي،
آهي موتُ مِڙنِ تي، گوڙيُون ڪيو گَجي،
اَجل ايندُءِ اوچتو، جو سَدا ٽو سُجي،
اَڳِيان اُونداهيءَ جو، سَمَرُ ساڻُ ڪجي،
ڪَڻُ تون قُوَتُ قَبرَ جو، گهڻو ٽو گهرجي،
آڳو عيبَ اوهانجا، ڍَڪيا ڳُجَهہ ٻُجهي،
جيڪي وَهي وُجُودَ ۾، صاحبُ سو سَمجهي،
ڏِچي داءِ ڏٽيءَ جي، جيڪو پيءِ پَجي،
اَمَنُ آهي اُنَ ڪي، جو مَنجهہ اَللہ اَجهي.

*(سريراڳ، ۴ ـ وائي)*

## وائي- ۲

جاڳي اَڪَڙيَنِ، اَوان اوجاڳو نہ ڪيو،
اَڪَڙيُون پِريُنِ لَءِ، تَہ تَہ ڪيو تِمَنِ،
جي سَنجهيئي سُتيُون، سي مَرُ سُورَ سَهَنِ،
تُون آٽاسي! اوجهرين، هوءِ ٿا هوتَ هَلَنِ،
اَدِيُون! عَبدُاللّطِيفُ چَئي، مِلان سين مُحِبَنِ.

*(ڪاهوڙي، ۳ ـ وائي ۲)*

## وائي- ۳

جـن جـو وارِثُ تُـون،
اَلا! سي ڪِيئَن رَهَندا نِينَ مُنهنجا؟
آڳي اَپَ خَلقيا، پَلي خَلقيائِين پُون،
جوڙِيائِين جوڙَ جهانَ جي، چَئي، "ڪُنْ فَيَڪُونْ"،

كُوڙي دُنيا، كُوڙا پَسارا، ڏِينهَن مِڙيئي ڏُون،
آهيُون اَلِفَ آسري، مُحَمَّدُ مَجيوسُون.
(پورب، ۲ ـ وائي)

### وائي- ۴

جنهنجي آهيان ڏُونگَرَ ڏوري،
تنهن ڪوهياري کي ڪَهلَ پَوي!
آئُون تنهن گهوري گهوٽَ جي، ماٿهو چوَنِم پوري،
نِيو نماڻي پاڻَ سين، ڇِپَرِ ڇڏيو مَ ڇوري،
روئي رَڱيندِيَسِ رَتَ سين، ساڻُ چِٽاڪَنِ چوري،
اَديُون! اَريچَنِ جو، لَهُ لَڳو مُون لوري،
ڪَشي ڪانُ ڪمانَ مان، لائي وِيڙا لوري،
نالائِقِ ساڻُ، لَطِيفُ چَئي، قادِرُ ڪَرَمُ ڪَندو، ڙي!
(ڪوهياري، ۲ ـ وائي۲)

### وائي- ۵

جوڳِي جَڳِ گهٽا، آلا! مُون وَهُ ويراڳِيُنِ سين.
پاڇي ڪَنِ نہ پاڻَ سين، تُنبيءَ مَنجهہ ڪَٽا، آلا!
جان کي ڏاٽيُون ڏُوڙِ ۾، جان کي کِپَنِ چِٽا! آلا!
ويني واٽَڙِيَنِ تي، پَٽَنِ جٽَنَ پُٽان، آلا!
ساريو سَناسِيُنِ کي، ويني هَٽَ هَٽان، آلا!
آيَل! آديسِيُنِ جا، مُون تي ڳُڻَ گهٽا، آلا!
اَديُون! عَبدُاللّطِيفُ چَئي، مُحبَّنِ مَنجهہ مَٽيا، آلا!
(رامڪلي، ۸ ـ وائي۲)

### وائي- ۶

جوڳِي ڏادِي ذاتِ، جِيجان! سامي ڏادِي ذاتِ،
ماءُ! مُون قَبُوليا ڪاپَڙي.
راتيان ڏِينهان رُوحَ ۾، مُون کي سَندِيَنِ تاتِ،
سِگها اِيندَمِ سُپِرين، شَلَ سُپاڻي پِرِياتِ،
اُنهَنِ آديسِيُنِ جي، مُون کي وائي آهي واتِ،
ڪَريا عَرَضُ اَللهَ کي، آئُون اُتي آڏيءَ راتِ،
اَديُون! عَبدُاللّطِيفُ چَئي، شَلَ ڏاتَرُ ڏِيندُمِ ذاتِ.
(رامڪلي، ۹ ـ وائي۱)

### وائي- ۷

جوڳِي سوئي، جَنهنجي مَنَ ۾ مالا،
سامي سوئي، جَنهنجي مُنهَن ۾ مُندا،
پيناسُون مَـڙهيءَ ۾، اِلَّا اَللهُ سَتگُروءَ جي سَنگا.
(رامڪلي، ۳ ـ وائي۱)

### وائي- ۸

جو نَوازي ڏڏُ، آسَرَ لاهِ مَ اُنَ جي،
ويهُ داتا جي دَرَ تي، لَنگها! لاهي لَڏُ،
اوڏايان اوڏو گهڻو، ڪَهڙا ڪَرئين سَڏُ،
آڳَلَنِ کي اوڏو وهي، گَندا ڪَري گُڏُ،
ڪَهڙا جَڏُ جَڏوئيين، جُودَ مَهندان، جَڏُ!
آڳِيان عَجِيبَن جي، اُهڪا پَڏَنُ مَڏُ،
آدَمُ تِيائين اُپيو، هُوءَ جا ڪَچي مَنجهان ڪَڏُ،
اَوليءَ ۾ عَبدُاللّطِيفُ چَئي، سَجَڻُ ڏِيندو سَڏُ.
(رپ، ۱ ـ وائي)

### وائي- ۹

جِتَري زِيارَتَ، جي مان هوءِ پِريُنِ سين.
سَڏَرَ مُنهنجا سُپِرين، مُون تان لاهِ مَ هَٿَ،
مؤلا! مُون کي ميڙِئين، سُپيريان جي سَٿَ،
چَندِيان ڪَہَ آڪِيُنِ سين، پيرين وجهان هَٿَ،
ڏوران ڏُٺَم سُپِرين، هُيَمِ جِنين جي سِڪَ،
اَديُون! عَبدُاللّطِيفُ چَئي، مَجِياڻُون مِنَٿَ.
(رپ، ۲ ـ وائي۲)

## وائي- ١٠

جيان ڏِنائُون پيرَ، جِيان ڏِنائُون،
پَکا ڪوٽَ ڪُفارَ جا، اَچي عَليءَ شيرَ،
مَٿي اَگَڻِ آئِيا، سُونهَنَ لَڳا سيرَ،
جِيان ئي نَبي نِڳيِيو، پَري مُبارَڪَ پيرَ،
لَٿا ڏُکَ، سُکَ ٿِيا، تي واڌائيءَ ويرَ،
لُطفُ تو رِءَ: لَطِيفُ چَئي، ڪَندا ٻِيا ڪيرَ؟

*(بلاول، ٣ ـ وائي)*

## وائي- ١١

جيڏِيُون! آئُون تان نہ چوندي، لو!
ڏُکُ ڏوراپو سيڻَنِ کي، صَرِيحُ، لو!
سَڱَ نہ وَرَنِ سُپِرين، مِنَّتَ موٽَنِ مانَ،
پينرَ! پيٽي حُجَ جي، ڪوهِياري سين ڪانَ،
سو تُون صاحِبُ آهِئين، جو نہ پيرائين پانَ،
سَئين سُوالي سَمَگِئا، تو، داتا! ڏيئي دانَ.

*(سسئي آبري، ابيات متفرقہ ـ وائي ٨)*

## وائي- ١٢

جيڏِيُون! آئُون ڪا پانَ وَهيٽي آهيان؟
ڪا مُون سارَ لَهيجا.
جيڏانهن وارِينمِ سُپِرين، پيرَ اوڏانهين پايان،
قَلَمُ ڪاتِبَ هَٿَ ۾، ڪِئَن لِکئي مان لِکَ لاهيان؟
واڳَ ڏَٽِيِنِ هَٿَ ۾، ڪيڏانهن ڪَرَهَلُ ڪاهيان؟
سَدا سُپِيرِينُ لَءِ، آئُون ويني ڪانگَ اُڏايان،
اِيندا، عَبدُاللَطِيفُ چَئي، آسَ اُميدَ نہ لاهيان.

*(آسا، ٢ ـ وائي ١)*

## وائي- ١٣

جيڏِيُون! جا جَڙَ لائي، جِيَ جَتَنِ سين،
سا مُون، سَرَتِيُون! سيباٽِيامِ: تنهن جَتُنُ جالَ ڪِيامِ،
مَهَرَ جا مَيَنِ جي، سَنجهي هَٿَ هُيامِ،
صُبحِ سُتي سُکَ ۾، ويسِلي ويامِ،
هَڪَلَ هوتَ پُنهونءَ جي، سَڱَرَ منجهہ سُيامِ،
ڏورِيندي ۾ ڏُونگَرِين، ٿَهَرَ ٿوپَ ٿِيامِ،
ڪوڙِين پالَ ڪَرِيمَ جا، گَنجي مَنجهہ گُهرِيامِ،
سُتي سَگَرَ پَٽَئِين، سِگَهڙِي سارَ لَڌِيامِ،
ڪِيهُون ڪوهَنِ پَٽَئِين، ڪُوڪُون جَماجانَ،
هوتاٽي هَٿُ ڪَٽي، پُنهون پيادِيانَ،
ڏُکُون، ٻُکُون، ڏاکَڙا، ڪارَڻَ جن ڪِيامِ،
موٽي، ماءِ! پَنيورَ ۾، اَگَڻِ سي آيامَ.

*(معذوري، ٣ ـ وائي)*

## وائي- ١٤

جيڏِيُون! هِيُ ضرورُ، آيل! ڪيئَن رهندو پرينءَ ري؟
سَگهو ساعِتَ نہ جِندڙو، اَٿِي پهرَ مَلُورُ،
مَنَ ۾ مشتاقِنِ جي، ساجَنَ! تنهنجو سُورُ،
پيرِين آئُون نہ پُڄَٽي، ڏيہ پريان جو ڏُورُ،
وِجي ويلَ سِپڪنهين، هِنئڙو پرينءَ حُضُورُ.

*(ڪنيات، ١ ـ وائي ١)*

## وائي- ١٥

جيڪُسِ جَهلِيا مَچَّ، گهاتُو گهرِ نہ آئِيا.
ڪاهي وَجو، ناکُئا! ڪَرِيو ٻُرِي تي ٻَچَّ،
ڪاتي سَنديِنِ ڪُنڊِيُون؟ ڪاتي سَندَنِ رَڇَّ؟
ڪُنَّ ڪَڙکو ڏادِو، اَٿوَ اَڱِيانَ اَچَّ،
اَدِيُون! عَبدُاللَطِيفُ چَئي، سَڀِ لَنگهيندا چَچَّ.

*(گهاتو، ١ ـ وائي)*

## وائي- ١٦

جي هُوندَ ڏِٺائُون، ووا جيڏِيُون!
حالُ مُنهنجو هِهڙو جِهڙو!

چِڙهي نہ سَهان چوٽِئين، مارَڳُ مَٿاهُون،
ڏُکيءَ، سَندي ڏيجَ ۾، ڏُونگَرَ ڏِٺائُون،
ويندي ڪِيُون وَٽِن سين، سَنُئيءَ سُکائُون،
وَٽي پُنهون پاڻَ سين، اَچان جي آئُون،
ڏِينديِسِ شاخَ سَبَ ڪنهن، وَڻِ وَڻِ واچائُون،
هِنئَڙو ڏَندَڻَ پاڙَ جَئَن، چِڪي چِنائُون،
هِنئَڙو ڏاڙَهُونءَ گُلَ جَئَن، ريهي رَتائُون،
هُوءِ جي پَهَڻَ پَبَ جا، مَٿِيا مُڪائُون،
هُونِ سَلامَتَ سُپرِين، گهوري سا آئُون!
سو جي سُئُومِ ڪَنَنِ سينن، پَہُ جو ڪَيائُون،
بانهُون بيلَ نہ لاهيان، پُنهَلَ ڪي آئُون،
آيا، عَبدُاللّطِيفُ چَئي، پُنِيُون مَنَ مُدَعائُون.

*(حسيني، ١ ـ وائي)*

## وائي- ١٧

جيءُ جياريو، جيءُ جياريو، ڪين منهنجهڙو هاريو،
پِرِينِ جيءَ پَچار، سيڻن جِيءَ سنپار، جَڏَڙو جيءُ جياريو.
اُجيو تَن عميق مان، پرين پوُجَ پياريو،
مرضُ مريضن تان، اِشاري ساڻ اُتاريو،
ڪَرَمَ ڪريمن جي مون ڪي، اَهُڪيءَ مان اُڪاريو،
سنئون مُنهن ڪري، سپرين! اَئِين نرمل نورَ نهاريو،
سائلن جِئَن سڌ ڪري، اَئِين طالحن ڪي تاريو.

*(يمن ڪلياڻ، ٣ ـ وائي)*

## وائي- ١٨

جيئَري زِيارَتَ، جي مان هوءِ پرِيَن سين!
سَڏَرَ مُنهنجا سُپرين! مُون تان لاهِ مَ هَٿَ!
مَوٗلا! مُون کي ميڙِئين، سُپيريان جي سَٿَ،
چَنديان ڪہَ اَڪِيَنِ سين، پيرين وِجهان هَٿَ،
ڏُوران ڏِٺَمِ سُپرين، سَچي جن صِفَتَ،
مِلَڻَ ۾ مُشتاق سين، ڪانہ ڪَيائُون ڪَٿَ،
اَدِيُون! عَبدُاللّطِيفُ چَئي، مَجيائُون مِنَٿَ.

*(ليلا چنيسر، ٣ ـ وائي)*

# چ

(۱)

چارا ۽ ڪارا، مالُ جنين جو مَڪُڙيُون،
تَماچيءَ جي تَڪِيي، اَچِنِ سَوارا،
مِيَ مَڇيءَ مارا، سَمي سي سيڻَ ڪَيا.

(ڪاموڏ، ۱ ـ ۹)

(۲)

چاريُون، ڪاريُون، چَچَ، چيريُون: جن جي مُحَبَتَ مَڇيءَ ساڻُ،
رَهَنِ، وهَنِ سر پانڌِيين، سَپيئي بَدبُوءِ هانُ،
لُڏڙَنِ جِنَن، لَطِيفُ چَئي، پاٽيءَ وِجهَنِ پانُ،
تن مَلاحَنِ جو ماڻُ، سَمي سِرِ ڪَيو پانهنجي.

(ڪاموڏ، ۱ ـ ۱۲)

(۳)

چامان اَڳي جي چائِيُون، تِن جي نِرتِ نُورِيءَ ڪي ناهِ،
نہ مَنَهن، نہ مارِڪي، نہ وَجِنِ ڪَنهن وهانءِ،
سي ڪِنجُهَر ڪَنديُون ڪانهِ، جِن تَماچِي تَڪِيو.

(ڪاموڏ، ۲ ـ ۹)

(۴)

چاٽِي پُجهي جن، توسين سُورَ سَچَ ڪئي،
تون ڪيئن سنديُون تن، پَرَ سين پَچارُون ڪَرين.

(ڪلياڻ، ۳ ـ ۱۲)

(۵)

چاٽِي جي چاتومِ، تہ پوندو فِلَقُ فِراقَ جو،
اَکَرُ اِرادَتَ جو، ڏُريائِين ڏوتومِ،
پوءِ تان ڪونَ ڪيومِ، هُوندَ ڪَشالو ڪيچَ ڏي.

(حسيني، ۸ ـ ۸)

(۶)

چاٽي سُچاٽي، مُون ڪي چِڏي هَليا،
اَدِيُون! آرِيچَنِ لَءِ، آئُون ڪُوري جِنَّن ڪاٽي،
پاهَڻَ ۾ پاٽي، هارِيُون! هارَڻُ آئِيو.

(حسيني، ۸ ـ ۶)

(۷)

چاٽي سُچاٽي، مُون ڪي چِڏي هَليا،
آئُون ڪِئَن چِڏِيان پانهنجو، اَدِيُون! آرِياٽي؟
پَرِيِمِ جو پاٽي، سو ڪيچِيُنِ ڪَمِ نہ آئِيو.

(حسيني، ۸ ـ ۷)

(۸)

چاٽي سُچاٽي، وهان ڪئَن ماٿِ ڪَري؟
اَندَرِ آگِ عِشقَ جي، اَپَرِ اُڏاٽي،
'اَلعِشقُ نارُ اَللهِ اَلمُوقَدة'، ڪُوري جِنَّن ڪاٽي،
آهي آرِياٽي، پيو سَرَتِيُون! سُڃي ڪِينَ ڪي.

(سسئي آبري، ۵ ـ ۱۵)

(۹)

چاٽين تہ بہ نہ چاڻُ، اِيُ دَرُ اَبوجَهنِ جو،
اِنَ دَرِ سي ئي اَڳِهيا، جن نہ پانيو پاڻُ،
رِيجهاٽو راڄاڻُ، آهي اَبوجَهنِ جو.

(پرڀاتي، ۱ ـ ۱۴)

(۱۰)

چَرَ جَراتِيَنِ اَنگُڙا، ڪُوري ڪاٽئين ڪَلَ،
ماءُ! مارِيندَمِ اُن جا، اَڏِيا ماڳَ مَحَلَ،
ڪَيائُون ڪانہ ڪَهَلَ، اَدِيُون! عَبدُاللَطِيفُ چَئي.

(رامڪلي، ۷ ـ ۲۰)

# جھ

(١)

جُھتَ پِتي، پهُ جهَنگَ: هاڙهي پُڇُ مَ هوتَ کي،
سوُرُ سُبيِلي، سَسُئي! لَکَ تَنهين سين لَنگهه،
تہ سُپيرِيان جي سَنگِ، مُنڊ! ميڙائو تو ٿئي.

(سسئي آبري، ٨ – ١٢)

(٢)

جِهجان پَسيو جهوکَ، آيَلِ! سَنگهارِن جي،
جن تي پِيَّ پيارِيا، مَنجهان مَٿِن موکَ،
لَڏي وِچان لوکَ، اُني وِيا اُکِري.

(ڏهر، ٤ – ٢٨)

(٣)

جهجي، جهانءِ کَري، ماڻ نہ اَچي مُون هِنئين،
سَجَڻ سي ساري، هو جِنين جو هيرَڻُون.

(رپ، ١ – ١٢)

(٤)

جُهران، جِهجان تي، جَنِ پَسَّان پَري ٿِيا،
اَلا! اوني آئيِن، جو کِينءِ جي خَبَرَ ڏي!
مَنَ مُنهنجي کي، واکو لَهي ويڙهِ جو!

(مارئي، ٩ – ١٤)

(٥)

جُھڙَ تُنهنجي جَهپيا، هَزارين حاتِمَ،
کوجَهنِ سَندا کَمَ، کامِلِن ريءِ کيرُ کَري؟

(بلاول، ٣ – ٦)

(٦)

جُهڙَ ڦُڙَ جِتِ ٿِيان، اُتِ آڏيائُون پَکَڙا،
هِنَ مُنهنجي حالَ جو، قَدُرَ نہ کيٽان،
جيکُسِ آنَ وِسرِيانِ، مارُو قوُتَ قَرارِيا،

(مارئي ٩ – ١)

(٧)

جُهڙَ ڦُڙَ مَٿي مارُئين، جِتِ چِيِها، چِلُرَ، چِکَ:
اَندَرُ تو اُجَ مَري، ساهُ اُنين جي سِکَ،
پِيَهُون شالَ پهيُون پَري، ٿِئان ڏيئي تِکَ!
وَرُ پِرِيان سين پِکَ، پِيا پاڻَ پَرِيائِي گهورِيا!

(مارئي ٩ – ٢)

(٨)

جُهڙَ نيٽَنُون نہ لَهي، کَکَرَ هُوَن نہ هُوَنِ،
سارِيو سُپيرِيُنِ کي، لُڙِکَ گِلَنِ تي پُوَنِ،
سي مَرُ رويو رُوَنِ، جن مُسافِرَ سُپِرين.

(سارنگ، ١ – ٢٢)

(٩)

جَهلي تان نہ رَهان، ڏاران پَسَّنَ پِرينءَ جي،
اَپَر عاجِز آهيان، لالَنُ جان نہ لَهان،
فَردا مُون ڦِٽي کئي، وَعدي ڏي نہ وَهان،
صُباحَ سِيئَن نہ سَهان، خواه ميڙَئين، خواه مارِئين.

(معذوري، ٦ – ١)

(١٠)

جهمَنديُون اَچِن، جهوليُون جهوُنجهارَنِ جوُن،
پايو بُکَ بُهارَ جا، اُن جوُن وَهوُن واکا کَنِ،
پِٽِين، پارَ کَڍَنِ: رِنُ گَجِيو، راڙُو ٿِيو.

(کيڏارو، ٣ – ٩)

(١١)

جَهنگُ کامي پَٹُ ٿِيو، پَکِي چوران لِکَ
سيکَڙُو ۽ سِکَ، پَئي گَڏيا پاڻَ ۾.

(کاهوڙي، ٣ – ٩)

(١٢)

جَهنگلُ آهيڙِيُنِ کي، پَنَڻُ ڪيو رُوندو،
نہ ڪُتا، نہ ڪوڙِڪُون، چَڙهِيو اُيو چُوندو،
هَڏِهِين نہ هُوندو، اِنهان پوءِ عالَمَ ۾.
(ڪاهوڙي، ٣ ـ ١١)

(١٣)

جَهنگلُ آهيڙِيُنِ کي، پَنَڻُ ڪيو روءِ،
نہ ڪُتا، نہ ڪوڙِڪُون، چَڙهِيو اُيو چوءِ،
هاٽي هِنهان پوءِ، لَڳِي لُونو نہ ٿِئي.
(ڪاهوڙي، ٣ ـ ١٠)

(١٤)

جَهنگلِ هَليا، سي نہ پُليا، راهَ هَليا ڦُرجَنِ،
اَوجهَڙِ سي نہ پَوَنِ، پيئي جنين چِڏِيُون.
(ڪاهوڙي، ٣ ـ ٨)

(١٥)

جهوري، جهجَڻُ، جهانءِ، مُون جِنين جي نہ لَهي،
آيَلِ! اِئَن مَ پانءِ، ڪِ آئُون جِتَندي اُن ري.
(رپ، ١ ـ ١٣)

(١٦)

جهوُڙا جن جُهلَنِ ۾، هيري لَکَ هَزارَ،
لَڳا واڻَ وَڻَنِ جا، پُنهونءَ ڪي پالارَ،
آن ڪي ويندا گَڏِيا، آهڙيءَ سِٽَ سُوارَ؟
”لَنگهي ڪالَهہ قُطار: تُون، آئي! اَڄُ نِهارِئين!“
(ديسي، ٣ ـ ١٢)

(١٧)

جهوڪُون نہ جُهٽڪَنِ، وَڳَ نہ پَسان وَٽِ ۾،
آيَلِ! سَنگهارَنِ، جيڪُسِ چِٽاٽو چِتِ ڪَيو.
(ڏهر، ٤ ـ ٢٩)

(١٨)

جهولَ نہ جَهلي سُهڻي، سائِرَ سَٽَ سَندياسِ،
جنهن آهڙي چائي عاجِزا، سا مَرُ مَرکي ماسِ،
پَسِين جي پِياسِ، تہ کي عِشقُ آڻئين.
(سهڻي، ٣ ـ ١٣)

(١٩)

جهيڙو لاهِ، يَزيدَا! عَلِيءَ جي اولادَ سين،
سا نہ پَسَندين عيدَ، جا هُوندي ميرَ حُسينَ سين.
(ڪيڏارو، ٤ ـ ٢)

# چ

(١)

چارِ تَراريُون چيلھ سين، ٻَڌي ٻہ پاڳُون،
اِڳِيَنِ جُون آڳُون، ڪَوَنرَ ڪِلي ۾ موڪِيُون.
(ڪيڏارو، ٥ ـ ١٢)

(٢)

چارَڻَ! ٻولِـﭻ ڪِي ٻِيو، گھُرِيُءِ سو گھورِيان،
گھَرُ سورَٺِ نہ پڙي، جان تَندُنِ بَرابَر تورِيان،
ڳُجھي آھِرِ ڳالھڙي، آءُ اوري تان اورِيان،
ڪِ کُلھَنِئُون ڪورِيان؟ ڪِ جاجِڪَ! جُسي سين ڏِينءِ؟
(سورٺ، ٤ ـ ٦)

(٣)

"چارَڻَ! تُنھنجي چَنگَ جو، عَجَبُ آھِرِ اِيُّ،
ھَتِي اُيو ھَٿَنِ سين، جِئرو رَکيو جِيُّ،
راتِ مُنھنجو رِيُّ، ڪاتِيو ڪُماچَ سين."
(سورٺ، ٤ ـ ٣)

(٤)

"چارَڻَ چَنگُ، بَنگُ لَھي، وَجايو وَڏاڻُ،
سِرَ جو ھَڏِ آسانُ، پَرَ مَڱڻھارُ مَٿي وَھي."
(سورٺ، ٤ ـ ٧)

(٥)

چارَڻَ چَنگُ کُلھي ڪَري، رَمي رَھِيو راتِ،
صَدا جي، سَيّدُ چَئي، وائي ڪَيائِين واتِ،
ڏيہَ ڏِنا تَنھن ڏاتِ، مِيين مَڱڻھارَ کي.
(سورٺ، ٣ ـ ١٩)

(٦)

چارَڻَ چَنگُ کُلھي ڪَري، پيرَ پُرِي پاتا،
صَدا جِي سَيّدُ چئي، وائي ڪَيائِين واتا،
تَنھن تي راءُ راضِي ٿِيو، دِلِ وَڏِيءَ داتا،
مَرڪي مَرُ ماتا، رُوڙي راءِ ڏِياچَ جي.
(سورٺ، ٣ ـ ٢٠)

(٧)

چارَڻُ لَڱو، پَنڌُ گھَٽو، ڪِي چوٽاٽِيءَ چَئيج،
ھِتِ ڪِي ھَلائيج، اُتي آئُون نہ اَچِٽو.
(پرڀاتي، ١ ـ ٦)

(٨)

چان ڪِ آيَسِ اَڳاھِين، تان اُتَھِين اُيي آھِيان،
پِرتِ پَراھِين، ھاٽي مَران! مَ جِئان!
(حسيني، ١٢ ـ ٢٢)

(٩)

چان ڪِ چَڙھندِيَس ڪَٽَ تي، رِيجھائِيندِيَس راءُ،
اھڙو ئي اَللهُ، جو پورھيَتُون پيشِ ڪَري.
(ليلا چنيسر، ٢ ـ ٤)

(١٠)

چانگا! چَندَنُ نہ چَرِين، مَيا! پِئين نہ موڪَ،
آڪَرَ اوڏو نہ وڃين، ٿُڪيو چِڏئين توڪَ،
لاٽي وچان لوڪَ، تو ڪھڙي آڪِرِ آئڙي؟
(ڪنيات، ٢ - ٤٢)

(١١)

چانگي چَئِي چُڪياسِ، مٿان اَڪَ نہ اُلھي!
جنھن وَلِ گھٽا وِھاٽيا، اُنَ سين آرِ لَڳِياسِ،
چوڏاري چَندَنَ وڻَ، پَچِي پُوڄَ پِياسِ،
رئاري رَتُ ڪياسِ، ھِنَ ڪُڏاتُوري ڪَرَھي!
(ڪنيات، ٢ - ٣٥)

(١٢)

چاهَڪَ چَري، تارِ تَري، آيُون مَتّي آرَ،
ڪوڙيين ڪَرَ ڪَتَنديُون، سُتّي سَڌَ ڏرارَ،
مينهُون سانُ ميهارَ، پَرچي پارِ لَنگھينديُون.
(سهڻي، ٤ ـ ٢١)

(١٣)

چاهَڪَ چَري، تارِ تَري، آيُون مَتّي پيٽَ،
لُڙَ لَنگھِينديُون ليٽَ، لُطِفَ سانُ لَطيفُ چئي.
(سهڻي، ٤ ـ ٢٢)

(١٤)

چاهَڪَ چَري، تارِ تَري، آيُون مَتّي ڪُنَ،
ڪوڙيين ڪَرَ ڪَتَنديُون، ساھَڙَ جي سَمَنَ،
مينهُون سانُ اَمَنَ، پَرچي پارِ لَنگھينديُون.
(سهڻي، ٤ ـ ٢٣)

(١٥)

چاهَڪَ چَري، تارِ تَري، آيُون مَتّي ڪُوهَ،
سُتّي سَڌَ ساھَڙَ جو، راضي ٿيندَنِ رُوحَ،
مينهُون سانُ صُبُوحَ، پَرچي پارِ لَنگھينديُون.
(سهڻي، ٤ ـ ٢٤)

(١٦)

چائُتِ پائي چِتَ ۾، سَنهو ڪِتو جَنِ،
تَنِ جو صَرافَنِ، ڏُڪو داخِل نہ ڪيو.
(ڪاپائتي، ١ ـ ١٦)

(١٧)

چِتان جي نہ چُرَنِ، آلا! اُنِ مَ وِسران،
مُون مَنُ آهي تَنِ، مڙهيو منجهاران هِنئين.
(سامونڊي، ٢ ـ ٥)

(١٨)

چَتُرُ رَهي نہ چِتُ، سُوران صَبُرُ نہ ڪَري،
سَجَنَ ساري نِتُ، ويڳاڻو ٿِيو وِجھلي.
(رپ، ١ ـ ٢٣)

(١٩)

چَتُرُ رَهي نہ چِتُ، ويٺين واڳيو نہ رَهي،
رَئيءَ لَتِجي نِتُ، هِنئڙو واٽَ وِرِڪَ جِنَ.
(رپ، ١ ـ ٣٢)

(٢٠)

چَرِڪو پَنهنجي چِتَ ۾، پِنيءَ پيبريو جَنِ،
توٽي ڪِينَ ڪتَنِ، تہ بہ ڪانڌُ تِنين جو ڪوڏيو.
(ڪاپائتي، ١ ـ ٣٢)

(٢١)

چُرَنِ، چُڪَنِ چِتَ ۾: رَهيا اَندَرِ رُوحَ،
اُنّي وِيتڙا اُڪَري، مارُوُ مَتّي موهَ،
ويرُوُن ولوڙَنَ جُوَنِ، سارِيان گهڻو صُبوُحَ،
وَرُسي ڪَارا ڪُوهَ، سِنجيِمِ جي سانڙيہَ جا!
(مارئي، ٨ ـ ٧)

(٢٢)

چُرَنِ، چُڪَنِ چِتَ ۾: سَدا مَنجھ سَرِيرَ،
لَڏي ڪَنهن لوءِ وِيا، مارُو مَنجھ مَلِيرَ،
ويڻي پُوچيان پيرَ، مانَ مِلَنِمِ ڪَڏهِين!
(مارئي، ٨ ـ ٦)

(٢٣)

چُرَنِ، چُڪَنِ چِتَ ۾: گهارِنِ مَتّي گهٽَ،
ڪَهَ مانڌاڻو، مَکَٽي، ڍوئَنِ پاسي ڍِٽَ،
پَنوَهارڪي پَڪَڙين، وَڃي ڪَريان وَٽَ!
سانڙيہَ سامُهين سَٽَ، ڪَندِيَس: پَڃي ڪَڙَنِ ڪي.
(مارئي، ٨ ـ ٤)

(۲۴)

چُرَن، چُٽڪَنِ چِتَ ۾: وِسارِيان، ڪِينَ وَرَنِ!
”لَيۡسَ ڪَمِثۡلِه شَيۡءٌ“، پَسَنُ ناهِ پِرِيَنِ!
پَڪا پَنوَھارَنِ، نيئِي آڏِيا ناهِ ۾.

(مارئي، ۸ - ۳)

(۲۵)

چُرَنِ، چُٽڪَنِ چِتَ ۾: وِسارِيان، ڪِينَ وَرِي!
جن تي پِيَّ پِيارِيو، مَنجهان سِڪَ سَرِي،
وَنهِيَنِ ويڙهِيچَنِ جي، سِنائُنِ سَرِي،
ٿَـرَنِ تـوڪَ ڏَرِي، اُني وِيَـڙا اُڪِرِي.

(مارئي، ۸ - ۲)

(۲۶)

چُرَن، چُٽڪَنِ چِتَ ۾: وِسارِيان، ڪِينَ وَرِي!
’ڪَنان عَهَدَ اَلَسۡتَ‘ جي، ڪِ تِهائِين پَرِي،
’لَمۡ يَلِدۡ وَلَمۡ يُوۡلَدۡ‘، مارُئِي ڪوهُ ڪَرِي؟
اَڄُ ڪِ ڪالَهه مَرِي، ساري سانِيِيڙَنِ ڪِي!

(مارئي، ۸ - ۱)

(۲۷)

چُـرَنِ، چُٽڪَنِ چِتَ ۾: هُرَنِ مَنجهه هِنئين،
لُطُفُ ٿِيو، لَطِيفُ چئي، مَهَرَ ڪِي مِين،
ڏُڪِيءَ ڪِي ڏِئين، سَرهايُون سازِيَهَ جُون!

(مارئي، ۸ - ۵)

(۲۸)

چِڙَنِ چوري آهيان، سُڪِ ٿي سُمهان ڪِيئَن؟
سارِيان ساهَڙَ چامَ ڪِي، ڏَهَ ڏَهَ پيِرا ڏِينهَن،
ميهارَ مَرَڻَ سِيئَن، نِيَرُ پاتُمِ نِينهَن جو.

(سهڻي، ۴ - ۳)

(۲۹)

چِڙهيا چارَئِي يارَ، سُوڏا شِڪارِي،
فِڪُرَ سانُ قِتِي ڪِي، سوڍِي سوپارِي،
وِيا ڪاهِيندا ڪاڪِ ڏي، جِتِ مُومَل موچارِي،
موتِيا نه مارِي، ڪَؤنَرَ لَتاڙي ڪاڪِ جا.

(مومل راڻو، ۲ - ۱۵)

(۳۰)

چِڙهيو چَڪاسِنِ چاءِ، آڳِ پرندي آئِيا،
وهسَنِ واڙِيءَ ڦُلَ جِئَن، مَحبتي مچ لاءِ،
آٿِي پاڻُ اَڙاءِ، ڪَٿِي ڪُوري وچ ۾.

(يمن ڪلياڻ، ۳ - ۱۴)

(۳۱)

چُڪَسِ سَبِ چَئِي، ماڙهُو شَهَرَ ڀَنڀورَ جا،
سا موٽي ڪِيئَن مُئِي؟ جنهنجو جانِبُ جَتَ وٺي ويا.

(سسئي آبري، ۴ - ۲۱)

(۳۲)

چڪي، چڪيَمِ چاڪَ، وَنهِيَنِ ويڙهِيچَنِ جا،
واجهيندي وصالَ ڪي، فَنا ڪَيَسِ فِراقَ،
سيئي سارِيَمِ، سُومِرا! ٿَـر جنين جا ٿاڪَ،
مارُوءَ جي اوطاقَ، گهڻو اُڪَندي آهِيان.

(مارئي، ابيات متفرقه - ۵۶)

(۳۳)

چُڪيءَ ڪي چَئي، ڪا جاڳائي، جيڏِيُون!
وِيڙو ساڻَ وَهي، تو نِندا ئي نه لَهي.

(سسئي آبري، ۴ - ۲۰)

(۳۴)

چِڱا چَندا! چِئيج، سَنيها ڪي سڄڻين،
مٿان اَڱڻ اُڀِري، پِرِينِ جي پئيج،
جهيڻو ڳالهائيج، پيرين وجهي هَٿڙا.

(ڪنيات، ۲ - ۵)

(۳۵)

چڱا ڪَنِ چڱائيُون، مَنائيُون مَنَنِ،
جو وَڙُ جُڙِي جن سين، سو وَڙُ سيئِي ڪَنِ.
(سريراڳ، ۴ — ۴)

(۳۶)

چڱَنِ ساڻ چڱائيُون، اِئَن سَڀڪو هوءِ،
تو جئَن ڪري نہ ڪوءِ، بُڇِنِ ساڻ ڀَلايون.
(سريراڳ، ۴ — ۳)

(۳۷)

چمڪيُون چوڌار، ڏجُون ڏاڙيچَنِ جوُن،
ماءِ! ساموُنڊِي آئيا، سَهسين ڪَري سينگار،
اُنين جِي پچار، ڪالهونڪَرَ ڪانگُ ڪَري.
(سامونڊي، ۱ — ۳۸)

(۳۸)

چَنڊَا! تنهنجِي ذاتِ، پاڙَيان تان نہ پرينِ سين،
تون اَچو ۾ راتِ، سَجَڻَ نِت سوجهرا.
(ڪنڀات، ۱ — ۱۴)

(۳۹)

چَنڊَا! چِٽائي تنهنجي، سِياهيءَ ۾ سُورُ،
لايان لالَ لِڱَن ڪي، چَندنَ پيري پُورُ،
ڪُوماٽو ڪَپُورُ، مون واجهائيندي پرينءَ ڪي.
(ڪنڀات، ۱ — ۱۵)

(۴۰)

چَنڊَا! چوانءِ سَچُ، جي مَنِي مور نہ پانئَين،
ڪڏهن اُيرين سَنهڙو، ڪڏهن اُيرين ڳچُ،
مُنهنَ ۾ ٻَريئي مَچُ، تو ۾ ناهِ پيشاني پرينءَ جِي.
(ڪنڀات، ۱ — ۱۸)

(۴۱)

چَنڊَا! چوانءِ حَقُ، جي وِڙهين جي وِچڙين،
ٻہ اَڪيُون تيون نَڪُ، تو ۾ ناهِ پِريَن جهو.
(ڪنڀات، ۱ — ۱۷)

(۴۲)

چَنڊَا! لَڱنئي مَنڊَ، سنجهيئي سِيخَ تئين،
ڪر اونداهي اَنڌَ، تہ مِلان محبوبنِ ڪي.
(ڪنڀات، ۱ — ۱۶)

(۴۳)

چَنڊَ وِهاڻِيءَ چَڙهيا، مَلَّهہَ مَدِينئان چامَ،
اُن سين طَبَلَ بازَ، تَبَرُون، نيزا ۽ نِشانَ،
عَلِيءَ پُٽَ اَيامَ، ڪَندا راڙو رُڪَ سين.
(ڪيڏارو، ۲ — ۳)

(۴۴)

چَنڊَ وِهاڻِيءَ چَڙهيا، مَلَّهہَ مَدِينئان گهوٽ،
اُن سين طَبَلَ، بازَ، تَبَرُون؛ کُندَ، ڪَٽارا، ڪوٽَ؛
عَلِيءَ پُٽَ اَموٽَ، ڪَندا راڙو رُڪَ سين.
(ڪيڏارو، ۲ — ۲)

(۴۵)

چَنڊَ وِهاڻِيءَ چَڙهيا، مَلَّهہَ مَدِينئان ميرَ،
اُن سين طَبَلَ، بازَ، تَبَرُون؛ کُندَ، ڪَٽارا، ڪِيرَ؛
عَلِيءَ پُٽَ اَميرَ، ڪَندا راڙو رُڪَ سين.
(ڪيڏارو، ۲ — ۱)

(۴۶)

چَنيسَرَ جي چِٽَ ۾، ڪي جو آڳُ هُئو،
تِهان پوءِ ٿِيو، مَٽِئي تي ٿي مامرو.
(ليلا چنيسر، ۱ — ۱۲)

(٤٧)

چَنيسَرُ چِۆرَنگُ، پِرَنگو لوڪُ پِيو،
تنھن سين چِنِيو سَنگُ، وَڃِيو ھارَ ھَٿُ چُھِينِ!

(ليلا چنيسر، ١ ـ ٤)

(٤٨)

چَنيسَرَ سين چاڳُ مَتان ڪا مُنڌَ ڪَري،
جان مُون پوءِ پرُوڙِيو، تہ ھيُ نہ ماٺي ماڳُ،
ڏمِريو ڏھاڳُ، سِڪھو ڏِئي سُھاڳِڻِيين.

(ليلا چنيسر، ٣ ـ ١)

(٤٩)

چَنيسَرَ سين چاءُ، مَتان ڪا مُنڌَ ڪَري،
ڪانڌَ ڪَنھِين جو نہ وَٽي، گيرَبُ ۾ گاءُ،
جي تِڙي تورَڙِياءُ، تہ دوسَ دَسائي داسَڙو.

(ليلا چنيسر، ٣ ـ ٢)

(٥٠)

چوٽين ڏِينھن چوگانَ ۾، ڪَنھن جَنھن پَہ پيا،
وَھَر پريان جي وَڍِيا، تن ۾ ڪُوڙَ ڪھا؟
اَندَرِ آديسِيُنِ ڪي، اَچَنِ جوشَ جِھا،
سامِي سونُ ٿِيا، لِڪا پُٽَنِ لوڪَ ۾.

(رامڪلي، ٢ ـ ٤)

(٥١)

چِۆڏاري چِڙا، بُرَنِ بيلايُنِ جا،
سُٽِي سَنيارَن جو، پِيِمِ ڪَنّ پَڙاءُ،
وِھَڻُ مون نہ وَڙاءُ، سُٽِيو جھانءِ جِھجي ھِنئون.

(سھڻي، ٤ ـ ٢)

(٥٢)

چوڏِھينءَ چَنڊُ اُپِريو، اُوٽِيہ پَسيسِ عامَ،
مٿس ناھِ مَلامَ، جيڪي پُڇين پُڇ سو.

(ڪنيات، ١ ـ ١١)

(٥٣)

چوڏھِينءَ چَنڊَ! تون اُپرِين، سَھسين ڪرئين سينگارَ،
پَلَڪَ پِريان جي نہ پَڙِين، جي حيلَنِ ڪرئين ھزارَ،
جھڙو تون سَڀَ چمارَ، تھڙو دَمُ دوست جو.

(ڪنيات، ١ ـ ١٢)

(٥٤)

چورُ اُپيو اِنَ چوءِ، تہ آئُون اُھوئِي آھيان،
جي اَسِي اَکِيُنِ ھوءِ، تہ لِڪِي ڪي ڪونہ لَھِي.

(سريراڳ، ٤ ـ ١٩)

(٥٥)

چوري چَنگُ، بَنگُ لھي، حبيبَن ھَنيوسِ،
بُجھان باڻُ لڳوسِ، ڪانارِيو ڪَرَ ڪٽي.

(يمن ڪلياڻ، ١ ـ ١١)

(٥٦)

چوري چوري چِٽُ، جان نَئِينءَ وھاڻِيءَ نِڪران،
نينھُن گُھرائي نِٽُ، پِريان سَندي پيرَ ۾.

(رپ، ١ ـ ٢٤)

(٥٧)

چوندنِ ڪيمَ چئيج، وِيڻَ ورائي سامھون،
ڪا مَتِ قيمت جھڙي، روز ڏمرَ ڪي ڏيج،
وِيڻُ مَ ورائيج، تہ سڀَ دَرِ سُھاڳِي ٿئين.

(يمن ڪلياڻ، ٨ ـ ٢٠)

(٥٨)

چِوَنِمِ جي ھيڪارَ: "مَر وڃ موٽي، سُھڻي!"
ڏُونھينءَ پاسي دوسَ جي، گھارِيان سَڀ چمارَ،
بانڌِيٽا بِيھارَ، ھُونڌَ نہ لِڳين لائِيان.

(سھڻي، ٩ ـ ٥)

(۵۹)

چوَنِم مَرُ چَرِي تَي، پر جي سَڌُ سُٽين،
مَرُ مُونھين کي ڏِينِ، ماڙهُو اَچِيو مِهڻا.

(معذوري، ۵ ـ ۱۳)

(٦٠)

چَئِي چَنيسَرَ جامَ سين، ليلا! تُون مَ لَکاءِ،
دوسُ تُنھنجو داسَڙو، کاندِ وَڏِيائِي کاءِ،
تہ ڍولو ڍِکُ سَندِياءِ، عَيبَنِ کي آڏو پَئِي.

(ليلا چنيسر، ۲ ـ ۱۸)

(٦١)

چَئِي چَنيسَرَ جامَ سين، ليلا! لَکاءِ مَ تُون،
اِيُ کانڌُ کَنھنجو نہ ٿِئِي، نہ کا مُون نہ تُون،
رُلنديُون ڏِٺيُون مون، اِنَ دَرَ مَٿي دادُليُون.

(ليلا چنيسر، ۲ ـ ۱۹)

(٦٢)

چَئِي چَنيسَرَ جامَ سين، لِيلا! لَکايوءِ،
تو جو پانيو پانھنجو، تَنھنجو پَرو کونہَ پيوءِ،
کَوُنرُوءَ کانڌُ سَندوءِ، دَستِ کَيو داسَڙو.

(ليلا چنيسر، ۲ ـ ۱۴)

(٦٣)

چَئِي 'کُنَ فَيَکُونُ'، جَڏهن خَلقيا رُوحَ خُداءِ،
گَڏُ جِتِ گُذرانُ هُئو، جَڙَ لَڳِي تنهن جاءِ،
مُون توهين سين آهِ، اُها ساڃاءِ، سُپِرين!

(مارئي، ۱ ـ ۳)

(٦٤)

چيتارِيان چُٽِکَنِ، سَنيارِيانِ سَهي،
آندَرِ رُوحَ رَهي، مُون کي صُورَتَ سُپِيرِيُن جي.

(رپ، ۱ ـ ۲۵)

(٦٥)

چيتارِيان چُٽِکَنِ، وِسارِيان نہ وِسري،
ويروتارَ ڏُکَنِ، سَڄَڻَ پَڳي هَڏُ جِئَن.

(رپ، ۱ ـ ۲٦)

(٦٦)

چيتاري چوَندِياسِ، ڳالهِيُون سَيوئِي سَڄَڻين،
جُه مُقابِلِ ٿِياسِ، تہ سَڀ وَڃَنِم وِسري.

(رپ، ۱ ـ ۲۷)

(٦٧)

چيتا کَيو چُٽيج، بَداماٽيءَ بُٺِ ۾،
نيٽين نِندَ مَ ڏِيج، چيڙُون چِپَرِ آئيُون.

(ڏهر، ۴ ـ ۲۰)

(٦٨)

چيهو چُکِيءَ کَنڊيين، کَيائين گَڙنگَ تي گُلَ،
هَڏا کُتيان هَليو، پَري تَرايُون تَلَ،
آنڊائِين آبَ اُچَلَ، مَٿي باغَ بَهارَ تي.

(سارنگ، ۲ ـ ۴)

# چ

(١)

ڇا جي ڏِنگا ڏيرَ؟ مُنهنجو ڏينهن ڏنگو مَ ٿئي!
اُنَن ۽ اونيَڙَن جي، ڇا وَهيٽو ويرَ؟
هِيَ ڪَميٽِي ڪيرَ؟ جا اَمَر ڪي آڏي ٿري.
(ديسي، ١ - ١١)

(٢)

ڇا ڪي وَڃيو ڇو، پيلي ٿئين پيَن جو؟
وَٽُ ڪَنجَڪَ ڪَريمَ جِي، جَڳَ جو والِي جو.
سَؤڪو هُوندو سو، جنهن جو عِشقُ اَللهَ سين.
(بروو سنڌي، ١ - ١)

(٣)

ڇِپَرِ جِئَن پِهُون، تِئَن رِڻُ ڳِجهِن رانئيو،
وِنڪا وَنڪَنِ ڳَڏيا، ٻوڙيو ڏِيَن ڏهُونِ،
مُهايَنِ وَهُون، نيرُ مَهانگو ڪَنڌيُون.
(ڪيڏارو، ٦ - ٣)

(٤)

ڇپَرُ ڇمَرُ پانيان، ڪانيو ۽ ڪارو،
پَٻُ وِجهَنديس پُٺِ تي، صُبُحَ سَوارو،
وَجَڻَ مُون وارو، ڪِينَ وِهَنديس وَچَ ۾.
(ديسي، ٥ - ١١)

(٥)

ڇپَرَ ۽ ڇمَرَ، تا لَڳَهَ لَڳِن پانڌَ ۾،
ڏاڍا ڏُونگَرَ ڪَرڪَرا، ويڌَ، ونگايُون وَرَ،
آئُون پيادِي پَنڌين، نِماڻي نِڌَرَ،
سُورِيُون جِتِ، سَگَرَ: اَتِ پاتاڙِيءَ پيلِي ٿِئين!
(ديسي، ٥ - ١٢)

(٦)

ڇپُنِ ڇنا پيرَ، هَلي هَلي، ماءِ!
ڪوهِياري جي ڪاءِ، ڳِنهِيو پُٽان ڳالَهڙِي.
(حسيني، ١٢ - ٤٥)

(٧)

ڇپُون ڇپَرَ ڪَٽَ، پَهَڻَ پَٽراٽيُون پانئيان،
جِتي رَهان راتڙِي، مِرُون مُنهنجا مِٽَ،
سيٽَنِ جِيءَ سَهَٽَ، ڏُونگَرُ ڏولِي مُون ٿيو.
(حسيني، ٥ - ٥)

(٨)

ڇڄُ مَ قَطاران، ساٿُ چَڙهَندو لَڪِيين،
مُڃَڻِ ٿِئين پُٺان، وَڳَ واٽَ ئِي نه لَهِين.
(حسيني، ٨ - ١٣)

(٩)

ڇڏِ جاڳوٽا جوڳِيين، دُونهين ڪِيمَ دُکاءِ،
"وَاذْكُر رَبَّكَ فِي نَفْسِكَ"، اَندرِ آڳِ جَلاءِ،
جن سَڄَڻَ جي ساڃاهِ، تن ڪِنان مِنو ڪِينَ پِيو.
(رامڪلي، ٥ - ٩)

(١٠)

ڇڏِ جاڳوٽا جوڳِيين، دُونهيُون ڪِيمَ دُکاءِ،
"وَاذْكُر رَبَّكَ فِي نَفْسِكَ"، اَندرِ آڳِ جَلاءِ،
جِنِ سَڄَڻَ جي ساڃاءِ، تن ڪِنان مِنو ڪِينَ ڪي.
(رامڪلي، ٩ - ٣٣)

(١١)

ڇڏِ سَبرايُون، سُومرا! عُمَرَ! لَڳِ اَللهَ،
ٿِيَمِ نه ٿورا ڏِينهَنڙا، ماڙِيين ڳارِيَمِ ماهَ،
سِڪَ مُنهنجي ساهَ، مارُوءَ جي مَسَ لَهي!
(مارئي، ابيات متفرقه - ٤٩)

(١٢)

ڇڏيمِ حُجَ هَلَڻَ جي، چاڙهيڪا چڪيامِ،
آرياڻي جي آسري، ڏونگرَ ڏينهن لَڳامِ،
پُڇج پِرين سَندامِ! وِينئِيَس وِکَ نه اُپڙي.
(حسيني، ٧ ـ ١٠)

(١٣)

ڇڏيمِ حُجَ هَلَڻَ جي، چاڙهيڪَنِ چڙهي،
آڙيڪَنِ آڙي، پِيِيَس هوتَ پُنهونءَ سين.
(حسيني، ٧ ـ ٩)

(١٤)

ڇڏيمِ حُجَ هَلَڻَ جي، چڪيمِ چاڙهيڪا،
اَديُون! آڙيڪا، هِنئَڙي پِيَمِ هوتَ سين.
(حسيني، ٧ ـ ٨)

(١٥)

ڇُلان، مَنجهمِ نه چاکَ، پُران، پَوَنمِ پُرڪَٽا،
مَتان ڪا مُنڌ ڪري، موڙَنَ جي مَزاکَ،
چِٽُ سَندو مُون چاک، هاڙهي هَڏِ هٽي ڪيو.
(سسئي آبري، ٤ ـ ١٨)

(١٦)

چِنلَ ڇِڄَ هَٿَنِ ۾، ڪُلَهَن ڪوڏارا،
پورهئي خاطِرِ پانهنجي، اُٿَنِ سَوارا،
اوڏَ بِه ويچارا، لاڪا! وَڃَنِ لَڏِيو.
(ڏهر، ٤ ـ ٥١)

(١٧)

ڇِنَنِ توءِ مَ ڇِنُ، پاءِ اُميري اُنَ سين،
جي هو اَوڳُڻَ ڪَنئِي، اَسُونهِين! ته تون ڳُڻَانئِي ڳُڻَ،
پاندُ جهليو تون پِنُ، هن سُونهاري سَڳَ ۾.
(يمن ڪلياڻ، ٨ ـ ١٠)

(١٨)

ڇَنِ نه ڇَجي آهيان، ڪُڇَنِ ۾ ڪوٺَنِ،
اِيندي پِيَمِ اَبَتا، پَيڪڙا پيرَنَ،
هَٿَڙيُون هَٿَنِ، ڇَنگهُون بانهُون ڪاٺَ ۾!
(مارئي، ٦ ـ ١٧)

(١٩)

ڇَنِ نه ڇَجي هيٺِ، ڪُڇَنِ آهيان ڪوٺَ ۾،
لوئيءَ سين، لَطِيفُ چئي، پيڙيو بَڌان پيٺِ،
اُتِ سَپَجي اُنَ سَسَنِ جي، هِتِ رَڃائِين ريٺِ،
ماٺيان شالَ مَليرَ ۾، مُنداڻِتي ميٺِ!
ڏيهيا! ڪَجانءِ ڏيٺِ، ڪا مَدَتَ مُون سين ماڙِيين!
(مارئي، ٦ ـ ١٦)

(٢٠)

چوري، نِدوري، نَڪو مائِٺُ مُنڌَ جو،
سَوين هَلَنِ ساٿَ ۾، ڪَمي ۽ ڪوري،
آٺُون پڻ آهيان آنِ ۾، لَنگهي ۽ لوري،
لَنگهائِيين، لَطِيفُ چئي، ٿَرَنِ جا ٿوري،
آهِيان آزوري، تُنهنجي جوري جَبَلُ لَنگهيان.
(ديسي، ٤ ـ ١٩)

## وائي- ١

چا کي ٿا ڪَرَهَ قَطارِيو؟
وو! مُون نماڻيءَ تان ڪي نہ چيو.
اَللهَ ڪارڻ، اوٺيا! اَچين، واڳَ وَٺي وَرُ وارِيو.
رَهو راتِ ڀَنڀورَ ۾، تان ڪا گھڙِي هتِ گھارِيو.
سِڪي جنهن سَڱُ ڪَيو، تنهن مَعذُورِ کي مَ مارِيو.
سائينءَ ڪارڻ، سُپرين! دوستَ! دَرسَنُ ڪارِيو.
موڙِي مَيَر ٺارِيُون، چانگَنِ کي اَچين چارِيو.
اَيَري عَبدُاللّطِيفُ ڏي، واڳَ، وَنِهيَلَ! اَچين وارِيو.
*(ديسي، ۴ - وائي)*

## وائي- ٢

چورِي ڇَڏِ مَ ڇپَرين، ٻاروچَل! ٻانهي.
جانِبَ جهڙو جڳَ ۾، ناهي ڪو ثانِي.
پُنهَلَ! نيو پاڻَ سان، پورهيت پرِتياڻي،
پورهيو ڪَنديَس پرَ جو، پَرينديَس پاڻي،
هوتَ! مَ ڇَڏِيو هيڪِلِي، هِيءَ جا وندُر وڪاڻي،
اَديُون! عَبدُاللّطِيفُ چئي، اِيندُم آرياڻي.
*(ديسي، ٧ - وائي ۴)*

# ح

(۱)

حالُ قُربانُ، مالُ قُربانُ، گهورِيان لُڏاٽو:
فِدائتي فَقِيرِ جو، شَلَ رُسي مَ راٽو!
مُيُنِ سين ماٽو، مُناسِبُ نہ ميندرا!

(مومل راڻو، ۵ ــ ۱۶)

(۲)

حَبِيبَنِ هيڪارَ، مَنجهان مِهرَ سڌُ ڪيو،
سو مُون سڀ چمارَ، اورڻ اُهوئي ٿيو.

(ڪلياڻ، ۳ ــ ۱۴)

(۳)

حَبِيبَ ئي هادِيِ ٿِيو، رَهنُما راحتَ،
پيڙا نِيائين پاڻ سين، لائي ڏيئي لَتَ،
سُپيرِيان صِحتَ، ڏِنيمَ منجهان ڏُکندي.

(ڪلياڻ، ۳ ــ ۳)

(۴)

حُرُ هَلِي آئيو، مانجهي مَردانو:
”آهيان عاشِقُ آڳَ جو، پَتنگُ، پَروانو،
مانَ راضِي ٿِئي رَسُولُ ربَّ جو، نَبِي تو نانو،
هِيُ سِرُ سَمانو، گهوٽ! مٿان ئِي گهوريان“.

(ڪيڏارو، ۵ ــ ۲)

(۵)

حَسَنَ، مِيرَ حُسِينَ جو، جن نہ هِنئڙي جارُ،
خالِقُ، رَبُّ جَبّارَ، ڪِينَ مَرهِيندو تن ڪي.

(ڪيڏارو، ۲ ــ ۱۵)

(۶)

حَسَنَ، مِيرَ حُسِينَ جي، سُئي جَنگِ جَهانَ،
اُڏاٽا اوڙ ڪَري، ڪارين پَکين ڪانَ،
پِيُ، ڏاڏاٽا، پاڻَ، سَيّدَ سَڀَ مَلهائِيا.

(ڪيڏارو، ۲ ــ ۱۳)

(۷)

حَسَنَ، مِيرَ حُسِينَ ڪي، رُنو تِنِ تولَنِ،
گهَرِ ماڙهين، جهنگِ مِروُئين، اُيَنِ ۾ مَلڪَنِ:
پَکِيَنِ پاڻُ پَچاڙِيو، تہ لَڏِيو هوتَ وَڃَنِ،
آلا! شهزادَنِ، سويُون ڏِئين، سَچا ڏٽي!

(ڪيڏارو، ۲ ــ ۱۴)

(۸)

حَسَنُ ناهِ حُسِينَ وَٽِ، بِيلِي نہ پاهوُن،
ساڙيہ شهزادَنِ جو، آهي آڳاهوُن،
يَزِيدَا! جُلاهوُن، تيلان ڪَرِئين تَڪِڙِيوُن؟

(ڪيڏارو، ۵ ــ ۱)

(۹)

حُسِينِي حُسِينَ لَءِ، بِيبِيءَ پانَ چِئِي،
تِهان پوءِ ٿِئِي، خَبَرَ بِيءَ خَلقَ ڪي.

(حسيني، ۱۲ ــ ۴۹)

(۱۰)

حُسِينِيءَ جِيءَ هاڪَ، مادَرا! ماري آهِيان،
ڏِينهان ڏورَڻُ ڏُکَ سين، راتِيان چِڪَنِ چاڪَ،
ڊِچان يِرِ فراقَ، مَتان پوئِمِ پِرينءَ سين.

(حسيني، ۵ ــ ۱۰)

(۱۱)

حَقّاٽو هُتِ ٿِيو، آٿُون هِتِ بَندِياٽي!
ساري ساڏوهِيُنِ ڪي، ڪوئِيُنِ ڪُوماٽي،
لِڳين لوءَ، لَطِيفُ چئي، وِينِيَسِ وساٽي،
مُنڌَ ماروءَ جي نہ لَهي، ڪَپَتِ ڪِجاٽي،
سَمُنَ سَچاٽي، اُتي آهِمِ اُنِ سين.

(مارئي، ۳ ــ ۲۱)

(١٢)

حَقيقَتَ هِنَ حالَ جِي، جي ظاهِرُ ڪَريانَ ڏَري،
لَڳِي ماڻ مِروُئَنِ ڪي، ڏُونگَرَ پِوَنِ ڏَري،
وَڃِنِ وَتَّ ٻَري، اوڀَرِ اُڀِري ڪِينَ ڪِي.
(ڪوهياري، ٥ـ٥)

(١٣)

حَقيقَتَ هِنَ حالَ جِي، جي ظاهِرُ ڪَريانَ زَبانَ،
لَڳِي ماڻ مِروُئَنِ ڪي، رَسي سوُرُ شَبانَ،
ٽاڪَرِ ٽِڪي ڪانَ، جَبَلُ سَڀِ جَلِي وَڃي.
(ڪوهياري، ٥ـ٦)

(١٤)

حَقيقَتَ هَٿي، مُنهنجي جانِ جُدا ڪَئي،
هيڪو پَساهُ پِرينءَ ري، سَگهانَ تان نہ ڪَٽي،
ڏٽي ئي ڏٽي، رَهيو آهي رُوحَ ۾.
(آسا، ٣ـ٦)

(١٥)

حُڪُمُ ٿِيو بادَلَ کي، تہ سارَنگَ ساڻَ ڪَڄَنِ،
وِڄوُن وَسَڻَ آئِيوُن، ٿَہ ٿَہ مينهَن ٿَمَنِ،
جِنِ مَهانگو لَهي ميڙيو، سي ٽا هَٿ هَٽَنِ،
پَنجَنِ مَنجهان پَندِرهَن ٿِيا، اِٽَن ٽا وَرِقَ وَرَنِ،
ڏُڪارِيا ڏيہَ مان، شالَ موُذِي سَڀُ مَرَنِ،
وَري وَڏي وَس جوُن، ڪَيوُن ڳالهيوُن ڳَنوارَنِ،
سَيّدُ چوي سَپِنِ، آهِ توهِ تُنهنجي آسِرو.
(سارنگ، ٤ـ١٦)

(١٦)

حوصِلو حَيرَتَ جو، آهي نہ مَتّي عامَ،
سَندي مُحَبَتَ مامَ، ڪُورُ پَروڙِي ڪِينَ ڪي.
(آسا، ٣ـ٣٠)

(١٧)

حوصِلو حَيرَتَ ۾، ڪَري ڪِينَ دَرَڪُ،
جو حُسُنَ سَندو حَقُّ، سو ڪُورُ پَروُڙِي ڪِينَ ڪِي!
(آسا، ٣ـ٢٧)

(١٨)

حوصِلو حَيرَتَ ۾، وَڃِي ٿِيو ويڇوُن،
مُحَبَتَ جوُن ميڇوُن، ڪُورُ پَروُڙِي ڪِينَ ڪِي!
(آسا، ٣ـ٢٨)

(١٩)

حوصِلو حَيرَتَ ۾، وَڃِي لَڄاٽو،
ويچارو ڪاٽو، ڏِسي ٿِيو ڏِسَڻَ ڪي.
(آسا، ٣ـ٢٩)

# خ

(١)

خاموشِي خَبَرَ جي، مومَل تِي مَٽِ،
صَبرُ ٿِيو سُپَٽِ، مُنهنجي حَقِ، مينڌِرا!
(مومل راڻو، ٨ـ ٤)

(٢)

خَبَرَ ٿي ڪَرَنِ ڪي، تہ مُون ڪي ڪَندا ڪوهُ؟
صُورَتَ سُپيرِيان جي، ڏِٺي ڪونهي ڏوهُ،
لوريءَ لَڱِمِ لوهُ، جَنهِين رَتُ رُئارِيو.
(آسا، ٣ ـ ١٨)

## وائي- ١

خوُبِي مَنجِهہ خِفَتَ، اي! دوستَ! دقَت،
آهي عَبدُالَّطِيفُ ڪي.
مَدَحَ مون ڪان نہ ٿِئي، سَندِي سوُرَ صِفَتَ،
هجي ڪَريان هيجَ سين، مُطالعُ مَحَبَتَ،
حُزنُ هوتَ پُنهونءَ جو، رُڳيائِي راحَتَ،
پِريان جي پِستانَ جو، فاقوئِي فَرَحَتَ.
(معذوري، ١ ـ وائي)

# د

(١)

داتا سَندي دَرَ تي، وَڳَندُ تي وينو،
بَصَرَ سين بازار ۾، کَرَ واٽيو چينو،
دَران تَنهين پينو، جِتِ کُفران کِينَ ٿئي.

(بلاول، ٤ ـ ٩)

(٢)

داتا سَندي دَرَ تي، وَڳَندُ وينو پَسُ!
تَنهِن روڳِيءَ کي رَسُ، جو آلُودو آزارَ سين.

(بلاول، ٤ ـ ٧)

(٣)

دارُون ۽ کارُون، جان کِي کيا ويڄَ مون،
ٻُکِي ڏيندا ٻاجَهه جِي، نهاري نارُون،
جن جون سيڻَ لَهَنِ سارُون، تن تان ڏُکندو ڏُور ٿئي.

(يمن ڪلياڻ، ٢ ـ ١٨)

(٤)

داغُ تُنهنجو دائِما، ماري مَعذُورين،
سائِينءَ ڪارَڻِ سُپرِين! وَڃج مَ ڏُورين،
آئُون تو حُضُورين، مَٽيو وِجهان مَچَ ۾.

(ليلا چنيسر، ١ ـ ١)

(٥)

دائِمُ آهي دَرَ تي، وَڳَندُ ويچارو،
عَطَرَ سين آرو، لَڳِسِ تي لِڏِ ڪَٽي.

(بلاول، ٤ ـ ٧)

(٦)

دائِمُ جا دَرياهَ ۾، سا مَڇِي ڪِني ڪوهُ؟
آهِس اِيُ اَندوهُ، پاڻي ڪَٿي نہ پِيان.

(سهڻي، ٥ ـ ١٧)

(٧)

دائُودِي دَيوَن ڪري، رَنڪَن ڪونهي چيٽُ،
گهوڙيءَ هيٺ سُچيٽُ، ڪاهيو پاڪَرَئين هٽي.

(يمن ڪلياڻ، ٦ ـ ٢)

(٨)

دائُودِي دَيوَن ڪري، رَنڪَنِ ڪونهي رنگ،
گهوڙيءَ هيٺ اَينگُ، ڪاهيو پاڪَرئين هٽي.

(يمن ڪلياڻ، ٦ ـ ١)

(٩)

دَرا مَنجهه دوستُ ٿيو، موٽي پُڇُ پاهِين،
عَبَٿُ اَڳاهِين، وڃيو ڪُوڪِين ڪانڌَ کي.

(سسئي آبري، ٣ ـ ٥)

(١٠)

دَرَ دَروازا، دَرِيُون، هاٽي هِتي هو،
ڪوڙيين اَڏِيان ڪيترا، تَنبُو مَٿان تو،
جي مُل نہ آيا مارُئِي! تِنِين رَڙُ مَ رو،
ڪُوڪَٽُ آهي ڪو، پُسِيءَ پَنوَهارَنِ ۾.

(مارئي، ٧ ـ ١١)

(١١)

دَردُ نہ لهي دارُوئين، زُلفَ زورُ ڏِنوم،
ڪاڪُلُ ڪالَ ڏِنوم، رُخساري تي رُوپَ سين.

(سسئي آبري، ٦ ـ ٢)

(١٢)

دَرهَڙَ ڏَنَسَ دَرياهَ ۾، جِتِ لَهريُون ڪَنِ لوڙا،
سَئين اَچِي سمُونڊَ ۾، ٿيا سِيٽايا سوڙا،
جي تارُو هُئا توڙا، تن هَرِيو پاڻيو هيڪڙو.

(سهڻي، ٢ ـ ١٢)

(١٣)

ڏُکائيندي ڏُونهَڙا، مُنڌ! سيٽاني وَڃُ،
پِرياڻونِ مَ پيڇُ، ساٿُ چَڙهَندو لَڪِيين.

(حسيني، ٨ ـ ١٢)

(١٤)

دَلبو مَنجِهه دَرياهَ، پَکي پَسي آئِيا،
ويچارا ويساهَ، آٽي اُتِ اَڙائِيا.

(ڪارايل، ١ ـ ١٩)

(١٥)

دِلِ جو دِلبَرُ هيڪِڙو، گهڻان تان نہ ڪَجَنِ،
دِلِ ڏِجي تنهن هِڪَ کي، توٽي سَوَ سِڪَنِ،
سي چِلوِلا چَئجَنِ، جي دَرِ دَرِ لائِينِ دوستي.

(برووسنڌي، ٣ ـ ٧)

(١٦)

دَلَقَ ڍَڪائِج دِلِ کي، لائِج ڪو مَ لِباسُ،
پُوري ڪائِج پانهنجو، مَڙهِيان اَندَرُ ماسُ،
تہ ويراڳِي! تو واسُ، بَرَ ۾ بُويُون موڪلي.

(رامڪلي، ٩ ـ ٥٤)

(١٧)

دَنگِي وچ درياهَ، ڪِي بُڏي ڪِي اُپِڙي،
هو جي وَاڏِي واٽِيا، سي سُونهَڻَ سيءِ سَڙِيا،
مُعَلِمَ ماڳِ نہ اَڳَئِين، فِرنگِي منجهه فَرِيا،
ملاحَ! تنهنجي مَکُڙيءَ، اَچي چورَ چَڙهِيا،
جتي ڏِينگَ ڏِرِيا، تِتي تارِي تنهنجي!

(سريراڳ، ٣ ـ ١٣)

(١٨)

دَنگِيءَ ۾ داڻا، وِني وِجهُ وَکَرَ جا،
ويرِ وڙهنديءِ ويسرا! وِيهُ مَ، ويڳاڻا!
هِيَ نندَ، نہ ڄاڻان، ڪڏهن هٽنديءِ ڪَنَ ۾!

(سريراڳ، ٣ ـ ١٤)

(١٩)

دُودَستِي، دُوپِيرَ، سيني سَنگهَرَ رُڪَ جي،
ماءِ! مُنهنجي ڪَرَهي، تازي ڦُلَنِ هيرَ،
تنهن ڪامَڻَ ڪندِي ڪيرَ؟ جو مُونهِينِ وٽ مس رهي!

(ڪنبات، ٢ ـ ٣٧)

(٢٠)

دوستُ ڏِنائِين دِلِ سين، وِرچِي تان نہ وِهي،
لانچي لَکَ، لَطِيفُ چئي، پَهڻَنِ مَنجِهه پِهي،
سَندي نِينهَن نِهي، ڪِي سَرفِرازُ سَسُئِي.

(سسئي آبري، ٩ ـ ١٤)

(٢١)

دوستَ کُهائي دادُلا، مُحِبَّ مارائي،
خاصَنِ خَلِيلَنِ کي، سَختِيُون سَهائي،
اَللهُ اَلصَّمَدُ بي نيازُ، سا ڪَرِي، جا چاهي،
اِنهِين مَنجهِ آهي، ڪا اُونهِي ڳالهِ اِسرارَ جي.

(ڪيڏارو، ٢ ـ ١٠)

(٢٢)

دوکَ دَهليا جِتِ، گوُرا هَلَنِ نہ گَسَ ۾،
ڇَوَ سالَ ئي نہ چلِٽا، تِي تَنگَ نِهاري تِتِ،
سُوڌي اُنِينِ، سَيّدُ چئي، پوءِ پانچارِيَنِ پِرتِ،
اِنَ اَڙانگي پَنڌَ جي، ڪا نيشَنِ پوءِ نِرتِ:
سَسُئِي وڏي سَتِ، جا اَهڙِيءَ پَرِ پَنڌُ ڪَرِي.

(ديسي، ٢ ـ ١٣)

(٢٣)

دَهشَتَ دَمُ دَرياهَ ۾، جِتِ تِکيون تَنوارُون،
منهنجون مانَ ميهارَ کي، پَهچِنِ پُڪارُون،
لَهُ، ساهڙ! سَنيارُون، تہ لَهرِنِ لوڏي نہ مَران.

(سهڻي، ٢ ـ ١٠)

(٢٤)

دَهشَتَ دَمُ دَرياهَ ۾، جِتِ جايُون جانارَنِ،
نَکو سَنڌو سِيرَ جو، مَپُ نہ مَلاحَنِ،
دَرندا دَرياهَ ۾، واکا کيو وَرَنِ،
سَچا بيڙا بارِ ۾، هَليا هيٺ وِڃَنِ،
پُرزو پئدا نہ ٿئي، تَختو منجهان تَنِ،
کو جو قَهرُ کُنَنِ ۾، ويا کِين ورنِ،
اُتي اَٽِتارُنِ، ساهَڙَ! سِيرَ لَنگهاءِ تُون.

(سهڻي، ٢ ـ ١١)

(٢٥)

دَهشَتَ دَمُ دَرياهَ ۾، جِتِ سَنّاٽا سيسارَ،
بيحَدِ باگُو بَحَر ۾، هيبَتَناڪِ هَزارَ،
سارِيان کانَ سرِيرَ ۾، طاقَتَ توهان ڏارَ،
ساهَڙَ چامَ! سَتارَ! سِگهو رَسج سِيرَ ۾.

(سهڻي، ٢ ـ ٤)

(٢٦)

دَهشَتَ دَمُ دَرياهَ ۾، جِتِ کَڙَکا کُنَ ڪَرِينِ،
بِچَل باندِيءَ بارِ ۾، اُتِ لَهرِيُون لوڏا ڏِينِ،
سَناوَرَ سامِيا، اُتِ سيٽايا نہ سَندِينِ،
جِتِ وِيرِيُون واٽَ نہ ڏِينِ، اُتِ، ساهَڙَ! سِيرَ لَنگهيائِيين.

(سهڻي، ٢ ـ ٥)

(٢٧)

دَهشَتَ دَمَ دَرياهَ ۾، جِتِ کَڙَکو کُنُ ڪري،
توڏِي تاکُنِ وِچَ ۾، مَتّان وِيرَ وَري،
آءُ، ساهَڙَ! منهنجا سُپرِينِ! پِرتان پِيرَ پَري،
هادي! هَٿَ ڏَري، اُونهي مان اُکارِئين.

(سهڻي، ٢ ـ ٦)

(٢٨)

دَهشَتَ دَمُ دَرياهَ ۾، جِتِ کُنَنِ جا کَڙَکا،
سَهي کِين سمُونڊَ جا، ماندي دِلِ دَڙَکا،
ساهَڙَ! تُون سُڻُ کا، فَرِيادي فَقِيرِ جي.

(سهڻي، ٢ ـ ٧)

(٢٩)

دَهشَتَ دَمُ دَرياهَ ۾، جِتِ کُنِنَ جو کَڙَکو،
آهِيمِ اُنهِين پارَ جو، دِلِ اَندرِ دَڙَکو،
پيچي سِکَ، سَيّدُ چئي، سِيرَ سَندو سَڙَکو،
والي! کَج وَڙُکو، تہ بارِ لَنگهيان باجهہ سين.

(سهڻي، ٢ ـ ٨)

(٣٠)

دَهشَتَ دَمُ دَرياهَ ۾، جِتِ لُڙَ، لَهرِيُون، لَسَ، ليٺَ،
آٽيو اوِيارَنِ ۾، باندِي بوڙِي بيٺَ،
جِتِ چِکَنَ جي چِپيٺَ، اُتِ، ساهَڙَ! سِيرَ لَنگهاءِ تُون.

(سهڻي، ٢ ـ ٩)

(٣١)

دَهشَتَ دَمُ دَرياهَ ۾، جِتِ هيبَتَ هُلاچو،
ورچي وِيرِن وِچَ ۾، کاڏِي ويو کَچو؟
ساهَڙَ چامُ سَچو، ساٿي ٿِيندُمِ سِيرَ ۾.

(سهڻي، ٢ ـ ٣)

(٣٢)

ديسِي سيڻَ کَجَنِ، پَرديسِي کَهڙا پِرِينِ؟
لَڏِيو لاڏُوٽا کَيو، پَنهنجي ديسِ وَڃَنِ،
پُڄاٽان پِرِيَنِ، کَجي بَسِ پَنيورَ کان.

(ديسي، ١ ـ ١٢)

(٣٣)

ديکُ مَ تُون سين تَن، هِي جي مَجازياٽيُون مُنهنَ ۾،
ڪِينَ سُڄاتو سُپرِين، نِهاري نيڻَنِ،
پِرِين سي پَسَنِ، ٻَئِي جنين ٻوٽِيُون.

(آسا، ٣ ـ ١)

(٣۴)

ديکِيندي دِيدارَ کي، ڪُلُ سُڄاڻي ڪِيئَن؟
جانِبَ مَنجهان جِيئَن، مَحرُومُ ٿي مَري وِيا.

(آسا، ۴ ـ ٢)

(٣۵)

ديکِيندي دِيدارَ کي، ڪِينَ سُڄاتو ڪُلَ،
تازي طَوِيلَن ۾، آهي اِحاطو جُهلَ،
هُئا جي اَمُلَ، سي حِسابان هَڄي وِيا.

(آسا، ۴ ـ ١)

(٣٦)

ديڱين دوڳَ ڪَڙهَنِ، جِتِ ڪَڙِئين ڪَڙڪو نه لَهي،
تِتي طبيبَنِ، چاڪ چِڪَندا چَڏيا.

(ڪلياڻ، ٢ ـ ٢٧)

وائي- ١

دَرِدَ مُئيءَ جي جا دارُون، ووا! موٽُ، سَڄاڻها سُپرِين!
مُون لَڳِيُون، مُون وسَهو، مُحَبَتَ جون مارُون،
مائِٽَنِئان مُون سين گهٽا، ڪُسَنَّ ڪيا ڪارُون،
سُکَنِ مُون سين ڪِينَ ڪِيو، سُورَنِ لَڏيُمِ سارُون،
مُنهنجيُون شهرَ ڀَنڀورَ ۾، پَلپَل پَوَن پچارُون،
اَديُون! عَبدُاللَطِيفُ چئي، لَڳِيُمِ تَنَ اَندَرِ تارُون.

(سسئي آبري، ١١ ـ وائي)

وائي- ٢

دوسُ پيهي در آيو، تيو ملڻ جو ساعيو.
ڏينهين پڄاڻون آٽي اسان کي، مولي مُحب ملايو.
ويو وڇوڙو، ٿيو ميلاپو، واحد واءُ ورايو،
هو جنهين جو ڏِسُ ڏوراڏو، اوڏو اَڄ سو آيو،
عبداللطيف چئي، اَچِي عجيبن، پانَ فَضلُ فرمايو.

(يمن ڪلياڻ، ۴ ـ وائي)

# ڏ

(۱)

ڏَرتي ڏُونه جڳَن، سِرَ پِرِ سُپيرين ڏي،
لڳو آهِ، لَطيفُ چئي، تَنُ پِريان ڏي تڳَن،
حاصُلُ تِئي هڳَن، قَرِينو قَرِيبَ جو.

(بروو سنڌي، ۱ ـ ۵)

(۲)

ڏُريان ئي ڏاريان، مِٺَ مُئيءَ جا نہ تِيا،
مَدي ڏيرَنِ مَنَ ۾، ڪِلِيو ڪِيڪارِيان،
صُبُوحِ تي سارِيان، تہ اُٺَ نہ اوطاقُنِ ۾.

(ديسي، ۱ ـ ۱۳)

(۳)

ڏُرائين ڏارَ، جي وَڍِي وَڻَ جُدا ڪَيا،
تِنِ سُڪَنِ ڪَهڙي سارَ، تہ ڪِ اُنا مِينهَن مَلِيرَ ۾؟

(مارئي، ۱۰ ـ ۲)

(۴)

ڏڳايو ڏئين، چيرو اَندر چندڙي!
لڳي سِيخَ وُجُودَ ۾، سندي نِينهن نئين!
مُشاهدي تَنهين، مون ڪي وِڏو مَچ ۾!

(يمن ڪلياڻ، ۳ ـ ۸)

(۵)

ڏنءُ ڏنءُ ڏمڻَ وار، اَڄ پڻ آڳڙين جي،
ٻاري مچ مَجازَ جو، اوتيائون اَڱارَ،
ڏُوڏا! تِيُ مَ ڏارَ، جِمَ ڪَچو رُڪُ ڪَٽيُون تئي.

(يمن ڪلياڻ، ۳ ـ ۱۸)

(۶)

ڏنُ ڏارنُ، ڏارَ رهَنُ، اِيءَ نہ سَنگهارن سِٺَ،
ڪاهي اِيندا ڪَڏهِين، مَٿي واندِ وَهِٺَ،
جي هاٺُو هُوَنئي مِٺَ، تہ بہ اوڍو لاهِ مَ اُنِ جو.

(ڏهر، ۴ ـ ۲۷)

(۷)

ڏٽي سو وارِئين واءُ، جو ميڙائو سَڄڻين،
وَهي واتَ مَٿاءُ، هِنئڙي آسَرَ مَ لَهي.

(ڏهر، ۲ ـ ۸)

(۸)

ڏٽي! ڪرينديں ڪڏهين، حياتيءَ هيڪاندِ؟
من ۾ مُشتاقنِ جي، ڪِي رنجائي راندِ،
پِرِينِ ڏيساندَرَ پاندِ، ڳُجهہُ ڳَرَهِيان ڪن سين؟

(ڪنيات، ۲ ـ ۹)

(۹)

ڏُوڏا! تون نہ ڏٽين! آڳ اوڏو نہ وڃين!
اُلا جي عشق جا، سي تَان تون نہ سهين!
اُيو لِڱَن چڙهين، تہ آئون آڳڙيو آهيان!

(يمن ڪلياڻ، ۳ ـ ۱۹)

# ڏ

(١)

ڏاتارُ تہ تُون، پِيا مِڙئي مَڱَڻا،
مِينهَن مُندائِتا وَسِڻا، سَدا وَسِين تُون،
جي گهرُ اَچِين مُون، تہ مِيرِيائي مانُ لَهان.

(پرڀاتي، ١ ــ ٢٦)

(٢)

ڏاتارَ ڏُکَ ڪَيا، پاٽا مَٿي مَڱَڻين،
”مُون دَرَ ڇَڏِيو، مَڱَڻا! مَڱِين ڪوهُ ٻيا؟
تَڏهِن تو ٻِيا، وِچان وِلَها ڏِينهَڙا“.

(پرڀاتي، ١ ــ ١٨)

(٣)

ڏاتارَ ۽ مَڱڻي، ڪونہ وَسِيلو وِچ،
سائِي تالَ تَنڌُن جِي، سائِي چارَڻَ چِتَ،
جي هِتي جي هُتَ، تہ ڳالهہ مِڙِيائِي هيڪِڙِي.

(سورٺ، ٣ ــ ٥)

(٤)

ڏاتَرَ! مُون ڏيکارِيو، هوتَن جو حُضُورُ،
پرِيُن پَرچَڻَ جو ڪَيو، موتائِي مَذڪُورُ،
اِيُ دوسِتَن جو دَسِتُورُ، جِنَ چِني ڇَڏِن ڪِينَ ڪي.

(ٻروو سنڌي، ٣ ــ ٩)

(٥)

ڏات نہ آهي ذاتِ تي، جو وَهي سو لَهي،
آرِيُون اَبوجَهِن جُون، سَپِڙُ جامُ سَهي،
جو راءَ وَتِ راتِ رَهي، تَنهِن جُڪِي تان نہ ٿئي.

(پرڀاتي، ١ ــ ١٠)

(٦)

ڏادِي لَڪَ لَڪَن جِي، پَٽَن پوءِ پَچاءُ،
ڇَپَرِ ڪوسو واءُ، هَرِيا تو نيڻَ ڪَيا.

(ڪوهياري، ٢ ــ ١١)

(٧)

ڏاڙهي رَتَ رَتِياس، ڏَندَ تہ ڏاڙهُونءَ گُلَ جِئَن،
چوڏهِينءَ ماهَ چَنڊَ جِئَن، پِڙ ۾ پاڳِڙِياس،
مِيڙِي ۾ مُحَمَّدَ جي، مَرُ مَرڪِي ماسِ،
تَنِهن سُورَهَ ڪي شاباسِ، جو مَٿي پِڙَ پُرزا ٿئي.

(ڪيڏارو، ٥ ــ ٩)

(٨)

ڏاڙهي رَتَ رَتِياس، ڏَندَ تہ موتِيُن ڳُتِيا،
چوڏهِينءَ ماهَ چَنڊَ جِئَن، پِڙَ ۾ پيشانِياس،
”اَللّٰہُ نُورُ السَّماواتِ وَالْاَرضِ“، جَلوو زَمِيناسِ،
”سِيمَاهُمۡ فِيۡ وُجُوهِهِمۡ“، مُنهَن ۾ مَٽِ ڳُتِياسِ،
ڪَرِا ڪَربَلا جا، مادَرِ تي مِيڙِياسِ،
قُتَنِ تان رَتَ ڦُڙا، عَلِيءَ تي اُگهِياسِ،
مِڙِئي معافُ ڪَياسِ، خالِقَ بَدلِي خُونَ جي.

(ڪيڏارو، ٥ ــ ١٠)

(٩)

ڏاگها! ڪيمَ ڏرو، اَچا آرِياڻي اَڳِي ٿِيو،
موڙِي مَچَرَ تارِيُون، چانگا، ٿا چَرو،
آن تان حَرفُ هَرو، مُورائِين معافُ ٿِيو.

(ديسي، ١ ــ ٤)

(١٠)

ڏاگهَن، ڏيرَن، ڏُونگَرَن، تِنهي ڏِنَمِ ڏُکَ،
سي سَڀِ ياتِيمِ سُکَ، هيڪَاندِ ڪَارَڻِ هوتَ جي.

(ديسي، ١ ــ ٢)

(١١)

ڏاگهَن، ڏيرَن، ڏُونگَرَن، ڏُکَنِ آئُون ڏِٺي،
پُڇان پيرُ پُنهونءَ جو، وِجهان وِکَ وَڏِي،
لِڪِئِي آئُون لَڏِي، ناتَ پَٽِنَ ڪيرَ پَنڌُ ڪَري؟

(ديسي، ١ ــ ٣)

(١٢)

ڏاگھنئُون ڏيرَنِ، جي آندا ٻَردَ ٻَنيورَ ۾،
هَٽي چيلَ چَرا ڪَيا، وَهِ پئي وَهُڙَنِ،
ڪُڙيءَ ڪُڙڪو اُنِ جو، هوندَ سُتي سُئو سَيِنِ،
ڏاندَنِ ساٿِ، سَيَدُ چئي، پيادين پهُچَنِ،
جن جو پيرُ نہ لَڳو پَٽيين، تن آيم سانُ اُٺَنِ،
ڳُنگَنِ ۽ ڄُنگَنِ، مُنڌَ اَسُونهِين ميڙئين!

*(ديسي، ١ ـ ٩)*

(١٣)

ڏانجهَنِ تي ڏانجها، ڏِناڻون ڏُڪيءَ ڪي،
لَڳِيَسِ ناڻُڪَ نينهَن جي، ڪُڙه اَندَرِ ڪا جا،
ٿَـرَنِ ۾ تاجا، ڪَري مُنڌَ مِرَنِ سين.

*(ديسي، ٧ ـ ٣)*

(١٤)

ڏاهي هُيَسِ ڏيهَ ۾، سَرَتِيَنِ مَنجهه سُڄاڻ،
ڪا جا پِيِيمِ ڪاڻِ، جِئَن مُنهَن مَٽاهون نہ ڪَٽان.

*(ليلا چنيسر، ٢ ـ ٥)*

(١٥)

ڏائي چَڙهي ڏارَ تي، تو زاغُ ڪَري زارِيُون،
آٽِيو ڏِئي آتَڻَ ۾، سَنِيها سارِيُون،
ماٺِ ڪَرِيو، مارِيُون! تہ ڪَهيو سُٽان ڪانگَ جو.

*(پورب، ١ ـ ١٤)*

(١٦)

ڏائي چَڙهي ڏارَ تي، ڪا جا لاتِ لَتِي،
آتَڻَ ۾ اَندوهُ تِيو، سَکهي ڪانَ ڪَتِي،
ويڙهي مَنجِهه وَتِي، ڪِي جو ڪانگَ ڪَمائيو.

*(پورب، ١ ـ ١٥)*

(١٧)

ڏائي چَڙهي ڏارَ تي، ڪي جو ڪانگَ ڪَهيو،
سُوريتيءَ سُورِ پَئي، پَهو پَٽِ هَنيو،
ڪامي اَرٿُ ڪَنيو، ويچاريءَ وِرُونهَن مان.

*(پورب، ١ ـ ١٣)*

(١٨)

ڏُٿُ نہ ڪُٽو ڏوٽِيين، جيڪِي ڏُٿُ ڪَريِنِ،
اُهَڇاٽِيُون، عالَمَ جُوَن، اورِيائين آٽِينِ،
تِهان پوءِ ڏِسِينِ، پِريان سَندي ڳالهَڙي.

*(ڪاهوڙي، ١ ـ ١٤)*

(١٩)

ڏُٿُ گهٽا ئي ڪَنِ، اِنَ اورانهين ڏيهَ جو،
سَندا ڪاهوڙِيَنِ، پَري سُڄَنِ پيچرا.

*(ڪاهوڙي، ١ ـ ١٣)*

(٢٠)

ڏِٺانِ جي ٻَروچُ، مُون جڏَن هوتُ آکينِ سين،
مُون کي ڇَيانِ 'لوچُ'، پاٽا پيئِيُون ڇِپَرين.

*(حسيني، ١٢ ـ ١)*

(٢١)

ڏِٺَمِ اُٺَ آکينِ سين، مانَ ٻارُوچا هُونِ،
جِنين ڏاران پَـونِ، موريسَرَ آکينِ ۾.

*(حسيني، ١٢ ـ ٢٩)*

(٢٢)

ڏِٺَمِ ڏُونگريا، گهوري هُيَسِ جن جي،
مُون لوڏان ئي لَکيا، اَهڙا ٻاروچا،
آيَلِ! کوهيارا، مُون ڪَرَلاهُو آئيا.

*(حسيني، ١ ـ ١٣)*

(٢٣)

ڏِنو ڪالَهہ ڪَنهين، جهُونجهارڪو جهڳڙو،
هاٿِيُنِ هَڏَ مُڇائيا، ريلو رَتَ نَئين،
يانِئَن سا سَنئين، جِئان جِيءَ جوڪو ٿِئي.
(ڪيڏارو، ٣ ـ ١)

(٢۴)

ڏِنو مُحَرَمُ ماهُ، سَنڪو شهزادَنِ ٿِيو،
جاٽي هيڪُ اَللهُ، پاڻَ وٽَنديُون جو ڪَري.
(ڪيڏارو، ١ ـ ١)

(٢۵)

ڏِنو مُحَرَمُ ماهُ، سَنڪو شهزادَنِ ٿِيو،
مَڪي، مَدِيني ماڙهين، رُنو مَٿي راهَ،
تَنهن واحِدَ کي واهَ، جو حُڪَمَ هِهڙائي ڪَري.
(ڪيڏارو، ١ ـ ٢)

(٢٦)

ڏِني ٽِيَمِ ڏِينهَن، ڪهُ جاٽان ڪهڙا پِرِين؟
نينَ پِرجي نِينهَن، پِلِتيا پارِيُون ڪَري.
(سهڻي، ٩ ـ ٢١)

(٢٧)

ڏِنِي جادَمَ جَڪري، چِتِ نہ پِيا چِڙهَنِ،
تہ ڪي ڪُوهَ ڪَجَنِ، جُہ سَرُ لِيِي سَيرو؟
(بلاول، ٢ ـ ٦)

(٢٨)

ڏِني جن هيڪارَ، صُورَتَ ساهَڙَ جامَ جي،
سُکِ ٿي سُتيُون ڪين ڪي، پِري ساڻ پِتارَ،
گِهڙيُون گهرَنئان ڏارَ، ڪاهي پيئُون ڪُنَ ۾.
(سهڻي، ١ ـ ۵)

(٢٩)

ڏِني ڏِيارِي، سامُونڊِيُنِ سِڙهَ سَنباهِيا،
اُنِ کي مُنڊَ اُتَرَ جي، اوچِتي آئي،
وَٽجارِنِ وائي، آهي پَرِئين پارَ جي.
(سامونڊي، ٣ ـ ١٨)

(٣٠)

ڏِني ڏِيارِي، سامُونڊِيُنِ سِڙهَ سَنباهِيا،
وِجهيو وَرُ وَنجهَہ کي، روئي وَٽجارِي،
مارِينڊَءِ مارِي! پِرِہَ سُورَ پِرِينِ جو.
(سامونڊي، ٣ ـ ١٧)

(٣١)

ڏِني ڏِينهَن ٽِيامَ، ڪهُ جاٽان ڪهڙا پِرِين؟
سَهسين سِجَ اُلَهي، واجهائيندي وِيامَ،
تِنين سالَ ٽِيامَ، جِنِين ساعَتَ نہ سَهانَ.
(سهڻي، ٩ ـ ٢٣)

(٣٢)

ڏِني ڏِينهَن ٽِيامَ، ڪهُ جاٽان ڪهڙا پِرِين؟
وَلِنِ جَنِ وَرِيامِ، گُوندَرَ غَمَ پِرِيُنَ جا.
(سهڻي، ٩ ـ ٢٢)

(٣٣)

ڏِجان ڏاتيءَ ڏولَ کي، سَنِيهو ساري،
مُون کي قُٽُ فِراقَ جو، مينڌرا! ماري،
اَچِين جي واري، ڪَرَهو ڪَمِيٽيءَ ٽي!
(مومل راڻو، ٦ ـ ٢)

(٣۴)

ڏَڏُ ٽِي ڏانُ گهُريج تُون، چِڏِ وِجا وِجائي،
سَپِڙَ راتِ سَنباهِيا، تازِي تولائي،
جو جاٽي نہ ڳَئي، تَنهن سين پيلي ڏَٽِيءَ ٻاجهہ کي.
(پرڀاتي، ١ ـ ١۵)

(٣٥)

ڏري ۾ ڏاري، سَتَ سُورَنِ جي سَسُئيِ،
پيِيائي پُنهونءَ ڏي، نِرمَلِ نِهاري،
لالَنَ جي، لَطِيفُ چئي، سُنهَن سَتي ساري،
پرِيتَڙو پاري، مارَڳَ ۾ مُنڌَ مُئي.

(سسئي آبري، ١ ــ ٢)

(٣٦)

ڏَسَنِ ڏهاڻي، تَپِ تَرَسَنِ اوڏهِين،
آيا سُڄاڻي، نيڻَ نِهاري پرينءَ کي.

(آسا، ٢ ــ ١٤)

(٣٧)

ڏَسُ ڏَسين جي، تہ هَمَہ کي حَقُ چَئين،
شارِڪا! شَڪُ مَ ني، اَنڌا! اِنهيءَ ڳالهہ ۾.

(آسا، ٤ ــ ١٠)

(٣٨)

ڏَسُ ڏِکان اَڳِرو، سَسُئِي! آڻ مَ شَڪُ،
ٿِيُ بانهِي، پِرَ اوئيِوُن، لَڌُ مَ پَسي لَڪُ،
وَرُ پُنهونءَ سين پَلَڪُ، کوءِ بارهَنَ ماهَ پِيَنِ سين!

(معذوري، ٦ ــ ٩)

(٣٩)

ڏسي ڏوري ڏُونگَرين، واٽَ وِڃائِي جَنِ،
کُرنَدان کي پَرُوڙيو، رنَدُ سي نہ رِڙهَنِ،
پيئي دارَ دَيوُن کيو، پيِرَتِ تان نہ پُڄَنِ،
ڏوڙ پِرِيان لَءِ ڏارِ کَيو، ويچارا وِڃهَنِ،
خَبَرَ کاهوڙِيَنِ، آهي لِکَ لاهوُتَ جي.

(کاهوڙي، ٣ ــ ٢)

(٤٠)

ڏُکا، ڏُونگَرَ جا مروُن، مَرُ ٿا مُون تي کَنِ،
پُڙندا کِينَ پرِيَتِ تي، هِنَ جا سَڏَرَ ٿا سُڄَنِ،
سَڳائِيءِ جي، سَيِّدُ چئي، آهي سُڌِ سَيِنِ،
هُونَدَ نہ هِتِ ٿَرَنِ، پر قَرابَتَ کَمُ کيو.

(معذوري، ١ ــ ١٢)

(٤١)

ڏُکا، ڏُونگَرَ جامَ! مَ کَرِ مَعذُورَنِ تي،
توتي لَڄَ، لَطِيفُ چئي، آهي سَندِي عامَ،
مارِ مَ چَئِي مَعذُورِ کي، وَنهيا کانڌ! کَلامَ،
پَرَچِج پِيادِنِ سين، اَللهَ لَڳِ، عَلامَ!
جا نَوازِي اَهِنجي نامَ، سا، هوتَ! مَ ڇَڏِج هيڪِلِي.

(سسئي آبري، ٦ ــ ٧)

(٤٢)

ڏُکا ڏُونگَرَ! لاهِ، آئُون اَڳَ مُئي آهيان،
آرِياڻيءَ سين آهِ، ذاتي سَڱُ ضَعِيفِ جو.

(سسئي آبري، ٦ ــ ٩)

(٤٣)

ڏُکَ سُکَنِ جي سُونهَن، گهوريا سُکَ ڏُکَنِ ري!
جنين جيءَ وِرُونهَن، سَڄَڻُ آيو مان ڳِري.

(حسيني، ٦ ــ ٢٤)

(٤٤)

ڏُکَ لَڳو، ڏُونگَرَ بَريو، پيِنَرُ! کاٽي پِيُون،
مَنان لاٿو مُون، سَندو جِتَّنَ آسرو.

(حسيني، ٦ ــ ١٦)

(٤٥)

ڏُکويِنِ اُهجاڻُ، کُلهي قاتو کَنجُرو،
وَڃَنِ گُوندَرَ گَڏِيُون، لوکَ نہ آڇِينِ پاڻُ،
سُورَنِ آسان ساڻُ، نَنديئي نِينهُن کَيو.

(حسيني، ١٢ ــ ٤٠)

(٤٦)

ڏکويُون ڏيهان، جيڪُسِ لَڏي ويئيُون،
هاٽي ڪِنِ مُلان، پُڇان پِريِنِ خَبرُون؟

(حسيني، ٦ – ١٧)

(٤٧)

ڏکي تي ڏَڏورَ، لَهسي لَنؤ پُنهونءَ جي،
ڏيئي آڳ اَتورَ، سَبَ نہ سارُي سَسُئي.

(معذوري، ٦ – ٥)

(٤٨)

ڏکي! ڏکُ مَٿي ڪَري، وَنءُ چِپَرِ پيهي،
گَڏِبئي ڏيهي، سُوڏِيُون ڏِينداءِ خَبرُون.

(معذوري، ٦ – ٧)

(٤٩)

ڏکي! ڏکَ وسارِ، سيجَ ڦِٽي ڪَر، سَسُئي،
پَٽين پيرُ نِهارِ، تہ آرِياٽي اُتان لَهين.

(معذوري، ٦ – ٦)

(٥٠)

ڏکِيُون جان نہ مڙَنِ، تان تان پَنَڌُ نہ ٿئي،
پِيُون هُنهَئِين هَٿَ هَٿَنِ، رُئنديُون رُڃَ واريُون.

(حسيني، ٦ – ١٨)

(٥١)

ڏکيءَ توءِ ڏکارُ، توٽي وَسَن مِينهَڙا،
صاحِبَ هَٿِ سُڪارُ، هِنَ وَسِ آهِينِ هَٿڙا.

(معذوري، ٦ – ٢٠)

(٥٢)

ڏکيءَ توءِ ڏکارُ، سيٹَنِ ڏيهُ سُڪاريو،
باروچاٽو بارُ، سَيِوئي سُواءَ سين.

(معذوري، ٦ – ٢١)

(٥٣)

ڏکيءَ ڏَمَرُ ناهِ، بُکيءَ ڪلَ نہ اُڃهي،
اُگهاڙيءَ وِهانءُ، ويو ويچارِءَ وِسري.

(معذوري، ٢ – ١)

(٥٤)

ڏکيءَ ڏورَنُ پانَ تي، ويچاريءَ وڌو،
ڏيلُ جنهنجو ڏکَ سين، سَيِوئي سَڌو،
هُٿَڙُسِ آڳَ لِڌو، پوءِ تي ڪَري پَنڌڙا.

(معذوري، ٥ – ١١)

(٥٥)

ڏکيءَ ڏِيهاٽي، مُنيءَ مَٿي هَٿڙا،
تنهن پَرِ نہ ڪاٽي، جنهن پَرِ جُئي، جيڏيُون!

(معذوري، ٦ – ٨)

(٥٦)

ڏکيءَ سَنديُون ڏُونگرين، آڏيءَ آهُون پَوَنِ،
ڏاري جو ڏُونگرَ ڪي، سو ڪي چيو چوَنِ،
آريءَ جي اَفسوسَ ۾، ماڙهُو، مِرُون رُنَّنِ،
اِن پَرِ سيئي هُوَنِ، هِنئڙا جن هَجي وِيا.

(معذوري، ٦ – ١٢)

(٥٧)

ڏکيءَ سَنديُون ڏُونگرين، اوچِنگارُون اَچِنِ،
هَٿِي سانگ سَسُئيءَ ڪي، ڪلو ڪيو ڪيچين،
جي هَٿان هوتَ مَرَنِ، هوتُ تِنينِ جي هَنجَ ۾.

(معذوري، ٦ – ١٤)

(٥٨)

ڏکيءَ سَنديُون ڏُونگرين، پَسو! پٿُون پَوَنِ،
مُئي پُڄاٽا مُنڌَ ڪي، روجهہ رُڃَنِ ۾ رُنَّنِ،
پُوٽا اِيهين چوَنِ، تہ ”مُئيءَ آسانکي مارِيو“!

(معذوري، ٦ – ١٣)

(۵۹)

ڏُکِيءَ سَندِيُون ڏُونگرين، وَڻَ تِڻَ وايُون ڪَنِ،
وَتان ويهي جَنِ، وَڍِيءِ سي وايدوڙيا.

(معذوري، ٦ ـ ۱۵)

(٦٠)

ڏَمُ ڏهاٽي ڏي، سَندا ميهَرَ مِهٽا،
جَهليمَ تي جهوليءَ ۾، پَلئي پايو سي،
مَرُ جان چالِيهَ چي، سَگان سُپيرِيَنِ جي.

(سهڻي، ۵ ـ ۱۳)

(٦۱)

ڏَمريو تہ ڏِئي، پَرچي تان پاتَ پَري،
جُنگَ جَکِري کي، بَئي چڳيُون چِٽَ ۾.

(بلاول، ۲ ـ ۱٦)

(٦۲)

ڏَمَ پاسو ڏک سين، کاندِ ڪَشُوري هوءِ،
’وَاللّٰهُ مَعَ الصَّابِرِيۡنَ‘، آگو اِيهين چوءِ.

(يمن ڪلياڻ، ۸ ـ ۱۳)

(٦۳)

ڏَمَ ڏُونگَر جامَ! سَکَرَ، پاڻَ شَرِيڪَ سين،
ڪيهي ڪُلِفَتَ تنهن سين؟ جا گولي اَهنجي گامَ،
وَرِج تُون وَرِيامَ! مُنهنجو اَجَڻُ ان گِري.

(سسئي آبري، ٦ ـ ۸)

(٦۴)

ڏنا جِنَّ لَءِ، جيڏِيُون! ڏيرَنِ مُون کي ڏُکَ،
پَڳِيَسِ جان پَنيورَ کان، تان سُورَ مڙيئي سُکَ،
لَٿي مُون تان لُکَ، پُنهون ٿِيَسِ پاٿِهين.

(سسئي آبري، ۵ ـ ۳)

(٦۵)

ڏِنو ڪِينَ ڏِياچَ، تو سائِلَ سِڪائي،
مُنهَن تي موٽائي، مَتو هَنُيسِ مَڪّٽي.

(سورٺ، ۴ ـ ۱۴)

(٦٦)

ڏِني ڏُکويا، اَڻَ ڏِني راضي ٿيا،
صوفي تي ٿيا، جڻن ڪِينَ ڪنيائُون پاڻَ سين.

(يمن ڪلياڻ، ۵ ـ ۳)

(٦۷)

ڏوٽِيا! ڪو اوٺِيُنِ جو، مُون ڪي اُهجُ ڏِيو،
سَچُ ڪِ ساٿَ نِيو، پُنهون مُنهنجو پاڻَ سين؟

(حسيني، ۱۱ ـ ۸)

(٦۸)

ڏوٽِي سا ڏورِينِ، جا جوءِ سُئِي، نہ ٻُڌِي،
پاسا مَٿي پاهٽين، ڪاهوڙِي کوڙِينِ،
وِجا اُتِ ووڙِينِ، جِتِ نَهايَتَ ناهِ ڪا.

(ڪاهوڙي، ۱ ـ ۸)

(٦۹)

ڏوٽِيُنِ چَيُسِ ”ڏُورِ، ڪيچُ اَڳاهُون پَنڌُ ٿيو“،
پاٽا چُڙهِي پُورِ، وِکَ وِڌائِين وِتَري.

(حسيني، ۱۱ ـ ۷)

(۷۰)

ڏُورِ مَ تون ڏوريـج، صَبُرُ ڪَرِ مَ سَسُئِي!
پُرَنُ چَڌِ پيرَن سين، وهَنُ وساريج،
سُکَنِ جا، سَيَدُ چئي، لاگاپا لاهيج،
هِنئين سانُ هَليج، تہ پَنڌُ پاسي پِرِ نِبري.

(سسئي آبري، ۹ ـ ٦)

(٧١)

ڏور مَ ڏئان ڏارَ، ڏورڻُ گھٽو ڏاڪڙو،
ڪوڙين لَکَ ھَزارَ، اِنَ اونداھِيءَ اَنڌا ڪَيا.
(رامڪلي، ٩ ـ ٢٣)

(٧٢)

ڏور مَ ڏِيهِ وِيو، پِيرُ تُنھنجي پرينءَ جو،
وِھَڻُ واٽَڙِيُنِ تي، ڪيچِيِنِ رِيَ ڪھو؟
وِندُرِ جو وِيو، سو اَللهَ! واري آڻِين!
(سسئي آبري، ٧ ـ ١)

(٧٣)

ڏورڻُ گھٽو ڏاڪڙو، ڏورج مَ رِءَ ڏِئي،
تان تان ھوئج حُجري، جان سين يارُ جِئي،
جڏھِن پاسي پاڻَ ٿِئي، تڏھِن چِڏج تَڪِيو.
(رامڪلي، ٩ ـ ٢٢)

(٧٤)

ڏورِيان، ڏورِيان، مَ لَھان! ساٿي ڪالھُوٽا،
لاھي لاڏُوٽا، سَفرِ ڪَنھن سانگِ وِيا.
(حسيني، ٧ ـ ٤)

(٧٥)

ڏورِيان، ڏورِيان، مَ لَھان! شالَ مَ مِلان ھوتَ!
مَنَ اندَرِ جا لوچَ، مَچُڻِ مِلَڻَ سان مانِي ٿِئي.
(حسيني، ٧ ـ ٣)

(٧٦)

ڏوري ڏوري ڏيهَ، ماءِ! ڪاھوڙِيُ آئِيا،
مَيَن پيرين ڪيهَ، ڪُهُ چاٽان ڪَنھن پارَ جي.
(ڪاھوڙي، ٣ ـ ٧)

(٧٧)

ڏوري لَھُ ڏاتارُ، جِمَ وھين ويسرو!
ھَڪِيو ھوئج ھوشيارُ، ڪنوڻِ ڪَنوَنديءَ اوچِتي.
(سريراڳ، ٦ ـ ٣)

(٧٨)

ڏُونگَرَ! تہ ٻيلي: ڏِجي ٻَنِ ٻيلِيُنِ ري،
ڪانَ چُلَندي چِپَرِين، ساٿُس سَھيلي،
چوتِيُون چَنبيلي، جِنَ تَنَ جھاڳِي اُڪَتي.
(ڪوھياري، ٢ ـ ١٧)

(٧٩)

ڏُونگَرَ! تُون ڏاڍو، ڏاڍا! ڏاڍايُون ڪَرين،
مُون تَنَ اَندَرِ تيئَن وَھين، جِئَن وَڻُ وَڍِي واڍو،
اِيَ ڪَرَمَ جو ڪاڍو، ناتَ پَٿرِ ڪيرَ پَنڌ ڪَري؟
(ڪوھياري، ٢ ـ ١)

(٨٠)

ڏُونگَرَ! پُونِيِنِ ڪِيرَ، سَجَڻَ ميخُون ڏُونگرين،
ھَھڙا سيڻَ سُڌِيرَ، ڪِينَ لَھَنديِنءَ ڪي ٻِيا.
(ڪوھياري، ٢ ـ ١٤)

(٨١)

ڏُونگَرَ! ڏَسُ پِرِيُنِ جو، قافَ، نہ ڏِئين ڪَلَ؟
قَطارِيا ڪالھَ وِيا، توڏا توھين جھَلَ ؟
سُٽي ھوتُ ھَڪَلَ، مانَ ٻُڌي ٻاروچو وَري!
(ڪوھياري، ٢ ـ ٤)

(٨٢)

ڏُونگَرَ! ڏَسُ پِرِيُنِ جو، قافَ، نہ ڏِئين ڪو؟
قَطارِيا ڪالھَ وِيا، توڏا وَتان ٿو؟
ھوتُ مُئيءَ جو ھو، ڪو ساڃَنُ اُنھيءَ ساٿَ ۾؟
(ڪوھياري، ٢ ـ ٣)

(٨٣)

ڏُونگَرَ! ڏُکِ پَئي، ڪَيَمِ تو سين ڳالھڙي،
پاٽا آئُون مُئي، سُورُ سُٽائي پرينءَ جو!
(ڪوھياري، ٢ ـ ٨)

(۸۴)
ڏُونگَـرَا! ڏُکَ سَنداءِ، پِرِينءَ گَڏجان تہ چوان،
پِنيءَ ٿِئين پَوارَئون، ڀِيا ونگا وَرَ سَنداءَ،
چِڱِي ڪانَ ڪَياءِ، پِيرُ وِجايُءِ پِرِينءَ جو.
(ڪوهياري، ۲ ــ ۴)

(۸۵)
ڏُونگَر ! ڏُکوئِيُون، تو ۾ اورنَّ آئِيُون،
جي اَچَنِ قورَڙائِيُون، ڏِجَنِ دِلاسا تن کي.
(ڪوهياري، ۲ ــ ۱۰)

(۸۶)
ڏُونگَـرَا! ڏُکويـنُ ڪـي، دلاسا ڏِجَنِ،
گَهٽو پُڄجي تن کي، جن وَٽان هوتَ وَڃَنِ،
تُون ڪيئَن سَندا تن، پَهَڻَا! پيرَ ڏُکوئِيين؟
(ڪوهياري، ۲ ــ ۹)

(۸۷)
ڏُونگَـرَا! ڏُکوئِنِ کي، ڳِلِ نہ سُکا ڳوڙها،
هُو جي پَهَڻَ پَبَ جا، سي پَڄِي ٿِيا پورا،
گُونڊَرَ جا گهوڙا، وَڃَنِ جانِ جُدا ڪَيو!
(ڪوهياري، ۲ ــ ۱۱)

(۸۸)
ڏُونگَـرُ ڏَنا نُوڻِ، مُون پارڪُو پُڇيا،
هيڪليُون هَلَنِ جي، سي تاڪُنِ سَندي تُوڻِ،
اِيَ اَهُڪِي يُوڻِ، سُونَهَنِ رءَ نہ سُٽرِي.
(حسيني، ۱۲ ــ ۲۴)

(۸۹)
ڏُونگَرَا! ڏوراپو، پَهريون چَوَنديَس پِرِينءَ کي:
”پَهَڻَ پِيرَ پٽُون ڪَيا، تَريُون ڇِنيُون تو،
رَحُم نہ پِيُءِ رُوحَ ۾، قَدُرُ مُنهنجو ڪو:“
واڪو ڪَنديَس: ”وو! مُون سين جَبَلُ تو جاڙُون ڪَري!“
(ڪوهياري، ۲ ــ ۵)

(۹۰)
ڏُونگَـرَا! ڏِيهاٽي، پاڻُ مَٿان تو گهورِيان،
تو مَنجِهہ ڀِهاٽي، سَدا ٻاروچَنِ جي.
(ڪوهياري، ۲ ــ ۱۲)

(۹۱)
ڏُونگَرَ لَڳِنِ ڏِينهَن، مانَ وَرِڪَنِ سُپِرين،
ڪَيَسِ نِماٽي نِينهَن، آيَلِ! ٻاروچَنِ جي.
(ڏهر، ۲ ــ ۱۷)

(۹۲)
ڏُونگَرَا! مُون سين رو، ڪَڍِي پارَ پُنهونءَ جا،
سڄَڻُ هوم هيڪڙو، وِيو قورَڙائي سو،
ڪنهن کي ڏِيان ڏوهُ؟ مُون سين اِرادي لِئَن ڪَيو!
(ڪوهياري، ۲ ــ ۹)

(۹۳)
ڏُونگَرَا! مُون نہ ڏُکوءِ، آئُون اَڳَ ڏُکوئي آهِيان،
سارِيان ڪونَ سُکوءِ، سُورَ گَهٽيئي سَنپِران.
(ڪوهياري، ۲ ــ ۲)

(۹۴)
ڏُونگَرُ نہ ڏوٽي، ڏُونگَـرُ سُجو ڏوٽِـنِ ري،
پُڇان پَرو ٿِي، ڪِ ڏوٽِي ڏُٺَ اَڇِٽا؟
(ڪاهوڙي، ۳ ــ ۱۸)

(۹۵)
ڏُونگَرَ نہ ڏُوري، سِڪَڻَ جون سَڏُون ڪَري،
وِيني گَهرِ گهوري، مَٿان پِرِينِ جِندُڙو.
(سسئي آبري، ۴ ــ ۲)

(۹۶)
ڏُونگَرِين ڏَسجَنِ، اَجُ پڻ رُيُون اُن جُون،
ڏوٽِيَـڙا ڏُٺَ کي، آراڙان اَچِـنِ،
خِيما ڪاهوڙِيَنِ، اَجُ نہ اُنهين پيٽِيين.
(ڪاهوڙي، ۳ ــ ۱۷)

(۹۷)

ڏني سِڪَ سَسُئيءَ کي، پيليائي پَروچ،
لوڪَ وِچان ئي لوچ، نيئي پَھُچائي پُنھونءَ کي.
(حسيني، ۵ ـ ۲)

(۹۸)

ڏھاڳِڻِ سُھاڳِڻيُون، کَھڙِي ڏوھ کَنبَنِ؟
وَرُ وِڏوڻو اِيَھين، جِئَن جِئَن پاڻُ پَسَنِ.
(ليلا چنيسر، ۲ ـ ۱۱)

(۹۹)

ڏھاڙِي ڏنَمِ کيترا، جنين ماريو موڪَ،
گھَرَ ۾ گھاتوئڙَنِ جا، ٿا مارِينمِ توڪَ،
لَڏي وِچان لوڪَ، اُونهي وِيا، اوھِري.
(گھاتو، ۱ ـ ۲)

(۱۰۰)

ڏھلا مون ڏِينھَن ٿِيا، پِيُمِ، جامَ! جِيُون،
کَندي پَنڌُ پَھاڙَ ڏي، ٿِيَڙمِ رُوحُ رَيُون،
لُڇيو ٿِيان، لَطِيفُ چئي، کارَڻَ دوستَ ڏيُون،
پانيان لَڪَ لِيُون، جي سُورَ پرِيانَ جا ساڻُ مُون.
(سَسُئي آبري، ۹ ـ ۱۱)

(۱۰۱)

ڏھين ڏِينھن ڏکَ ٿِيا، پرينءَ پابوھِيا پَسُ،
وَرقَ جي وِصالَ جا، سي واري کَيائُون وَسُ،
لَڏائُون، لَطِيفُ چئي، سَندو گُروءَ گَسُ،
جوڳِيُنِ کَنِيو جَسُ، لِکا پُٺَنِ لوڪَ ۾.
(رامڪلي، ۲ ـ ۱۰)

(۱۰۲)

ڏِيا تيلَ قُليلَ جا، پارِيَمِ تائين ٻانگَ،
ڊِولو ڏِٺِ رَھائيو، کَنھن سَنائي سانگَ،
چانگي چڙھي آءَ تُون، لالَ! وَرائي لانگَ،
کوڙين پَٽين کانگَ، اُڏايامِ: اَچيج تُون.
(مومل راڻو، ۴ ـ ۳)

(۱۰۳)

ڏيرَن ڏوھُ نه، جيڏِيُون! ماءِ! مِڙُو ئي مُون،
آئُون اَسُونهين، اُوءِ سُونهان، پرين پَلا پَـرَ پُون،
اَصُلِ آريءَ ڄامَ جو، پانڌَ نه پُڄتوسُون،
جنھن جو تُونھين تُون، سي پِيادِيُون پَھُچائِيين!
(ديسي، ۷ ـ ۱۴)

(۱۰۴)

ڏيکارِيُسِ ڏکَنِ، گُونڌَرَ گَسُ پِريُنِ جو،
سُونهائي سُورَنِ، کِي ھيکاندِي ھوتَ سين.
(حسيني، ۲ ـ ۲)

(۱۰۵)

”ڏِيَڻُ گھٽو ڏُھلو، سِيي ڏِيَڻُ سُکُ،
سو تان، ڏِياڄ! ڏُکُ، جو تَعَلُّقُ رَکي تَندُ سين.“
(سورٺ، ۳ ـ ۱۲)

(۱۰۶)

ڏيھاڙِي ڏَمَرُ ڪري، مَٿي مُحَبَتَ مُون،
تَنھِن کي اَچِي تُون، پِريمِ! کوهُ نه پَلِئِين؟
(سهٽي، ابيات متفرق ـ ۸)

(۱۰۷)

ڏيھُ ڏيھان ئِي ڏُورِ، پَرڏيھان پَري ٿِيا،
سِيئَنِ کارَڻُ سَسُئِي، پِيئي پَرانھين پُورِ،
تُون وَڃِين، ھوتَ! حُضورِ، مُنھنجو جِئُڻُ جيلانھين ٿئي.
(سسئي آبري، ۷ ـ ۳)

(۱۰۸)

ڏيھُ ڏيھائِي ناھِ، جِتي پيرُ نه پَکِيان،
تِتي کاھوڙِيان، وَرَ ڏِيئِي وَڻَ چُونڊِيا.
(کاھوڙي، ۲ ـ ۱۰)

(۱۰۹)

ڏيئي ريجُ راڻُکَ کي، کَيائين لوتَڙِيءَ تي لَلَ،
ڏُلھي چِڏيائينِ ڏَرَ کي، پاٽيءَ پَريائين پَلَ،
آندائين آبَ اُچَلَ، موکَلَ ٿي مينھَن کي.
(سارنگ، ۳ ـ ۵)

### وائي- ۱

ڏاگهنِ، ڏيرَنِ ساڻُ، ڪَرَهَنِ ڪيچِيُنِ ساڻُ،
مَتان ڪا ٻي لَنؤ لائي!
آڻُون سُتي، هُو هَليا، ويڙا ڪَرَهَلَ ڪاهي،
آسَڻَ آڳيان اُن جي، "ٻَرَا! ٻَرَا!" ڪَيو ٻاڏائي،
چَنُرَ ڏيئي چِٽَ ڪي، ويڙا هوتُ ڇُپائي،
جيڪا هُيَنِ مَنَ ۾، وِيڙا پنهنجي پُڄائي،
اَڊِيُون! عَبدُاللّطِيفُ چَئِي، اِيندَمِ واڳَ وَرائي.

*(ديسي، ۱ ـ وائي)*

### وائي- ۲

ڏُکَ لاهيندمِ ڏُونگَرَ، ووءِ! ماءِ! پِرِيُنِ جا مونکي سِڀِيئي.
جو پَسان سو پانئِيان، پِريان جو پِهي،
ڏاڍي ذاتِ جَتَنِ جي، وِيئي ڏيلُ ڏهي،
آڻُون ڏورِيندي اُنِ کي، رائِي راتِ رهي،
ڏُنا وَنَّ ڪوهيارَ جا، وِيئي اُڃَ لَهي.

*(سامونڊي، ۳ ـ وائي۲)*

### وائي- ۳

ڏِنو راءِ ڏِياچَ، هِيُ سِرُ صاحبَ تان صَدقو.
چِڏي هَليو هِتَهِين، راڻِيُون پَنهنجا راڄَ،
اَکِيو دَرِ اَللهَ، جي ڪوڙين پُنَسِ ڪاڄَ،
مَڱي وَرتو مَڱڻي، کَهي ساڻُ کُماچَ،
اَڊِيُون! عَبدُاللّطِيفُ چَئِي، تِيَسِ ڪَمَ سُڪاڄَ.

*(سورٺ، ۱ ـ وائي)*

### وائي- ۴

ڏُورِ وَڃيو، ڏِينهَن لائي، ڪا سوڍَلَ کي سَمجهائي،
جيڏِيُون! مُنهنجي راڻَلَ کي، ڪا ٻاجَهہ پَئي!
چَنا، مَنهَن، ماڙِيُون، اوڏانهين آڏائي،
ميڙ مُنجان تي، ميندِرا! تو دَرِ تيلاهي،
مَنَڻ مُنهنجي ميندِرا! مانَ مَ موٽائي،
قَتِيَلَ مِينهَن فِراقَ جا، وِيني وَسائي،
سودِا! سِرُ پِڻ گهورِيان، آءٌ ڪَرَهو ڪاڪِ وَرائي،
لُڏُوٽِيان، لَطِيفُ چَئِي، شَلَ پِيرُ مُئيءَ ڏي پائي!

*(مومل راڻو، ۵ ـ وائي)*

### وائي- ۵

ڏُونگَرَ تي ڏوري، وندُرِ تي ووڙي،
جَتَنِ لَءِ، جيڏِيُون! ڏُونگَرَ تي ڏوري.
سُورَ پِيائي تِيَسِ، سُڄَ ۾، جامَ پُنهَلَ ڪان اوري،
اُٿَ چاڙِينديِسِ اُنِ جا، ٽَڪَرَ پاسِ توري،
مَهارُون تن مَيَنِ جون، خُوبُ خوشيءَ مان جوڙي،
ڪاهي ڪَڏَ ڪيچِيُنِ جي، ڪِينَ پُڇي، تَڙَ توڙي؛
اَڊِيُون! شاهُ لَطِيفُ چَئِي، آءٌ، آري جامَ! اوري.

*(حسيني، ۴ ـ وائي۲)*

## ڏ

(۱)

ڏاٿي گھٽا اَچِنِ، مَنُ سودي ونگسيو،
ڪا جا لائي مينڌري، لالي ڪي لِڳِنِ،
راٽو آڪڙيَنِ، وِساريان، نہ وِسري.
(مومل راڻو، ۴ ـ ۸)

(۲)

ڏِٿِ ڏِري پَٽِ پيئِيُون، آيُون اَمر ڪوٽَ،
پُسايُون پَلَرَ سين، سُڪا پَٽَ جي سوٽَ،
چَنچَلَ ڏيئي چوٽَ، سَڀِ سامارو سَر ڪَيو.
(سارنگ، ۴ ـ ۶)

(۳)

ڏِٿِ ڏِري پَٽِ پيئِيُون، آيُون ڪاهي ڪاماري،
وَنا پَٽَ پُراڻَ جا، وَنيُون ساماري،
ڪَڪَرَ ۾ ڪاري، وِڄُڙيُنِ پَسو! ويسَ ڪَيا.
(سارنگ، ۴ ـ ۷)

(۴)

ڏِٿِ ڏِري پَٽِ پيئِيُون، ٿيا وَلهارَن ويَ،
سڄُ، چَنڊُ نہ پاڙيان، سيڻَن جي شَبيهَ،
جي جانِي اَندَرِ جِيءَ، سي پِرين پيهي گھَرِ آئِيا.
(سارنگ، ۴ ـ ۸)

(۵)

ڏِٿِ ڏِري پَٽِ پيئِيُون، پاسي پارڪَرَ،
سَپيئي پَريا سَرَ، پَلَرَ جي پالُوٽَ سين.
(سارنگ، ۴ ـ ۵)

(۶)

ڏِٿِ ڏِري پَٽِ پيئِيُون، وڄُن ڪَيا ڏَرمَ،
واحدَ وَڏائِي ڪَيا، ڪُنڍِن ساڻُ ڪَرمَ،
سَنگھارَنِ شَرمَ، رَکُ مُنهنجا سُپرين.
(سارنگ، ۴ ـ ۱۰)

(۷)

ڏِٿِ ڏِري پَٽِ پيئِيُون، وِڄُنِ ڪَيو واچو،
پَڪو پَنهنجي پِرينءَ لَءِ، سِڀي ڪَرِ ساچو،
سَڄَڻُ سَباجهو، پيچَ پِنيءَ گھَرِ آئِيو.
(سارنگ، ۴ ـ ۹)

(۸)

ڏِٿِ مَ وَڃِ ڏولَ! ڪاٺِيارِي ڪاڪِ ڪَري!
آئُون اَڳھين آهيان، ٻَڌِي تُنهنجي ٻولَ،
توکي ساري، سُپرين! رُنَمِ مَنجهہِ رَتولَ،
تِڪاٽا ۽ ٽولَ، وِسَهُ، مُون وهُ ٿِيا.
(مومل راڻو، ۷ ـ ۱)

(۹)

ڏِٺين پَٽين ڏيرَ، مَهِيَن، مارُوئَڙَن جا،
پاڻُرُ سَڀِ پَچِي پيو، گھَرِ گھارِيندي ڪيرَ؟
ڪوڻِيين لَڳن ڪِيرَ، مَحَلين مُنجهي مُون هِنئون.
(مارئي، ۹ ـ ۳)

(۱۰)

ڏورُ نہ اَڳِينءَ ڏارَ، مَهند مَلاحَن لَکِيو،
موڙِي چوڙِيا مَڪُڙا، پَسِي پاٽِيءَ پارَ،
جَسودَنِ جيها يارَ، پيڙا ويرَ وماسَ ۾.
(ڏهر، ۱ ـ ۱۰)

(۱۱)

ڏولا! اولا نہ سَهان، آڏا اَڏيءَ جي،
تو وَرَ! وَهُون ڪيترِيُون: مُون وَرُ تُون وَري،
پِرتان پيرَ پَري، مَلهائج مِسڪِين ڪي.
(ليلا چنيسر، ۳ ـ ۱۳)

(۱۲)

ڍولا ڍيلَ مَ مُون، ڪانڌ! ڪَميڻي آھِيان،
سِڪَ تُنھنجيءَ، سُپرين! پيري وِڌيَس پُون،
مُون وَرُ تُون ئي تُون: تو، وَرَا! وَھُون ڪيتريُون.

(ليلا چنيسر، ۳ ـ ۱۰)

(۱۳)

ڍولا! ڪُجاڙيان، ٻولائِيو ٻوڏُ ڇَئِينِ؟
آئُون تو پيراندِيان، ڪَرَ موڙِيو، وَرَا! اَئِيان!

(ليلا چنيسر، ۱ ـ ۱۷)

(۱۴)

ڍولُ مَ ڪَٽي ٻانھَنڙي، پِرهَ مَ ڪَٽي پاندُ،
آئُون پَنھِنجو ڪانڌُ، لوڪَان لِڪِي رانئِيان.

(ڏھر، ۳ ـ ۱۸)

(۱۵)

ڍولي ڍِڪِي آھِيان، ھُيَس اُگھاڙي آڳَ،
جوڙي وِچان جَڳَ، ڪَڪَرُ ڪَيائِينمِ ڪاڪِ جو.

(مومل راڻو، ۸ ـ ۱۰)

(۱۶)

ڍولي ڍِڪِي آھِيان، ھُيَس اُگھاڙي آنءُ،
رَکي پنھنجو نانءُ، ڪَڪَرُ ڪَيائِينمِ ڪاڪِ جو.

(مومل راڻو، ۸ ـ ۱۱)

(۱۷)

ڍولي ڍِڪِي آھِيان، ھُيَس اُگھاڙي،
ڏيئِي لِڪَ لاڙي، ڪَڪَرُ ڪَيائِينمِ ڪاڪِ جو.

(مومل راڻو، ۸ ـ ۹)

(۱۸)

ڍولِيو وِيَڙو ڏورِ، تي تِي سيءَ گُذارِيان،
مادَرِ! مُون مَ چورِ، ناتَ پَڌَرِ پوندي پِرينءَ ري.

(سامونڊي، ۱ ـ ۳۱)

## وائي - ۱

ڍَڪَ ڍَڪِيندو، مُون نہ ڇڏِيندو، شَفِيعُ شافعُ سُپرِين.
آنڌا، اُونڌا، آڪُڙيا، سَڀِ نِباھي نِيندو،
واتان ويچارَن جي، دارُون پانَ ڏرِيندو،
ڏھارِن ڪي ڏاڪَڙا، لَڪَ سَڀِ لَنگھائِيندو،
نُورُ ناڪارو نہ ڪَري، مُحَمَّدَ مِنَٿَ مَڃِيندو،
ھت ھُتَ حامي ھِنِ جو، اَڳِيان آڏَرَ ڏِيندو،
طَھُورا تَڙِيَنِ ڪي، پاندَڀُ پِيارِيندو،
پانَ سُڃاڻي پاڻَهِين، ڪامِلُ ڪَرَمُ ڪَرِيندو،
تَنبُو آڻي تاءَ ۾، عاصِيُنِ ڪاڻِ اَڏِيندو،
داتا دوزَخِيُنِ تان، ليڪو لَھرائِيندو،
رَسَنَ وِيرَ رَسِي ڪَري، مُشڪَ رَنگُ مَتِيندو،
"رَحْمَةً لِّلعَالَمِينَ"، اَھُڪِيءَ آڳُهُ تِيندو،
اُتي عَبدُاللّطِيفُ جو، ھادي ھَٿَ جَھلِيندو.

(بلاول، ۴ ـ وائي)

# ر

(١)

راتِ ڏِٺائِين روجَھہ، پانءِ ڪِ اوٺِي آئِيا،
پِرِيَتَڻي پِرِيُن جي، سِڪَڻَ ڪِي سَبوجھہَ،
هُئِي گھَڻو اَبوجھہَ، سوُرَنِ سُنهائِي سَنُئِي.
(ديسي، ٥ ـ ٢)

(٢)

راتِيان رِجَهِن رامَ سين، ڏِينهان ڪَنِ سَنانُ،
جوڳِي سي اِنانُ، وَڻُون جن وِرهائِيُون.
(رامڪلي، ٩ ـ ٥١)

(٣)

راتِ سَهائِي، پِيُون سَنئِين، پائِي! گھُرجي پَلُ،
آهُرَ ۾ ايلاچيون، چندن چَرِي چَلُ،
مون توئِي سين ڳالهڙِي، ٻئِي ڪنهين مَ سَل،
هاهُرَ ڪندو هَلُ، تہ ڪِجايُون ڪَرَنِ ڪي.
(ڪنيات، ١ ـ ٦)

(٤)

رات سَهائي، پِيُون سَنئِين، پَتِيُن وڏو پَنڌُ،
هلندي حَبِيبن ڏي، ڪَرَها! موڙِ مَ ڪَنڌُ،
بَنڌَنُ سوئي ٻَنڌُ، جو پهچائي پِرِينِ ڪي.
(ڪنيات، ١ ـ ٥)

(٥)

رات سَهائي، پِيُون سَنئِين، پِرتِ، نَئِين، پَنڌُ پَسُ،
ميا! محبوبِنِ ڏي، وڃڻ ڪجي، وَسُ،
رات هلي تون رَسُ، تہ خبر ڪَرن نہ پوي.
(ڪنيات، ١ ـ ٨)

(٦)

رات سَهائي، پِيُونءِ سَنئِين، پِرتِ نَئِين، پَنڌُ پُورِ،
ميا! محبوبِنِ جي، هلِي وانءُ حُضُورِ،
جي چِٽڪن چِتَ ۾، سي ڪئن سَجَڻَ ڏُورِ؟
الله لَڳِ اَسُورِ، اُٿان ئي ٿي آءُ تون.
(ڪنيات، ١ ـ ٧)

(٧)

راجا جو راضِي ٿِيو، تَنهن ڏِنا وَڏا ڏانَ،
موتِي ڪارِيا مَڳٽي، طَرحَ تُنبي ڪي تانَ،
"مُون وَٽِ مالَ مَتاعَ جي، ڪَمي آهيان ڪانَ،
ڪارَڻِ رَبَّ رَحِمانَ، سِرُ وَڍِي، سُلطانَ! ڏي."
(سورٺ، ٢ ـ ٧)

(٨)

راجا رَنگِ مَحَلَ ۾، جاجِڪُ سِرِ زَمِينَ،
جا هَنيائِين هَٿَنِ سين، سا سُئِي بالا بِينَ،
جِتِ اَچَنِ نہ اِردابيگِيُون، اُتِ ڪوٺايو اَمِينَ،
"تازِي ڏِيوسِ تَڪِڙا، جَوهَرَ پائِي زِينَ؛"
ٻِيو مَڱي ڪِينَ، ڌاران سِرَ، سَيَّدُ چئي.
(سورٺ، ٢ ـ ٦)

(٩)

رامُ رَهِيُنِ ۾ رُوحَ، ٻَهَرَ ٻولِينِ ڪي ٻِيو،
سَدائِين سَفَرَ ۾، مَٿا ٿِيَنِ مُوءَ،
سامِيَڙا صُبُوحَ، سارِيان گھَڻو سَيَّدَ چئي.
(رامڪلي، ٦ ـ ٣)

(١٠)

راڻا! تُنهنجي راهَ تي، ڏِيهاڙِي ڏيکان،
راڻي جِيءَ رِهاڻ جُون، رُوحَ اَندَرِ ريکان،
مُحَبَتَ جُون ميکَان؛ توسين، لالَ! لَپيٽِيُون.
(مومل راڻو، ٤ ـ ١١)

(۱۱)

راڻا! رِهاڻيُون، سودا، ويني سارِيان،
سَهَسين سِجَ اُلٿا، راتِيُون وِهاڻيُون،
کوڙين مُون ڪاڻيُون: ڍولا! ڏِکي، آءُ تُون.

(مومل راڻو، ٦ ـ ١٢)

(۱۲)

راڻا! هُيَسِ رِيَ، تو سائِينءَ مُون سونُ ڪَيو،
مُنهنجي مَدايُن جو، حالُ اَتيئي هِيُ،
ڍولِيا! ڏِکَڻُ تِيُ، ڪامِلَ! ڪچايُن جو.

(مومل راڻو، ٨ ـ ٨)

(۱۳)

راڻا! نہ ڇاڻان، ڪِئَن وڏُوڙين؟ وَلَها!
اَڇي ڪاڪَ ڪَنڌِن ۾، پَرچي ڏي پاڻا،
مينڌِرا! ماڻا، تو رِءَ ڪَنڌِيَس ڪِن سين؟

(مومل راڻو، ٧ ـ ٩)

(۱۴)

راڻو پانيو راندِ، وَڃيو ڪِئَن وڙُ رائيين؟
وَرُ وڏُوڻو اِيهين، جِئَن پَرُ پُڄڻوءِ پاندِ،
هَيءِ! پَڳِيءَ هيڪاندِ، سوڍو سارِينديِنءَ گهڻو.

(مومل راڻو، ٥ ـ ٦)

(۱۵)

راڻو رَبُ راضي ڪَري، مانَ وَرائي واڳَ،
چَندَنَ سين چِڪَ ڪَري، مُومَل لنبي ماڳَ،
سوڍي جي سُهاڳَ، ڍَڻُ مِڙوئي ڍَڪيو.

(مومل راڻو، ٩ ـ ۴)

(۱٦)

راڻو ڪا راتِ ويو، ڳُجهي ڳالھ ڪَري،
سوڍي رِءَ، سَرَتِيُون! هَڏَ نہ ساھ سَري،
وَڃي مانَ وَري! آسائتي آهيان.

(مومل راڻو، ۴ ـ ٩)

(۱۷)

راڻي جي رِهاڻِ مان، ڪو آديسِي آيو،
چوڏِهينءَ ماهَ چَنڊَ جِئَن، ڪَيو سامِيءَ سَهائو،
لَٽو اُونداهو، جوڳِيءَ سَنڌِيءَ جوتِ سان.

(مومل راڻو، ٩ ـ ١)

(۱۸)

راڻي جي رِهاڻِ مان، ڪو آيو آديسِي،
ڪَٿُورِيءَ خوشبُوءِ سين، وِلاتَ سَڀِ واسِي،
سُوڌو سَناسِي، اُتانهِين تِي آيو.

(مومل راڻو، ٩ ـ ٢)

(۱۹)

راڻي رِنُ ڪَيو، جيڏِيُون! مُنهنجي جيءَ سين،
مَنُ مينڌِري وَڍِيو، ڏِبِي ڏَڙُ پيو،
بُجهان، بِهَرِ ويو: هِنئُون هَنڌَ نہ هيڪِڙي.

(مومل راڻو، ٧ ـ ٨)

(۲۰)

راڻي ريبارو، تڏانهن مُڪو تَڪِڙو،
لُڏُوڻِيان، لَطِيفُ چَئي، ماڙِج موچارو،
صُبُحَ سَوارو، ڪاڪِ گهڙَندو ڪَرَهو.

(مومل راڻو، ٩ ـ ٣)

(۲۱)

راڻي سَندو رُوحَ ۾، پَسو! پَڳهُ پيومِ،
پيڙِيءَ جِئَن پَڌي ويو، سوڍو ساهُ سَندومِ،
وِهَنُ وِهُ تِيومِ: ڄاڳِيو تي، جَرُ هارِيان.

(مومل راڻو، ٧ ـ ١٦)

(۲۲)

راهَ شَريعَتَ هَليا، تَفَڪُرُ طَريقون،
حالَ حَقِيقَتَ رَسِيا، مَعرِفَتَ ماڳُونِ،

ناسُوتُ، مَلَڪُوتُ، جَبرُوتُ، اِيُ اِنعامُ لَڏون،
پَسُ لاهُوتُ لَنگهيون، هاهُوتَ مَٿي هَليا.
(رامڪلي، ٥ ـ ١٤)

(٢٣)
راهُو! تُنهنجي رِيتِ، پـَرڪَندين پَڌري،
گهٽا گهوڙَنِ چاڙهيءِ، مُسافِرَ مَسِيتِ،
پُڇِين ڪانہ وِڏِيتِ، جي آيا، سي آڳِيا.
(بِلاول، ٢ ـ ١٠)

(٢٤)
راهُوءَ جا رَهِيامِ، سَنيها سَرِيرَ ۾،
بِيا دَرَ وِسرِيامِ، ڏِني جادَمَ جَڪري.
(بِلاول، ٢ ـ ٩)

(٢٥)
رائُو، رُڃَ، رَهُون، جِتي نينهان نِڪَتي،
لِڳيو پيرَ لَڪَنِ سين، ڇِڄيو تَيـَنِ ڇهُون،
تان ڪا سارَ لـَهُون، هوت! ڪَميڻيءَ، سُپِرين!
(ڪاهوڙي، ١ ـ ٢٠)

(٢٦)
راءِ سين رُنا جي، تـِنِ جاڙيجَنِ جاڙَ ڪِي،
ڪِئَن ماڻِيندا سي، چوڏهن چارو ڪَچَڙو؟
(ڏهر، ٤ ـ ٣٣)

(٢٧)
رائِي ڪِي رَنجُورَ، تَڪَرَ توءِ تاڪيو چڙهي،
لانچي لَڪَ، لَطيفُ چئي، هَلي ڏانهن حُضُورَ،
رَهِيا سَڀِ رُڃِنِ ۾، سَسُئيءَ جا سالُورَ،
ساڄَنُ ميڙَيِسِ سوُرَ، سُکَ نہ ميڙَيِسِ سُپرِين.
(سسئي آبري، ٧ ـ ١٤)

(٢٨)
رُني جا رِهاڻِ، سا پِيَ پَهَنِي نہ ٿِئي،
ڪَنهن ڪَرَ وِڌِي ڪاڻِ، پاٽا نِينهَن نِڪاليو.
(آسا، ٤ ـ ٤٨)

(٢٩)
رُڃُنِ ۾ رَڙَ ٿِي، جهِري ڪَري جوءِ،
اِيَ نہ عَورَتَ هوءِ، اِيَ تان آهَ عِشقَ جي.
(معذوري، ٧ ـ ٣٠)

(٣٠)
رُڃُنِ ۾ رَڙَ ٿِي، ڪَرَ چِٺُوءَ جي چانگهارَ،
اِيَ عِشقَ جا اُبِڪارَ، نَعرو آهي نِينهَن جو.
(معذوري، ٧ ـ ١٩)

(٣١)
رُڃُنِ ۾ رَڙَ ٿِي، ڪَرَ سارَنگِي سازُ،
اِيُ عِشقَ جو آوازُ، ماڙهو رَڪَنِ مُنڌَ ٿي.
(معذوري، ٧ ـ ٢٢)

(٣٢)
رُڃُنِ ۾ رَڙَ ٿِي، ڪَرَ ڪَرڪي ڪُونجَ،
نَعرو مَنجِهہ نِڪُونجَ، اِيَ آهَ عِشقَ جِي.
(معذوري، ٧ ـ ٢١)

(٣٣)
رُڃُنِ ۾ رَڙَ ٿِي، ڪَر ڪوِلَ جي ڪُوڪَ،
وَلوَلو ۽ وُوڪَ، اِيَ تان آهَ عِشقَ جِي.
(معذوري، ٧ ـ ١٨)

(٣٤)
رَڃِي جي رِيتو ٿِيا، ڪِينَ اُباڻِجَنِ اوءِ،
ڪُنيُ نہ ڪاري تنهن ڪي، جو هالاري هوءِ،
توڙي ڏوبِي ڏوءِ، تہ لالي تَهِين نہ لَهي.
(مومل راڻو، ٣ ـ ٦)

(۳۵)

رَڙِي رِيبارَڻ روءِ، اُپِي ڍِنگَرَ جهلَ،
پَرِي هِتان پَلَ، ڪيتِرِيُون ڪاهي وِيا!
(ڏهر. ۴ _ ۴۰)

(۳۶)

رَڙِي رِيبارَڻ روءِ، اُپِي ڍِنگَرَ ڍارَ،
وَڃَنِ اَڄُ وَڳَ هَٽِيو، سُئَمِ جي سُوارَ،
ڪاڇي ٻِنِين پارَ، ڏاڪو هِنِ جو ڏِسِبِين.
(ڏهر. ۴ _ ۴۱)

(۳۷)

رَڙِي رِيبارَڻ روءِ، واڙِي پايو وَڇڙا،
ڪَرا ويڻَ ڪَنگهارَ ڪي، ڇينڇَلَ اُپِي چوءِ،
واڙِي وَڃُ نہ ڪوءِ، لاڪو لوڙائُنِ سين.
(ڏهر. ۴ _ ۴۲)

(۳۸)

رُسُ مَ، رُسَڻُ گهورِيو: اُٺُ اوراهُون آڻ:
ليڙِي جو، لَطِيفُ چئي، تَنگُ سَوارو تاڻ،
شرمَنديُون سَپِين پَرِين، پُنيءَ لائِج پاڻ،
اَچِي مُشڪَ ماڻِ، تہ سوڍا! سُڪِياٽِي ٽِيان.
(مومل راڻو. ۵ _ ۷)

(۳۹)

رُسُ مَ، رُسَڻُ گهورِيو: اُٺُ اوراهُون چوڙ:
تو رءَ ڪاڪِ ڪَڙِي ٿِئي، ساڻُ سِرڪَندَ سوڙ،
اَچِي چَندَنُ چوڙ، تہ سوڍا! سُڪِياٽِي ٽِيان.
(مومل راڻو. ۵ _ ۸)

(۴۰)

رُسُ مَ، رُسَڻُ گهورِيو: پَرچُ، مَ وانءُ پَري:
مارِيَسِ قَٽَ فِراقَ جي، جِهَتَ جي ڏَري:
لالَنَ جي، لَطِيفُ چئي، سُونهان ئي سَري،
آيَسِ تو ڳَرِي، تہ، سوڍا! سُڪِياٽِي ٽِيان.
(مومل راڻو. ۵ _ ۹)

(۴۱)

رُسُ مَ، رُسَڻُ گهورِيو: ڇَڏِ، راڻا! ريڏائي،
مُنهنجي ميڻ، ميندِرا! عاقِلَ! آڳلائي،
لِپِيَنِج، لَطِيفُ چئي، ڪامِلَ! ڪَچائي،
ڪَرِ مَعافُ مَدائي، تہ، سوڍا! سُڪِياٽِي ٽِيان.
(مومل راڻو. ۵ _ ۱۱)

(۴۲)

رُسُ مَ، رُسَڻُ گهورِيو: راڻا! ڇَڏِ رِياءُ،
ميڻَ مَدايُون، موٺُ تُون، ڪَري نِرتِ نِياءُ،
لالَنَ جو، لَطِيفُ چئي، ڪونهي سُونهَن سِياءُ،
اَوَڳُڻَ ڍَڪي آءُ، تہ، سوڍا! سُڪِياٽِي ٽِيان.
(مومل راڻو. ۵ _ ۱۰)

(۴۳)

رُسَڻُ نہ آهي، ريتِ، پَهنيءَ پاهَڻُ ناهِ ڪو،
پَسو مَنجهہ پِريتِ، جيهائي جوڙ وَهي.
(آسا. ۴ _ ۵۰)

(۴۴)

رَڳُون ٽيون رَبابُ، وَڃَنِ ويلَ سَپَڪَنهين،
لُڇَڻُ، ڪُڇَڻُ نہ ٽِيو، جانبُ رِيَ جَبابُ،
سوئي سَنڌيندُم سُپِرين، ڪيَسِ جنهن ڪَبابُ،
سوئي عين عَذابُ، سوئي راحَتَ رُوحَ جي.
(ڪلياڻ. ۳ _ ۴۴)

(۴۵)

روجهہ ڏِنائين راتِ، هوٺُ ڳوليندي حَبَ ۾،
ڪيچِيُنِ جي ڪَري ٿئي، توءِ تِنين جي تاتِ،
ٻاروچاڻي ذاتِ، مَنان مُئيءَ نہ وِسِري.
(ديسي. ۵ _ ۳)

(۴٦)

رُوحَ ۾ رَهِيُنِ رامُ، ٻَهَرِ ٻولِينِ ڪِي ٻيو،
پيالو پُرُ ڪَري، جوبَ پيتائُون جامُ،
ٿِهان پوءِ تَمامُ، تِنِ تَڪِيا تاڪي ڇڏِيا.
(رامڪلي، ٦ ـ ٢)

(۴٧)

روضي تان رَسُولَ جي، ڪِيو وِڄُڙِيُنِ وارو،
پَرِيائُون پِيرَ پَئي، نَظَرَ سين نارو،
هادي! ڀَرِ حُڪُمَ سين، هِيُ تَڙُ تاسِيارو،
نِرمَلُ نِظارو، پِيَّ پَسايو پانهنجو.
(سارنگ، ١ ـ ١٦)

(۴٨)

رو، وِسانئي راند، پَهَ پَرُوڙِج ساڻ جا،
هوتَنِ سين هيڪاندِ، هُيَمِ ٻاتي ڏِينهَڙا.
(حسيني، ٩ ـ ٥)

(۴٩)

روه راماٽا ڪَنِ، اَڄُ پِڻ هَلَڻَ هارِيُون،
ڪَرِڱِلُ ڪونجَڙِيَنِ، رائي ۾ راتِ ڪِيو.
(ڏهر، ۴ ـ ١)

(۵٠)

رُوءِ راٽي جي ناهِ ڪو، سوڍا ٻِيا پِ سُجانَ،
نِسوريائي نِينهَن جي، ڪَسِيائِين ڪَمانَ،
ڇَڏي ويا چوهَ ۾، دَعوائُون دِيوانَ،
ٻِي رَهِيائي ڪانَ، ٿِيو مِڙوئي مينڌِرو.
(مومل راڻو، ٣ ـ ١٢)

(۵١)

رُوءِ راٽي جي ناهِ ڪو، سوڍو سِپِنِ سُونهَن،
لاٿائِين، لَطِيفُ چئي، مَٿان دِلِيَنِ دُونهَن،
ڪانهي ٻي وِرُونهَن، ٿِيو مِڙوئي مينڌِرو.
(مومل راڻو، ٣ ـ ١١)

(۵٢)

رُوءِ راٽي جي ناهِ ڪو، سوڍو سَوائِي،
لُڏوُٽِيان، لَطِيفُ چئي، لالِي تنهن لائِي،
ڪانهي ٻِي وائِي، ٿِيو مِڙوئِي مينڌِرو.
(مومل راڻو، ٣ ـ ١٠)

(۵٣)

روئِي ڪَنديِنءَ ڪوهُ؟ هاٽي ڪو هوتُ وَري؟
جيڏِيُون! جيڏو ئِي ڪِيو، ساٿُس سِينَ سِتوهُ،
ڊوهِي اَٿِيان! ڊوهُ، مَتان ڪا مُون سين ڪَري!
(حسيني، ٩ ـ ٧)

(۵۴)

رويو وينِي راڳِ، اَمَڙ! اوريان نِجهُري،
لاٿو مُون ڏيهَ وَٺَنِ سان، لاڳاپو ۽ لاڳِ،
ڏُونگَرَ سي ڏورِينديُون، جن اَندرِ ٻَري آڳِ،
هوتاٽي! هِنَ ماڳِ، مُون ڪي ڇَڏِ مَ ڇِپَرين.
(ڪوهياري، ٣ ـ ١)

(۵۵)

رَهِيا اَٿيئِي راتِ، صُبُحَ وينِدَءِ صابِري،
لُنءَ لُنءَ مَنجھ، لَطِيفُ چئي، ڪَرِ تنين جي تاتِ،
سَندِي جوڳِيانِ ذاتِ، ٻئي پِيري مَسَ مِڙِي.
(رامڪلي، ٨ ـ ١)

(۵٦)

رهِي اَڄجي راتِڙِي، تن واديوڙِين وٿاءَ،
جن ڪي سورُ سريَرَ ۾، ڪَهَڻَ مَنجهاران گهاءَ،
لِڪائي لوڪاءَ، پاڻهين ٻَڌِن پَٽِيُون.
(يمن ڪلياڻ، ١ ـ ١٣)

(٥٧)

رءِ اعرابين ھٽ، گھنگھر گھارڻ مون تيو،
"بَکَت العَينان في ھَواکَ دماً"، پڄان ساڻ پرٿِ!
مَنُ، اَکيون، تَنُ تتِ، جِتي جَنَبُ جيڏيين.

(مارئي، ١ ــ ١٣)

(٥٨)

رُئان، تان راندِ؛ کِلان، تان کامي ھنئون،
اَکَڙيُون ويساندِ، پِرينءَ گڏجي کنديُون.

(حسيني، ٩ ــ ٨)

(٥٩)

رُئان تِي، راتا! ھَندّ نھاريو حُجرا،
پيئِي کہَ کَٿُنِ تي، تِيا پَلَنگَ پُراٽا،
ڌرِيائِي ڌوڙا تِيا، وَر رءَ وھاٽا،
جايُون، گُل، جَباتَ، وَڻَ، تو رءَ کُوماٽا،
مينڌرا! ماٽا، تو رءَ کَنديِس کِنِ سين.

(مومل راڻو، ٧ ــ ١٠)

(٦٠)

رءَ پِريان پَرديسَ ۾، ورہَ وَڌي کي وَس،
اَکِيُون پارِ پِريِنِ جي، تِيُون گامَ نھارين گس،
ڏيندا پانڌي ڏَس، کينءَ جُون آٽي خَبرُون.

(پورب، ١ ــ ٢٥)

(٦١)

رءَ قَريبَنِ قُوتُ کَيو، ورہَ چَران ويني،
بانيَڻ کي بَروچَ ريَ، تي ڏُکَنِ سين ڏيني،
تو پُڄاٽا سُپرِين، آٿُون سُورَنِ سانپيتي،
جا مَرضِ مَريِني، سا، سَرتِيُن! کِيئَن سَگھي ٿئي؟

(کوھياري، ٥ ــ ٢)

(٦٢)

رءَ قَريبَنِ قُوتُ کَيو، ويِنِي ورہَ چَران،
اِنَ عَذابان اَڳھين، مادرِ! چونہ مَران؟
اَديون! جو نہ اَوھان، سو مان سوُرُ، سَرتِيُون!

(کوھياري، ٥ ــ ١)

(٦٣)

رءَ مَصلَحَتَ مَگَٽا، قَصرِ کِينَ اَچَنِ،
نُورَ تَجَلّو نُورَ سين، نِميو نيڻَ پَسَنِ،
خِيمي ۾ کَنگھارَ جي، چانڊوٽا چِمَکَنِ،
لَڏائين، لَطيفُ چئي، سَندا ڏاڻَ ڏِسبَنِ،
تيلان مُلکَ ڏٽِينِ، مَجيو مَگٽھارَ کي.

(سورٺ، ٤ ــ ١)

(٦٤)

رُئَنُ ۽ راڙو، مُون نِماٽِيءَ جي نِجھري،
کُنَلِ کي قَلبَ ۾، قُربَ جو کاڙھو،
ھوتَنِ لَءِ ھاڙھو، رِجائيِنديِس رَتَ سين.

(حسيني، ٩ ــ ٦)

(٦٥)

ريبارَڻ روئي، واڙي وِڏا وَڇُڙا،
سمُورا سوئي، ھَٽي ھِتان ساٿَ وِيو.

(ڏھر، ٤ ــ ٣٩)

(٦٦)

ريبارَڻِ! ريجھاءِ، لاکو لُولاٽِيِنِ سين،
سائُو مانَ سَنديِاءِ، نَٿُ مَتائي ناکُرُو.

(ڏھر، ٤ ــ ٣٨)

(٦٧)

ريگَڙيارا رَميا، لُوئِيَسِ لانگوتِيَن،
مُنھنجو جيُ جَلائِيو، اَندرِ آديسِيَن،
ھَيءِ! ھَيءِ! مَنجھ ھَٿَنِ، وَجائي واڻَ تِيا.

(رامکلي، ٦ ــ ١٤)

## وائي- ١

راڻا جي رَجپُوتَ، مُومَلِ سَهي پَسَندا،
پَڙهيا، پَٽَ، پيرَ؛ توٽي ميرَ، هَميرَ، مَرَندا،
مَجي رَضا رَبَّ جي، هِنَان سَڀِ هَلَندا،
ڪَلمي سانُ لَڏائِين، هادي! هِنَ هَندا،
سَهڪِي سَڪرات ڪَرِين، والي! وير وداعَ،
اُهڪيءَ ويرِ اَچِيج تُون، اُتي، اَحمَدا!
مَتان ڇَڏِئين مَڳُنو، مَهَدان، مُرشِدا!
’ڪُلُ نَفسٍ ذَآئِقَةُ الْمَوتِ‘، سَچي اِيَ صَدا!
اَصلِ لِکيو اَنگَ ۾، ٿِيندو تان پ اَدا،
اَدِيُون! عَبدُاللطِيفُ چَئي، فائِقَ فَضُلُ ڪَندا.

*(مومل راڻو، ٢ ـ وائي)*

## وائي- ٢

راوَلُ رَهي نہ راتِ، جيڏِيُون!
مُنهنجو راوَلُ رَهي نہ راتِ.
ڪوهُ ڪَرِينديَس ڪانڌ ريَ، وهاڻيءَ پِرِياتِ،
مٿَ نہ مَعذُورِن جا، ڪا جا جوڳِيءَ ذاتِ،
لَڳُمِ لاهُوتِيُن جو، مَنجهان ڪِينَـرَ ڪاتُ.

*(رامڪلي، ٩ ـ وائي ٢)*

## وائي- ٣

رُندي راتِ وِهاءِ، مُون ڪي رويو راتِ وهاءِ،
عُمَرَ! مِيان سُومِرا!
آئُون بَندياڻي بَندَ ۾، ڪِ ڪي بَندِ پيا؟
مُون ڪي ڏيهان نڪري، ٻہ ٽوڪَ ٿِيا،
هڪُ عُمَرَ مَندِيا مامِرا، ٻيو مارُو ٿَر ٿِيا،
عُمَرَ! بَندِياڻِين سين، جورو تو نہ جُڳاءِ.

*(مارئي، ٧ ـ وائي)*

# ز

(١)

زاغَ! تُنهنجيءَ ذاتِ جو، تورو مَٿي مون،
اُڏامِج، عَبدُاللّطيفُ چئي، صُبحَ سيٺَنِ ڏون،
ڪَج وينَتيون وتَريون، پاجهائِج پهُون،
تہ "لالَنَ! ڪونَ لَهُون، جِهو تو جَهانَ ۾."

(پورب، ١ ـ ٢٦)

(٢)

زيرِيين پيڙِيين لوءَ ۾، ڳَنِّنِ ڪَيَسِ ڳاهُ،
سَنکي سَندي سُومِري، هَڏِ نہ چاڙهيُمِ ماهُ،
سَرَتيُون! دُعا ڪَجاهُ، تہ پَرَمُ پاروڙِيءَ رَهي!

(مارئي، ٦ ـ ١٩)

## وائي-١

زاري سا زاري، اَلو! پَلو! ڪوهِياري سانُ،
آئُون جا ڪَنديَسِ زاري.
ڪِينَ جِنديَسِ، جيڏِيُون! سُورَ پريان جي آئُون ماري،
اُنَ ڳُنگائي هَليا، بوتَا هُٿَرِن باري،
ڪَري ڪوهِيارو هَليو، مُون سين قيامَتَ ڪاري،
مانَ ورمَنِ وِچَ ۾، اولاٽي آري،
هِندُوئَنِ جَئَن هولي ڪَري، مُون ڏُوڙِ مَٿي تان واري،
لالَنَ لَڳِ، لَطِيفُ چئي، واجهائي ٿي ويچاري.

(ڪوهياري، ٦ ـ وائي ١)

# س

(١)

ساٿر صحتَ، سُپرين، آهي نہ آزارُ،
مجلسَ ويَر مِنو ٿئي، ڪوٺيندي قهارُ،
خَنجرُ تنهن خوبُ هٿي، جنهن سين ٿئي يارُ،
صاحبُ رَبُّ سَتّارُ، سوجهي رَڳُون ساهَ جون.
(ڪلياڻ، ٣ ـ ٥)

(٢)

ساٿِي توءِ هَلَنِ، پَٿر جي وارَ ڪَريان،
جيڪِسِ ڀاروچَنِ، ڪو ڏِنو عَيبُ اَڪين سين.
(حسيني، ٣ ـ ٦)

(٣)

ساٿي نہ پَسان سي، جي هُئَرِ هِنئين ٿُوٽِيُون،
هاٿي ڪِنين جي، وَجيو اَڳُ اُپيان؟
(حسيني، ٣ ـ ٨)

(٤)

ساٿِيُنِ سَئِين نہ جاڳين: پوءِ ڪُجاڙِيان روءِ؟
اِيَ پِرِ ڪُپَرِ هوءِ، جڏَن هُوَ سانگِي، تُون سُمَهين.
(حسيني، ٣ ـ ٧)

(٥)

ساجَنَ ڪارڻ سُجَ، مَرُ قَبُولي سَسُئِي،
اَندرِ جنين اُجَ، پاڻِي اُجيو اُنِ ڪي.
(سسئي آبري، ١ ـ ٨)

(٦)

ساڄَنَ! سِپاهي، آئُون اوهانجو آهيان،
اَڇان ويلَ سَيڪَنهين، وَجان واجهائي،
لالَنَ! تو لائي، ڪِيڪارِيمِ ڪَرَنِ ڪي.
(برو سنڌي، ٢ ـ ٧)

(٧)

سارِج سَپيئي، لِيلا! لَڪَڻَ پانهنجا،
وَرَ سين وِڙهيو اُٿئين، ڏوراپا ڏِيئي،
نہ ڄاڻان ڪِيهي؟ چَنيسَرَ جي چِتَ ۾.
(ليلا چنيسر، ٢ ـ ١٣)

(٨)

سارَنگَ! سارَ لَهيج، اَللهَ لَڳِ اُڃيَنِ جي،
پاڻي پُوڄَ پَٽَنِ ۾، آرازن اَنَّ ڪَريج،
وَطَنُ وَسائيج، تہ سَنگهارَنِ سُکُ ٿِئي.
(سارنگ، ١ ـ ٢٩)

(٩)

سارَنگَ سائي سٿَ، جَهڙِي لالِي لاکَ جِي،
اِٿَن سي اُبِنَ اَنگيا، جِتَن سي چُنيءَ چِٽَ،
بَرسيو پاسي پِٽَ، پِريائين ڪَنَ ڪِراڙَ جا.
(سارنگ، ٢ ـ ١)

(١٠)

سارَنگُ سِينگاري، وِجُون وَسَڻَ آئِيُون،
بَرسي پِٽاري، پِريا پَٽَ پُرانَ جا.
(سارنگ، ١ ـ ٣٣)

(١١)

سارَنگَ سِينگاري، وِجُون وَسَڻَ آئِيُون،
مُون ڪي ڪنوَڻَ خوش ڪيو، جا ڪَڪَرَ ۾ ڪاري،
جُهڙَنِ جُهونگاري، لاٿِمِ ڪَٿُ قُلُوبَ تان.
(سارنگ، ١ ـ ٣٤)

(١٢)

سارَنگَ ڪي سارِين، ماڙهُو، مِرگهہ، مينهِيُون،
آڙِيُون اَبَرَ آسِري، تاڙا تَنوارِين،
سِپُون جي سَمُونڊَ ۾، نَئِين سِجَ نِهارِين،
پَلَرُ پِيارِين، تہ سَنگهارَنِ، سُکُ ٿِئي.
(سارنگ، ١ ـ ٣٠)

(١٣)

سارَنگَ کي سعيو، توکي سعيو نہ ٿئي،
گُـڙي ٿو گُمانَ ۾، آيو کي آيو،
هارِيُنِ لَءِ هَرُ هَرجاءِ ۾، هاديءَ هَلايو،
مَتان اِئن ڀانيو، تہ بادَلَ آہِ بَسِ کي.

(سارنگ، ١ ــ ٣٢)

(١٤)

سارِيان تِي سَبِيلَ، پُرِ تَـقصِيرون پانَ ڏي،
مَتان مُون کي ڇَڏِئين، آرِي جامَ اَصِيلَ!
وَرُ، وِلهِنِ جا وَسِيلَ، رَسُ رَهبَرَا! راہَ ۾.

(کوهياري، ٥ ــ ٨)

(١٥)

سارِي راتِ سُبحانُ، جاڳِي جن ياد ڪيو،
اُنِ جيَ، عبداللطيفُ چئي، مِٽِيءَ لَڌو مانُ،
ڪوڙين ڪَنِ سَلامُ، آڳِہِ اَچِيو اُنِ جي.

(سريراڳ، ٢ ــ ٣)

(١٦)

ساري رات سُبحانَ، سودو ڪن صاحبَ سين،
ٻانهپَ ٻَري ٻيڙِيُون، هليا جوبَ جُوانَ،
پاٽي پهلوانَ، لَحظي منجهہ لنگهي ويا.

(سريراڳ، ٢ ــ ٦)

(١٧)

ساري راتِ صاحبَ کي، ڳَڙہ ٻِرِ ڳاياٽين،
اُنَسِ ماٽِڪَ مِينهَن جِئَن، هَٿِ نہ ڇُتائين،
تي لائِقُ لَڏائِين، جِئَن هو ميراٿي مَگَٿو.

(سورٺ، ٢ ــ ٣)

(١٨)

ساري سِڪُ سَبَقُ، شَرِيعَتَ سَندو، سُهٽِي!
طَرِيقَتان تِکو وَهي، حَقِيقَتَ جو حَقُ،
مَعرِفَتَ مَرَکُ، اَصلُ عاشِقِنِ کي.

(سهڻي، ٣ ــ ١٠)

(١٩)

سا سِٽَ سارِيائون، اَلف جنهن جي اَڳَ ۾،
"لامَقَصُودَ فِيَ الدّارَيَنِ"، اِن پَرِ اُتائُون،
سَگُرُ سونائُون، ٿِيا رَسِيلا رحمانَ سين.

(يمن ڪلياڻ، ٥ ــ ٢١)

(٢٠)

سا سِٽَ نہ سارِينِ، اَلف جنهن جي اَڳَ ۾،
ناحقُ نهارِينِ، پنا پِيا پرينءَ ليءِ.

(يمن ڪلياڻ، ٥ ــ ٢٠)

(٢١)

سامُونڊِي! تُو سَنبَهِين، ساچو جَهلِ سُکانُ،
لَڳِي واءُ وَڏاندَرو، مُنجهائي مَهرانُ،
جنِين ڀانيو پانُ، ڪَري تَوائِي تن کي.

(سريراڳ، ٦ ــ ٧)

(٢٢)

سامُوندي ساري، مَٿي تَڙَ ڳُذاريان،
مونکي تِي ماري، اُنِين سَندي ڳالهڙي!

(سامونڊي، ١ ــ ١٦)

(٢٣)

سامُونڊِيَڪو سَگُ، آهي گُونڊَرَ گاڏُئون،
اَنگُنِ چاڙهي اَنگُ، ويو وَٽِجارو اوهِري!

(سامونڊي، ١ ــ ١٨)

(٢٤)

سامُونديءَ ساري، ماءِ! منهنجو جِندڙو،
بَندَرِ ويچاري، وِجي لاتا ڏِينهَڙا.
(سامونڊي، ١ ـ ١٧)

(٢٥)

سامي! تُون سُلُوڪَ ڪي، هَتّان هَڏَ مَ ڇَڏِ،
لَڏِيندَنِ سين لَڏُ، تہ رَهِين تُون راڄَ ڪَري.
(رامڪلي، ٩ ـ ٢٧)

(٢٦)

سامي چائِين، سُڪُ طَلَبِئين، تَسا ڏِئين نہ تَنَ،
ماڙُهنِ ڪان مِنهُن ڪَيو، پِنِين اَتا ۽ اَنَّ،
ڪاپَڙِي! تو ڪَنَ، ڪِ چِيرايا چِشَنِ لَءِ؟
(پورب، ٢ ـ ٥)

(٢٧)

سامي چائيين، سُڪُ طَلَبِئين، سِڪَئين نہ، سامِي!
اَچا اورِئين پَندَ ۾، وينِين وسامِي،
گُرَ ڪي تُون نہ گَڏِئين، چائِيين اَنعامِي،
دائِمُ مُدامِي، پُورو رَهِج پِرينءَ سين.
(پورب، ٢ ـ ٤)

(٢٨)

سامِي ڪامِي پِرينءَ لَءِ، ڪُسِي ٿِيا ڪَبابُ،
جهڙو ڏِسَنِ ڏوهَ ڪي، تَهڙو تَـنِ ثوابُ،
اوتِين اَرِتي گاڏُئون، مَنجهان اَکِيُنِ آبُ،
سَندو ذاتِ جَوابُ، تُون ڪِئَن پُڇِين تَـنِ ڪي؟
(رامڪلي، ٣ ـ ١٣)

(٢٩)

سامي! مَڙهِي سَنديِاءِ، سامُهين مُون سيلهَ تي،
سا تان ڪُهُ اَڏياءِ، جان نانگا وَڃِين نِڪِري؟
(رامڪلي، ٣ ـ ١٢)

(٣٠)

سامِيُنِ سِگُ ڪُلَهنِ تي، سَنگُ مِڙوئِي سُورُ،
ڪَهَندا ويا ڪابُلَ ڏي، ڪو جو پيَـڙُنِ پُورُ،
مَڙهِيءَ جو مَذڪُورُ، ڪالهہَ ڪَندا ويا ڪاپَڙِي.
(رامڪلي، ٣ ـ ١٤)

(٣١)

سامِيُنِ سَمَرُ سُورَ، گُوندَرَ گَبرِيُنِ ۾،
جَڙِي ٻَڌائُون جانِ ۾، پيغامَنِ جا پُورَ،
آديسي اَسُورَ، وَڃائي واٽَ ٿِيا.
(رامڪلي، ٣ ـ ١٥)

(٣٢)

سانِپارا سَڏُ ڪيو، اُيا چَوَنمِ: 'اَچ'،
هڪ تِڪوئي تارَ وَهي، پيو هَٿُ ڪَميٽِيءَ ڪَچُ،
ساٿِي جِنين سَچُ، ٻُجهان سي نہ ٻُڏنديُون.
(سهڻي، ٧ ـ ١١)

(٣٣)

سانِپارا سَڏُ ڪيو، اُيا چَوَنمِ: 'آءُ'،
هڪ تِڪوئِي تارَ وَهي، پيو لُـڙُ، لَهريُون ۽ واءُ،
ساٿِي جن اَللهَ، ٻُجهان سي نہ ٻُڏنديُون.
(سهڻي، ٧ ـ ١٠)

(٣٤)

سانِپارا سيئِي، تَنُ جنين جو طالبُو،
مَنُ پِريان نيئِي، پَڳِهيو پاڻَ ٻَرِي.
(سهڻي، ٧ ـ ١٣)

(٣٥)

ساندَهِ سَپ دَرِياهُ، پري ڪَنڌي پارَ جي،
ڇَڪِي ڇوليءَ ۾ گهڙِي، جتي جيَّ وڙاهُ،
پَسيو ڏوهَ ڏِکي هنئون، آرَ مَٿي اَرواحُ،
جي توهُ تَئي توڏانهن، تہ وِيرَ وهَيٽو ناهِ ڪي.
(سهڻي، ٥ ـ ١)

(٣٦)

سانده سَپ دَرياهُ، پري ڪَنڌي پارَ جي،
ڪَنبي هِنئون ڪَما حَقَّہ، آرَ مَٿي اَرواحُ،
دِلاسي دارينَ جي، سانچيو سانچي ساهُ،
جي توهُ ٿئي توڏانهن، تہ وِيرَ وَهِيٽو ناهِ ڪي.
(سهڻي، ۵ ـ ٢)

(٣٧)

سانڍِ پَنهنجي ساهِ، ٻانهين تي ٻُورا ڪَريان،
واڳِيُون جي وَرَن سين، تَن سَرَتِيُن سيجَ سُهاءِ،
مُون ڪي طَعنا تي ڏِئين، مُون جڳَن مُنِنءِ نہ، ماءِ!
آريءَ جي آڪاهِ، رُلايَس روهَن ۾.
(حسيني، ۵ ـ ٣)

(٣٨)

سانگهارو سُورَن، ڪڏهن تان ڪونَ ڏنو،
ٻائڙ ٻوڙ وَهَن، ڪالهُوٽِيان اَڄُ گهٽا.
(حسيني، ٦ ـ ٩)

(٣٩)

سانوڻَ گهڙي سَپَڪا، هِيءَ سَرَهِي سِياري،
تَنُ وڌائين تارِ ۾، اَرواحَ جي آري،
مُحبَتِي ماري، ڪونهي دادُ دَرياهَ ۾.
(سهڻي، ٣ ـ ١٧)

(٤٠)

سانوڻَ لَهريُون، ٿَـرَ واري، تـرَ وارَ،
اِنهان ٿِي اَپارَ، مُون سين پَـلي پالَ ڪيا.
(سهڻي ابيات متفرقہ ـ ١۵)

(٤١)

ساهَـڙ جا سِينگارَ، اَنَّ لِکيا آڳي هُئا،
نکا ’ڪُنْ فَيَڪُونَ‘، هئي نکا ٻي پَچارَ،
مَلَڪَنئان مَهَندِ هُئِي، توڏِيءَ جِي تَنوارَ،
مُحَبَتَ سانُ ميهارُ، لايائين لَطِيفُ چئي.
(سهڻي، ٦ ـ ١)

(٤٢)

ساهَـڙ ڏاران سُهڻِي، اَڌوتِي آهي،
ڪُنڍِيُون جو ڪاهي، پاسي تِنين پاڪَ ٿئي.
(سهڻي ابيات متفرقہ ـ ١)

(٤٣)

ساهَـڙ ڏاران سُهڻِي، آهي ۾ آزارَ،
ڏَمَ پاسي ۾ ڏُکَندو، صِحَتَ وَٽِ سَنگهارَ،
توڏِيءَ سَندي تَنَ جِي، دَوا ۾ ديدارَ،
جي پَسي مُنهن ميهارَ، تہ سِگهيائي سَگهي ٿئي.
(سهڻي ابيات متفرقہ ـ ۵)

(٤٤)

ساهَـڙ ڏاران سُهڻِي، نِسوري ناپاڪَ،
نَجاسَتَ ناهِ ڪري، اُنِين جِي اوطاقَ،
هوءِ جي ڪِيرَ پِياڪَ، پاسي تِنين پاڪَ ٿئي.
(سهڻي ابيات متفرقہ ـ ٢)

(٤۵)

ساهَـڙ ڏاران سُهڻِي، هِيَ تان جُهڪِي زالَ،
توڏِيءَ تَپُ شرُوع ٿيو، هَيءِ! هِيٺِيءَ جي حالَ،
جَڏِيءَ رِءَ جَمالَ، آڳهي تِي آهُون ڪري.
(سهڻي ابيات متفرقہ ـ ٤)

(٤٦)

ساهَـڙ ڏاران سُهڻِي، هيَ تان جُنبي جوءِ،
هِنَ پاڻِيءَ سين پانهنجو، مُورِ نہ مَٿو ڌوءِ،
جي پِرينءَ پاسي هوءِ، تہ ڪَرَ توڏِيءَ تَڙ ڪيو.
(سهڻي ابيات متفرقہ ـ ٣)

(٤٧)

ساھَڙَ، سا سُهڻي، سائِرُ پڻ سوئِي،
آهي نِجوئِي، ڳُجهُ، ڳُجهانَدَر ڳالهڙِي.

(سهڻي، ١ ـ ٣٤)

(٤٨)

ساهَڙَ سُکيءَ ۾ ٿيو، پاڻيءَ مَنجِهه پُنو،
سَندو کَچَ کُنو، تارِ تَرَندو کيترو؟

(سهڻي ابيات متفرقه ـ ١٤)

(٤٩)

ساهَڙَ مُون جئن، سَرَتِيُون! جي ڏسو سَپيئي،
تہ سُمهو کين سُکَ تي، وَرَ پاسو ڏيئي،
مُنهان آڳيئي، گِهڙو سپ گَهڙا کٽي.

(سهڻي، ١ ـ ٦)

(٥٠)

ساهُ وَني وِئين، سُپِرين! کَري قَضاکي،
دِلبَرَ! دِلِ کَسي وئين، يارَ! ٿئين پوءِ ياکي،
جاڙَ مُون ضَعيفِ سين، تو جانِبَ! ڏِسُ جاکي،
هِتِ بُتُ رَهيو باقي، ساهُ وَني وِئين، سُپِرين!

(بروو سنڌي، ١ ـ ٣)

(٥١)

ساهيڙيُون سارِين تو، سَچ جِنين جو سِيلُ،
نَکو قالُ نہ قِيلُ، اُنِين جي اَدَبَ ۾.

(مارئي، ١٠ ـ ٧)

(٥٢)

سائَرَ بوڙِي سُهڻي، نہ ڊوري، نہ ڍَنڍَ،
آکِين مَنجِهه اُکَنڊَ، مُيائِي ميهارَ ڏي.

(سهڻي، ابيات متفرقه ـ ١٣)

(٥٣)

سَبَہَ سِياهِي، آهي آرِيءَ جامَ ري،
کڏهن پَسي کانہ کا، رِءَ لالَنَ لالائي،
دُوڏُ دِلِ تان دُورِ کَري، کَر، ساجَنَ! صَفائِي،
'مَنْ لَاشَيْخَ لَهُ فَشَيْخُهُ اَلشَّيْطَانُ'، اِنَ رِءَ اونداهِي،
هُوءَ جا هَلِي هيکلِي، سا گيرَبَ گمائِي،
'بِلَا شَيْخ مَنْ يَمْشِيْ فِي الطَّرِيْقِ'، اِهڙِي اَوائِي،
تنهن رِءَ تَوائِي، کوڙِين ٿِين کيتَريُون.

(ديسي، ٢ ـ ٤)

(٥٤)

سِبِي سيبا ڏي، پوري نِينهُن نہ کَچوئِي،
کَتِيءَ وَتِيُون کُتيُون، سَتِي سيڻي سي،
مَچُڻِ چَوَنِرِ کي، تہ لَجائِيءِ ٿَرَ چائِيُون!

(مارئي، ٢ ـ ١٢)

(٥٥)

سَبَرُ سِيُ پيو، نہ مُون سَوَرُ، نہ گبرو،
نہ مُون کانڌَ، نہ قُوتُ کي، جوبَنُ وَهي ويو،
تِنِين حالُ کِهو، نِڌَرَ جنِين نِجُهرا؟

(رپ، ٢ ـ ١٠)

(٥٦)

سَبِيريءَ، سَيَدُ چئي، جي تا پُڄَن اَنُ،
تَن کاپَڙِيُن کونهي کَنَ، جو گِي چائِين جاڙَ تا.

(رامڪلي، ٩ ـ ٩)

(٥٧)

سَيَتِ پَچارَ پِرينُن جِي، سَيَتِ هوتَ حُضُورُ،
مُلِکَ مِڙيو مَنصُورُ، کُهي کُهندين کيترا؟

(سهڻي، ٩ ـ ٢)

(٥٨)

سيڪنهن ڏانهن سامهون، ڪو هَنڌُ خالي ناهِ،
اَحَدا جي اَرڪَ ٿيا، سي ڪانئرَ ڪبا ڪانهِ؟
مُحبَّ منجهين مَنَ مانهِ، مون اَچاٽنديءَ اُجهيو.
(يمن ڪلياڻ، ٥ ـ ٣٥)

(٥٩)

سَپِ نَنگيُون ٿي نِڪرو، پَرَهَنَّ چڙهي پوءِ،
مَهَندِ مِڙَنِئان هوءِ، ڪَهي جا ڪِينَ ڪٽي.
(معذوري، ٢ ـ ٤)

(٦٠)

سَپِ نَنگيُون ٿي نِڪرو، لالَچِ چڙهي لوپِ،
سُپيريان سين سوپَ، نندُون ڪَندي نہ ٿِئي.
(معذوري، ٢ ـ ٣)

(٦١)

سَپِ نہ وَجي سُتيُون، اَچا ڪي سنجَنِ،
پيو، سي پَهرَنِ، جي اُجائِجي آيُون.
(مارئي، ٨ ـ ١٣)

(٦٢)

سَپيئِي ساري، سَسُئِي! گَهَر ڪُندُون تون گهورِ،
وِجي ڏُورِ مَ ڏورِ، دَرا مَنجهہ دوستُ ٿيو.
(سسئي آبري، ٣ ـ ٤)

(٦٣)

سپيئي سُبحانَ جي، ڪَر حوالي ڪَمَ،
تِيُ تَحقيقُ تَسليمَ ۾، لاَهي غَمَ وَهَمَ،
قادِرُ سانڻ ڪَرَمَ، حاصُل ڪري حاجَ تو.
(سريراڳ، ٤ ـ ٢)

(٦٤)

سپيئي سَنئينءَ ڪَرين، ڪومَ مُنجهائين واتَ!
سُپيريان جي ساَتَ، لائو لَگو ميڙئين!
(سريراڳ، ٤ ـ ١)

(٦٥)

سَپيئي سُهاڳڻيُون، سَيني ڳَچيءَ هارَ،
پَسَنَّ ڪارَڻ پِرينءَ جي، سَهَسين ڪَنِ سينگارَ،
ڍولُ تِنين جي ڍارَ، هيڻانهيُون هَلَنِ جي.
(ليلا چنيسر، ٣ ـ ٣)

(٦٦)

سَپيئي سُهاڳڻيُون، سَيني ڳَچيءَ هَسَ،
پَسَنَّ ڪارَڻ پِرينءَ جي، وَڏا ڪَياڻُون وَسَ،
ڍولُ تِنين جي گَسَ، هيڻانهيُون هَلَنِ جي.
(ليلا چنيسر، ٣ ـ ٤)

(٦٧)

سَپيئي سُهاڳڻيُون، سَيني مُنهَن جَڙاءُ،
سَيڪَهن پانيو پاڻَ کي، تہ اِيندو مُون ڳر راءُ،
پيئو تن دَراءُ، جي پَسي پاڻُ لَجائِيُون.
(ليلا چنيسر، ٣ ـ ٥)

(٦٨)

سُتا! اُٿي جاڳُ، نِندَ نہ ڪَجي ايتري،
سُلطاني سُهاڳُ، نِنڊُنِ ڪَندي نہ ٿِئي.
(ڏهر، ٣ ـ ٨)

(٦٩)

سُتا سَپِ پَئي، سَندي مُعَلِمِ آسري،
اَئين پڻ سُمهو، ناڪُئا! بَندَرِ ناه پَئي،
جن جِي سَيّدَ لَجَ ڪَنئي، سي سپ لنگهيندا لَڪِيُون.
(سريراڳ، ٣ ـ ٢١)

(٧٠)

سَتُرُ سِگَڙيُنِ سين، لَحظي لاٿائُون،
ڪينَرَ ڪُنِي آهيان، اُنهن جي آئُون،
مُون کي مارِيائُون، آئُون نہ جِئَندِي اُن ري.
(رامڪلي، ١ ـ ١٥)

(٧١)

سَتُرُ ڪَرِ سَتارَ! آئُون اُگهاڙِي آهيان،
ڍَڪِئين ڍَڪَڻهارَ! ڏيئِي پاندُ پَناهَ جو.

(ڏهر، ٢ ـ ٦٥)

(٧٢)

سُتو ڪِئَن ننڊُون ڪَرين، رو وِهاڻِيءَ روءِ،
سُيان سازُ سَندوءِ، پِيو هُوندو پَٽَ ۾.

(پرڀاتي، ١ ـ ٢)

(٧٣)

سُتوئِي سيجَ گُهرين، جَفا ڏِئين نہ جِيَّ،
پَهَني ڏاران پِيَّ، مَحُبُ نُونڊين نہ چڙهين.

(آسا، ٤ ـ ٤٤)

(٧٤)

سُتوئِي سيجَ گُهرين، جَفا ڏئين نہ جانِ،
صُلِحَ رِءَ سيڻانِ، مَتان نُونڊين نہ چڙهين.

(آسا، ٤ ـ ٤٣)

(٧٥)

سَتِي! تُنهنجي سَتَ ۾، ڳالهِ گهرجي ڳُجُّ،
وَڍِيو، چيريو، چچِريو، پَرِ ۾ اُپِي پَجُّ:
"سائُ اَمانَتَ اَچُّ، تہ تِئين سَمانِي ساڙِيہَ ۾".

(مارئي، ١٠ ـ ١١)

(٧٦)

سُتِي پَوَنِ چِرڪَ، آيَلَ! ٻاروچَنِ جا،
پُنهونءَ جي پيڪانَ جُون، راسِيُون مَنجهان رُڪَ،
هَنيَمِ هوتَ ڪِرڪَ، لوچان، لوهُ نہ نِڪَري.

(ڪوهياري، ٣ ـ ٧)

(٧٧)

سُتي پَوَنِ چِرڪَ، آيَلِ! ٻاروچَنِ جا،
وَمَ وهاڻِي، ووا! ڙِي! ڪوهِياري ڪِرڪَ،
ڏَڙُ ڏَوَڙيو تنهن ڏَڪَ، جَڏِيءَ جِتَنُ نہ ٿِئِي!

(ڪوهياري، ٣ ـ ٦)

(٧٨)

سُتي سَنپِريومِ، ڪو ڳُنُ ٻاروچَنِ جو،
ڪَنڌُ وهاڻو ڀِنو، هَريو هَٿُ ٿِيومِ،
سَجَنُ يادِ پِيومِ، جاڙُ جِتَان ٿي، جيڏِيُونَ!

(ربپ، ١ ـ ١٨)

(٧٩)

سُتي سيجَ هُياسِ، مُون کي آهَ اُٿارِيو،
جِنين جاڳاياسِ، آئُون نہ جِتَندي اُنِ ري.

(راملڪي، ١ ـ ١٠)

(٨٠)

سَتين ڏينهن، سَيّدُ چئي، ڏاچا ڏوتائُون،
اُپِي، اَلَڪَ سامُهون، ٻانهُون ٻَڌائُون،
وَڏِيءَ ڪَنهن ولاتِ جا، اُهُجَ آندائُون،
رُوحُ پَنهنجو رامَ سين، پَرِ ۾ پُوتائُون،
ڪَٽيو ڪِدائُون، لِڪا پِنَّنِ لوڪَ ۾.

(راملڪي، ٢ ـ ٧)

(٨١)

سُتي نہ سَرَنِدياءِ، ڪَرِ پَچارَ پِريُنِ جي،
وِهامي وينِدِياءِ، گهڻا هَٿَنِدين هَٿَڙا.

(ڏهر، ٣ ـ ١١)

(٨٢)

سُتين سَنجهيئي، وِجُ ڪِنونديءَ ويسرا!
وِيرَ وَري وِيئي، اَسارَنِ تان اوچتي.

(سريراڳ، ٦ ـ ٥)

(٨٣)

سُتين کھڙي سارَ؟ وِڄُ ڪِنونديءَ ويسرا!
تو جيڏا تو يار! لَھرينِ لَھوارا ڪيا.
(سريراڳ، ٦ _ ٤)

(٨٤)

سُتينءَ پيرَ ڊِگھا ڪَري، وَڏي جاڙ ڪَياءِ،
دَرَ پَرِي اُپِئين دوستَ جي، تہ سُرِ پُرِ هُوندَ سُياءِ،
اَصلِ آريءَ جامَ جي، سَگِھي تُون نہ سِياءِ،
پُنھونءَ سين پِياءِ: تِي نِياڳِي! نِندِوُن ڪَرين!
(ڪوهياري، ١ _ ٩)

(٨٥)

سُتينءَ سَنجھيئِي، مُنھَن ويڙهي مُٺَنِ جَٺَن،
اوجاڳو اَکِينِ کي، جاتوءِ نہ ڏيئِي،
هَٿان تو پيئِي، تِي ڪَچو ڪيچِيُنِ ڪَرين!
(ڪوهياري، ١ _ ١٢)

(٨٦)

سُتينءَ سَواري، مُنھَن ويڙهي مُٺَنِ جَٺَن،
ڏِٺَءِ نہ ڏيرَنِ جا، چوڏاري چاري؟
تيلان، ويچاري! ساٿ سُتيئي لَڏيو.
(ڪوهياري، ١ _ ١١)

(٨٧)

سُتيءَ تان نہ سِياءُ، جي ڪوهِيارا ڪيچَ جا،
اَنگِنِ چڙهيو آءُ، جي نالو ڳِيڙُءِ نِينھَن جو.
(حسيني، ٩ _ ٢٢)

(٨٨)

سُٺُ اُنين جو سَڦرو، جي پَرِ ۾ پيچائين،
آوازُ آرتَ جو، ساهَ نہ سُٽائِين،
لِڪايو، لَطِيفُ چَئي، ڪَنبيو ڪَتائِين،
جي ماٽِڪَ موتائِين، توءِ مُلھ مَهانگو اُن جو.
(ڪاپائتي، ١ _ ١٩)

(٨٩)

سَپَڙُ ساهُ پَساهِ، جاڳِڪَ! جِمَ وِسارِئين،
ريهي رُپي سَنڌِيوُن، تَندوُن تُنبي کي پاءِ،
لَنگھا! توُن لِيلاءِ، اَڳِيان وَجي اُنَ جي.
(پرڀاتي، ١ _ ٢١)

(٩٠)

سِپَ سَمُنڊين سَپَجي، اَبُرُ آسارو سِ،
ڀاڙو ڀيي نہ ڀِپُڙي، مِنو مُنھن لَگوسِ،
ماٽِڪُ تي مِڙيوسِ، جِنَ تَنگُ ڪَڍيائين تارِ ۾.
(مارئي، ١٠ _ ١٤)

(٩١)

سُپيريان جي تُـرَهي، ٻُڏي! هَٿُ مَ لاءِ،
صُباحَ تو چونداءِ: ”آسان تو اُڪارِيو.“
(سهڻي، ٦ _ ١٠)

(٩٢)

سُپيريان جي تُرَهي، ٻُڏين توءِ مَ لَڳُ،
جي پانئين پِرينءَ مِڙان، تو پوُرَ اُبتي وَڳُ،
پاءِ تيڏاهِين پَڳُ، ناهِ جيڏاهين نِجھرو.
(سهڻي، ٦ _ ٢١)

(٩٣)

سُپيريان جي ڳالَھڙي، رُڳو رَنجائو،
ڏُونگَـرَ ڏولائو، ڏِيندا مُون ڏيرَ وِيا.
(حسيني، ١١ _ ١)

(٩٤)

سچُ سُپاٽي جا ڪَري، سامِيءَ سائي رُوءِ،
اَچِي تِي عَطَر جِي، مَنجهان مُگَڻَ بُوءِ،
سا ڏِيڪارِيَهوُن جوءِ، جِتان لاهُوتِي لَعلُ تِيو.

(مومل راڻو، ١ ـ ٧)

(٩٥)

سچُ سُپاٽي جا ڪَري، سامِيءَ سائي وَنڪَ،
سَهي نہ سَگهان ساٿَ سِنءَ، تنهن جي راسِن جي رَونَق،
ڪِ رَتائِين لاڪَ ۾؟ ڪِ ڏِنائِين پانَ پڪَ؟
سَنديءَ سودِل سِڪَ، ڪَپَرَ ڪورُون جهلِيُون.

(مومل راڻو، ١ ـ ٨)

(٩٦)

سچَ اُلٽي سَنُئِي، رَتَ وَرَٽو روءِ،
پَهي نہ پانڌِي ڪو، جنهن ڪَرَ پُڇِي لوءِ،
مُوڙِهي وجي توءِ، موٽَنَ جِي ڪانَ ڪري.

(سسئي آبري، ٤ ـ ١٧)

(٩٧)

سَچو صافُ نہ اُپِري، سَرلي وِچان سِچُ،
مُنهُن چڙهيو مازهن ڪي، ڏَئي واڏايُون وِچُ،
هِنئڙا! ڪَپُ مَ ڪِچُ، سِگها مِلَندءِ سُپرين.

(سارنگ، ٤ ـ ٣)

(٩٨)

سَچَنُ ڏِٺو جَنَ، تن ڳِچيءَ سِرِ ڳُهُ ڪَيو،
پِيُون ڪوهُ پُجهَنِ، قَدُرُ ڪِيميا اِنَ جو؟

(حسيني، ١٢ ـ ٤٧)

(٩٩)

سَچَنُ ڏِٺو جن، موٽَنُ تن ميهَٽو،
اي مَرڪُ مَعذُورِنِ، جِنَ مَرَنِ پِريان جي پيرَ تي.

(حسيني، ١٢ ـ ٣٠)

(١٠٠)

سَچَنَ سان نہ پيٽَ، ڳُجهُ ڳِرهيان ڪِنِ سين،
ڳالِهيُون اندر پيٽ، سَلا ٻَڌِي موريُون.

(رپ، ٢ ـ ١)

(١٠١)

سَچَنَ سانوڻَ مينهَن جِتَن، جُهٽڪَنِ پاسي جهوڪَ،
ڏيندا پاهُ پَٽَنِ ڪي، مَنجهان مينهَن موڪَ،
لَسَ پيارِين لوڪَ، آگَمَ ڪَيو آڪِيُنِ سين.

(سارنگ، ٤ ـ ١)

(١٠٢)

سَچَنَ سَنپِرِيامِ، پيَمِ ڪَرَ ڪَپارَ ۾،
جهڙي تَهڙي حالَ سين، پرين نہ وِسرِيامِ،
هَرِيا هَٿَ ۾ تِيامِ، نيٽَنِئُون نيرُ وَهي.

(رپ، ١ ـ ١٩)

(١٠٣)

سَچَنَ سَنئِيُون ڪَنِ، لوڪان ليڪي ونگِيُون،
سَندِي سُپيرِيَنِ، پَرِ پَرُوڙَنُ ڏاڪڙيو.

(آسا، ٣ - ٢٤)

(١٠٤)

سَچِيُون راتِيُون سُمهي، چَڏِيئي پيءَ پَچارَ،
پانِيئي سَيِ جِمارَ، سَچَنَ هُوندا مان گهرين.

(ڏهر، ٣ ـ ١٧)

(٤٠٥)

سُچاپي نہ صُورَتَ ري، صُورَتَ هَڏِ مَ سوجِهہ،
تِيُ باراٽيءَ ٻوجِهہ، وِجائي وُجُودَ ڪي.

(آسا، ١ ـ ١٦)

(١٠٦)

سَچ تہ مانَ سُورُ لَهي، اَکِيُون پَري پاڃهہ،
راڻي جيءَ رِهاڻ کي، ويڻي وِجهان واڃهہ،
سوڍا! لَهي ساڃهہ، پَسُ توشڪُون، تَڪِيا.

(مومل راڻو، ٦ ـ ٥)

(١٠٧)

سُڄَ وَسَندي تن کي، جوشَ جَلايا جي،
طالبَ جي تَحقِيقَ جا، نيڻهُن تنِين وَٽِ ني،
تيڏِي پَسي تي، هوُ تان آهي هيڪڙو.

(ڪوهياري، ٦ ـ ٧)

(١٠٨)

سَڄُ ڪِ اُنا مِينهَن، مُنهان پوءِ مَليرَ ۾؟
ڏوٿِيُنِ لائِيا ڏِينهَن، پَهرِيا جي پُسيءَ کي.

(مارئي، ١١ ـ ٥)

(١٠٩)

سَڄُ ڪِ سُڪو ڍورُ، ڪَنڌِيءَ اَکَ ڦُلارِيا،
جُنگَنِ ڇَڏِيو زورُ، سَرُ سُڪو، سُونگِي گيا؟

(ڏهر، ١ ـ ٧)

(١١٠)

سَختِي شَهادَتَ جي، سُڻُ! شادِيءَ جو ڏِينهن،
ڏَرو ناهِ يَزِيدَ کي، نِسوروئِي نِيڻهُن،
مَرگُ آهي مِينهُن، عِلِيّءَ جي اولادَ کي.

(ڪيڏارو، ١ ـ ٨)

(١١١)

سَختِي شَهادَتَ جي، نِسورو ئِي نازُ،
رِندَ پَروُڙِينِ رازُ، قَضِيي ڪَربَلا جو.

(ڪيڏارو، ١ ـ ١١)

(١١٢)

سَختِي شَهادَتَ جِي، مِڙوُ ئِي مَلارُ،
ڏَرو ناهِ يَزِيدَ کي، اِي عِشقَ جو آثارُ،
ڪُسَڻَ جو قَرارُ، اَصُلُ اِمامَنِ سِين.

(ڪيڏارو، ١ ـ ٩)

(١١٣)

سَختِي شَهادَتَ جِي، مَلارُ مِڙوئي،
ڏَرو ناهِ يَزِيدَ کِي، آثارُ اُهوئي،
ڪُسَڻُ هو ڪوئي، اَصُلُ اِمامَنِ سِين.

(ڪيڏارو، ١ ـ ١٠)

(١١٤)

سَدا آهي سُورَ جي، وادِوڙِين وائي،
جيڪا اَٽِن مَنَ ۾، سَلَنِ نہ سائي،
اوڙَڪِ اُهائي، ڳوليو لَهَنِ ڳالهڙي.

(يمن ڪلياڻ، ١ ـ ٧)

(١١٥)

سَدا پُڇُ مَ، سُهڻي! اُونداهيءَ اَڌَ راتِ،
پِريان ڏِي پِرياتِ، وَنءُ ڏينارِي ڏِينهَن کي.

(سهڻي، ابيات متفرقه ـ ١٢)

(١١٦)

سَدا جِن پَرِياڻُ، پانڊِي پَکي لَڏَ سين،
مارُوُ ڳُٺَنِ ساڻُ، وِيَڙا تَرِ اُڪرِي!

(مارئي، ٩ ـ ١٠)

(١١٧)

سَدا سائِرَ سيرَ ۾، اَندرِ لَهي نہ اُڃَ،
پَسَڻُ جو پِرينءَ جو، سا سَيائِي سُڄَ،
تيلان مَرنِ اُڃَ، سَدا سائِرَ سيرَ ۾.

(سسئي آبري، ١ ـ ٧)

(١١٨)

سَدا شَوقَ پِرِيَنِ جي، قُران قِيريدارُ،
مانَ سَجيھُون يارُ، اَچِيان اَکَڙِيُون کَڻي.
(پُورب، ٢ ـ ١)

(١١٩)

سَدائِين سَفَر ۾، رَمَنِ مَتَي راھَ،
پُرَن پُورَبَ پَنڌُ ڏي، مَنجھ مَوالِي ماھَ،
جن اَلَکَ سين آگاھَ. هَلو! تَکِيا پَسُون تَنِ جا.
(رامڪلي، ٣ ـ ٣)

(١٢٠)

سَڏائِتِي سَيَکا، بُکَ نہ باسي کا،
جيھِيءَ تيھِيءَ ذاتِ جِي، جُنبَش کانھي جا،
مون سين هَلي سا، جا جِيُ مِنو نہ کَري.
(سسئي آبري، ٤ ـ ٢)

(١٢١)

سَڏَر سين سَگُ کَري، پَرَکَندِين پيياسِ،
کيرَ بِرهَمَڻُ؟ کِن جِي؟ کيرُ چاڻي کيٽاسِ؟
هُونڌَ نہ سِنڌُ سُياسِ، هَنَ پُريِينِ کَيَس پَڌِري.
(معذوري، ١ ـ ٤١)

(١٢٢)

سَڏُرُ شَهَتِيرَنِ ۾، يَرَجَھلو ياري،
سَمي سُواليَنَ کي، ويلھين ويساري،
پُڇي سي پاري، عاجِزَ عَجُوزَنِ ۾.
(بلاول، ٣ ـ ١٤)

(١٢٣)

سَڏَڙيا شرابَ جون، کُہُ پَچارُون کَنِ؟
جُہ کاتَ کَلالَنِ کِيا، تہ موٽيو پوءِ وِجَنِ:
پِکُون سي پِيَنِ، سِرَ جن جا سَٿَ ۾.
(ڪلياڻ، ٢ ـ ٢٥)

(١٢٤)

سَڏُ مَ کَر سَڏَن ري، هَلَنَ رِءَ مَ هَلُ،
جَلَنُ رِءَ مَ جَلُ، رُئَنَ رِءَ مَتان رُئِين.
(سسئي آبري، ١١ ـ ١١)

(١٢٥)

سَڏَن پُنِيءَ سَڏَڙا، واکو مَنجھ وَٽِين،
سَچَنُ پَنڌِ گَھٽي: مانَ کوهِيارو کُوکَ سُٽي!
(حسيني، ١٠ ـ ٤)

(١٢٦)

سَرَ اُهيئي اَچِيان، پَکي پِيا پِيا،
جي لَمِيو لاتِيُون ڏِنِيُون، سي ويچارا وِيا،
پاڻُوندَرَ پِيا، وَجي کِنجُهَرَ کَنڌِين.
(ڪارايل، ١ ـ ٢٨)

(١٢٧)

سَرَتِيُون! سَپِوئي تِيو، اَندَرِ آرِياٽي،
وِيني پَسان پانَ ۾، ڏُونگَرُ ڏِيهاٽي،
هُيَسِ هوتَنِ هاٽي، تي کيچي گَڏِيَمُ کَہَ ۾.
(سسئي آبري، ٥ ـ ١٦)

(١٢٨)

سَرَتِيُون! سُڃي سُڃَ، مَتان کا مُون سين هَلي،
پاٽي ناھِ، پَنڌُ گَھٽو، اَچِيان رائو رُڃِي رُڃَ،
مَتان مَري اُڃَ، کا ڏِئي پاراتو پِرينءَ کي.
(حسيني، ١ ـ ٨)

(١٢٩)

سَرَتِيُون سُوراتَنِ جي، کوهُ تِيون پَٽَر پَوَنِ؟
گھاءُ نہ لَگِنِ گَھٽَ جو، رِيا مان تِيُون رُونِ،
چيتارِيو نہ چَونِ، پارَ مُنهنجي پِرينءَ تان.
(ڪوهياري، ٥ ـ ١٠)

(۱۳۰)

سَرتيُون! سُورُ پريِنِ جو، سُجِنِ ۾ شامِلُ،
کوهِيارو کامِلُ، مُون کي ڏُکَ ڏيکارِيو.

(حسيني، ۱۲ _ ۲۳)

(۱۳۱)

سَرتيِنِ سَهَجَ مَنجهانءُ، تي کوڏِ وراهيا کَپڙا،
تڏهن مُنهنجيءَ ماءُ، تي پَهَڻَ آڇِيا پَبَ جا.

(حسيني، ۱۰ _ ۲۷)

(۱۳۲)

سَرتيُون! کِيئَن سَهي ٿِئي؟ ويڙهي جا وِرهَنِ،
چِتُ جنهنجو چُورُ کَيو، ڏُک ويو ڏُکَنِ،
پُڄاڻا پِرِينِ، اَدِيُون! اَگهي آهِيان.

(کوهياري، ۵ _ ۳)

(۱۳۳)

سَرتيِنِ سِنجَڻُ چِڏيو، سَتيِنِ ڳالهِ سُئِي،
مازيچِي ماڙِيِن ۾، کَڏهن کانَ هُئِي،
عُمَرَ! آنُ نہ مُئِي، اِنَ اوياليان اَڳهِين!

(مارئي، ۸ _ ۱۱)

(۱۳۴)

سِرَ جُدا، ڌَڙَ ڌارَ، دوڳَ جنين جا ديڳِ ۾،
سي مَرُ کَنِ پَچارَ، حاضر جن جي هَٽَ ۾.

(کلياڻ، ۲ _ ۲۶)

(۱۳۵)

سَرُ جو سَچِيو سَڄَڻين، بَنگان ٻانُ ٻَري،
وِيو وُجُودانِ نِکري، کَڙَ کَڙَ کانُ کَري!
پُڇِيو پيبَرَ ٻَري، تہ کِ نَريو هَٿَ حبيبَ جو؟

(يمن کلياڻ، ۳ _ ۵)

(۱۳۶)

سَرُ جو سَچِيو سَڄَڻين، ٻِيهَرَ ٻانُ ٻَري،
چمڪِيو سو چوهَ مان، کَڙَ کَڙَ کانُ کَري،
جيرا، جِگَرَ، ٻُکِيُون، لنگهي پِيو پَري،
لڳو جِيءَ جَڙِي، تاٽِيان، تِيرُ نہ نِکري!

(يمن کلياڻ، ۳ _ ۲)

(۱۳۷)

سَرُ جو سَچِيو سَڄَڻين، پَرُ پِيڏيءَ ڏِيئي،
کانَ کَرنگهُرُ کَپِيو، پَکَنِ سِرِ پِيهي!
جيرا، جِگَرَ، ٻُکِيُون، پاساڙا پِيئي!
ويڄَنِڻُون ويئي! تي وهِيٽي سَڄَڻين!

(يمن کلياڻ، ۳ _ ۴)

(۱۳۸)

سَرُ جو سَچِيو سَڄَڻين، سِيڳَ منجهان سِيلو،
ٽنگرُ ٽِکِيو کينَ کي، پارِ لنگهيو پِيلو،
هٽَڻُ سين حِيلو، جانِبَ جيڏو ئي کيو!

(يمن کلياڻ، ۳ _ ۷)

(۱۳۹)

سِرجي، تان سُورَ: ساماٽي، تان سُکَ وِيا:
اِهي ٻَئِي ـ پُورَ، نِماٽيءَ نَصِيبُ ٿِيا.

(حسيني، ۱۰ _ ۱۷)

(۱۴۰)

سِرَ جي هُٽائين هَلِيو، چارَڻُ چِتائي،
سو مُوڙا جهلي نہ مالَ جا، تو ماٽِڪَ موٽائي،
”تو دَرِ آيُسِ تي، جِئن تو ناهِ نہ سِکِيو“.

(سورٺ، ۲ - ۸)

(١٤١)

”سَردِيءَ سالِمُ نہ رَهان، ڪوسي سَهان ڪانَ،
اَمَنَ ڏيج اَمانَ تُون، دُور ڪَري پيا دانَ،
پانڌَپ! ڪائي پانَ، وِجهج پِڪَ پينارَ تي.“
(سورٺ، ١ ـ ٨)

(١٤٢)

”سَردِيءَ سالِمُ نہ رَهان، گَرمِيءَ تِيان گُدازُ،
اَمَنَ ڏيج اَمانَ تُون، سائِلَ هَٿِي سازُ،
رَبابِيءَ ڪي رازُ، خالِصُ ڏيج خَليلَ جو.“
(سورٺ، ١ ـ ٧)

(١٤٣)

سِرُ ڏيئِي سَٿَ جوڙِ، ڪنهين پَر ڪلالن سين!
ڪاتِي ڪَرِٿَ ڪپار ۾، خنجرُ آٿي کوڙِ!
مرئا مُنهن مَ موڙِ، وَتِي ٿِي وَڌِ لِهِي!
(يمن ڪلياڻ، ۴ ـ ٢٠)

(١٤٤)

سِرُ ڍُونڍيان، ڌَڙُ نہ لهان، ڌَڙُ ڍُونڍيان، سِرُ ناهِ،
هَٿَ ڪَرايُون، آڱريون، ويا ڪپجي ڪانهِ،
وَحدَتَ جي وِهانءِ، جي وِيا، سي وَڍِيا.
(ڪلياڻ، ١ ـ ١٣)

(١٤٥)

سِرُ ساندائِ ڪري، پُڄجُ گهَرُ لُهارَ جو!
ڏَڪَنِ هيٺ ڌري، مانَ گَڏينئي رُڪَ سين!
(يمن ڪلياڻ، ٣ ـ ٢٠)

(١٤٦)

سَرَ سُڪي سالَ ٿِيا، هَنجَ هَريو ئي پيرُ،
ڪَنگُ ويچارو ڪيرُ، جو رَسي اِنَ رَمزَ کي؟
(ڪارايل، ١ ـ ١٦)

(١٤٧)

سِرُ سَلابَتَ، سُپرِين! مَرڪَنِّ! تُون مَ مَريج!
آهيين ٿارُ اَڪِيُنِ جو، وَٽان مُون مَ وَڃيج،
تَماچِي! تَڪِيج، ڪو ڏينهُن ڪِنجُهرَ ڪَنڌِيين.
(ڪاموڏ، ٢ ـ ١)

(١٤٨)

سَرَ، لوهيڙا ڳِپِيا، ڪُسَرَ نِسرِيا،
تو ڪئن وِسرِيا، ڍوليا! ڏينهن اَڇڻ جا؟
(سامونڊي، ١ ـ ٢٨)

(١٤٩)

سَرَ ۾ پَڪي هيڪڙو، پاڙهيري پنجاهَ،
سَنديءَ آسَ اَللهَ، لُڏي لَهرُن وِچَ ۾.
(ڪارايل، ١ ـ ١٨)

(١٥٠)

سِرُ مَڱي، سِرُ گهُري، سِرَ رِءَ ٿِئي نہ صَلاحَ،
غَريبنِئُون نہ گُذري، تو ماري ميرَ مَلاحَ،
نايو نَوابَنِ جا، سوريو ڪَڍي ساهَ،
خالِقُ سَنجِهہ صُباحَ، ڪونہ چِڏيندو ڪِٿهين.
(سورٺ، ٢ ـ ١۴)

(١٥١)

سُرَمون سُرخِيءَ جو، جَڏهن پاتو جن،
تَڏهن ڏِٺي تن، رُونَقَ ريتي جهَڙي.
(آسا، ۴ ـ ٢١)

(١٥٢)

سُرَمون سُفيديءَ جو، جَڏهن وڌو جن،
تَڏهن ڏِٺي تن، اَچائِي عالَمَ ۾.
(آسا، ۴ ـ ٢٢)

(١٥٣)

سُرمون سِياهِيءَ جو، رَنُنِ کي رِهاءِ،
کاني کارائِيءَ جِي، مُڙسُ تِي مَر پاءِ،
آکِيُنِ ۾ آتِڪاءِ، لالائِي لالَـنَ جِي.

(آسا، ٤ ــ ٢٠)

(١٥٤)

سَرَ نِسِريا پاندَ: اُتَرَ لڳا، آءُ پرين!
مون تو ڪارڻِ، ڪانڌ! سَهسين سُکائون ڪيون.

(ساموندي، ١ ــ ٢٧)

(١٥٥)

سَرَٽِيُنِ جا سوٽا سَهي، وَسيلو ولهَنِ،
لُڏي ڪِينَ، لَطِيفُ چئي، اَڳِيان لالُ لَکَنِ،
جِتِ ڪوڙين ڪِينَ ڪُڇَنِ، اُتِ پاپوهي پَڌرو.

(بلاول، ١ ــ ٧)

(١٥٦)

سَرَٽِيُنِ جي سُکَ لَءِ، سامَ ڪَنئِي سَردارَ،
جي اَبڙي جي آڌارَ، سي سُونگَ نه ڏينديُون سُومِريُن.

(ڪارايل، ١ ــ ١٦)

(١٥٧)

سَرها ڏنم سي، جن ساڄاءَ سِراڻ سين،
تيغَ تنين جي کي، ڪَٽُ نه لڳي ڪڏهين.

(يمن ڪلياڻ، ٣ ــ ٢٧)

(١٥٨)

سُرهو سَرُ وِڃائِيو، ڪُوڙَنِ ڪانيَرَنِ،
رُنا روهَ وَڄَنِ، ڪَنهِن هيٺائِيءَ ڪان هَنجڙا.

(ڪارايل، ١ ــ ٣٠)

(١٥٩)

سُرَهي مَنجهان ساٿَ، آئي بُوءِ پَنِيورَ کي،
بِيٺا بازارِن ۾، لائي جَتَ جَباتَ،
سَنديءَ هوتَ حِماتَ، ڪيچ پَهتو قافِلو.

(ديسي، ٧ ــ ٧)

(١٦٠)

سَري ڪِينَ ڪيون، وِينَ موڪِيءَ جي ماريا!
کو جو سُخنُ ڪَلالَ جو، پِٽِي تي پيونِ!
تِهان پوءِ ٿيونِ، مَرَڻُ متارِن کي!

(يمن ڪلياڻ، ٤ ــ ١٦)

(١٦١)

سِڙهَ تي سِبِيائون، بَندَرَ جَن تَڙَن تي،
سِڙهَ سِبِي ساڃا ڪري، کُوها ڪَنيائون،
بيرَقُون بَحَرَن ۾، چوڙِي چَڏِيائون،
لَهريون لنگهيائون، لُطفَ ساڻ لَطِيفُ چئي.

(ساموندي، ٢ ــ ١٤)

(١٦٢)

سِڙهَ تي سِبِيائون، بَندَرَ جن تَڙَن تي،
مُلان مُعلِم خبرون، پُڇِي پُورِيائُون،
سُتَڙُ سونِيائون، اَوَتَڙِ ڪنهن نه اوليا.

(ساموندي، ٢ ــ ١٥)

(١٦٣)

سِڙهَ سُڃاڻِيو چوءِ، ماءِ! سامُوندي آئِيا،
مانَ منهنجو هوءِ، جانِي هن جهازَ ۾!

(ساموندي، ٢ ــ ١٣)

(١٦٤)

سِڙهَ سَنوان، لاڄُو نوان، اولا سندن عاجَ،
ساٿِي سفر هليا، پيري جُنگَ جهاجَ،
حاصِلُ ڪرئين حاجَ، واحدَا! وَڻجارَن جي.

(سريراڳ، ١ ــ ١٢)

(١٦٥)

سڙهَ سَنوان، لاچو نوان، مُهاڻا سندن ميرَ،
ساٿي سفر هليا، ٿيا سَٽاوا سيرَ،
جي اَچِن ساڻُ اَکيرَ، سي ٻيڙا رکين ٻاجهہَ سين!

(سريراڳ، ١ ــ ١٣)

(١٦٦)

سَسُئيءَ جي سِريءَ سان، ڪيچ ڏٺي ڪانڏي،
پَسَّ ڪارڻ پرينءَ جي، مُنڊ هُئي مانڊي،
لَکَن تان، لَطيفُ چئي، آرياڻيءَ آندي،
پُنهونءَ پيراندي، نِماڻيءَ نَصيب ٿي.

(حسيني، ١١ ــ ١١)

(١٦٧)

سَسُئيءَ کينَ سَمجهيو، اوري آريءَ ساڻُ،
ڪري پيڪُ پُنهونءَ سين، پاڌاريائين پاڻُ،
جَتِ وِڃايو جاڻُ، ٻانيَڻِ ٻَروچَن سين.

(سسئي آبري، ١ ــ ١٠)

(١٦٨)

سَسُئيءَ ڪي سَڌُ ٿيو، اَسان اولاڻو،
پَنڌَ نہ پُڇاڻو: اَنَّ ڪوني ڪانَ ڪَري.

(سسئي آبري، ابيات متفرقہ ــ ٥)

(١٦٩)

سَسُئيءَ لَنگهيو سو، مَردَ جنهن ماٿُ ڪيا،
جَبَلُ وَڏو جو، نوڻِ مِڙوئي نينهَن کي.

(ديسي، ٥ ــ ٧)

(١٧٠)

سِپِي سي گهُرَن، جي واڻيندڙ وچ ۾،
اُوءِ ڪي پيو پُڇَن، سَرو جَن سَنباهِيو؟

(ڪلياڻ، ٢ ــ ٢٨)

(١٧١)

سُکا سَنڌَ کَچُن ۾، ڪَرڪَٽا پيرين،
تِمَندي نيٽين، آن کي ڪاهوڙِي ڳڏيا؟

(ڪاهوڙي، ١ ــ ٢٧)

(١٧٢)

سُکا مُنهَن سَندِن، پيرين پُراڻا ڪيٽڙا
سا جوءِ ڏوري آئِيا، سوُنهان جِتِ مُنجهَن،
ڳُجها ڳِجهيوُن کَنِ، تِهان پَراهين پَنڌ جوُن.

(ڪاهوڙي، ١ ــ ٢٥)

(١٧٣)

سُکا مُنهَن سَندن، ڪَرڪَٽا پيرين،
وِهاڻيءَ ويرين، اُنَ تُنُ هُيَنِ اڳَ جي.

(ڪاهوڙي، ١ ــ ٢٦)

(١٧٤)

سِکَ تنهنجي، سُپرين! اَندر ٿي اَجهاڳَ،
مَنجهين پَريا ماڳَ، پَلٽيا پارِيُون ڪَري.

(سهڻي، ٩ ــ ١٨)

(١٧٥)

سِکَ تنهنجِي، سُپرِين! اَندر ٿِي اَجهَلَ،
ٻَرکِيو ٻاهر نڪري، ڪُوري ڪانئِي ڪَلَ،
رِءَ سِيراهِيءَ سَلَ، مونکي ڏنا سَجَّنين.

(سهڻي، ٩ ــ ١٧)

(١٧٦)

سِکَ تنهنجي، سُپرِين! جڻَن تَران تڻَن تار،
تُون ئي رهيو رُوحَ ۾، تون ئي اَکِنئان ٻارِ،
پِرين! تنهنجي پارِ، مُون واجهائيندي وَرهَ ٿيا.

(سهڻي، ٩ ــ ١٥)

(۱۷۷)

سَکَ تنهنجي، سُپرين! کَپي ۾ کوري،
سَگهان نہ چوري، ڏاڍو نِيَرُ نينهَن جو.
(سهڻي، ۹ ـ ۱۶)

(۱۷۸)

سَکَ سِکائي سِکُ، سِکَ نہ آهي سُتري،
لِکَ لِکوٽيءَ لِکُ، تہ کَرِنِ خَبَرَ نہ ٿِئي.
(آسا، ۳ ـ ۱۷)

(۱۷۹)

سَکَ سِکَنديُنِ لاهِ، وِڇوڙيا ميڙ پرين،
ايڏي سَگهہ، سَچا ڏٽي! توئي کي جُڳاءِ،
تَنُ جِنين جو طالِبُو، مَهرَ تِنين کي پاءِ،
ميڙائي جو، ماءِ! کانگَ لَوندو کڏهين؟
(سهڻي، ۹ ـ ۲۰)

(۱۸۰)

سِکَنُ اِئَن نہ سَڏ، جئَن لِکيو لِياکا پائين،
پَئي پريان جي نہ ٿئين، مٿي اَگَڻ اَڏ؟
اِيَ پِڻ کوڙي سَڏ، جئَن کِليو کايو سمهين.
(يمن ڪلياڻ، ۷ ـ ۶)

(۱۸۱)

سِکَنَ وارَن سُترو، جي دَهشَتَ سان دَرياهُ،
اوڙِکِ اُنينَ جو نہ رهي، آرَ بِنا اَرواحُ،
ويندي ساهَڙَ سامهون، صَدقو کنديون ساهُ،
جن کي حُبَّ اُنهينِ جي آهِ، ساهَڙُ ساٿي تِنِ جو.
(سهڻي، ۵ ـ ۳)

(۱۸۲)

سِکَنُ ۾ سوري، بِئي آکر هيکڙي،
وِهڻُ واٽڙين تي، کارڻُ ضروري،
بِنهي جي پُوري، جِيءَ ڏِنِي رِيَ نہ جُڙي.
(يمن ڪلياڻ، ۷ ـ ۷)

(۱۸۳)

سِکي جان سُتِياسِ، تان سِکَ سُمَهَڻُ نہ ڏئي،
جاڳي، سُتِيَسِ جن لَءِ، سي آيا تان نہ اُٿِياسِ،
پِينَـرُ! آئُون پِـلِياسِ، نہ تہ سِکَ سُمَهَڻ چا لَڳي؟
(ديسي، ۶ ـ ۱۵)

(۱۸۴)

سُکِي دِورُ دِيُوَن ٿِيو، کَنڌيءَ ڏِنو کائو،
سو پاڻي پَٽِيهَلَ ۾، اَڳِيون نہ آيو،
مارُهِن ميڙائو، کَنهِين کَنهِين پيٽئين.
(ڏهر، ۱ ـ ۹)

(۱۸۵)

سِکِين کُهُ سَلاَمَ کي، کَرِين کُهُ نہ سَلامُ؟
پِيا دَرَ تن حرامُ، اِيُ دَرُ جنين ديکيو.
(ڪلياڻ، ۳ ـ ۹)

(۱۸۶)

سُکِيءَ ٻُڏِن جي، ساهَڙُ ساٿي تن جو،
لَهرن سِر لَطِيفُ چئي، کُلهِن چاڙهيو ني،
جي پُڄَنِ پَنڌُ پَري، تن اُماٽي اورهُون.
(سهڻي، ۶ ـ ۲۳)

(۱۸۷)

سُکِيءَ جي سانباهَ ۾، ٻُڏين، توءِ ٻُڏُ،
کَکَ، کانديرا، کائِيُون، ميڙي ٻَڏُ مَ مَڏُ،
نکو ساهَڙُ سَڏُ، نکا سُڃي سُهِڻِي.
(سهڻي، ۶ ـ ۲۴)

(۱۸۸)

سُکِيءَ جي سانباهَ ۾، جڏهن ٻُڏيُون جي،
ساهَڙُ تِنين کي، ٻِيلي ٻِنهي کَنڌئين.
(سهڻي، ۶ ـ ۲۲)

(١٨٩)

سَکَرِ سيئِي ڏِينَهن، جي مُون گهارِيا بَندَ ۾،
وَسايَمِ وَڏَ ڦُڙا، مَٿي مارُئِن مِينهَن،
واجهاٽِيَس وِصالِ کي، ٿِيَسِ تَهوارُون تِيئَن،
نِيرُ مُنهنجي نِينهَن، اُجاري آچو ڪَيو.

(مارئي، ١١ ـ ٨)

(١٩٠)

سُکَنِ واري سَڏَ، مَتان ڪا مون سين ڪَري،
اَندَرُ جِنين آڏَ، ڏُونگَرَ سي ڏورِينديُون.

(سسئي آبري، ٤ ـ ٥)

(١٩١)

سِکو سَپِ، سَرتيُون! سِپُنِ مُلان سِيرُ،
پِيو مَٿائي نِيرُ، اُپيُون آبَرَ آسِري.

(مارئي، ١٠ ـ ١٥)

(١٩٢)

سِکو سِپُنِ کان، سَرتِيُون، رِيت سِکَڻَ جي،
مَگَنِ جَرُ مَٿان، اوري کَنِ نہ آسرو.

(مارئي، ١٠ ـ ١٦)

(١٩٣)

سُکِيـن ٿَئي نہ سَنَري، ڏُکيـن تا نہ ڏَري،
اوري هَڏِ نہ اُپِيي، پُري تا نہ پَري،
سَرتِيُون! تُو نہ سَري، بِنِين رِءَ ٻانيِڻ کي.

(سسئي آبري، ١ ـ ١٦)

(١٩٤)

سُکيـن تِيُ مَ سَنَري، پَسِي ڏُکَ مَ ڏُرُ،
پِتِي کَرِ مَ پانهنجو، گهوري! آڏِ مَ گهرُ،
مارِي! هَڏِ مَ مَرُ، مَجُڻ جِيُ جِيارئين.

(سسئي آبري، ١ ـ ١٥)

(١٩٥)

سَگَهانَ سِينڌارِيا، ٻَچِيا، تـي ٻَـهَنِ؛
ڦِـرِيا نہ فَرمانَ کان، مُلهُ نہ موتِيَڙن،
کونهي ڏوهُ کُتَنِ؛ ڏاکارِيا، ڏاڙهِينِ تا.

(معذوري، ١ ـ ١١)

(١٩٦)

سَگَهَنِ سُڌِ نہ سُور جِي، تا رُنکَن رنجُوري،
پِيا آهن پَٽَ ۾، مَٿِنِ مامُوري،
لَڳين لَنؤ، لطيف چئي، سَدا جِي سُوري،
پِرتِ جن پُوري، تن رويو وِهامِي راتِڙي.

(يمن ڪلياڻ، ١ ـ ١٩)

(١٩٧)

سَگهَنِ سُڌِ نہ سُورَ جِي، گهايَلَ ڪيئن گهارِينِ،
پَيلَ پاسو پَٽَ تان، واڍوڙ نہ وارِينِ،
پَرِ ۾ پَچَنِ پِرينءَ لَيءِ، هَيءِ! هَنجُون هارِينِ،
سَجَڻُ جي سارِينِ، تن رويو وِهامي راتِڙي.

(يمن ڪلياڻ، ١ ـ ١٨)

(١٩٨)

سَگُ ڪَري سين سِينهَن، ڪَنڌُ مَ ڦيرِج ڪيڏهِين،
رَمِج راتي پُٺِ ۾، نِرتُون مَنجهان نينهَن،
اِنءَ مَ وَسِج عامَ تي، جِئَن مُومَل! وَسَنِ مِينهَن،
سَندي حَشَرَ ڏِينهَن، سوڍو سارِينديِنءَ گهَٽو.

(مومل راڻو، ٥ ـ ١)

(١٩٩)

سگِيُون، سيلِيُون، گَبَرِيُون، تيئِي تولَ تَکِو،
پَٽُ هَٽِي پَٽَ سين، پِيري تـِنِ پَکو،
لاهوتُ جِنِ لَڳو، سي مَڙهيان مُورُ نہ نِڳِيا.

(رامڪلي، ٩ ـ ٣٧)

(٢٠٠)

ٿَمرُ جنين نہ ساڻُ، هوتُ حِماتِي تن جو،
ڪَري چيچَ چِپَرَ ۾، پُنهون ايندو پاڻَ،
ٿِيندي ريجهہَ رِهاڻِ، لَحظي مَنجهہِ، لَطِيفُ چئي.

(ديسي، ٥ ـ ٥)

(٢٠١)

سَما! تو سِرِ چِٽُ، ناتَ پاڳارا پُـرَسَ پيا،
ڳهَڻَ! تُنهنجي ڳِجَڙي، اَچي جالَ جَڳٽُ،
جِنِ جيهائِي پَٽُ، تـِنِ تيهائِي ٻِڪِيا.

(ٻلاول، ١ ـ ٤)

(٢٠٢)

سَمو تـِنِ سَڏُ ڪري، جِنِ تي وَڏو ويرُ،
اُٿي تہ آجِي ٿِيان، پائي پاڪوڙي پيرُ،
تو رِءَ ٻِيو ڪيرُ، سَرَٽِيُنِ جا سوٽا سَهي.

(ٻلاول، ١ ـ ٦)

(٢٠٣)

سَمو سَخاوَتَ جي، وينو پُڇي پَرِ،
ڪوٺيو ڪَنگالَنِ ڪي، ڏِئي دِلاسا دَرِ،
مَٿي وِلهَنِ وَرِ، ڏِيهاٽي ڏاتارَ جي.

(ٻلاول، ٣ ـ ٩)

(٢٠٤)

سَمو سَوائي، ٻهُون، ٻيَنِئان! اَڳرو،
دانہَ جي دٻارِ ۾، وَرتَي اِيَ وائي،
ڳهَڻَ ڳالهائي، مُهَڻَ سَڀِ مَلهائيا.

(ٻلاول، ٢ ـ ١٢)

(٢٠٥)

سمنڊُ جي سيوين، تنين ماڻڪَ ميڙيا،
چِلَرَ جي چوئِينِ، تن سانڪوٽا ءِ سُتيُون.

(سريراڳ، ٦ ـ ١٤)

(٢٠٦)

سُمَهَٽان ساڙو، جيڏِيُون! جيڏوئِي ٿِيو،
پِريَنِ سين پاڙو، مُنهِنجو نِندَ نِبيرِيو.

(ڏهر، ٣ ـ ١٣)

(٢٠٧)

سُمَهَٽان ساڙو، جيڏِيُون! جيڏو ئي ٿِيو،
هوتَ لَنگِهيا هاڙو، تُون اَناسي! اوجِهرِين!

(ڏهر، ٣ ـ ١٤)

(٢٠٨)

سَمِيُون ڪَري سِينگارُ، راءُ ريجهائِڻَ آئِيُون،
جامَ هَٿَ ۾ ڄارُ، ڄُلي جَهبِيرِنِ وِچَ ۾.

(ڪاموڏ، ٢ ـ ٦)

(٢٠٩)

سَنپِرِيو جِيان، ڳالهِيُون، پِرِيَمِ! تُنهنجُون،
ڳُڻَ ڪيترا ڳِڻِيان، تورِنِ مَٿو ناهِ ڪو.

(رپ، ١ ـ ٢٠)

(٢١٠)

سِنجي سِنجي ڪُوهَڙا، ويڙهي وِيا وَرَتَ،
مِيان! مارُوئَڙَنِ جي، مُون ڪي هِنئَڙي ۾ حَيرَتَ،
چُٽِڪَنِ اَندَرِ چِتَ، سانبيَڙا، ساڏوهِيُون.

(مارئي، ٨ ـ ١٥)

(٢١١)

سَنجهي رَهِين سُمهي، غافل! مَنجهہ گهرَنِ،
ليڙَنِ جو، لَطِيفُ چئي، ڪَرڳُلُ سوءِ نہ ڪَنِ،
سي ڪِيئَن مُحِبَ مِڙَنِ؟ جي سَنجهي رَهَنِ سُمهي.

(ڪوهياري، ١ ـ ٦)

(۲۱۲)

سَنجھي مُون نہ سَنڀاليو، تہ ڪي اوٺي ڪَندا ايئَن،
ڪُهي ڪَميٽي ڪِيئَن، جَڏي راتِ جَتَن ڪي!

(ديسي، ۴ ـ ۷)

(۲۱۳)

سَنجھي مُون نہ سَنڀاليو، صُبحَ سارِيَم سُورَ،
آڏيءَ راتِ اُٺَميو، ڏِيَن پَلٽيو پُورَ،
جَتَنِ لاءِ ضَرُورَ، مادَر! ماري آهيان!

(ديسي، ۴ ـ ۹)

(۲۱۴)

سَنجھي مُون نہ سَنڀاليو، صُبحَ سارِيَم سُورَ،
جَتَنِ لاءِ ضَرُورَ، گھڻا گھارِيَم ڏِينهَڙا.

(ديسي، ۴ ـ ۸)

(۲۱۵)

سَنجھي مُون نہ سَنڀاليو، مارِيَسِ سُورَ صُبُوحِ،
نيڻَ هيراڀيءِ نِنڊَ سين، جَتَنِ لَنگهي جُوءِ،
هاجو ڪَري هُوءِ، آڏيءَ راتِ اُٺي وِيا!

(ديسي، ۴ ـ ۱۰)

(۲۱۶)

سَندو ڏَمَر ڏَهَڪارُ، هَڏهِين ڪونهي هِنَ ڪي،
هيءَ پاٽيءَ سين پانهنجو، پُسائي نہ سِينگارُ،
ڪارڻَ مُنڌَ ميهارُ، ڪاريءَ راتِ ڪُنَ تري.

(سهڻي، ۵ ـ ۱۲)

(۲۱۷)

سَنڌِيُون سُورَ ڪَرِينِ، هَڏَ پڻ ڏُکَن هوتَ لَءِ،
پرِيَنِ جي پاڻَ ڏَنا، سي سُتي سُکُ نہ ڏِينِ،
جي ماڙهن ڪي مارِينِ، تِنِ سُورَنِ ڪي سَڏَ ڪَريان!

(سسئي آبري، ابيات متفرقہ ـ ۲)

(۲۱۸)

سَنگهارَنِ ساري، ساٿي! ڏيج سَنِيهَڙا،
سا هيڪِلي گهاري، مُنڌَ ڪاڇي ڪَنڌَئِين.

(ڏهر، ۴ ـ ۲۱)

(۲۱۹)

سَنها ڀانءِ مَ سَپَ، سُڪا جِنين پيٽَ،
تِنين جي جَهپيٽَ، جُنگَنِ کي جوکو ٿِئي.

(ڪارايل، ۲ ـ ۴)

(۲۲۰)

سَنها ڀانءِ مَ سَپَ، وِياءَ واسِينگَنِ جا،
جنِين جي جهڙَپَ، هاٿِي هَنڌان ٿِي نہ چُري.

(ڪارايل، ۲ ـ ۳)

(۲۲۱)

سَنهي لَڪِ، نَڪِ سَنئِين، ڪَجَلَ ڀِنَنِ نيڻَ؛
سامُونڊي! مون سيڻَ، ڪِ تو ڪالهہ لَنگهائيا؟

(سامونڊي، ۱ ـ ۳۶)

(۲۲۲)

سَنهِيءَ سُئِيءَ سِبِيو، مُون مارُوءَ سين ساهُ،
وينِي سارِيان، سُومرا! گولاڙا ۽ گاهُ،
هِنئون مُنهنجو هُتِ ٿيو، هِتِ مِٽِي ۾ ماهُ،
پَکَنِ مَنجھہ پَساهُ، قالِبُ آهي ڪوٽَ ۾.

(مارئي، ۷ ـ ۱۲)

(۲۲۳)

سَنهِيءَ سُئِيءَ سِبِيو، مُون مارُوءَ سين مَنُ،
هِتِي ڪَنَ حِلمَ جا، تہ وِڏائِين تَنُ،
ڪئُن توپايان ڪَنُ، اَباٽِي اِبَرَ رِيَ؟

(مارئي، ۷ ـ ۱۳)

(٢٢٤)

سَنئِين سُونهائي سَپَکا، کا مُون مُنجهائي،
طَلَبَ ۽ تَحَصِيلَ، اورِيان ئِي آهي،
مان تَنُ تِتِ لائي، جِتِ آهِ نه ناهِ کا.

(آسا، ٣ ـ ٧)

(٢٢٥)

سَنئِين نه سيٹان، ناهِ اُبَتي اُن سين،
وَنءُ سَهي ويٹانِ، تو نه سَرندي تَنِ ري.

(رپ، ٢ ـ ٦)

(٢٢٦)

سُڻُ ته سوزُ پرائِيين، 'آءُ' چيائُون اَڄُ،
بولي ٻي نه سِکيا، 'پاڻا' چوندءِ 'پَچُ'،
واڇي وَٽِ مَ وَڃُ، ٻُڌُ ته ٻيائي لَهي.

(سسئي آبري، ١١ ـ ٢)

(٢٢٧)

سُٹي ٻولَ سَندان، جِمَ سُمهين سَسُئِي!
کَندِينءَ کوهُ کيٹانِ؟ جُ سي اُنِ اورانگهيا.

(سسئي آبري، ٤ ـ ١٦)

(٢٢٨)

سُٹي ساٹيهَ ڳالَهڙي، لهِي وِيا لوهَ،
اندَرَ جا اَندوهَ، لٿا ڏُکَ: سُکَ ٿيا.

(مارئي، ابيات متفرقه ـ ٤٦)

(٢٢٩)

سُٹي ساٹيهَ ڳالَهڙي، وِهُسي ويڙِيچي،
سَڀِ سُڌِ پيِرِ، سُومرا! هِتي هُتي جي،
پينَرُ ۽ پيچي، سُوايا سارِينِ مُون.

(مارئي، ابيات متفرقه ـ ٤٥)

(٢٣٠)

سُٹي طَعنو تُنهنجو، حالُ وِچايُمِ، حقَّ!
لَکين لوڏي آئِيا، سودِي لاٿِمِ شکَّ،
ڏِنَمِ کاکِ کَهکَ: سِگهو موٹِج، سُپِرين!

(مومل راڻو، ٣ ـ ٢١)

(٢٣١)

سُٹي وِيڻَ کَنَنِ سين، وِرائج مَ وري،
هاديءَ جي هِدايَتَ جي، آهي اِيَ ڳري،
تن سَڄي ساهِ سَري، جن ماريو نفسُ ماڻ سين.

(يمن ڪلياڻ، ٨ ـ ١٩)

(٢٣٢)

سو پَکي سو پِڃرو، سو سَرُ سوئي هَنجُ،
پيهي جان پَرُوڙِيو، مُون پانهنجو مَنجُه،
ڏِيلَ جَنهن جو ڏَنجُه، سو مارِي تَو مَنجه ڦِري.

(ڪارايل، ٢ ـ ١)

(٢٣٣)

"سو جيُ مَگَڻهارَ! مَ هوءِ، جَنهن تو مَٿي سِرَ سَٹو ڪَيو،
جو مُون مُلِ مُورِ نه سَپَڄي، تان جي سو گهُريوءِ،
ته جُڳان جُڳِ ڏِنوءِ، ڏُنگو ڏاتارَنِ ڪَي."

(سورٺ، ٣ ـ ٨)

(٢٣٤)

سَودو اِهوئي سَفَرو، سو مون پلي پاءِ،
وَسُ ويچاري ناهِ کو، تون آگا! عَرضُ اوناءِ،
رِيَ همراهيءَ هاديءَ جي، مُور نه مڙِي ماءِ،
لُطفَ ساڻ لنگهاءِ، لَهِرُون لَهرِن وِچَ مان.

(سريراڳ، ١ ـ ١٠)

(٢٣٥)

سُوڌو سگِرِيُن سين، کي جو کَهيائُون،
هُو جي هَنيائُون، آئُون نه جِٹَندي اُن ري.

(رامڪلي، ١ ـ ١٤)

(٢٣٦)

سوڍا! تُنھنجي سُورَ، اَندَرِ آڳِيُون لائيُون،
راڻا! رِهاڻِيُن جا، مارِينمِ مَذڪُورَ،
طَعنا ڏِينمِ تُورَ: آءُ، تہ پَرچُون پاڻَ ۾.

(مومل راڻو، ٦ ـ ١١)

(٢٣٧)

سوڍا! سُورَ سُڪائِيُون، اَڪيُون آبُ نہ ڪَنِ،
راڻي جِيءَ رِهاڻَ ڪي، وِرُوٽِيُون وَڃَنِ،
سي ڪِئَن مينڌِرا! مَڃَنِ؟ جي تو سُورِيءَ چاڙهيُون.

(مومل راڻو، ٦ ـ ٨)

(٢٣٨)

سوڍا! شَرمايُون، پَسيو عيبَ اَڳِيان،
نَڪَ نِرچايُون، هُيُون مُنهنجي حَقَ ۾.

(مومل راڻو، ٨ ـ ٢١)

(٢٣٩)

سوڍا! صَبُرُ تُنھنجو، بي عَقُلَ آئي بازِ،
سَندي صَبرَ سازِ، توبَہَ ڪارِيمِ تَڪِڙي.

(مومل راڻو، ٨ ـ ٢٠)

(٢٤٠)

سوڍا! صَبُرُ تُنھنجو، بي عَقُلَنِ عَقُلُ،
آهي اُنگَ اَمُلَ، ماڻِ تُنھنجي، مينڌِرا!

(مومل راڻو، ٨ ـ ١٩)

(٢٤١)

سوڍا! صَبُرُ تُنھنجو، سَپِن سيڪاري،
مُومَلِ جي واري، ڪُہ چاڻان، ڪُہُ ٿيو؟

(مومل راڻو، ٨ ـ ١٥)

(٢٤٢)

سوڍا! صَبُرُ تُنھنجو، سيڪاري سَهَسَ،
پُڄي تِئان پَهَسَ، مُون ڪي نَصيبَ نيئي جهليو.

(مومل راڻو، ٨ ـ ١٦)

(٢٤٣)

سوڍا! صَبُرُ تُنھنجو، لَڄايُنِ مَرَڪُ،
نہ ڪُڇَنَ سين نَڪُ، رِءَ رُڪَ راڻي وَڍِيو.

(مومل راڻو، ٨ ـ ١٤)

(٢٤٤)

سوڍا! صَبُرُ تُنھنجو، مَرَڪُ لَڄايُنِ،
چُپ سين جي چَوَنِ، اَدَبُ ڪَجي اُنِ جو.

(مومل راڻو، ٨ ـ ١٣)

(٢٤٥)

سوڍا! صَبُرُ تُنھنجو، مُومَلِ مَٽَ ٿيو،
تو جو ڪالَھ ڪَيو، تَنهن مَديُون ميٽي ڇڏيُون.

(مومل راڻو، ٨ ـ ٥)

(٢٤٦)

سوڍا! صَبُرُ تُنھنجو، مُون ڪي نَصِيحَتَ،
ريلا ڪَنديَسِ رَتَ، مينڌِرا! تو مَهَندان.

(مومل راڻو، ٨ ـ ١٨)

(٢٤٧)

سوڍا! صَبُرُ تُنھنجو، ماڙهُو ڪي مُومَلَ،
ڪُپَرِ مَنجهان ڪَلَّ، پِيَيم، پِرِين! تُنھنجي.

(مومل راڻو، ٨ ـ ١٧)

(٢٤٨)

سوڍي ڏاران، سَرَتِيُون! پيو پِتِيُن ۾ پَنگُ،
اُباڻِجي اَڄُ وِيو، راڻا! تو رِءَ رَنگُ،
هِئين سان هاجو ٿِيو، پيو اوسِيڙي اَنگُ،
تُون توهِيسين سَنگُ: پُڇايو، پُڇان پَهي.

(مومل راڻو، ٤ ـ ٦)

(۲۴۹)
سوڊي سُتي لوءِ، ڪا جا مُون سين ڳالهه ڪَئي،
سا جي پڌرِ پوءِ، تہ، سَرتيُون! ڪا نہ سُمهي.
*(مومل راڻو، ۴ ـ ۱۰)*

(۲۵۰)
سوڊي سِرُ نيو، هٿِ ڪَرنگهَرُ سَڪٿو،
راڻي جي رِهاڻِ ڪي، سِڪي ساهُ پيو،
پَسان ڪِينَ پيو، تو رِءَ آڪَڙيُنِ سين.
*(مومل راڻو، ۷ ـ ۵)*

(۲۵۱)
سوڊي مُنهنجي ساهَ سين، جيڏيُون! جٿَن ڪَيو!
ڪَڙي مُون ڪاڪِ ٿئي، آتَڻُ وِسِريو،
پَسان ڪِينَ پيو، تو رِءَ آڪَڙيُنِ سين.
*(مومل راڻو، ۷ ـ ٦)*

(۲۵۲)
سُورَ بہ پَٽون پَٽ، هِيُ چِٽِڪيو ڪي پيو،
پِريتَمِ پِرينُ جي، ماءِ! مُنجهايَمِ مَتِ،
پِينَرُ! پِلِيءَ پَٽ، لَڳُمِ بانُ بَروچَ جو.
*(حسيني، ۲ ـ ۱۳)*

(۲۵۳)
سورَٺِ مُئي، سُکُ ٿيو، خِيما کَنيا کَنگهارَ،
نَکو راڳُ، نہ رُوپُ کو، نَکا تَندُ تَنوارَ،
تِهان پوءِ مَگَٽَهارَ، ڏِنو سِرُ ڏِياچَ کي.
*(سورٺ، ۴ ـ ۱۵)*

(۲۵۴)
سورَٺِ مُئي، سُکُ ٿيو، خيما هَنيا کَنگهارَ،
ٿِيو راڳُ، رُوپُ سو، لَڳِي تَندُ تَنوارَ،
سو ڏِٺين پَٽين پارَ، پَسو! راڄا راضي ٿِيو.
*(سورٺ، ۴ ـ ۱٦)*

(۲۵۵)
سُورُ جنين کي سَرِيو، سَري تَنِ صِحتَ،
مِنِي مصيبت، آهي عاشقن کي.
*(يمن ڪلياڻ، ۸ ـ ۳)*

(۲۵٦)
سُورَ! مَ ڏي ڏُوڻَ، آئُون آهيان اَڳِهين ڪاهِري،
جا پَرِ پاٽيءَ لُوڻَ، سا پَرِ مُنهنجي جِندُڙي.
*(حسيني، ۲ ـ ٦)*

(۲۵۷)
سُورَ! مَ مَتِج ساءُ، آئُون نہ وڪَني آهِيان،
وَڃج مَ ويلَ ڪَنهين، وِرِهَ! مُون وَٽاءُ،
تُون پڻ تڏهن جاءُ، جڏهن ٿِيا، هيڪاندي هوتَ سين.
*(حسيني، ۲ ـ ۱۲)*

(۲۵۸)
سُورَ! مَ وڃيجاهُ، سَڄَڻَ جٿَن سانگِ ويا،
پِرينءَ پُڃاڻاءُ، آئُون اَوهان سين اوريان.
*(حسيني، ۲ ـ ۷)*

(۲۵۹)
سُورَ نہ ساڳاهِينِ، ڏِيَنِ اُڌما اوچِتا،
مُون کي مُون پِريُنِ جا، اَميا آهين،
لَڄُون جي لاهِينِ، سيئي ٿِيَمِ سامُهان.
*(حسيني، ۲ ـ ۱۰)*

(۲٦۰)
سُورَنِ سانديِياسِ، پُورَن پالي آهِيان،
سُکَنِ جي، سَيَدُ چئي، پُڪي نہ پِيِياس،
جيڪُسِ آئُون هُياسِ، گُري گُوندَرَ وَلِ جي.
*(حسيني، ۱۰ ـ ۱٦)*

(۲۶۱)

سُورَنِ سانگھارو، ڪَڏھِن تان ڪونَ ڪَيو،
آيَلِ! اوپارو، ٻاڙوڏو پوڙ وَھي.
(حسيني، ۲ ـ ۸)

(۲۶۲)

سُورَنِ سِجھائي، چيلھ ٻَڌيو چوٽئين چڙھي،
سَگَ پِريان جي سَسُئي، ميڙي، مِلائي،
لَڏائين لَطِيفُ چئي، لالَنُ لالائي،
ٻانيَنِ ٻاڏائي، حَبيان وارِيو ھوتَ ڪي.
(سسئي آبري، ۷ ـ ۱۳)

(۲۶۳)

سُورَنِ لَڌو سَجُھ، پاڻھي پيھي آئِيا،
ڪنھن ڪي ڏيان مَنجُھ؟ مَرُ تان چِٽِڪَنِ چِتَ ۾.
(حسيني، ۲ ـ ۱۱)

(۲۶۴)

سُورَ وِراھِيان، سَرَتِيُون! جي وِراھِيا وَڃَنِ،
پِيُون ڪوھُ پُڄھَنِ؟ جن سَندا، تن سامُھان.
(حسيني، ۲ ـ ۲۰)

(۲۶۵)

سُورِهَا! مَرِين سوبَ ڪي، تہ دِل جا وَھمَ وِسارِ،
ھَڻُ ڀالا، وِڙھُ ياڪُرِين، آڏِي ڍالَ مَ ڍارِ،
مَٿان تيغَ تَرارِ، مارِ تہ مَتارو ٿِئين.
(ڪيڏارو، ۵ ـ ۵)

(۲۶۶)

سُوري آہِ سينگارُ، اَڳھِين عاشقن جو،
مُڙَڻُ، موٽَڻُ ميھڻو، ٿِيا نِظاري نِروارُ،
ڪُسَڻَ جو قَرارُ، اَصُل عاشقن ڪي.
(ڪلياڻ، ۲ ـ ۵)

(۲۶۷)

سُورِيِ سڏُ ڪري، اُپِي عاشقن ڪي،
جي اَٿيئي سَڌَ سِڪَڻَ ۾، تہ ڪَوءِ مَ پيرُ پري،
سِسِي ڏارَ ڏري، پڇج پوءِ پريتڻو.
(ڪلياڻ، ۲ ـ ۴)

(۲۶۸)

سُورِيءَ سينگاري، اَصلِ عاشقن ڪي،
لُڏِيا ڪِينَ لطيف چئي، ٿِيا نيزي نظاري،
ڪوٺيو ڪِناري، آٿيو چاڙھي اُنِ ڪي.
(ڪلياڻ، ۲ ـ ۲)

(۲۶۹)

سُورِيءَ تي سَؤُ وارَ، ڏھاڙيو چَنگ چڙھين،
جِمَ وِرچِي چِڏئين، سِڪَڻُ جي پچارَ،
پِرتِ نہ پَسِين پارَ، نينھن جِئان ئي نِڳيو.
(ڪلياڻ، ۲ ـ ۹)

(۲۷۰)

سُورِيءَ چڙھڻُ، سيج پسڻُ، اِيُ ڪم عاشقنِ،
پاھُون ڪِينَ پسنِ، سائُو ھَلنِ سامهان.
(ڪلياڻ، ۲ ـ ۸)

(۲۷۱)

سُورِيءَ سڏُ ٿيو، ڪا ھلندي جيڏيون؟
وڃڻ تِنِ پيو، نالو نِينھَن ڳِنَھَنِ جي.
(ڪلياڻ، ۲ ـ ۳)

(۲۷۲)

سُورِيءَ مٿي سيڻَ، ڪھڙي ليکي سَنرا؟
جيلـہ لڳا نيڻَ، تي سُوريان ئي سيجَ ٿي.
(ڪلياڻ، ۲ ـ ۷)

(۲۷۳)

سَوَڙِيين سُتَڙِياءِ، پَکو سَهُو وِلاڙِيو،
ڇَنيسَرَ ڪانڍاءِ! تان مُون هِتَّن نہ پاڻيو!

*(ليلا چنيسر، ۱ ـ ۱۲)*

(۲۷۴)

سو ڪانگُ مَ قاصِدُ ڪَرِ، جو سَدا ڍُونڍي ڍُونڍَ ڪي،
ڪِ ڪَندو پَنهنجي پيٽَ جي، ڪِ ويندو دوسَنِ دَرِ؟
جَنهِنجي ٻولِيائي 'ٻَرِ ٻَرِ'، سو نِياپا نيئي رَهيو!

*پورب، ۱ ـ ۲۹)*

(۲۷۵)

"سِؤ سِرَنِ پائي، جي تَندُ بَرابَرَ توريان،
اُتَلَ اوڏانهين تِئي، جيڏانهن پيچَلُ پُرائي،
سَڪتو هَڏُ آهي، سِرَ ۾ سَجَڻُ ناهِ ڪِي"

*(سورٺ، ۳ ـ ۱۲)*

(۲۷۶)

سَؤ سُکَنِ ڏيئي، وِرهُ وِهايُم هيڪِڙو،
مُون کي تنهن نيئي، پيرُ ڏيکاريو پِريِنءَ جو.

*(حسيني، ۲ ـ ۵)*

(۲۷۷)

سَؤ سُکَنِ ساٿي ڏِيان، سِرُ پڻ ڏِيان سَٿِ،
جي مُون مِڙِي مَٿِ، تہ وِرهُ وِهايان هيڪِڙو.

*(حسيني، ۲ ـ ۴)*

(۲۷۸)

سَؤ ڪوهَ ڪري سَيَڪا، تُون، کُهي! ڪَٽِج وِکَ،
تاٽِجَ مَنجهان تِکَ، تہ پَنڌُ پاسي پِرَ نِبري.

*(سسئي آبري، ۹ ـ ۹)*

(۲۷۹)

سونا ڪُرَّ ڪَنَنِ ۾، ڳِچِيءَ ڳاڙها هارَ،
ٻانهُوَنا ٻانهُنِ ۾، سِينڌِ سَٽِيا وارَ،
تيلانہَ پِيَّ پَچارَ، ڪانڌَّ مُنهنجي ڇِڏِئِي.

*(ليلا چنيسر، ۱ ـ ۱۱)*

(۲۸۰)

سونا! وانءُ صَرافَ سِيئَن، لَڏو لاهِ مَ لَڏِ،
سودو سوئي ڇَڏِ، جنهن ۾ جَواهِرُ ناهِ ڪِي.

*(سريراڳ، ۴ ـ ۸)*

(۲۸۱)

سونا! وانءُ صَرافَ سِيئَن، لَڏو هَڏِ مَ لاهِ،
آهي تن اُونداهِ، جن جَواهِرَ ضايَع ڪيا.

*(سريراڳ، ۴ ـ ۹)*

(۲۸۲)

سونَ بَرابَرِ سَڳِڙا، لوُنُ لوُنُ بَرابَرِ لَکُ،
رُپو جنهن رَدِ ڪَيو، ڪوڙِ تَنهين کي ڪَکُ،
مُون ماروءَ جو مَکُ، تيلُ نہ لائيان تُنهنجو.

*(مارئي، ۳ ـ ۴)*

(۲۸۳)

سونَ بَرابَرِ سَڳِڙا، ماروءَ سَندا مُون،
پَٽولا پَنوَهارِ ڪي، عُمَرَ! آڇ مَ تُون،
وَرُ لوئيءَ جي لوُنُ، ڏاڏاڻَنِ ڏِنيامِ جا.

*(مارئي، ۳ ـ ۳)*

(۲۸۴)

سونَ سارِيڪا هَٿِڙا، ڪوهُ نہ ڪَتين رَڏِ؟
ويهي ڪُنڊَ، ڪاپو ڪَرِ، ڳُهتُون گوهيُون ڇَڏِ،
تہ صَرافاٽي سَڏِ، مَرَڪيو هُونڊِ مَٽائيين.

*(ڪاپائتي، ۱ ـ ۱۲)*

(٢٨٥)

سونَ وَرنيون سوڍيون، رُپي رانديون ڪَنِ،
اَگر اوطاقنِ ۾، ڪَتوريون ڪَٽنِ،
اوتيائون عَبيرَ جا، مَٿي طاق تَڙنِ،
باٽَنِ پيلون پِڏيون، پَسيو سونهَن سَڙنِ،
ٿيا لاهوتي لَطيفُ چئي، پَسَنَّ لَءِ پريَنِ،
اِجهي ٿا اچَنِ، ڪاڪِ ڪَڪوريا ڪاپَڙي.

*(مومل راڻو، ٣ ـ ٣)*

(٢٨٦)

سونهان سُڌيون ڏينِ، هِنَ ديواني درياهَ جون،
ڪُوڙ اوڏائي ڪين ڪي، رُڳو سَچُ سودينِ،
عِجزَ جو آڏَ راتِ ڪي، وَکَرُ وهائينِ،
ساٿُ نباهيو نينِ، ثابتُ اِنهيءَ سيرَ مان.

*(سريراڳ، ٥ ـ ٨)*

(٢٨٧)

سونهَپ ۾ سَپَ گهٽا، مُنجهَنُ ماڪي هوءِ،
پَرو تَنهين پوءِ، جو اُجهي پوءِ اُن تان.

*(ڪاموڏي، ٣ ـ ٦)*

(٢٨٨)

سونهَن وڃايَم، سومرا! ٿيندِيَس ڪئَن قبولُ؟
ڪونهي سُهڳُ نہ سولُ، پوچي مُنهن پَنوهارَ سين!

*(مارئي، ٥ ـ ٩)*

(٢٨٩)

سونهَن وڃايَم، سومرا! پَسان ڪئَن پَنوهارَ؟
ڏٿي جا ڏَڙار، تنهن رِ رُوءِ رُڃَڻُ ناهِ ڪو.

*(مارئي، ٥ ـ ٧)*

(٢٩٠)

سونهَن وڃايَم، سومرا! سِڪَر جهَڙي سُونهَن،
دِلِ ۾ دُکي دُونهَن، مُنهنجو مُنهن ميرو ٿيو.

*(مارئي، ٥ ـ ٣)*

(٢٩١)

سونهَن وڃايَم، سومرا! عُمَرَ! ٿيَس اَسيرَ،
مارُو مَنجهہ مَليرَ، مون سين هِتِ هئَن ٿيو!

*(مارئي، ٥ ـ ٨)*

(٢٩٢)

سونهَن وڃايَم، سومرا! ڪوٺيين اَچي ڪالَ،
ڪِينَ پَسَنديَس پالَ، حُسنُ مُون هِتِ وِيو.

*(مارئي، ٥ ـ ١٠)*

(٢٩٣)

سونهَن وڃايَم، سومرا! ڪيڏانهن ويُم ڪَمالُ!
وَڃان ڪئَن وَطَنَ ڏي، هَهڙو وَٽي حالُ؟
جي مان ڏِينِ جَمالُ، تہ پَسان مُنهن پَنوهارَ جو.

*(مارئي، ٥ ـ ٥)*

(٢٩٤)

سونهَن وڃايَم، سومرا! مارُو مَسَ مَڃينِ،
ڏُنگا ڏاڏي پوٽيين، ڪِن ڏِنا، ڪي ڏِينِ؛
جي مان لوءَ لاهِينِ، تہ ڪوٺَنِ ۾ ڪِينَ هُئَان.

*(مارئي، ٥ ـ ١)*

(٢٩٥)

سونهَن وڃايَم، سومرا! ميرو مُنهَن ٿيوم،
وَڃَڻُ تِتَ پيوم، جِتِ هَلَڻُ ناهِ حُسنَ ريَ.

*(مارئي، ٥ ـ ٢)*

(٢٩٦)

سونهَن وڃايَم، سومرا! وَطَنِ وَڃان ڪيئَن؟
حُسنَ ڏاران هيئَن، پَسان ڪئَن پَنوهارَ ڪي؟

*(مارئي، ٥ ـ ٦)*

(٢٩٧)

سونهَن وڃايَم، سومرا! هِتي اَچي هاڻ،
ڪِئَن لَهَنديَم ڪاڻِ؟ حُسنُ مُون هِتِ وِيو!

*(مارئي، ٥ ـ ٤)*

(٢٩٨)

سو هيُ، سو هُو؛ سو اَجَلُ، سو اَللهُ؛
سو پِرين، سو پساهُ؛ سو ويري، سو واهَرُو.
(ڪلياڻ، ١ ـ ١٨)

(٢٩٩)

سوئي راهَ رَدّ ڪري، سوئي رَهنُماءُ،
'وَتُعِزُّ منَ تَشاءُ، وَتُذِلَّ مَنَ تَشاءُ'.
(ڪلياڻ، ٣ ـ ٧)

(٣٠٠)

سوئي ڪَٽيو ساڻُ، سوئي ڏورِئين، سَسُئِي!
ڪَڏهن ڪَنهين نہ ڪيو، ڇُلَڻَ مَنجهان ڇاڻُ،
پُڇُ پِريان ڪَرَ پاڻُ، تہ تون تِئائين لَهين.
(سسئي آبري، ٣ ـ ٧)

(٣٠١)

سَهسين جِئان سِڪَنِ، تِئان مُومَلِ موٽَڻُ لِکيو،
سي هُنهين جاڙَ جِئَنِ، جي ڪُوڙِي ڪاغذِ آئِيُون.
(مومل راڻو، ٧ ـ ١٤)

(٣٠٢)

سَهسين سائرَ ٻوڙِيُون، منڍ ٻوڙِيو مهراڻُ،
وَهَ وِڃايو پاڻُ، هَٽي ڪَنڌُ ڪَپَنِ سين.
(سهڻي، ٦ ـ ١٨)

(٣٠٣)

سَهسين سائرَ گَجَنِ، توءِ سَهجَ نہ مَٽي سُهڻي،
تہ ڪي نِيهَن ڇِڄَنِ، پَرِ تَهين پرِيُنِ جي؟
(سهڻي، ٦ ـ ١٩)

(٣٠٤)

سَهسين سِجَنِ اُيري، چوراسِي چَنڊَنِ،
باللہ ريَ پِريَنِ، سَڀَ اونداهِي ٻانئيان.
(ڪنيات، ١ ـ ١٣)

(٣٠٥)

سِهَ سِيارو، پاٽي پارو، جِتِ جُهڙُ، جَهڪَ ۽ جهولَ،
مَنَ اَندرِ ميهارَ جا، هنئَڙي اَچِنِ هولَ،
جيلان ٻَڌِيَسِ ٻولَ، اَڙانگا آرَ تَران.
(سهڻي، ٣ ـ ١٥)

(٣٠٦)

سَهَسين سيبا ڪَنجُري، لوئي سين لِيڙُنِ،
هَهڙو حالُ وَٺي ڪَري، وَڃان مَنجِهہ ٿَرَنِ!
مارُو مانَ چَوَنِ، تہ هُئِي اَسانهين آسِريَ!
(مارئي، ٢ ـ ١١)

(٣٠٧)

سَهَسين سيبا ڪَنجُري، لوئِي لِيڙَ ٽِيامَ،
اَباڻَنِ جي آسِري، ڪَتِي ڪانَ ڪِيامَ،
جا ڏِيَتِ ڏِڪِيامِ، تَنهنجو، پَرورَا! پَنُ رَهائِيين!
(مارئي، ٢ ـ ٩)

(٣٠٨)

سَهَسين سيبا ڪَنجُري، لوئي لِيڙُون لِيڙَ،
واسي وارَ نہ ويڙِهيان، مَرُ چَڳُون رَهَنِ چِيڙَ،
مارُوءَ جي مُهاڙَ رِءَ، اَندرِ ناهِ اُڪيرَ،
هَهڙو حالُ، هَميرَا! وَٺي شالَ ويڙِهِ وَڃان!
(مارئي، ٢ ـ ١٠)

(٣٠٩)

سُهمَ پَسان تي، سُومرا! پرِيُنِ رِءَ پِيئِي،
مُلَ رَساٽي مارُئين، مُون ڪي ڪو نِيئِي،
تہ ساٽُنِ سَيِيئِي، ڳُجَهہ ڳَرهيان ڳالهِيُون.
(مارئي، ابيات متفرقہ ـ ٣)

(٣١٠)

سُهڻيءَ ڪي سِينگارَ، اَنَ لِکيا اَڳِي هُنا،
'ڪُنَ فَيَڪُونَ' ڪانَ هئي، نڪا ٻِي ٻِچارَ،
مَرڪي ساڻُ ميهارَ، لايائِين لَنءُ لَطِيفُ چئي.
(سهڻي، ٦ ـ ٣)

(۳۱۱)

سَهين جئن سانداڻ، ڏکن متي ڏکڙا!
وَهِ وِجائي پاڻ، ڏي ڏہائون ڏُگرين.

(يمن ڪلياڻ، ۳ ـ ۲۱)

(۳۱۲)

سِياري سِهَ راتِ ۾، جا گهڙي وَسندي مِينهَن،
هَلو تہ پُڇون سُهڻي، جا ڪَرَ چاڙي نِينهَن،
جنهن کي راتوڏينهَن، ميهارُ ئي مَن ۾.

(سهڻي، ۳ ـ ۱۲)

(۳۱۳)

سي تو ويهي وِجائِيا، جي ڪَتَڻَ سَندا ڏِينهَن،
اَرٽَ اوڏِي نہ تِئين، پوري! پوري سِيڻَن،
ڪَنڌُ ڪَتنديءَ ڪِيڻَن، اَڳَڻِ عَجِيبَنِ جي؟

(ڪاپائتي، ۱ ـ ۱۰)

(۳۱۴)

سي ٽاريلا ٿَرَنِ ۾، جي مان گهٽُ گُهري،
وَطَنُ، وَس، وَسَنديُون، هِنئڙي نِتُ هُري،
اَندَرِ چِتَ چُري، وِرِهُ ويڙِيچَن جو.

(مارئي، ابيات متفرقہ ـ ۳۷)

(۳۱۵)

سي پُوڄارا پُرِ ٿِيا، سمنڊُ سيويو جن،
آندائُون عَميقَ مان، جُوتِي جواهرن،
لَڏائون، لطيفُ چئي، لالُون مان لَهرن،
ڪانهي قيمتَ تن، مُلهہ مَهانگو اُن جو.

(سريراڳ، ۲ ـ ۴)

(۳۱۶)

سيرانديءَ سازُ ڪَيو، سُمهين ساري راتِ،
جاڄِڪاڻِي ذاتِ، اِيئن نہ هوءِ اَڳهين؟

(پربهاتي، ۱ ـ ۳)

(۳۱۷)

سي ساهيڙيُون سارِين تو، سِيلُ جِنين جو سَچُ،
مارُوءَ رِءَ مَ مَچُ، سِيهو پانئِج سونَ کي.

(مارئي، ۱۰ ـ ۶)

(۳۱۸)

سِيلَ پَڃَڻَ جِي، سُومِرا! مُون کي مَتِ مَ آڇِج مِيرَا!
تورين گهٽين ڏِينهَنڙين، ويندِيَس هُتِ هَميرَا!
مَڃَڻِ مَنجهہ مَلِيرُ، ڪَنڌُ مَٿانهون نہ ڪَٽان.

(مارئي، ۶ ـ ۶)

(۳۱۹)

سيٽَنِ ڪارَڻِ، سَسُئي! وَڃَڻُ ڪَڃي وَسُ،
جَرَ وِرچي چِڏيئين، سَندو گُنگَن گَسُ،
ڏوٽي ڏِيينداءِ ڏَسُ، اَڳِيان پاروچَنِ جو.

(سسئي آبري، ۸ ـ ۱۲)

(۳۲۰)

سيوا ڪر سَمندَ جِي، جِتِ جَرُ وهي تو جالَ،
سَئين وَهَن سيرَ ۾، ماڻڪ، موتِي، لالَ،
جي ماسو جُڙيئي مالَ، تہ پوڄارا! پُرِ ٿِئين.

(سريراڳ، ۲ ـ ۳)

(۳۲۱)

سيويو جن سُبحانُ، وِيرِ نہ وِڙهي تن سين،
توبَهَ جي تاثِيرَ سين، تَري ويا طُوفانُ،
ڏيئي تَوَڪَّلَ تَڪِيو، آرُ لنگهيا آسانُ،
ڪامِلُ ڪِشتيبانُ، وچ ۾ گڏين واهَرُو.

(سريراڳ، ۲ ـ ۵)

(۳۲۲)

سُيءِ ڪا تَنوارَ، ڪِي هُنئين تِي هَٿَ ڪَٽِين،
سَوين رُليوُن سَسُئيون، هوتانَ‌ِ هزارَ،
پاروچاڻا پارَ، توڙان تَرسُ نہ سِڪيا.

(حسيني، ۱ ـ ۱۴)

(۳۲۳)

سيئِي جويَنَ ڏينهَن، جڏهن سَجَڻَ سَفَرِ هَليا!
رُئان رَهنِ نہ سُپرين، آيَل! ڪَريان ڪيئَن؟
مونکي چاڙهي چِيئَن، ويو وَڻجارو اوهِري!

(سامونڊي، ۱ ـ ۸)

(۳۲۴)

سيئِي سُورَ طبيبَ، جنين سُورَ سَڄَ ڪي،
جو لِکيو هُتِ، لطيف چئِي، سوئي ڪن قَرِيبَ،
جي نَوازيا نصيبَ، دارُونءَ سي دُرستُ ڪيا.

(يمن ڪلياڻ، ۸ ـ ۴)

## وائي - ۱

ساٿِينِ نَنڌا بارَ، ووا تن پانڌِينِ نَنڌا بارَ،
توڪي آرسُ آڪَڙيُنِ ۾!
پاتا پاڙيواريين، پَڳَهَ منجهہ پاتارَ،
پَٽَنُ تو پُورَ ڪري، آئِي تنهنجڙي وارَ،
سَڄِيوُن راتيوُن سَمهِين، ڪِيو منجهہ خُمارَ،
ڪِ تو ڪَنين نہ سُئِي، هَلَڻَ جي هاڪارَ؟
تائِبَ ٿِيو تَڪِڙا، سَچِي اِيَ سَنيارَ،
ننڊَ نہ ڪجي ايتري، سُتَج آدا يارَ!
سائينءَ مُڪين سَڄَ ڪي، تون ڪُوڙو منجهہ قَطارَ،
ڪِ تو ڪَنين نہ سُئِي، ڪَپَرَ جي ڪُوڪارَ؟
گهڙان تِي رِءَ گهڙي، اِلاهِي ٿُهارَ!
هو جو شَڪُ شارڪَ جو، تِئان رَڪُ سَتارَ!
ڪُلُّ نَفسٍ ذَائِقَةُ المَوتِ، پڙهو اِيَ پَچارَ،
شِڪارُ تون شهبازَ جو، تون تان مَنجهہِ شِڪارَ!
يَوْمَ يَفِرُّ الْمَرءُ مِنْ اَخِيهِ، جت پَجَندا يارَ،
تُرهو چنو تارِ ۾، اَڇج تُون اوسارَ!
لَکَ مِڙيئِي لُٽيا، هُنئهين ويا هزارَ،
ڏنئہ جي اَللهَ ڪي، هوندَ ٿئين پَريـين پارَ،
جوڻَنِ مٿان جُٽڪي، دُنِي تنهنجي دارَ،
جيڦو آهِ حَديث ۾، اَنڌيءَ اِيَ اَچارَ،
وَٽِيءَ ڪين وَلَهنِ سين، ڪَنبِي پِرِ قَهارَ،
سا ڪئن هلي توسين، جا پَڳِي ڪان پِتارَ؟
جِيڻُ، جالَ نہ نِبهي، سُتَج اِيَ سَنيارَ،
جَمَ وِسارئين ويسرا! پِتيُن جي پُلڪارَ.

(سريراڳ، ۳ ـ وائي)

## وائي- ۲

سارو ڏينهُن رِڻَ ۾، رَهيا سي اِمامَ،
رِڻَ ۾ رَهيا سارو ڏينهُن، رِڻَ ۾ رَهيا،
هَيءِ! هَيءِ! رِڻَ ۾ رَهيا!
”تُون جا وَڃين ڪُوبَجَڙي! هَيءِ! هَيءِ! نانِي ڏيج سَلامَ،
مُون کي ويرِيِنِ ويڙهيو، مؤلا! مينهُن وَساءِ.“
(ڪيڏارو، ۴ — وائي)

## وائي- ۳

سائين! سَڱُ سَندومِ، مَ ڇِڃي سين جوڳيين!
هَلَڻَ جو هِنگلاجَ ڏي، آديسِيُنِ اُتومِ،
نيئي پُورَبَ پارَ ڏي، ويراڳِيُنِ وڌومِ،
سوئي تِيرَٿَ تَڪِيو، سوئي پَنڌُ سَندومِ،
هُو جو تِيرَٿَ تَڪِيو، سامِيُنِ سُونهايومِ.
(پورب، ۱ — وائي)

## وائي- ۴

سِيڪا پريان ڪون پُڇِي:
نينهن نيٽين، ڳُڻُ ڳالهہ وو.
جا ڇِتايم ڇِتَ ۾، سڄڻ سا تو ٻُجهي:
لات جا لطيف جي، سَڌُ تَنهنجو سُٻجي.
(ڪلياڻ، ۱ — وائي)

## وائي- ۵

سُپيريان جي سونهن جِي، ڳالهہ ڪِينَ وڃي.
وڃي دَرِ دوستن جي، سُوريءَ سِرُ هَڃي،
عاشِقَ اَنگَن چڙهيا، ٻيو سيڪو پَڃي،
پَچج پوءِ پريتٽون، پهرين سِرُ سَٻجي،
عاقِلَ ئِي اوڇُونَ ٿيا، پورو ڪِينَ پَڃي.
(يمن ڪلياڻ، ۷ — وائي)

## وائي- ۶

سَڄَڻَ ٻاروچي جي ذاتِ، دِلبَرَ ڪوهِياري جي ذاتِ.
اُٺَ ڳُنگائي هَلِيا، وائي ڪَنِ نہ واتِ،
جاني جَتَ وَٺي ويا، روهَ ۾ پِيَمِ راتِ،
ڪُهي ڪَمِيٽي هَلِيا، اَڊيُون! آڌيءَ راتِ،
مِلان مَحبُوبَنِ کي، وهاٽيءَ پِرِياتِ،
اَڊيُون! عَبدُاللَطِيفُ چئي، ڏاتَرُ ڏِيندو ڏاتِ.
(ٻروو سنڌي، ۳ — وائي ۱)

## وائي- ۷

سَچا ساهَڙ! مونکي تُون، اي وَنِهيان واهَرَ! مونکي تُون،
اي! نيئي اَولِ پريان جي پارَ ڏي،
ڪُنَ جي ڪارونِيَارَ جا، وو! سي آٿُون ياٿِيان يُون،
سَندو جِيئَڻَ آسرو، وو! مَنان لاٿو مُون.
(سهڻي، ۲ — وائي)

## وائي- ۸

سَڏين سيڻَ نہ هُون، نينهُن نياپي نہ ٿئي.
ڪاريءَ رات رَتَ ڦُڙا، جان جان نيڻ نہ رُوَنِ،
موٽڻ جنين ميهٽو، پڙ تي سيئي پُوَنِ،
جن مسافر سُپرِين، سي مَرُ رويو رُوَنِ.
(ڪنيات، ۲ — وائي ۲)

## وائي- ۹

سَرَتِيُون! سَڳَيٽِيُون سارِيان پِيرُ پرينءَ جو.
مُون پَنهنجي پِرينءَ سين، ڳُجهُون ڳَالَهڙِيُون،
ڳالِهيُون، پِرِيَمِ! تُنهنجُون، وَڏي وَنَ ٿِيُون،
گوشي پِرِين نہ گڏِيا، ڪَرَ سين مُون نہ ڪَيُون،
لالائي جي لوءَ ۾، ساري راتِ سَيُون،
توبَہَ آهي تِنِ ڪان، جي هَٿان مُون ٿِيُون،

مُون کي ڏِئين نہ مُنهَن ۾، جي مُون ڪالهَہ ڪَيُون،
اَرتو اوتَنُ ڪِيُون، عادَتَ اَڪَٿِيُون،
مُنهنجا ڪَمَ ڪَريمَ تي، پيا ڪَنِ پِيُون.
آلا! عَبدُاللّطِيفُ چَئِي، صاحِبَ! ڪَج سَنيُون.
(رِپ ٢ ـ وائي ١)

## وائي- ١٠

سَندَڙِيانِ سِگَڙِي، ڳالهہ ڳُجهڙِي، مُون مارِيندِي ڪَڏهين.
جا وَجائِينِ جَنڙا، نہ تَنهن نَڙَ جهڙِي،
مُرلِيءَ کي جَنهِن ماتُ ڪَيو، نہ تَنهن تُل تُنبڙِي،
تارِيو جَنهِن توڏِيءَ کي، نہ سو گهنڊُ نہ گهنڊڙِي،
ڏارِيو جَنهِن ڏياچَ کي، تَندُئان تَنهن تڪَڙِي،
نہ سِري نہ سِنڌُ ڪا، نَڪا هِندُ هَڙِي،
مِنائِيان مِنِي گهَٽو، چَوندا جن چِڪَڙِي،
ونٿُن اونائي اُنَ کي، ويہُ مَ، ڪَنُ وِڪڙِي،
بيخودِ بابُو سي ٿِيا، ٻُرندِي، جن ٻُڏڙِي،
جا ساراهيلَ سُبحانَ جِي، تَنهن واکاڻ ڪهڙِي؟
سَهسِين سُرُودَن کي، پاٽان پوءِ وَجهندَڙِي،
گهانڊارَ مِرُون موهِيا، هيءَ ماڙهو مُهندَڙِي،
اَديُون! عَبدُاللّطِيفُ چَئِي، هيءَ مُنا جِئارِيندَڙِي.
(رامڪلي ١ ـ وائي)

## وائي- ١١

سَهسين شُڪرانا، ڪوڙِيين پالَ ڪريمَ جا.
حَمد چَئج حَڪيمَ کي، جورِ هِٽِي جانا،
تو ڏيڪاري تو ڏٺي، باطِنَ جا بانا،
مَتان، مردَا! وسارِئين، صاحِبَ جو ٿَنا،
دوستُ رکِي دل ۾، پَڙِهُ لالَنُ لِسانا،
جَفا ڏيئِي جِيَ کِي، ٿِيُ فِڪرَ منجهہ فَنا،
تُسِي توسين توهُ ڪري، مَنَ آگو اَحِسانا،
ڪڏُ تون دغا دل مان، پانهپَ سين پانا!
صاحِبَ وٽِي سچَ سين، ٿِي دانہُ، ديوانا!
جي تسليمَ سين تَحقيقُ هئا، سي ڪئن اَمانا؟
جاڳِيا جي جَبارَ لِءِ، سيئِي سَمانا،
فَاذْكُرُونِيَ اَذْكُرْكُمْ، ڪَهيو قُرآنا،
وَاَشْكُرُوالِيَ وَلاَ تَكْفُرُوْنِ، ڪڏُ تون ڪُفرانا،
سَبِ سَنوريا سُپرينءَ، ڪُولَ تو ڪَنا،
چِڱِي چَئج چاهَ سين، مَدحَ اِيَ مَنا،
تائِبَ ٿِيو تَڪَڙا، جوشا، جُوانا!
تہ لَهين تون لطيفَ ڪان، اَمَنُ اِيمانا.
(سريراڳ ١ ـ وائي)

## وائي- ١٢

سائين! سَڱُ سَندومِ، مَ ڇِڇِي سين جوڳِيين!
هَلَنَ جو هِنگلاجَ ڏي، آديسِيُنِ اُتومِ،
نيئِي پُورَبَ پارَ ڏي، ويراڳِيُنِ وِڌومِ،
سوئِي تِيرَٿَ تَڪِيو، سوئِي پَنڌُ سَندومِ،
هُو جو تِيرَٿَ تَڪِيو، سامِيُنِ سُونهايومِ.
(پورب ١ ـ وائي)

## وائي- ١٣

سِياڪو سِيٽاڻ، پوري! تو پاڻُ سُجاڻي نہ ڪَيو.
موتِيو ماڳَ نِهارِئين، ڪَهڙي مُنهَن ڪيٽانَ؟
هُوندَ نہ پيئينءَ هيتِري، ويئينءَ جي سيٽانَ،
مَچَ پَسي ڪَئَن موتِئين، سَڙيئَن نہ لَءِ سيٽانَ،
واريءَ جَئَن وجُري هنئون، ڪِرڪي لَءِ ڪيٽانَ،
آتَنِ مُنهنجا آنگَڙا، ڪالهُون پوءِ ڪيٽانَ،
چِپَرَ ڪَنديَسِ پَنڌَڙا، مُون پانيو سيٽانَ.
(ڪاهوڙِي ٣ ـ وائي ١)

# ش

(١)

شُڪُرُ گَڏِياسُون، سُپرِين! جِڻَري، جانِي يارَ!
وِينِي جن جي وَٽِ ۾، ڪوڙين ٿِيا قَرارَ،
ڏٿِيمِ! ڪَرِ مَ ڏارَ، پاڙُون تـِنِ پِرِيُنِ ڪان.
*(برُوو سنڌي، ٣ ـ ٥)*

(٢)

شَمَعَ بارِيندي شَبَ، پِره باڪُون ڪڍِيُون،
موٺَ، مَران ٿِي، مِينڌِرا! راٺا! ڪارَڻ رَبَّ،
تنهنجِيءَ تاتِ طَلَبَ، ڪانگَ اُڏايِم ڪاڪِ جا.
*(مومل راڻو، ٤ ـ ١)*

## وائي- ١

شادِيءَ جو سِينگارُ،
آيَلِ! مَرڪُ مُنهنجو مُون پِرِينِ.
آهي ڳَهُ ڳِچِيءَ جو، ڏِئي هالورا هارُ،
آهي اُگهاڙِينِ ڪي، جانِبَ جو جِنسارُ،
آهِين ڪاڄُ ٻُکِيَنِ جو، تُون تان طَعامُ تِيارُ،
اَعليٰ اَچو عِيدَ ۾، دوسِتاٽو دِيدارُ،
حُسَنَ هوتَ پُنهونءَ جي، ڪَڪورِيو ڪوهِيارُ،
سُجَ ڪَيائِين سُرَهي، واسِيائِن وَٽِڪارُ،
چِپَرَ چاٽُون مُڪِيُون، عَطُرُ ٿِيو آوارُ،
ڪوڙيين ٿِيا ڪيتِرا، نالي تان نِثارُ،
سَدا صلابَتَ جِي، گولِي گِرِفتارُ،
گهورِيان گهَرُ گهِٽِيءَ تان، اَچِي جِئان آڌارُ،
اَدِيُون! عَبدُاللّطِيفُ چئي، مِليو مُون مَنٺارُ.
*(حسيني، ٢ ـ وائي)*

# ص

(۱)

صاحِبَ! تُنهنجِي صاحِبِي، عَجَبَ جهڙِي آهِ،
وَڏِي سَگهه سَندِياءِ، پاڻَ وَهِيٽو آهِين.
(ڏهر، ۲ ـ ۲۰)

(۲)

صاحِبَ! تُنهنجِي صاحِبِي، عَجَبُ ڏِنِي سُون،
پَنَ ٻوڙِين پاتالَ ۾، پَهَڻَ تارِين تُون،
جيڪَرَ اَچِين مُون، تہ ميرِيائِي مانُ لَهان.
(ڏهر، ۲ ـ ۱۹)

(۳)

صُبحَ سِگَڙِيُون ڪَٽي، وِيا ڏُڪائِي ڏُورِ،
تِيا ڏِيناريان ڏُورِ، آئُون نہ جِتَندي اَنِ رِي.
(رامڪلي، ۱ ـ ۱۶)

(۴)

صُبحَ سِگَڙِيُون ڪَٽي، وِيا وَڃائِي وِيرَ،
ڏوريان ڏوريان، نہ لَهان، تَن بيراڳِيُن ٻَهِيرَ،
جن آسَڻَ مَنجِهه عَنبِيرَ، آئُون نہ جِتَندي اَنِ رِي.
(رامڪلي، ۱ ـ ۱۷)

(۵)

صَبُرُ شاڪِرَن، آهي اوطاقُن ۾،
جي واصِلُ ٿِيا وِصالَ ۾، سي ذرو ظاهِرُ نہ ڪَنِ،
وِيِيَتَ واهَرَ تَرَن، هِنئَڙا، جَنّ هَجِي وِيا.
(سهڻي، ۳ ـ ۱۱)

(۶)

صَبرَ ۽ شُڪُرَ ڪي، ڪاڏي آئُون ڪَندي،
آهِيان جنهن سَندي، سو تہ گهرجِي سائُ مُون.
(سسئي آبري، ۱۰ ـ ۹)

(۷)

صَبرَ ۽ شُڪُرَ ڪي، وَنِي آئُون وِينِي،
ڏُکيءَ سين ڏِينِي، ڪا ڪَچ اَچِي ڪَڍِهِين.
(سسئي آبري، ۱۰ ـ ۱۰)

(۸)

صَبرَ ۽ شُڪُرَ ڪي، هَٿِ ڪيو مُون هاڻِ،
پِريِمِ! اَچِي پاڻِ، پِنِيءَ ڪي پُڇِيج تُونَ.
(سسئي آبري، ۱۰ ـ ۱۱)

(۹)

صُبُوحَ جو سُهاڳُ، مَڱَڻهارَنِ ماڻِيو،
ڏِنائُون ڏاتارَ ڪي، وَڏيءَ وِيرَ وهاڳُ،
وَسِ مُنهنجِي ناهِ ڪا، سيڻَنِ هَٿِ سُهاڳُ،
پِرِيُنِ سين پُهاڳُ، مان نِماڻِيءَ نَصِيبُ ٿِئِي.
(پرڀاتي، ۱ ـ ۱۶)

(۱۰)

صَدا وِڌِيمِ سُورَ جي، اَڳِيان ڪوهِياري،
جو نِجَسَ نِڪاري، سو پُنهون وِڌِمِ پاندَ ۾.
(سسئي آبري، ابيات متفرقہ ـ ۳)

(۱۱)

صُلحُ جِنِ سَڄَڻَ سين، سيڄَ ماڻِيندا سي،
"اَلَّذِيْنَ آمَنُوْا وَكَانُوْا يَتَّقُوْنَ"، اِنَ پَرِ اُيا جي،
نيئِي نُونڊين تي، ڏِکي چِتِي چاڙهِيا.
(آسا، ۴ ـ ۴۵)

(۱۲)

صُورَتَ سَندِيَن سالَ، پاڻَ مُصاحِبَ، سُپرِين!
مؤلا ڏِنَنِ مُنهَن ۾، نُوري نيڻَ نِهالَ،
سَندي خوابَ خيالَ، مُون مَنُ مَستانو ڪيو.
(ٻروو سنڌي، ۱ ـ ۲۱)

(١٣)

صُورَتَ سوجھہِ مَ تَنھنجي، پيُ پُڇين تو جو،
سُخُنُ آهي سو، جو مُنھَن مُقابِلِ نہ ٿئي.
(آسا، ١ ـ ١٥)

(١٤)

صُورَتَ گھڻو سُھڻا، ٽاٽا سَندَنِ تُوَہَ،
ريلو ڏِئي روحَ، جو ڪائِي، سو ڪامِي مَري.
(بروو سنڌي، ١ ـ ٢٠)

(١٥)

صوفِي چائِين، سَدّ ڪرين! صُوفين اِيَ نہ صلاحَ،
ڪاٽي رَڪُ ڪُلاہَ، وِجھُ اُڇليِ آڳِ ۾.
(يمن ڪلياڻ، ٥ ـ ٦)

(١٦)

صوفِي سالم سي ويا، جي اَڪثر سين آڏيارَ،
بازي بازِندنِ ڪي، آهي اَويسارَ،
پِريان سين پَھڪارَ، رنديءَ رساٽي ڪيا.
(يمن ڪلياڻ، ٥ ـ ١)

(١٧)

صوفِي لا ڪوفِي، ڪونَ پائئيس ڪيرُ،
منجھيان ئِي مَنجِھہ وڙهي، پڌر ناهِس پيرُ،
جنين ساٿس ويرُ، ٿئي تنين جو واهَروُ.
(يمن ڪلياڻ، ٥ ـ ٤)

(١٨)

صوفِيءَ سيرُ سپين ۾، جئن رڱن ۾ ساهُ،
سا نہ ڪري ڳالهڙي، جئن پويون پروڙي پساهُ،
آهِس اِيُ گناهُ، جي ڪا ڪري پڌري.
(يمن ڪلياڻ، ٥ ـ ٢)

(١٩)

صوفِيءَ صاف ڪيو، ڏوئِي ورق وُجُودَ جو،
تِھان پوءِ ٿيو، جيئري پسڻ پرينءَ جو.
(يمن ڪلياڻ، ٥ ـ ٥)

# ط

(١)

طالِبُ ڪَٿَرَ، سونهن سَرُ، اِيَ روميءَ جي اوطاقَ،
جي پيچي دَرَ فراقَ، تہ مَنجهين مُشاهدو ٿئي.
(يمن ڪلياڻ، ٥ ـ ١٥)

(٢)

طالِبُ ڪَٿَرَ، سونهن سَرُ، اِيَ جي روميءَ جي راحت،
جنين ڏٺي سَتَ، تنين ڪُڇيو ڪين ڪِي.
(يمن ڪلياڻ، ٥ ـ ١٤)

(٣)

طالِبُ ڪَٿَرَ، سونهن سَرُ، اِيَ روميءَ جي راءِ،
ماڙهو اِتِ ڪِياءِ، مَنڊُ نہ پسين مَنڊيو!
(يمن ڪلياڻ، ٥ ـ ١١)

(٤)

طالِبُ ڪَٿَرَ، سونهن سَرُ، اِيَ رومِي جي رؤءِ،
جنين ڏِٺي جوءِ، تنين ڪُڇيو ڪِينَ ڪِي.
(يمن ڪلياڻ، ٥ ـ ١٠)

(٥)

طالِبُ ڪَٿَرَ، سونهن سَرُ، اِيَ روميءَ جي رِهاڻ،
پهرين وڃائڻ پاڻ، پوءِ پسڻ پِرينءَ ڪي.
(يمن ڪلياڻ، ٥ ـ ١٣)

(٦)

طالِبُ ڪَٿَرَ، سونهن سَرُ، روميءَ ڇيو آهي،
تاڙِي جي لاهي، تہ مَنجهين مُشاهدو ٿئي.
(يمن ڪلياڻ، ٥ ـ ١٢)

# ظ

(١)

ظاهر ۾ زانِي، فِڪَرَ منجهہ فنا ٿيا،
تنين ڪي تعليم جِي، ڪُڙه اَندر ڪانِي،
حرفُ حَقّانِي، دَورُ ڪيائون دل ۾.
(يمن ڪلياڻ، ٥ ـ ١٦)

# ع

(۱)

عاشقَ اِئن نہ هُونِ، جئن تون سَجي اَکَڙين،
وِجي دَرِ دوستنِ جي، رَتُ، ڏِهاڙي رُونِ،
ٻِيَ پَرِ ڪنهين نہ پونِ، ماڪُرِ محبوبنِ سين.
(يمن ڪلياڻ، ٧ ـ ٣)

(۲)

عاشقُ پاڻئي اِيئَن، تہ آڻُون سڪَ ڪَنهن کي نہ سَلان،
وِچِ رَهندي ڪِئَن؟ وَهَن اَڪِيُون، وِرچي هِنئُون.
(آسا، ۴ ـ ۲۸)

(۳)

عاشق چِڙهه مَ اُنَ کي، مَ ڪِي چِڙهه معشوق؛
خالِقُ چِڙهه مَ خامَ تون، مَ ڪِي چِڙهه مخلوق؛
سَلِج تنهن سُلوڪ، جو ناقِصئا نِکيو.
(ڪلياڻ، ۱ ـ ۱۴)

(۴)

عاشق زَهَرَ پياڪَ، وِهُ ڏسي وهُسَن گهڻو،
ڪَڙِي ءِ قاتلَ جا، هميشہ هيراڪَ،
لَکِينِ لَنئُو، لطيف چئي، فَنا ڪيا فِراقَ،
توڙي چِڪَنِ چاڪَ، تہ بہ آهَ نہ سَلِنِ عامَ کي.
(ڪلياڻ، ۲ ـ ۲۳)

(۵)

عاشقَ، شُهَرَ فَقِيرَ، دَرِ دَرِ هَئَن سَينَ،
"مَنْ عَرَفَ اَللّٰهَ کَلَّ لِسَانُہٗ"، اَهڙا ئي اَمِينَ،
جِتي پَسَنِ کِينَ، تِتي کَنِ تَڪيا.
(رامڪلي، ۹ ـ ۲۹)

(٦)

عاشق عَزازِيل، ٻيا مڙيئي سَڌڙيا،
منجهان سِڪَ سَبِيلَ، لعنتي لالُ ٿيو.
(يمن ڪلياڻ، ۵ ـ ۲۴)

(۷)

عاشقَ! معشوقن جو، وِنِي ويهجُ دَرُ،
اَچي پِڇندءِ سُپرين، لهندءِ سار سَڀَرُ،
پِلائيءَ جو پَرُ، رهبرُ ٿِيندءِ راهَ ۾.
(يمن ڪلياڻ، ۷ ـ ۱۱)

(۸)

عاشقَ! معشوقن جو، وِنِي ويهُ دُڪانُ،
پئج پيش پِرينِ جي، پَٽِيءَ وجهي پاڻُ،
تہ تون تنين ساڻُ، سدا رهين سُرخُرو.
(يمن ڪلياڻ، ۷ ـ ۱۲)

(۹)

عاشقَ! معشوقن جو، وِنِي ويهج رَندُ،
پيارِيندءِ پاٽهين، مَيخاني جو مَندُ،
ڪِيمَ ڪَڍج ڪَنڌُ، اوڏو ٿِي اُنِ کي.
(يمن ڪلياڻ، ۷ ـ ۱۴)

(۱۰)

عاشقَ! معشوقن جو، وِنِي ويهج سَيرُ،
اَچي پِچندءِ پاٽهين، پِرينِ پِري پيرُ،
پِلاين سندو پيرُ، رهبرُ ٿِيندءِ راهَ ۾.
(يمن ڪلياڻ، ۷ ـ ۱۰)

(۱۱)

عاشقَ معشوقن جو، وِنِي ويهج گهٽُ،
جِمَ وِرچي چِڏِئين، موڪيءَ سندو مَٽُ،
ڪري سِرَ جِي سَٽُ، ٻِيجَ ڪي پِياليُون.
(يمن ڪلياڻ، ۷ ـ ۱۳)

(۱۲)

عاشقَ! معشوقن جِي، وِنِي ويهُ ٻُري،
جِمَ ورچي چِڏِئين، سَندي دوست دَرِي!

ڏيندا ٻُڪِي ٻاجھ جِي، ويندءِ تَپُ نَرِي،
اَسان تان نہ سَرِي، تو ڪِئَن سَرِي سپرين؟
(يمن ڪلياڻ، ٧ ـ ٩)

(١٣)

عاشقن آرامُ، ڪڏھن تان ڪونَ ڪيو،
طَعني ڪيا تمامُ، حبيباڻي ھيڪڙي.
(يمن ڪلياڻ، ٧ ـ ٢)

(١٤)

عاشِقَنِ اَللهُ، ويـروتارِ نہ وسري،
آہ ڪَرِيندي ساہُ، ڪڏھن ويندو نڪري.
(يمن ڪلياڻ، ٧ ـ ١)

(١٥)

عالَم آئُون ساڻُ، پَريو تو پيرَ ڪري،
پاڻُ نہ آھي ڄاڻُ، مانديءَ مَنڊُ پڪيڙيو.
(يمن ڪلياڻ، ٥ ـ ٩)

(١٦)

عَددُ ناہِ عِشقَ جو، سُٽِي تِئُ ساٽِي،
ڪانھي پُڄاڻِي، مَھندان، مُنڌَ! ميھارَ جِي.
(سھڻي، ٩ ـ ١٤)

(١٧)

عَشقُ اَھڙِي ذات، جو مانجھي مُنجھائي مَيَنِ ڪي،
ڏينھان ڏورَنُ ڏونگرين، روئَنُ سَڄِيائِي رات،
اَتي ويني تاتِ، مِيان! مَحبُوبَنِ جِي.
(ابرو سنڌي، ٣ ـ ١)

(١٨)

عِشقُ جِنين کي آڪِرو، تُرھو مٿي تَنِ،
جي ساھَڙَ کي سِڪَنِ، تِنين جَرُ جَنڊُ ٿئي.
(سھڻي، ١ ـ ٣٢)

(١٩)

عشق نہ آھي راندِ، تہ ڪي ڪَنسِ ڳِيرُوَ،
جِيَ جُسِي ۾ جانِ جِيَ، پِڃي جو ھيڪاندِ،
سِسِي نيزي پاندِ، اُڇلِ تہ اَڌ ٿئي.
(يمن ڪلياڻ، ٦ ـ ١٩)

(٢٠)

عَلاؤالدِّينُ آئِيو، تَنھنجي ھاٿِيءَ ھاڪَ ھَنئي،
آرَنَ ٻَڌي اَبڙِي، ٿي رِنَّ ۾ رُڪَ رَئي،
تيغين تاءِ تِکو گھٽو، سَگھي ڪونَ سَھي،
"رَبِّ ھَبْ لِيْ اُمَّتِيْ"، چَڙھيو ڄامُ چَئي،
سَمي سامَ ڪَنئي، سَرَٽِيِنِ جو سُکُ ٿِيو.
(ابلاول، ١ ـ ١٢)

(٢١)

عَلاؤالدِّينُ آئِيو، ڪَٽِي چَلِ چُڳِيرُ،
ڪَنھين ڪِينَ ھِمَٿِيو، ڪانَ جَھلِيندو ڪيرُ؟
سُومِرِيُنِ سامَ ڪَنئي، اَبڙي ڪِيو اُنَ پيرُ،
ھو مُھانئين مِيرُ، پر مَستُوراتِـنِ مارِيو.
(ابلاول، ١ ـ ١٣)

(٢٢)

عِلَّتِيءَ آرامُ، پَسي عِلَّتَ آئِيو،
حُسُنُ جو حَقَّ جو، سو خامي! پانئِيين خامُ،
اَچي ٿِيا اِسلامُ، ڪُفرُ ڪافَرُ پاڻَ ۾.
(آسا، ٤ ـ ٣٧)

(٢٣)

عُمَر! اَڄُ گَڏِيامِ، ڏوٿِي اُنھِين ڏيہَ جا،
پارايا پِرِيُنِ جا، اَيِي اُن چِيامِ،
لَھي لوہَ پِيامِ، لُطفَ ساڻُ، لَطِيفُ چَئي.
(مارئي، ١١ ـ ٩)

(۲۴)

عُمَرَ! اَچا کَپِڙا، ڪاٽياريُون ڪِئَن ڪَنِ؟
جِنين جا ٿَـرَن ۾، وَرَ تا وِينَ سَهَنِ،
هُوءِ جي حَـقَ پِچَنِ، سي ڪِئَن سَتيُون؟ سُومرا!
(مارئي، ٣ ـ ١٢)

(۲۵)

عُمَرَ! بَنِ جِيو! ڪوءِ مُنهنجو! سُومرا!
جا پَرِ نہ پَنوهارَن جي، مُون سين تِئَن ٿِيو!
وَني مُنهَن ڪِهو، وَجان وَطَنَ سامُهين؟
(مارئي، ٦ ـ ٧)

(۲۶)

عُمَرَ! ٿِيَمِ اَپارَ، ورهُ وَتِيان ڪِنِ سين؟
ڏوتِيَڙا ڏُورِ ٿِيا، ٽَڳان جِنِ تَنوارَ،
سِٽائُون سَنگهارَ، ڪُوهَنِ تان ڪَتِي وِيا.
(مارئي، ٨ ـ ١٧)

(۲۷)

عُمرِ سَبِ عِشقَ سين، پُنهون جي پُڇَنِ،
رِيسَ ريڏاليُون تن سين، ڪُجاڙي ڪي ڪَنِ؟
مارَڳِ جي مَرَنِ، وڏو طالعُ تِنِ جو.
(سسئي آبري، ٧ ـ ٦)

(۲۸)

عناتا! اُتاهِين، جاني جَـڙي بَنڌُ،
آهي گهـٽو اَهُڪو، فَقيريءَ جو فَندُ،
چَکِين تہ چَريو ٿِئين، مَيخاني جو مَنڌُ،
ڪِينَ ڪِڍبو ڪَنڌُ، مَنجهان سَگَ، سَيّدُ چئي.
(سسئي آبري، ۴ ـ ١١)

(۲۹)

عينُ شِرڪُ اِيُ، جِئَن بي شِرڪُ پائيين پانَ ڪي،
وِڃائي وُجُودَ ڪي، پاٽان پاسي ٿِيُ،
هَڏهن ڪونهي هِيُ، هُو پِڻُ ڪونهي هِنَ ري.
(آسا، ١ ـ ٦)

وائي- ١

عشق تمام، بره تمام، ووا مئن لُوني يارَ لوڪو!
سيجَ سُتي نُون جهپَ نہ آوي، نيٽين ننڊ حَرامُ،
راتيان جاڳُنُ، صاحَبُ سنڀالڻُ، اِيُ فقيران دا ڪامُ،
مَتِ عقلَ دِي مُنجهہ ڳِئي، آيا عشق اِمامُ.
(يمن ڪلياڻ، ٦ ـ وائي)

وائي- ٢

عُمَرَ! آئُون مَري تان نہ ڇَڏينديَ، لوا
مٽي مارُوئَڙن جي.
مِينهين اُني مارُئين، لالَنَ ساڻُ لَڏِيندي،
سِري مُنهنجي، سُومِرا! ٿَرَنِ ڪِينَ ٿَڪِيندي،
هَميراٽا هَـٽَڙا، مَهَري ڪِينَ مَڃِيندي.
(مارئي، ٦ ـ وائي)

وائي- ٣

عُمَرَ! آئُون ويندَڙو پُڇان ڪوءِ،
جِتي مارُو، تِتي پانڌي، اَلو!
مَتي ماڙِيءَ مارُئي، رُئاري ۾ روءِ،
پَنڌان ڪاريو پهيَڙا، ڪي جو اُپِري چوءِ،
سارِيو ساڻيِيَڙَنِ ڪي، رُوحُ مُنهنجو روءِ،
پانڌي پَنوهارَن جو، ڪالهہ نہ آيو ڪوءِ،
راڄُ پَرتو رَبَ ڪي، سُومِرا! سَندوءِ.
(مارئي، ٢ ـ وائي)

وائي- ۴

عُمر سَبِ عَبَثُ، وِيلَ وِڃايَم، وقتَ وِڃايَم پانهنجا!
ويني لکيو لوڙيان، جيڪي ڪَيَڙو مَسُ!
اَچي اَيا ڳِينِ ڪي، راسِخَ! اَچي رَسُ!
حالَ منهنجو هَهڙو جهڙو، تان تُون پِريَم! پَسُ،
قَلبُ جو ڪارو ٿيو، ڪاتِبَ! لاهِئين ڪَسُ!
(سريراڳ، ٥ ـ وائي)

# غ

(١)

غافِل! غَفِلَتَ ڇوڙِ! تُون ڪِيئَن، اَٿاسي! اوجهرِين؟
ڇُپاتَا ڇـَڙهِي ويا، وڃِي پُهُتا تورِ،
نيٺين نِندَ اُڪورِ، جِمَ وَرَنِ ۾ واڪا ڪَرِين.

*(ڪوهياري، ١ – ٥)*

## وائي- ١

غَفِلَتَ يارُ گنوايو، ڀـَڙِي! جيڏِيُون!
ڪيئَن ڪَريان آئُون! ڪُوهُ ٿيو؟
سُتِيَسِ تان ساٿُ وِيو، اُٿِيَسِ تان ڏُکُ آيو،
پُڇان پوءِ پُنهونءَ ڪَي، عَبَثُ تان اَنُ کائِيو،
هوتَ هَلندي جا ڪئِي، سا مون ڳالهہ سُٽائِيو.

*(سسئي آبري، ٣ – وائي)*

# ف

(١)

فاني ني فانِي، دُنيا دَمُ نہ هيڪڙو،
لَتي لوڙھُ لَٽِن سين، جوڙِينديءِ، جانِي!
ڪوڏِرِ ۽ ڪانِي، آهي سِرِ سَيڪَنهين.
(بروو سنڌي، ٢ ـ ٨)

(٢)

فردا مُنڌّ ڦٽي ڪئي، نَقَدُ ڪنيو نارِ،
هِيَ جا واڱ وِلهيءَ جي، ويرَمَ ڏي مَ وارِ،
جانڪِي مُنيءَ مارِ، جانڪِي ميڙ مُنيءَ ڪي.
(معذوري، ٦ ـ ٢)

(٤)

'فَيَڪُونُ' فِدا ڪَري، ڪَهائِين سين 'ڪُنۡ'،
تَعۡظِيماً تَمامُ ڪَري، پوءِ پَترِيائِين پُنۡ،
مارُو تِئائِين مُنۡ، پيئنَرُ! يَاڳِي آيو.
(مارئي، ١ ـ ٤)

# ق

(١)

قِريا پَسِي ڦِيڻُ، ڪَرِيَن ڪيرُ نہ چَڪِيو،
دُنيا ڪارَڻِ دِينُ، وِڃائي وِلَها ٿِيا.
(ڏهر، ٣ ـ ٣٠)

(٢)

قِري آءُ، فِراقَ! مُون ڪي وِصالان وِڇُ پيو،
جي ٿي چِڪِيَمِ چاڪَ، سي پِرينءَ ڳَڏجي پُورِيا.
(حسيني، ٥ ـ ١٢)

# ق

(۱)

قاتَل ڪمائِي ڪري، وهُ ماکِي جي ڪَنِ،
وتان ويهِي تَنِ، پِيجُ ڪي پيالون.
(يمن ڪلياڻ، ۴ ـ ۶)

(۲)

قافِئُون ڪاهِينديِاسِ، موٽان، تان ڪُرَ ميهَٽُو،
بانهِي پاروچَنِ جِي، سَگُ نہ ساهِيندِياسِ،
'اَلْفِراقُ اَشَدُّ مِنَ اَلْمَوْتِ'، هِتي نہ هُوندِياس،
آهَ نہ لاهِيندِياسِ، جِتَري جَتُ ڏِسي مَران!
(سسئي آبري، ۵ ـ ۹)

(۳)

قَدُ بَڍِي، تُون ڪِينَ، پَهُچندِيءَ پُنهونءَ سين،
جتَن سِينو ساهِئين سَسُئِي، تَئِين تَهوارُون تين،
مُنِي! تِي مِسڪِين، هِمَتَ هوتُ وِڃائِيو.
(سسئي آبري، ۷ ـ ۱۸)

(۴)

قَدَمَ ڪاپَـڙِيَن جا، لَگا ۾ لاهُوتَ،
جِنين سين ياقُوتَ، آئُون نہ جِتَندي اُنِ ري.
(رامڪلي، ۱ ـ ۷)

(۵)

قَرقُلَ، قوتا، پارچا، پاٽِيَتَ پاتائُون،
ڪوئِيُون قِيمَتَ سنديُون، تَرَ ۾ تاڪِيائون،
لاڄِنِ منجهہ، لطيفُ چئي، بيڙا بَڌائون،
نَذرُ نَبيءَ چامَ جو، چڙهندي چِيائون،
جي چوُهي چوڙِيائون، سي بيڙيون رکين ٻاجهہ سين!
(سريراڳ، ۵ ـ ۱۱)

(۶)

قَريبَنِ جو ڪانگَڙو، مَٿي تارَ تِلي،
ڪَٽيو ڪِنياتو خَبرُون، ڪيرُون ڏِيو ڪِلي،
لائِي جَنهن لالَنَ سان، مُنهنجي باتِ بِلي،
سو وَرُ چَشِمَنِ تي چَلي، جو دَرِباري دوسَ جو.
(پورب، ۱ ـ ۲۷)

(۷)

قِسمَتَ آنديُون ڪُونجڙيُون، وَطَنُ سَندُنِ روهُ،
ڪَنهنجو ڪونهي ڏوهُ، رِزقُ رازِقَ هَٿَ ۾.
(ڏهر، ۴ ـ ۷)

(۸)

قِسمَتَ قَيدُ قَويُ، ناتَ ڪيرَ اَچِي هِنَ ڪوٽَ ۾؟
آٿي لِکِئي لوحَ جي، هَنڌُ ڏيکارِيِم هِيُ،
پَرچِي ڪِينَ پَنوهارِ رِءِ، جانِ، جُسو ۽ جِيُ،
راڄا! راضي تِيُ، تہ مارُنِ مِلي مارُئِي.
(مارئي، ۱ ـ ۸)

(۹)

قِسمَتَ قَيدِ ڪَياسِ، ناتَ ڪيرَ اَچِي هِنَ ڪوٽَ ۾؟
'وَنَحْنُ اَقْرَبُ اِلَيْهِ مِنْ حَبْلِ الْوَرِيْدِ'، وَطَنِ آنَ وِينديِاسِ،
مارُنِ ڪي مِلَندِياسِ، ڪوئِيُون چَڏي ڪَڏهِين؟
(مارئي، ۱ ـ ۹)

(۱۰)

'قَيْدُالْماءِ' تِيوم، هِتَ آڙانگي گهارِيان،
'هِنَا ڪَجِسْمِيْ وَالْفُوَادُ لَدَيْڪُمْ'، هِنئون هُتَ سَندوم،
قادِرُ شالَ ڪَندوم، ميڙائو سين مارُئِين!
(مارئي، ۱ ـ ۱۰)

(١١)

’قَيۡدُالۡماءِ‘ کَنهن جو، سو مُون پاندِ پيو،
’جَفَّ الۡقَلَمُ بِمَا هُوَ کائِنٌ‘، وَهِي قَلَمُ ويو،
اِيُ قَضا کَمُ کَيو، جِنَّن ٿَرِ مارُو، آنَ مازَئين!

(مارئي، ۱ ـ ۱۱)

(١٢)

ڦُوتَ کَتَڙايا کاپَـڙي، بُکَ چَکِياتُون بُوءِ،
ويا نيرانا نِڪري، جوڳِي مَنجهان جُوءِ،
اَوَسَرَ آجا اُوءِ، اُتي گُوندَرَ گَڏِيا.

(رامڪلي، ۷ ـ ۳)

(١٣)

ڦوتَ کَتَڙايا کاپَـڙي، طعامَ نہ طاماعوُ،
سَئِنَ هَنيائُون سُجَ ۾، پَهَر نہ پنيائوُ،
اَوَسَرَ آسائوُ، اُتي گُوندَرَ گَڏِيا.

(رامڪلي، ۷ ـ ۱)

(١٤)

ڦُوتَ کَتَڙايا کاپَـڙي، طَعامَ نہ طَمَعَدارَ،
سَئِنَ هَنيائُون سُجَ ۾، جوڳِي کَنهن نہ يارَ،
اَوَسَرَ جي آدارَ، اُتي گُوندَرَ گَـڏِيا.

(رامڪلي، ۷ ـ ۲)

# ڪ

(۱)

ڪاتِبَ! لِکِين جئن، لايو لامُ اَلف سين،
اَسان سڄڻُ تئن، رهيو آهي روح ۾.

(يمن ڪلياڻ، ۵ ـ ۳۱)

(۲)

ڪاتي تِکِي مَ ٿئي، مَرُ مُنِيائي هوءِ،
مانَ وِرمنَ توءِ، مون پِريان جا هٿڙا.

(ڪلياڻ، ۲ ـ ۱۲)

(۳)

ڪاتي جا قَرِيبَ جي، سا هَڏُ ڇيري چَمُ،
عاشقن پنهنجو اَنگُ، اللّه ڪارڻ وڍيو.

(ڪلياڻ، ۲ ـ ۱۳)

(۴)

ڪاتي جن ڳَري، مان لَنؤ لڳي تن سين،
محبت جي ميدان ۾، وڃان پيرَ پَري،
اَڏيءَ سِرُ ڌري، مانَ ڪُهَنئُون سُپرين.

(ڪلياڻ، ۲ ـ ۱۴)

(۵)

ڪاتيءَ تان نہ ڪُنو، ماءَ! مُنهنجو ڇِندُڙو،
جِنين ماءِ! مُنو، سي جَتَ نہ پَسان جُوءِ ۾.

(حسيني، ۹ - ۲)

(۶)

ڪاتِيءَ تان نہ ڪَنهين، مَنُ وِجهلَّ وَڍِيو،
مارِيَسِ سوُرَ تَنهِين، جو نہ جِٺاري، جيڏِيُون!

(حسيني، ۹ - ۱)

(۷)

ڪاتيءَ ڪونهي ڏوهُ، ڳَنُ وڍيندڙ هٿَ ۾،
پَسيو پَرِ عجيب جي، لِڇيو وڃي لوهُ،
عاشقن اَندوه، سدا معشوقن جو.

(ڪلياڻ، ۲ ـ ۱۱)

(۸)

ڪا جا آندي ڪيڇِيين، وَٽڪاران وائي،
سُٽي مُون سائي، نيٽين نِندَ وِهُ ٿِئي.

(حسيني، ۸ - ۱۶)

(۹)

ڪا جا پَرِ پِرِيَن، نہ سا سُئي نہ ٻُڌي،
مَتيُون سَڀِ مُنجَهنِ، اَهڙي ڏِٺي قَضئي.

(آسا، ۳ ـ ۲۵)

(۱۰)

ڪا جا ڏُرِي ڏُنگرِي، ڪو جو وَرِيو واءُ،
عَلِيءَ شيرَ وِياءُ، رِڻَ ۾ پِيَنِ راتِڙي.

(ڪيڏارو، ۴ ـ ۱)

(۱۱)

ڪا جا ڪُنَ ڪَرِينِ، پِنِيءَ پُڻ جهُڻ پاڻ ۾،
اَڪيوُن تنهن آبَ ڪي، آڏِيءَ اُڪيرِينِ،
توٽي تِڪُون ڏِينِ، تہ بہ اُڃَ اُنِيَنِ ڪي نہ لِهي.

(سهڻي، ۵ ـ ۱۶)

(۱۲)

ڪا جا ڪَياٺُون، وائي واري وِنگُڙي،
آيَلِ! تنهن آئُون، ٻوليءَ باتاڙي ڪَئي.

(حسيني، ۸ ـ ۱۴)

(۱۳)
ڪا جا ٻُالهِ ڳري، ٻيجَليا! ٻُڌاءِ مون،
پينين جِئَن ڳرنارَ ۾، تندُن تانُ ڪَري،
ڪِ تو پَنڌُ پَري؟ ڪِ مَڱَ جهلِيندين؟ مَڱَتا!
(سورٺ، ۲ ـ ۱۱)

(۱۴)
ڪاڇي پيئي ڪُوڪَ، سَڄُ ڪِ سَنگهارَن لَڌِيو؟
مادرِ! اوءِ مَلُوڪَ، اُنئي وِيَڙا اُڪري.
(ڏهر، ۴ ـ ۲۴)

(۱۵)
ڪاڇي ڪاهِياڻُون، سَڄُ ڪِ سَنگهارَن لَڌِيو؟
مان تَنُ مارِياڻُون، پاٽا وِجهي ڳُوندَرين.
(ڏهر، ۴ ـ ۲۳)

(۱۶)
ڪاڇو ۽ ڪوهِيارُ، ڏُونگَرُ سَندُن ڏيهَڙو،
ساجُهر نَهي بارُ، ڪوهُ نہ وِيئينءَ اُن سين؟
(ڏهر، ۴ ـ ۲۵)

(۱۷)
ڪاڏي مُنهَن مَڪرانَ جو؟ ڪاڏي پَريون پارُ؟
ليڙَن جو، لَطِيفُ چئي، سُونهون ٿِيو سَردارُ،
جو مَلِڪَ جو مَهندارُ، سو موليٰ مُون کي ميڙَئين.
(ديسي، ۳ ـ ۱۹)

(۱۸)
ڪاڏي مُنهَن مَڪرانَ جو؟ ڪاڏي ڪيچُ ٿِيو؟
هڙو ساٿُ پَنهِورَ تان، ڪَڏهين ڪونہ پِيو،
ڪوهِيارو ڪامَ هٽي، چوري چِٽُ وِيو،
جِنين جَتُ نِيو، تِنِ اُنِ گهوري آهِيان.
(ديسي، ۳ ـ ۱۸)

(۱۹)
ڪاڏي وِجان؟ ووءِ! جِئَن وَهَنُ وَچارَنِ مَٽِيو،
ڏوڏي پُڇي ڏيہَ جا، جَرَ سِرِ اُپِي جوءِ،
شڪَستي، سَيَدُ چئي، چِيهان ڪَريو چوءِ:
"ساهَڙَ! سانگُ سَندوءِ، اَچِي اوراهون ٿئي."
(سهڻي، ۵ ـ ۱۱)

(۲۰)
ڪارا ڪَرايُنِ ۾، سونُ آسان کي سوءَ،
وَرُ جيڏِيُن سين جُوعَ، فاقو فَرحَتَ پانئِيان!
(مارئي، ۳ ـ ۱۰)

(۲۱)
ڪارا ڪُنَ، ڪاري ٿُڳِي، جت ڪارِيهَرَ ڪَڙڪا،
مَئي مَتي مِهرانَ ۾، اَچِن دُپارا دَڙڪا،
ويندي ساهَڙَ سامهان، جهولَ ڏنسِ جهَڙڪا،
ڪِرڪَنِ جا ڪَڙڪا، سُونهان تيڙَسِ سِيرَ ۾.
(سهڻي، ۴ ـ ۴)

(۲۲)
ڪارايَلَ جي ڪوڏَ، مُون ڪنجُهرُ سَڀِ نِهارِيو،
وَري واهِيري نہ وَرِيا، لَلا لاڪيٽِيءَ لوڏَ،
هِنئين جِنين هوڏَ، سي هَنجَڙا سَڀِ هَلي وِيا.
(ڪارايل، ۲ ـ ۲)

(۲۳)
ڪارِي راتِ، اَچو ڏينهُن، اِيَ صِفَتان نورُ،
جِتي پِرِينءَ حُضُورُ، تِتي رَنگُ نہ رُوپُ ڪو.
(ڪاموڏي، ۳ ـ ۱۵)

(۲۴)
ڪارِي راتِ، ڪَچو گهَڙو، اُٿِنيہَ اُونداهِي،
چَنڊَ نالو ناهِ ڪو، دَرياهَ دَڙَ لائي،

ساهَڙ ڪارڻ سُهڻي، آڌِيءَ تِي آئِي،
اِي ڪَمُ اِلاهِي، ناتَ ڪُنَنِ ۾ ڪيرَ گهڙي؟
(سهڻي، ٦ ـ ١٣)

(٢٥)

ڪاري راتِ، ڪَچو گهڙو، مٿان وَسي مِينهَن،
هِڪو پَؤُ بيراهَ جو، ٻيو سانپارا سِينهَن،
شالَ مَ ڇِڇي نِينهَن، گِهڙان، گهورِيو جِندُڙو!
(سهڻي، ٦ ـ ١٥)

(٢٦)

ڪارِي راتِ، ڪَچو گهڙو، نڪا سِيڌَ ساڻُ،
وِجهي ويرَمَ نہ ڪري، پِريان ڪارڻ پاڻُ،
مُحَبَتَ ڪي مَهراڻُ، سُڪِي سَيُ پَٽُ ٿيو.
(سهڻي، ٦ ـ ١٤)

(٢٧)

ڪاري ڪَکَرَ هيٺِ، مُون جهيڙيندا ڄَڏِيا،
ڪارا ڪُندَ هَٿَنِ ۾، اَڙَلَ وَڇيڙا هيٺِ،
تِي تِنين سين ڏيٺِ، موتَڻُ جِنين مِيهڻو.
(ڪيڏارو، ٣ ـ ٢)

(٢٨)

ڪارِيُون، ڪوجهيُون، ڪُوڙِيُون، مُورِ نہ موچارِيُون،
وَنِي وِينيُون واٽَ تي، ڪِڪِيءَ جُون ڪارِيُون،
اُنين جُون آرِيُون، سَمي ريَ ڪيرُ سَهي؟
(ڪاموڏ، ١ ـ ١١)

(٢٩)

ڪاڪِ ڄَڏِيائُون ڪُنڊَ تي، پاٽا وِيا پَري،
تن ڪي ناتَرِ ڪوهُ ڪَري؟ جي لُڏُوٽِيان لَنگهي وِيا.
(مومل راڻو، ٣ ـ ١٤)

(٣٠)

ڪاڪِ ڄَڏِيائُون ڪُنڊَ تي، پاٽا وِيا پَٽِي،
لوڏِيـڙَنِ، لَطِيفُ چئي، سوڍو ڪِيو سَهي،
مُومَلِ ماڳِ رَهِي، ٿِيو مڙوئي مينڌرو.
(مومل راڻو، ٣ ـ ١٣)

(٣١)

ڪاڪِ ڪَڙهِي، وَڻَ وِيا، ٻَرِيا رَنگَ رَتولَ:
تو پُڄاڻا، سُپِرِين! هِنئَڙي اَچِن هولَ،
جي مُون سين ڪَيءِ قولَ، سي سِگها پارِج سُپِرين!
(مومل راڻو، ٥ ـ ١٤)

(٣٢)

ڪاڪِ ڪَڙهِي، وَڻَ وِيا، ٻَرِيا مَحَلَ ماڳَ:
سوڍِي جي، سَرَتِيُون! وَڌِيَس وَهِ ويراڳَ،
سُورَنِ لائِيا سانگَ، سِگهو موٽِج، سُپِرين!
(مومل راڻو، ٥ ـ ١٣)

(٣٣)

ڪاڪِ ڪَڙهِي، وَڻَ وِيا، جَلِي مُنهنجِي جانَ:
رَکِي ڪامَ ڪِٽڪِيو، مارِيَس، تنهن گُمانَ،
هَڏِ نہ جِٺان هاڻُ! سِگهو موٽِج، سُپِرين!
(مومل راڻو، ٥ ـ ١٢)

(٣٤)

ڪاڪِ ڪَڙهِي، وَڻَ وِيا، لُوٺو لُڌاٿو:
تو پُڄاڻا، سُپِرين! آتَڻُ اُجهاٿو،
مُيُن سين ماٿو، مُناسِبُ نہ، مينڌرا!
(مومل راڻو، ٥ ـ ١٥)

(٣٥)

ڪاڪُلَ ڪُنِي جا، ڪَفَنَ تنهن ڪينَ ٿئي،
مَنجهِ شهادَتَ سا، لُڏِي ۽ لاڏَ ڪري.
(سسئي آبري، ٦ ـ ٦)

(٣٦)

ڪاڪِ نہ جَهليا ڪاپڙي، موهيا ڪَنهن نہ مالَ،
سوڍِيُون سِجهائي ويا، هَهڙا جنين حالَ،
جي ڇورِيُن ڏِنا ڇالَ، تَپ لاهُوتي لَنگهي وِيا.
(مومل راڻو، ٣ ـ ١٧)

(٣٧)

ڪاڪِ نہ جَهليا ڪاپڙي، موهِيا نہ مَحَلَن،
بائِنِ ۽ بانهيُنِ جي، بَندَنُ ڪِينَ بَجهَنِ،
لَڪين لاهُوتِيَنِ، اهڙيُون اوريان ڇڏِيُون.
(مومل راڻو، ٣ ـ ١٥)

(٣٨)

ڪالَهہ ڪَلاچِيءَ وِيا، ڇِتيُون ڪَٽي ڇُڳِيرَ،
پائُرَنِ پيرو نہ ڪيو، اَدَنِ ڪي اوِيرَ،
اهڙي خاصي ڪيرَ، ڪُنَ وَرائي جهلِئي.
(گهاتو، ١ ـ ٤)

(٣٩)

ڪالَهہ ڪَلاچِيءَ وِيا، گهاتُو ڪَري گهورَ،
مادَرِ! مَلاحَنِ جا، وِيٺي سَهان سُورَ،
مُون ڪي ڪَري مَلُورَ، اُونهي وِيا اوهري.
(گهاتو، ١ ـ ٧)

(٤٠)

ڪالهہَ گَڏيوسُون ڪاپـَڙي، بابُو بانَ بَري،
سائِي سالَ ڪُلهِن ۾، سامِيءَ سونَ سَري،
خَبَرَ ڏي ڪَري، مُومَلِ جي مَجازَ جي.
(مومل راڻو، ١ ـ ٤)

(٤١)

ڪالهہَ گَڏِيوسُون ڪاپـَڙي، بابُو بيڪارِي،
سامِيءَ سيلو سِرَ تي، مالا موچارِي،
ڏيئِي ڏيڪارِي، ڦَٽي دِل فَقِيرُ وِيو.
(مومل راڻو، ١ ـ ١)

(٤٢)

ڪالهہَ گَڏِيوسُون ڪاپـَڙي، بابُو رَنگ پـِپُوٺُ،
سَرِيو سُون سُڪُوٺُ، جوڳِيءَ سنديءَ ذاتِ ڪان.
(مومل راڻو، ١ ـ ٥)

(٤٣)

ڪالهہَ گَڏِيوسُون ڪاپـَڙي، پَهَرَ سِجَ ڪان پوءِ،
پَسو سُونهن سامِيءَ جي، رَتَ وَرنو روءِ،
جو مُنهِن مُومَلِ جي پوءِ، موٽَنُ تَنهِن مَسَ ٿِئي.
(مومل راڻو، ١ ـ ٣)

(٤٤)

ڪالهہَ گَڏِيوسُون ڪاپـَڙي، جهڙو ماهُ مُنيرُ،
فَيَضُ، فِراقُ فَقِيرُ، جوڳِي جاڳائي وِيو.
(مومل راڻو، ١ ـ ٢)

(٤٥)

ڪالهہ وڏائين ڪُنَ ۾، جاڏا جُنگَ جهازَ،
تُنهنجي اَڄُ تَرازَ، آهي آرَ آڪينِ ۾.
(سريراڳ، ٥ ـ ٤)

(٤٦)

ڪالهوڪو ڪاڏي گيو، سَندو جوڳِيُنِ جوشُ؟
پَسي تَنهين پَٽَ ڪي، هَڏِ نہ رَهِيو هوشُ،
آسَنَ منجِهہ اَفسوسُ، آئُون نہ جِئَندي اُنِ ري.
(رامڪلي، ١ ـ ٣٥)

(٤٧)

ڪامِلَ ڪَربَلا ۾، اَهلِ بَيتَ آئِيا،
ماري مِصرِيُنِ سين، تن ڪافَرَ ڪَنبايا،
سَڄُ ڪِ بيبِيءَ جايا، هَهِڙا سُورَهَ سُپرين.
(ڪيڏارو، ٢ ـ ٥)

(٤٨)

ڪامِلَ ڪَربَلا ۾، آيا اَڄُ اَميرَ،
ويهي ويريُنِ سامُهان، تِکا هَنياٿُون تيرَ،
هُئي اِيَ تَقديرَ، اِمامَنِ سين اَڳهين.

(ڪيڏارو، ٢ ـ ٩)

(٤٩)

ڪامِلَ ڪَربَلا ۾، آيا جُنگَ جُوانَ،
ڏَرتِي ڏُبِي، لَرزِي، ٿَرٿليا آسمانَ،
ڪَرِهِ هُئِي ڪانَ، هو نَظارو نينهَن جو.

(ڪيڏارو، ٢ ـ ٧)

(٥٠)

ڪامِلَ ڪَربَلا ۾، آيا سَيِّدَ شيرَ،
ماري مِصريُنِ سين، ڍُونڊَ ڪَياٿُون ڍيرَ،
دَهليا اُتِ دِليرَ، پَسي حَملو ميرَ حُسينَ جو.

(ڪيڏارو، ٢ ـ ٦)

(٥١)

ڪامِلَ ڪَربَلا ۾، پاڻَ آيا پيهي،
پَهُ ڪَياٿُون پاڻَ ۾، مُقابِلِ ويهي،
قَضا هيءَ ڪيهي، هَيءِ! هَيءِ! تي حُسينَ سين؟

(ڪيڏارو، ٢ ـ ٨)

(٥٢)

ڪامُون مُجيجاهُ، گهٽيُون گُهرجَنِ آن، اونيا!
هي وَنَّ نہ لَهَنداهُ، هُو وَنَّ اوڏانهين گهٽا.

(سسئي آبري، ١١ ـ ٧)

(٥٣)

ڪاناريا ڪُٺڪَنِ، جنين لوهُ لڳَنِ ۾؛
محبتَ جي ميدانَ ۾، پيا لالَ لُڇَنِ،
پاٿهين بَڌَنِ پَٽيُون، پاٿهين چڪِيا ڪَنِ،
وٽان واڍوَڙيَنِ، رهي اَڄجي راتڙي.

(يمن ڪلياڻ، ١ ـ ١٢)

(٥٤)

ڪانڌَ ٻِيُنِ ڪيتِرا، مُون وَرُ وَڏي جُوءِ،
لوڪَ نہ آڇي اُوءِ، جي ڏِسي عَيبَ اَڪيُنِ سين.

(ڏهر، ٣ ـ ٤)

(٥٥)

ڪانڌَ ٻِيُنِ ڪيتِرا، مُون وَرُ وَڏي ذاتِ،
لوڪَ نہ آڇي واتِ، جي ڏِسي ڏوهَ اَڪيُنِ سين.

(ڏهر، ٣ ـ ٦)

(٥٦)

ڪانڌَ ٻِيُنِ ڪيتِرا، مُون وَرُ وَڏي ڪاندِ،
پاٽا ڍَڪي پاندِ، جي ڏِسي ڏوهَ اَڪيُنِ سين.

(ڏهر، ٣ ـ ٥)

(٥٧)

ڪانڌَ ٻِيُنِ ڪيتِرا، مُون وَرُ وَڏي وَٿُ،
مَٿان ڏيئي هَٿُ، جَنهِن عَيبَ مُنهنجا ڍَڪِيا.

(ڏهر، ٣ ـ ٣)

(٥٨)

ڪانڌَ تُنهنجي پاندَ ريَ، سَنجهي سِيءَ مَران،
ڪامِلَ! ڪَپاهُنِ ۾، پيئي نارَ نَران،
تاريءَ تو ٺران، جِنَّن وَرُ وِهاٽِيءَ وارئين.

(سارنگ، ٣ ـ ١١)

(٥٩)

ڪانڌَ! تُنهنجي پاندَ ريَ، سِيءَ مَران سَڀِ راتِ،
ڪامِلَ! ڪَپاهُنِ ۾، جَهپَ نہ اَڇي جهاتِ،
اَڇين جي پِرياتِ، نہ آئُون سِيُّ نہ سارِيان.

(سارنگ، ٣ ـ ١٢)

(٦٠)

”ڪانڌ! ڪلارين ڪپڙين، وَرَ! وَناهيو آءُ،
جت سانگين جي سَٽَ وَهي، اُتِ وِڪَ وَڌندي پاءِ،
تان تان پيُو مَ پاءِ، جان جان نوڏين نہ چڙهين.“

(ڪيڏارو، ٣ ـــ ١٠)

(٦١)

ڪانڌ! مَ وِڪڻُ ڪُنڌيُون، ڏنُ سيوئي ڏارِ،
اَيريُون، سَيريُون پانهنجُون، سَسيُون، سَپِ سَنيارِ،
بَنَ چڏي، چَنَ پَئي، وَجي وَلهارَن وارِ،
تہ اَچي اَگِيَا بهارِ، سَرلا ڪَندي سَڏڙا.

(سارنگ، ا ـــ ٣١)

(٦٢)

ڪانڌُ نہ ڪَنديَس ڪو بيو، ڪَتيرو ئي خوبُ،
ميروئِي محبُوبُ، اَسان مارُو مَنَ ۾.

(مارئي، ابيات متفرقہ ـــ ١٥)

(٦٣)

ڪانڌي ڪَنگَ ٽياس، وَهَڻُ جَنازو سُهٽي،
بَگها جي بيٺِن جا، ڪُلها تن ڏناسِ،
اَڪِين مَلڪَ ڏِناس، توءِ مَنَ ڪانُو ميهارَ ڏي.

(سهڻي، ٧ ـــ ٣)

(٦٤)

ڪاندين، ٽاندين، بابُرين، پَچان مَرُ پيئِي!
جيرا، جِگَرَ، بُڪيُون، سيخُن ۾ ٽيئي!
ويَجنئُون ويئِي، ٽي وَهيٽي سَجٽين!

(يمن ڪلياڻ، ٣ ـــ ٣)

(٦٥)

ڪانگَلَ! نيئي ڪانگ، مُنهنجي ڏي مَحبُوبَ کي،
”لالَنَ! لايئي ڏينهَڙا، ڪَنهن سَٽائي سانگَ،
آوان رِءَ اَڙانگَ، وينِي وِرِهَ وسائيان“

(پورب، ا ـــ ٢٤)

(٦٦)

ڪانگَلَ تُنهنجيءَ چانگَ، جَڏو جيُ جِئاريو،
مَٽان لامُنِ لَتَ ڏيو، بولئين سِرِ ٻيلانگَ،
اُڏرُ مَٽان ڦانگَ، تہ گهرِ آوَنِ سُپرين.

(پورب، ا ـــ ٢٣)

(٦٧)

ڪانگَلَ! سي ئِي ڪوٺِ، پرين جي پَرَڏيهِ ويا،
جنين رِءَ جهانَ ۾، اَڪَرَيُن اروٺِ،
اَللهَ لَڳِ، لَطيفُ چئي، ڪَج ڳاراچو ڳوٺِ،
جي ڏمَريا ڪَنهِن ڏوٺِ، سي اُڏامِي آڻ پرين.

(پورب، ا ـــ ٧)

(٦٨)

ڪانگَلَ قَريبَن جا! اَچي وائِيءَ وَڻُ،
تو ۾ بُوءِ بَهارَ جي، مُشڪَ ڪَتُوريءَ مَڻُ،
اَچي عَجيبَن جو، اورانگهج اَگڻُ،
توکي پَسِي تَڻُ، سُوَرنِئان صافُ ٿِئي.

(پورب، ا ـــ ١٩)

(٦٩)

ڪانگَلَ! ڪوهُ ٽيوءِ، پيو آهين پَٽَ ۾؟
اَڳِي اُسَ تَڙڪو نہ سَهين، اَڄُ سارو ڏينهُن سَنوءِ،
پَسي حالُ سَندوءِ، ڪانگَنِ ڪانگورو ڪيو.

(پورب، ا ـــ ٢١)

(٧٠)

ڪايو ڪَمايوم، موتي مون نہ وَٽِجِيا!
سِيهي جو سَيَدُ چئي، وَڪَرُ وِهايوم!
هِهڙو حالُ سندوم، توهَ تنهنجي اُبهان!

(سريراڳ، ا ـــ ٧)

(۷۱)

ڪُتا ڪِينَئي ڪيچَ جا، سَندا جي پُنهونءَ
اَگهين هُوندَ اَسُونهَن! جي جانارَن يادِ پَئين.

(معذوري، ۱ - ۲)

(۷۲)

ڪَتِن ڪَرَ موڙِيا، تيڙوُ اُيا تيئي،
راڻو راتِ نہ آئيو، ويلَ ٿَري ويئي،
ڪوءِ سا ڪاٽي راتڙِي! پِريُن رِيَ پيئي،
مُون کي ڏَنءُ ڏيئِي، وَڃِي ڍولو ڍَٽِ قَرارِيو.

(مومل راڻو، ۴ ـ ۵)

(۷۳)

ڪَتَنَ جي ڪانہ ڪَرِين، سُتي ساهين هَڏُ،
صُباحَ اِيندءِ اوچتي، عيدَ اُگهاڙَن گَڏُ،
جتِ سَرَتيُون ڪَندءِ سَڏُ، اُتِ سِڪَندينءَ سينگارَ کي.

(ڪاپائتي ۱ ـ ٦)

(۷۴)

ڪُتو جي ڪانءُ، پِريان سَندي پارَ جو،
اُنهين مَٿان آنءُ، ڪوڙين قُرباني ٿِيان.

(پورب، ۱ ـ ۲۸)

(۷۵)

ڪُتو چئي قَريبَ جا، آهيُون ساڏ سَهي،
پَهرين باتِ بَهي، پُڇُون پوءِ پانڌِيُن کي.

(معذوري، ۱ ـ ٦)

(۷٦)

ڪُتو طالبُ ڍوُنڍَ جو، اَسِين ڪُتي ڪِيڙَ،
ڇهِتِي آهي ڇِيڙَ، ڪارايِي جي ڪَنَ ۾.

(معذوري، ۱ ـ ۸)

(۷۷)

ڪُتو ڪُرتِي هَڏِيُون، جوانَمرِدُ جِگرِ ڪاءِ،
'اَلدُّنيَا جِيفَةٌ وَطُلَّا بِهَا كِلَابُ'، اِيَ هِنئِين سين لاءِ.

(معذوري، ۱ ـ ۹)

(۷۸)

ڪَتي ڪَتي ڪالهہَ، اَڄُ نہ آتَڻِ آئيُون،
اَرتَ اُڪِلي مالهہَ، پُوري ويئيُون نِجُهرا.

(ڪاپائتي، ۱ ـ ۲٦)

(۷۹)

ڪتي مَتي آئيُون، ڪَري تَندُ تَيارُ،
اُٿَلَ اوڏانهين ٿِئي، جيڏانهَن پرينءَ پارُ،
ڪاپائِتيءَ قَرارُ، مَنجهان پُوٽيءَ آئيو.

(ڪاپائتي، ۱ ـ ۲۸)

(۸۰)

ڪِٿي ٿيو ميهارُ؟ ڪِٿي ٿو گهندُ گُڙي؟
ڪِٿي دوُنهي دوستَ جِي؟ ڪِٿي پَريون پارُ؟
جُهُ مُون سَپ چِمارَ، جَرَ ۾ جهوتُون ڏنيون.

(سهڻي، ۴ ـ ۱۱)

(۸۱)

ڪَتارو ۽ ڪوسُ، اَگَڻ آريءَ جامَ جي،
دِيتَ آهي دوسُ، مارَڳَ ۾ مُيِن جِي.

(سسئي آبري، ۱۱ ـ ٦)

(۸۲)

ڪَٿُ ڪڙهي، لوه ٻري، ڏُوڏا جت ڏڳِن!
مترڪن مُنهن ڪڍيا، سانڊاٽيون سَڪِن،
اَچ پڻ آڳڙين، ميڙو آهي مَچ تي!

(يمن ڪلياڻ، ۳ ـ ۲٦)

(٨٣)

ڪُنِيسِ ڪُويجَنِ، تَنَ طبيبَ نہ گڏيا،
ڏيئِي ڏنيَ ڏڏَنِ، پاٽان ڏِيلُ ڏڪوئيو.

(يمن ڪلياڻ، ٢ ـ ١٦)

(٨٤)

ڪُپيرِيان پَري تِيا، اَبُڏي ٻُڏاڻُون،
اُنِين ڪي آئُون، هِنئَر ڏِسي آئِيو.

(ڪاهوڙي، ٣ ـ ٥)

(٨٥)

ڪُپيرِيءَ ۾ پيرُ، ڪَنهين پاتو پيرِيين،
جيان مُنجهڻ ماڙُهِئين، سَجَڻَ تيان ئِي سيرُ،
اَنَ پيُون سَندو پيرُ، ڪوڙِنِ مَنجهان ڪو لَهي.

(ڪاهوڙي، ٣ ـ ٤)

(٨٦)

ڪجي پَنڌُ، پُڇان تو، ڪيچِيُنِ ڪارَڻِ ڪيئن؟
بيخود هَلِج ٻَرَ ۾، آئُونَ تو چوان اِيئن،
سِڪَڻُ ساجَنَ سِيئَن، مَتان، مُنِي! ڇَڏِيئَن.

(سسئي آبري، ٣ ـ ١٦)

(٨٧)

ڪَجي جِتَن ڪيچِيُنِ لَءِ، سو تان ڪِينَ ڪَيوءِ،
وِيجها ئي وِڏوءِ، وِڪَ نہ ڪَنيَءِ هيڪِڙي.

(حسيني، ١٠ ـ ٢٩)

(٨٨)

ڪُجاڙيا ڪاهي، شُتَر اُن سِينگارِيا؟
ڦَلِيُون، ٿَوُنرَ، هَلَوِيُون، وِيا چيرِيُون چِمڪائي،
لَنگهِيا لَڪَ، لَطِيفُ چئي، وِيا ڪَرهَلَ ڪُڏائي،
ٻانپِڙِ ڪي ٻَروچَ جو، آسرو آهي،
واڳُون وَرائي، ڦيرِينِ مانَ فَقِيرِ تي!

(ديسي، ٧ ـ ٢)

(٨٩)

ڪَڄُ ڪَمايوم ڪُوڙُ، پَڳُمِ عَهدَ اللّٰہ جا!
پِڇرو جو پاپِن جو، سو چوٽيءَ تائين چوُرُ!
معلومُ آتيئي مُوڙُ، ڳُوڙها! اِنهيءَ ڳالھ جو.

(سريراڳ، ١ ـ ٨)

(٩٠)

ڪَڇو، تان ڪوهُ؟ پَڪو نَظَرُ پِريُنِ جو،
ساهَڙُ منهنجو سُپِرين، ڏَمَ ڏَنيئِي ڏوهُ،
جي ڇِتو جي ڇوهُ، تہ پُورِيندِيَسِ پارِ مَٽي.

(سهڻي، ٨ ـ ١٢)

(٩١)

ڪَچو ڪان ڪُنيارَ، اوڳِي! ڳِنيو اُٿئين،
ڪِ تو ڪَنين نہ سُئي؟ پيلي تي پُلڪارَ،
لوڙِهيا لَڪَ، لَطِيفُ چئي، ڪوڙِيينِ ڪارُونيارَ،
اُڪارِئين، آڏارَ! آران آڪي وارِئين.

(سهڻي، ٨ ـ ٦)

(٩٢)

ڪَچي ساڻُ ڪَهي، پَڪو پُڇي نہ سُهڻِي،
لَنگهيو لُڙُ، لَطِيفُ چئي، وَچارَنِ وَهي،
سا ڪِئن نِينهَن نَهي؟ جنهن ڪي نِينهَن نَڏو ڪٽِي.

(سهڻي، ٨ ـ ٧)

(٩٣)

ڪَچِي ڪاني ڪانهَن، ٻُڏا ڪَڏِي بارِ مان،
يا لنگهائي، لَطِيفُ چئي، يا ڏُريان ڪري دانهَن،
ڪَماحَقَہٗ ڪَڪِنِ جِي، آهي ڳالھ آڳانہَ،
يا ٻُڏِنِ ڏِينِ ٻانهَن، ناتَ ساٿِنِ وِچِنِ سِيرَ ۾.

(سهڻي، ٨ ـ ٢)

(٩٤)

ڪَچي ڪَٺُ نہ جهليو، پيلو پيو پَچي،
ماهِيَتَ مَلَڪَ اَلِمَوتَ جي، مَنجِهہ وُجُود وَڃي،
ساهَڙَ ڪي سَڃي، آڪي جي اَحوالَ جي.

(سهڻي، ٨ ـ ١٦)

(٩٥)

ڪَچي ڪَٺُ نہ جهليو، پيلو پيو پُري،
سارَ چِڙِيائِين سِيرَ ۾، ٻانهُنِ ڪان ٻُري،
لَٿي لَهرِيُون ويئِيُون، چوڏاري چُري،
هِنئَڙي منجهہ هُري، ماهِيَتَ مَلَڪَ اَلموتَ جي.

(سهڻي، ٨ ـ ١٥)

(٩٦)

ڪَچي ڪَٺُ نہ جَهليو، پيلو سَهي نہ پَرُ،
هَٿين، پيرين، آڱُرين، ٻانهُنِ چِڙيو ٻَرُ،
ساهَڙَ! سِگهو وَرُ، پِيَيسِ مُنهن مَهرانَ جي.

(سهڻي، ٨ ـ ١٧)

(٩٧)

ڪَچي ڪاچوٽي، نانگَنِ ٻَڌِي نينهَن جي،
جهڙا آيا جَڳَ ۾، تَهڙا وِيا موٽِي،
اُنين جي چوٽِي، پُوَرَبِ تِيندِي پَڌِري.

(رامڪلي، ٩ ـ ٦)

(٩٨)

ڪَڏهن تان ٻاجهہ پَئِي، ساڄَنَ! مَنجُ سَلامُ،
سِڪَ تُنهنجِيءَ، سُپِرين! ڪَيو تَنُ تَمامُ،
هَٿين هاجَ وَهُ تِي، نيٽين نِنڊَ حَرامُ،
دوسَ! نہ سَهان دامُ، تُون وِندُرِ تو ويلا ڪَرين!

(ديسي، ٧ ـ ٦)

(٩٩)

ڪَڏهِن پَئِجي ڪَنُ، ڪَڏهِن تِيجي واٽُ،
ڪَڏهِن تِيجي ڪاٽُ، ڪَڏهِن تِيجي ٻَڪِرو.

(سسئي آبري، ١١ ـ ٥)

(١٠٠)

ڪَڏهِن طاقيُون ڏِين، ڪَڏهِن ڪُلَن دَرَ دوستَن جا،
ڪَڏهِن اَچان، اَچَڻُ نہ لَهان، ڪَڏهِن ڪوٺيو نيِن،
ڪَڏهِن سِڪان سَڏُ ڪي، ڪَڏهِن ڳُجهاندَرَ ڳَرهَين،
اَهڙا ئي آهِين، صاحِبَ مُنهنجا سُپِرين.

(ٻروو سنڌي، ١ ـ ١٨)

(١٠١)

ڪَڏهن ڪَڏهن، جيڏِيُون! ڪو پَہُ اَچيو پوءِ،
سو پڻ ساڙو هوءِ، هِيُ جو ساهُ سَرِيرَ ۾.

(حسيني، ١٠ ـ ٢٨)

(١٠٢)

ڪَڏهِن ڪونہ ٿِيوم، آثارو تَنهن عِشقَ جو،
مَحبُوبَنِ مِنٿُون ڪَري، سڪَڻُ سيکارِيوم،
تِهان پوءِ ٿِيومِ، پَسَڻُ سُپيرِيُنِ جو.

(ٻروو سنڌي، ١ ـ ٢٢)

(١٠٣)

ڪَڏهِين مَڙهہ مُقامَ ۾، ڪَڏهِين ڳاڙهو گهوٽُ،
سَندو واريءَ ڪوٽُ، اَڏيو اَڏِبو ڪيترو؟

(ڏهر، ٤ ـ ٥٢)

(١٠٤)

ڪَڏِ پُنهونءَ ڏي ڪاهي، ڇاتيءَ رُوحُ ڇَريو ڪيو،
اُتي ويني اوڏهين، سُتي پڻ ساهي،
اَلعِشقُ حِجابٌ بَينَ اَلعاشِقِ وَاَلمَعشُوقِ، لاشَڪُ تِيُ لاهي،
آرياڻي آهي: پيو سَرَتِيُون! سُڃي ڪِينَ ڪي.

(سسئي آبري، ٥ ـ ١٧)

(۱۰۵)

ڪديا جي ڪُلالَ، سي پَسِي خالَ خوش ٿئي،
پاٺِيءَ چِٺَ پُسائيا، ڏاءَ نہ جهلي ڏمالَ،
سُپَڪَ پانيا سُهٽِيءَ، جوڀَنَ جي جمالَ،
آڪي جا اَحوالَ، مَعلُمُ ٿيا مهرانَ ۾.

(سهڻي، ۸ ـ ۱۱)

(۱۰۶)

ڪَڍِي. ڪانگا! تو ڏِيان هنئون ساڻُ هَٿن،
وَڃي ڪاءِ وِلاتِ ۾، آڳيان عَجيبَن،
پِرين مانَ چوَن، تہ هِئَن قُربانُ ڪيرَ ٿِئي.

(پورب، ۱ ـ ۱۲)

(۱۰۷)

ڪَڍِي گهَلِ گهران، صُلحُ ڪَر سُلطانَ سين،
تہ تُون تَنهن دَران، ڏِيهاڻي ڏانُ لَهين.

(بلاول، ۱ ـ ۲)

(۱۰۸)

ڪَراڻِن ڪَڙُورِ جا، چوُڙا ڪوڙا جَنِ،
سو مَرڪُ مارُوُئَڙَنِ، جِئان لوڪَ لَڄَ ٿئي.

(مارئي، ۳ ـ ۹)

(۱۰۹)

ڪَربَلا جي پِڙَ ۾، خيما ڪوڙِيائُون،
جهيڙو يَزِيدَ سامُهون، جُنبي جوڙِيائُون،
مُنهَن نہ موڙِيائُون، پَسِي تاءُ تَرارِ جو.

(ڪيڏارو، ۲ ـ ۴)

(۱۱۰)

ڪَربَلا ڪَڪوري، دُلدُل رَتا پيرَ،
سَٿُون ڏِيندي شيرَ، مَٿان سَڄُ مُرڪيو.

(ڪيڏارو، ۵ ـ ۱۱)

(۱۱۱)

ڪَربَلا ۾ ڪُوڪَ، ساڄُهر شَهزادَنِ جي،
عالَمَ جا مَلُوڪَ، رُڪَ روهي جهَلِيا.

(ڪيڏارو، ۴ ـ ۱۱)

(۱۱۲)

ڪَرڙا ڏُونگر ڪَہ گهٽِي، جِتِ بَرپَٽَ، سُڄَنَ بيرانُ،
ڏاهَنِ ڏاهَپَ وِسرِي، ٿِيا حَرِيفَ ٿِي حَيرانُ،
سَسُئيءَ لَنگهيو، سَيّدُ چئي، مُحَبّتَ سين مَيدانُ،
جنهنجو آرِياڻي اَڳُوانُ، تَنهن کي ڪانهي باڪَ بَهيرَ ۾.

(ديسي، ۲ ـ ۸)

(۱۱۳)

ڪَرڙا ڏُونگر، ڪَہ گهَٽِي، جِتِ جَبَلَ گُونا گُونِ،
ليڙَن جوُن، لَطِيفُ چئي، تَنگِ تَنوارُون پُونِ،
جن ڏِٺو پيرُ پُنهونءَ جو، سي نہ ڪي رُون نہ چُونِ،
هُوندَنِ مَٿي هُونِ، لاڳاپا هِنَ لوڪَ جا.

(ديسي، ۲ ـ ۱۰)

(۱۱۴)

ڪَرڙا ڏُونگر، ڪَہ گهَٽِي، جِتِ رِڻُ، تَتو رائو،
تِتَرُ ٿئي مَ تن ڪي، ڏُونگرَ ۾ ڏائو،
جَڏهن جامُ پُنهون جائو، تَڏهن ٿي وَسَ وَٽِڪارَ ۾.

(ديسي، ۲ ـ ۱۳)

(۱۱۵) •

ڪَرڙا ڏُونگرَ، ڪَہ گهٽِي، جِتِ ماٿِرِ مَٿاهِين،
سُڄَنِ ٿا، سَيّدُ چئي، اُتِ مِرُون مَهائِين،
تُون، آرِياڻي! آهِين، مَنهن مَعذُورِنِ جي.

(ديسي، ۲ ـ ۱۱)

(۱۱۶)

ڪَرڙا ڏُونگر، ڪَهَ گهٽِي، جِتِ مينهَن وَسَنِ ماڪُون،
سُڄَڻِ ٿِيُون، سَيَّدُ چئي، هاڙهي جُون هاڪُون،
جِتِ اَنڌيُون اوطاقُون، تِتِ ڪاهي رَسِج، ڪارِٽِي!
(ديسي، ٦ - ١۴)

(۱۱۷)

ڪَرڙا ڏُونگرَ ! ڪَهَ گهٽِي، جِتِ واڻُن تي واري،
آڏا لَڪَ، لَطِيفُ چئي، بَرَ سُڄَڻِ باري،
جا مَنزِلِ ماري، سا، قادِرَ! ڪيچ رَساٽِئين!
(ديسي، ٦ - ٩)

(۱۱۸)

ڪَرڙا ڏُونگرَ، ڪَهَ گهٽِي، جِتِ وِيا روڏا رِنگائي،
ساگاپي سيڻَنِ جي، تِي وِنڌُرِ واجهائي،
رَهيَسِ رَسُ، لَطِيفُ چئي: تنهن ڪَمِيٽِيءَ ڪاهي،
آرِياڻِي آهي، مَنَهن مَعذُورِنِ جِي.
(ديسي، ٦ - ١٢)

(۱۱۹)

ڪَرِ طَرِيقَتَ تَڪيو، شَرِيعَتَ سُڃاڻُ،
هنئَون حَقِيقَتَ هير تُون، ماڳُ مَعرفَتَ ڄاڻُ،
هوءِ ثابُوتِيءَ ساڻُ، تہ پُسَّان پالهو رَهين.
(آسا، ۴ - ۴٠)

(۱۲۰)

ڪَرِ ڪا ويهي ڳالهِہ، ڪَنڌا! ڍورَ ڏٽِيُنِ جي،
هِهڙِي اَڄُ حالَ، ڏُکِيا ڏِينهَن گُذارِئين!
(ڏهر، ١ - ٢)

(۱۲۱)

ڪَرِ ڪو پيرو ڪانڌَ! مُون نماڻِيءَ جي نِجُهري،
پرِيَنِ! تُنهنجي پاندَ، ڍولا! ڍَڪي آهيان.
(ڏهر، ٣ - ١)

(۱۲۲)

ڪَرِ ڪو واڪو وَسُ، وهُ مَ مُنڌَ پَنهِيورَ ۾،
چِڙهي ڏاڍِين ڏُونگرين، پيرُ پُنهونءَ جو پَسُ،
ڏورَڻَ مَنجهان ڏَسُ، پَوَندءِ هوتَ پُنهونءَ جو.
(سسئي آبري، ٨ - ١٥)

(۱۲۳)

ڪَر ڪي ڳالَهڙِيُون، ڪَنڌا! ڍورَ ڏٽِيُنِ جُون،
ڪِئَن سي راتَڙِيُون، ڪِنهن پَرِ ڏِينهَن گُذارِئين؟
(ڏهر، ١ - ١)

(۱۲۴)

ڪَرَ ڪَنيو ڪانگُ لَنئي، مُنيءَ تي مَضبُوطُ،
آٽِيو ڏي آتَڻَ ۾، سَنيِها ثابُوتُ،
ڪانگَلَ! آڻُون قُوتُ، پيغامَ پرِيَنِ جا.
(پورب، ١ - ١٠)

(۱۲۵)

ڪَرڳَلَ ڪوچَ ڪُنَ گهٽا، جِتِ جَرَ واڳُو جِٽائِين،
پاڻُ اُڇلي آبَ ۾، وَهَ سِرِ وِڌائِين،
لَهريُون لَنگهِيائِين، لُطفَ ساڻُ، لَطِيفُ چئي.
(سهڻي، ٢ - ١)

(۱۲۶)

ڪَرڳَلَ ڪوچَ ڪُنَ گهٽا، جِتِ ڏڙڪو مَنجهہ دَرياهَ،
اَچِيو اُتاهِين گهڙِي، سانگو ڪري نہ ساهَ،
ساهَڙَ جي صَلاحَ، پارِ لَنگهِيايَسِ پاڃهہ سين.
(سهڻي، ٢ - ٢)

(۱۲۷)

ڪَرَها! توکي ڪامَ، مون سچو پَسي سَڃي،
مانَ پروڙي مامَ، ساگاهي سَنئِينءَ وَهِين.
(ڪنيات، ٢ - ٣٣)

(١٢٨)

ڪَرَها! ڪارَڻِ ڪاهَ، توکي ڏٿِيَنِ ڏارِيو،
ساري ڏيج، سَيَّدُ چئي، لُڏاٽي تان لاهَ،
مُقابِلو مُومَلِ سين، ٽِيندو سَنجِهه صُباحَ،
سوڍي جيءَ صَلاحَ، ڪَئُنرَ چَرَندين ڪاڪِ جا.

(مومل راڻو، ٢ ـ ١١)

(١٢٩)

ڪَرَها! ڪاڪِ چَڙهي، وَنءُ وَٽاڻُون نِڪري،
لُڏُوٽِيان، لَطِيفُ چَئي، آيو ڪونهَ وَري،
گهٽا اِتِ گهِڙي، وَڳَ وِساري هَلِيا.

(مومل راڻو، ٢ ـ ١٤)

(١٣٠)

ڪَرَها! ڪُرُ سجاڻُ، پِيَڪو ۽ پانهنجو،
اَصلِ آهي اوهان جو، ناليرو نِڏاڻُ،
ڪَرَها! اَسان ساڻُ، ڪي چانگا! ڪج چڱائيون.

(ڪنيات، ٢ ـ ١٧)

(١٣١)

ڪَرَها! ڪَسَرَ ڇڏ، وِڪَ وڌندي پاءِ،
منهنجو هلڻ اُتهين، جتي جانِبَ جاءِ،
توکي چَندَنُ چارِيان، پيو وَڳُ، لاٽِي ڪاءِ،
اِئين اَنَ! اُناءِ، جيئن هوندِيءَ رات هُتِ مڙُون.

(ڪنيات، ٢ ـ ١٥)

(١٣٢)

ڪَرَها! ڪَسَرَ ڇڏ، وِڪُون وجهه وڌنديُون،
هيڪَرَ حبيبن سان، مون کي نيئي گڏ،
مَڇُڻ پونئي هَڏِ، آهُون اُڪَنڊِين جُون.

(ڪنيات، ٢ ـ ١٤)

(١٣٣)

ڪَرَهو ڪَمِيٽِيءَ تي، سوڍا! وارِ سُڃاڻ!
ڪُهُ ڪَرِيان ڪاڪِ ڪي؟ تَنَ توهِينِ ڏي تاڻَ،
لاهي غَيرَ گُماڻَ، اَڱڻِ آءُ اُڪَنڊِيين.

(مومل راڻو، ٦ ـ ٣)

(١٣٤)

ڪَرَهو نہ ڪيڪاڻُ، پيرين آئُون نہ پُڄٽي،
جو مون رات رَساٽي، نيئِي ساجَنَ ساڻُ،
مون نہ وَهيٽو پاڻُ! ويئِي نيڻَ نچوئيان.

(ڪنيات، ٢ ـ ١٣)

(١٣٥)

ڪَرهَي ڪي ڪئين، وِڏمِ پئد پَلَنَّ جا،
ليڙو لاٽِيءَ ڪي چَري، نِيرَ ساڻ نَئين،
چانگي سَنڌي چِتَ ۾، صاحبَ وجهه سَئين،
اوباهيوس اَئين! لُطفَ ساڻُ لطيفُ چئي.

(ڪنيات، ٢ ـ ٣٢)

(١٣٦)

ڪَري آسَ اَپارَ، پارِيءَ جهلِيو نہ رَهي،
پيلي ۽ گِرنارَ، اُنو گنگا جَرُ جڪرو.

(بلاول، ٤ ـ ١٤)

(١٣٧)

ڪَري، ڪانگَ! ڪُرنشُون، پيرين پِرينءَ پَئيج،
آئُون جو ڏِينَئي سَنيهو، وڃ مَ وساريج،
اَلله لَڳِ، لَطِيفُ چئي، ڳُجهو ڳالِهائيج،
چُئان تِئَن چَئيج، تہ ڪِنياتا! خوشِ هُئين.

(پورب، ١ ـ ١)

(١٣٨)

ڪَري موٽَ مينڊِرو، جي لُڏُوٽِيان لالُ،
گهرُ مِڙوئي گهورِيان، هُوندَ پنهنجو حالُ،

رائي ڏاران راڄ ۾، مُون نہ گھرجي مالُ،
سوڍي کي سُوالُ، ڪَريان تي قُربَ جو.
(مومل راڻو، ٦ ـ ٧)

(۱۳۹)

ڪَريو مُهاڙِ مَلِيرَ ڏي، اُپِيائي آهي،
جا مَتي ڏِنِيَسِ مارُئين، سا لوئي نہ لاهي،
سُومِرا! ساهي، سَتيءَ وِجُهہ مَ سَنگھرُون.
(مارئي، ۴ ـ ۹)

(۱۴۰)

ڪَريو مُهاڙِ مَليرَ ڏي، روءِ اُپِي چوءِ:
"سُهجُ سُورِي پانئِيان، سُومِرا! سَندوءِ،
مِلڪَ مارُوءَ جي آهِيان، جورِ نہ ٿِيان جوءِ،
سو قَلبُ کوٽِ نہ هوءِ، جو هُتيجَنِ هَٿَ ڪِيو."
(مارئي، ۴ ـ ۸)

(۱۴۱)

ڪَڙِ ڪَڙِ، ڪُنَ! مَ وَڄُ، پانڌي پوڙَ مَ پارِ ۾،
مون تي جا ميهارَ جي، سا ڪيئَن ڏُٺان ڏڄُ؟
توءِ گِھڙَنديسِ اَڄُ، جي اُبَتا آرَ ڪَرئين.
(سهڻي، ۳ ـ ۲۱)

(۱۴۲)

ڪَڙو مَنجِهہ ڪَڙي، جيئَن لُهارَ لِپيٽِيو،
مُنهنجو جِيُ جَڙي، سُپِيريان سوگھو ڪِيو.
(ٻروو سنڌي، ۲ ـ ۵)

(۱۴۳)

ڪَڙِهُ پڻ ڪيچَ ڏٽِيِن لَءِ، ڪَڙِ پڻ پيرَ سَندانِ،
اِنهيءَ پَرِ اُتانِ، پَوندِينءَ، مُنڌ! پهاڙَ ۾.
(سسئي آبري، ۷ ـ ۱۲)

(۱۴۴)

ڪَڙهي ۾ ڪَڙي، پَرِ ۾ پيرُ پُنهونءَ جو،
سِڪَ پَڌائين سَندرو، جانبَ لَءِ جَڙي،
لَڪَنِ سِرِ، لَطِيفُ چئي، مُنڌَ جهيڙي ۾ جهڙي،
پَٽيءَ تان نہ پَڙي، جي عُمرِ سَبِ اِئن ڪَري.
(سسئي آبري، ۷ ـ ۱۰)

(۱۴۵)

ڪَسَرَ چِڏَ ڪنواٽ! وِکُون وجهہ وڏنديُون،
سَنئين سُپِيرِينِ جِيِ، وِنگي پانءِ مَ واٽَ،
چِڏَ جهوري، ڏي جهاٽَ، تہ هونديءَ راتِ هُتِ مِڙُون.
(ڪنڀات، ۲ ـ ١٦)

(۱۴٦)

ڪُسَرَ ڪَنگَنِ قَبَرُون، سُسَرِ ساڱاهيچ،
هَنجَ! هِتيجي ڳالَهڙي، ٻَگھنِ مَ ٻوليچ،
ماٺي، ٽُون مُڙيچ، چَڄ مَ ڪَنهين ڇُهنجَ سين.
(ڪاراڻل، ۱ ـ ۱۵)

(۱۴۷)

ڪَشي چيلهہ ڪَشا، ڏِيلَ ڪَيائُون ڏُٻرا،
لاهُوتي لَطِيفُ چَئي، تَنَ کي ڏِيَنِ تَسا،
ڳُرُوءَ جي ڳسا، پاسي ڪَنِ نہ پاڻَ کي.
(رامڪلي، ۷ ـ ۱۱)

(۱۴۸)

ڪَشي ساڻُ ڪَشَنِ، ڏِيلَ ڪَيائُون ڏُٻرا،
پيٽ نہ ڀيرِيائُون پانهنجا، چوري ساڻُ چَسَنِ،
اَهڙِيءَ راهَ رَسَنِ، ڪاپَڙي ڪابُولَ ڪي.
(رامڪلي، ۷ ـ ۹)

(١٤٩)

ڪَشي ساڻُ ڪَشي، ڏِيلَ ڪَيائُون ڏُبرا،
پيٽُ نہ هيرِيائُون پَنهنجو، چوري ساڻُ چَسي،
ويراڳِيُنِ وَسي، رامُ سَدائين رُوحَ ۾.
(رامڪلي، ٧ _ ١٠)

(١٥٠)

ڪَڪَرُ ڪَيائِينمِ ڪاڪِ جو، ڏيئي لاڙيءَ لڪَ،
هاٿي مَٿي ڏِڪَ، چَڙهيو تي، چاڳَ ڪَريان.
(مومل راڻو، ٨ _ ١٢)

(١٥١)

ڪَڪَرَ مَنجهہ ڪَپارَ، جُهڙُ نيٽَنِئُون نہ لَهي،
اَڄُ مُنهنجي چِتَ ۾، اُنا پِرين اَپارَ،
آءُ، سَجَڻَ! لَهُ سارَ، وِرهَ ويڙهِي آهِيان.
(رِپ، ١ _ ١٦)

(١٥٢)

ڪَڪَرَ مَنجهہ ڪَپارَ، جُهڙُ نيٽَنِئُون نہ لَهي،
جَهڙا مُنهنجا سُپِرين، تَهڙا ميگهہ مَلارَ،
ڪَڻَ اَڪِيُونَ، ڪِلُ يارَ! وَڃَنِ سُورَ سَندا ڪَيو.
(سارنگ، ١ _ ٢١)

(١٥٣)

ڪَڪوري ڪاڪِ وَهي، راڻا! يانءِ مَ رَتُ،
سوڍِا! اِيُ شَربَتُ، نِسورو ئي نِينهَن جو.
(مومل راڻو، ٣ _ ٢٢)

(١٥٤)

ڪِ ڪي ڪَڙِيان پيرَ؟ ڪِ ڪَڙهان ڪيڄَ ڏَٽِيُنِ لَءِ؟
اِيُ ڏُنءُ ڏيئي ڏيرَ، پاٿا پَرانهان وِيا.
(سسئي آبري، ٧ _ ١١)

(١٥٥)

ڪلالنئُون ڪاءِ، مَتِ نہ سڪين مون هِنئان!
روئندي رات وِهاءِ، چِڪائيندي بنِيون!
(يمن ڪلياڻ، ٤ _ ٢٣)

(١٥٦)

ڪُلهي ڦاٽو ڪَنجُرو، مَٿو اُگهاڙو،
پيِنَـرُ! ڪُڄارو، مُنهنجو هِنَ پَنِيورَ ۾؟
(حسيني، ١٢ _ ٤١)

(١٥٧)

ڪِلي ويرَ ڪَنَڪَ ۾، پاڪَرَ جو پائي،
اَچا اَنَ ڪي جِئَنَ جو، آسانگو آهي،
سُورِهُ سو چائي، جو رُڳوئي رِڻِ گهڙي.
(ڪيڏارو، ٥ _ ٤)

(١٥٨)

ڪِلي ويرَ ڪَنَڪَ ۾، سائُو سَپِ نہ هُونِ،
پِڙَ تي سِيئي پُونِ، مونَڻُ جنين ميهڻو.
(ڪيڏارو، ٥ _ ٣)

(١٥٩)

ڪِلي ويرَ ڪَنَڪَ ۾، هَيءِ! جي حَسَنُ هو،
پيڙو پيڙو پَنهنجي پاءُ سين، پَتَنگَ جِئَن پيو،
آهي ڪيرُ پِيو، جو ڪَري هَلان ميرَ حُسينَ تان؟
(ڪيڏارو، ٥ _ ٢)

(١٦٠)

ڪَم قَرابَتَ جن جي، هِتي آيَمِ هيئَن،
رَفاقَتَ راڪَنِ جي، پَهُتِيَسِ، پاهَڙَ سيئَن،
ماڙهُو مُلاحِظو تن جو، ڪيچ نہ ڪندا ڪيئَن؟
ذاتِ نِسورِيائي نِيئَن، پَرَ سَڌَرَ سين سَگَ ٿيو.
(معذوري، ١ _ ١٣)

(۱٦۱)

ڪَميڻيُن هَٿان، ٿِيَن مُور اِئين مَديُون،
تُون ڪَرِ پاڻَ وَڙان، موٽُ، سَباجها سُپرين!

(حسيني، ۱۱ـ ۱٦)

(۱٦۲)

ڪَنُ ٿيُ، ڪيچيُنِ ڪُچيو، ڪُڇُ مَ تا ڪُڇَنِ،
اِشارَتُون اُنِ جون، سُڪُوتان سُڄَنِ،
وَٽان ويهي تَنِ، سُڻُ تہ سوزُ پِرائيين.

(سسئي آبري، ۱۱ ـ ۱)

(۱٦۳)

ڪَنُ ٿيُ، ڪيچيُنِ ڪُچيو، ڪُڇُ مَ، ڪُچياڻُون،
رَهي نہ رَتيءَ جيتري، اُنين وَٽِ 'آڻُون'،
وِڍي وِڌاڻُون، هُو جو وَڻُ 'هُئَنَ' جو.

(سسئي آبري، ۱۱ ـ ۴)

(۱٦۴)

ڪَنجهي ڪِيرتِ ڪينَرو، واڇو وِلاتِي،
هِنئي تَندُ حُضُورَ ۾، تنهن پارِسَ پيراتِي،
ڏِسنديئي ڏِياڄَ ڪي، ظاهِرُ ٿِيو ذاتِي،
ڪَڍي تنهن ڪاتِي، وڌو ڪَرِڻُ ڪَپارَ ۾.

(سورٺ، ۴ ـ ۱۱)

(۱٦۵)

ڪَندَ ڪَٽارو، مُنهن وَٽِي، عادت سنديَنِ اِيَ،
تنين تِڪُون ڏنيون، جُنبي منجهان جِيَ،
سرو تِنِ سَبِيَ، جَنِ حاصلَ ڪيو حال ڪي.

(يمن ڪلياڻ، ۴ ـ ۱۸)

(۱٦٦)

ڪَنڌُ مَ ڦيرج ڪيڏهين، وَنِيو وَڄج راهَ،
اَڄُ ڪِ سَنجهہ صُباحَ، نيئي ڏَريندءِ ڏُوڙِ ۾.

(مومل راڻو، ۵ ـ ۳)

(۱٦۷)

ڪَنڌَنِ ۾ ڪوهُ ڪَرئين؟ گَسَنِ ۾ مَ گُذارِ،
وَڃي وَحدَتَ وِيَ ۾، گُهٽُون ڇڏي گهارِ،
شَرِيعَتَ جو سَرُ لَهي، تَنُ تِيائِين تارِ،
حَقِيقَتَ هَنجَنِ سين، طَرِيقَتَ تَنوارِ،
مَنجهان مَعرفَتَ سين، اَندرُ تُون اُجارِ،
هِدايَتَ جي هُوءِ ۾، ڇُٽِيو تُون چانگارِ،
تہ پاڙهيري اِنَ پارِ، ڪونَ ڏِسين تُون ڪَڏهِين.

(ڪارايل، ۱ ـ ۲۴)

(۱٦۸)

ڪَنڌيءَ اُپِيُون ڪيتريُون، "ساهَڙُ ساهَڙُ" ڪَنِ،
ڪِنين سانگو ساهَ جو، ڪي 'گهوريَس' ڪيو گهڙَنِ،
ساهَڙُ سَندو تَنِ، گهاگهائي گهڙَنِ جي.

(سهڻي، ۱ ـ ۹)

(۱٦۹)

ڪَنڌيءَ جَهليو ڪانهَن، عاشِقُ اُپِيو آهُون ڪري،
تو ڪيئَن پوڙِي سُهڻِي؟ پيلِي! منهنجي پانهَن،
دَرياهَا! توتي دانهَن، ڏِينڌُسِ ڏِينهَن قِيامَ جي.

(سهڻي، ۷ ـ ۷)

(۱۷۰)

ڪَندا! تُون ڪيڏو، جَڏهِن پِريو دُورُو وَهي؟
جَسودَنِ جيڏو، تو ڪو گَڏِيو پَهيڙو؟

(ڏهر، ۱ ـ ٦)

(۱۷۱)

ڪَندا! تو وَٽان، سَچُ ڪِ سيڻَن لَڌيو؟
مَجَرَ تو مَٿان، چَٽِيو پَوَنِ، چُڳا ڪيو!

(ڏهر، ۱ ـ ۳)

(١٧٢)

ڪَندا مُون پيرَن ۾، توٽي لَڪَ لَڳِن،
آگُر، آڱُوني نہ مِڙي، ڇِپُون پيرَ ڇِنَن،
ويندي ڏانهن پِرِيَن، جُتِي جاتِ نہ پائِيان.

(معذوري، ٣ ـ ١٠)

(١٧٣)

ڪَندِ لَنگهيندي ڪاڻ، پِيَمِ پَنوَهارَن سين،
اُتي عَبدُاللّطِيفُ چئِي، رُنو سَڀَ رهاڻ،
هِنَ هيٺائي هاڻِ، مُنهُن مَٿانهون نہ ڪَنان.

(مارئي، ٨ ـ ١٩)

(١٧٤)

ڪُنڊِي ڪَلِيُن وِچ ۾، جَڏهِن هَنئي جَن،
موٽي مُون پِرِيَن، ڪَڍَنَ جي ڪانَ ڪَئي.

(ڏهر، ١ ـ ١٥)

(١٧٥)

ڪُنڊِي ڪَلِيُن وِچَ ۾، جَڏهِن هَنيائُون،
موتِ نہ ماريائُون، ڏورِ ڏيئِي وِيا ڏُکَ جِي.

(ڏهر، ١ ـ ١٦)

(١٧٦)

ڪَنَ ڪَٽَ، ڪاپَٽَ، ڪاپَڙِي، ڪَنَ جي ڪَٽائين،
لاهُوتي، لَطِيفُ چئِي، ماڳُ نہ مَٽائين،
جي خوديءَ کي ڪاٽين، هَلو! تَڪِيا پَسُون تِنِ جا.

(رامڪلي، ٣ ـ ٧)

(١٧٧)

ڪَنَ ڪَٽَ، ڪاپَٽَ، ڪاپَڙِي، ڪَنوٽِيا، ڪَنَ چِيرَ،
سَدا وهَنِ سامُهان، عاشِقَ اُتَرَ هِيرَ،
تَسا ڏيئِي تَنَ کي، ساڙِيائُون سَرِيرَ،
جي فَنا ٿِيا فَقِيرَ، هَلو! تَڪِيا پَسُون تِنِ جا.

(رامڪلي، ٣ ـ ٦)

(١٧٨)

ڪَنَ ڪَٽَ، ڪاپَٽَ، ڪاپَڙِي، ڪَنوٽِيا، ڪَنَ ڍارَ،
هَلَنِ جي هنگلاجَ ڏي، بابُو چِڏي بارَ،
جي ڪِينَ قَبولَڻهارَ، هَلو! تَڪِيا پَسُون تِنِ جا.

(رامڪلي، ٣ ـ ١٠)

(١٧٩)

ڪَنَ ڪَٽَ، ڪاپَٽَ، ڪاپَڙِي، ڪَنوٽِيا، ڪَنَ ڪَٽَ،
دُونهان جِنِ دُکائِيا، هَلي مَٿي هَٽُ،
خاڪِ جِنين جي ڪَٽَ، هَلو! تَڪِيا پَسُون تِنِ جا.

(رامڪلي، ٣ ـ ٨)

(١٨٠)

ڪَنَ ڪَٽَ، ڪاپَٽَ، ڪاپَڙِي، لانگوٽِيا لالَ،
لاهُوتي، لَطِيفُ چئِي، موهِيا ڪَنهن نہ مالَ،
هَهِڙا جِنينِ حالَ، هَلو! تَڪِيا پَسُون تِنِ جا.

(رامڪلي، ٣ ـ ٩)

(١٨١)

ڪَنَ ڪورائي، ڪاپَڙِي، جِندا! ٿِيُ جُوانُ،
ڪاهِ تہ لَڳِيئِي ڪانُ، نانگَنِ هَٽان نِينهَن جو.

(رامڪلي، ٤ ـ ١٩)

(١٨٢)

ڪَنَ ڪورائي، ڪاپَڙِي، جِندا! ٿِيُ مَ جوءِ،
سَرَ سِپاهِيُن وِڪِيا، سوڪَ نہ، سامِي! سوءِ؟
جيڪِي پُڇِين، پُڇُ سو، ڱُنگا نِينَ نہ گوءِ،
وَڃُ، لاهُوتِي! لوءِ، عِجزَ کي آڏو ڪَري.

(رامڪلي، ٤ ـ ١٨)

(١٨٣)

ڪَنَ ڪورائِيين، ڪاپَڙِي! اِيُ زَنانو جوڳُ،
سامِي! سُڃاڻَڻُ تو پِيو، هِڪُ ڏهي، پِيو دوڳُ،
جِنين پانيو قوڳُ، رامَ تِنين کي رِيبِيو.

(رامڪلي، ٤ ـ ٢١)

(١٨٤)

ڪَنهن تَڙ ڏيهائي؟ ڪِٿي اُتَنِ مِينهَڙا؟
مُون وَٽِ مُون پِرِيَنِ جي، ويهي ڪَرِ ولئي،
آئُون آڳِ دِلئي، سَنيهو سُٽي جِئان!
(مارئي، ١١ ـ ٣)

(١٨٥)

ڪَنهن پَرِ رُئان پِرينءَ ڪي؟ اَندَرِ ناهِ اُساتَ،
لوهُوڪا لَڪَنِ ۾، ويري مَٿي واتَ،
ڇِپَرَ ۾ ڇُونچاتَ، ڏِنَمِ ڏُڪوئِنَ جا.
(ڪوهياري، ٦ ـ ٢)

(١٨٦)

ڪَنهن پَرِ رُئان پِرينءَ ڪي؟ پارُ نہ ڇاٽان پَنڌُ،
ڪِيچُنِ ڪارڻ ڪَنڌُ، نايو ٽي، نَعرو هَٽان.
(ڪوهياري، ٦ ـ ٤)

(١٨٧)

ڪَنهن پَرِ رُئان پرينءَ ڪي؟ پارُ نہ ڇاٽان پيرُ،
پَنَٽُ مُون پيڙو ٽيو، سُورَنِ لايو سيرُ،
آريءَ لَءِ اُليرُ، رَقصُ پاڳي رَنَ جي.
(ڪوهياري، ٦ ـ ٥)

(١٨٨)

ڪَنهن پَرِ رُئان پرينءَ ڪي؟ پَچَڻَ ناهِ پَچارَ،
اَندَرِ تِي آهُونَ ڪَريان، ڪاٽِي مَنجهہِ خُمارَ،
گَريي جي گُفتارَ، پِيءَ پَيَتِ پاروچَنِ ۾.
(ڪوهياري، ٦ ـ ٣)

(١٨٩)

ڪَنهن پَرِ رُئان پرينءَ ڪي؟ روئي نہ ڇاٽان،
مَٿي ڪَيو پُٽَان، هَنجُنِ هاٽا هَٽڙا.
(ڪوهياري، ٦ ـ ١)

(١٩٠)

ڪَنهن پَرِ رُئان پِرينءَ ڪي؟ رُئَنُ مُون رِياءُ،
بَـرَنِ مَنجهہ بُڪاءُ، پِيءَ پَيَتِ پُڏُمِ، جيڏِيُون!
(ڪوهياري، ٦ ـ ٦)

(١٩١)

ڪَنهن جَنهن پُورَ پَچائِيا، پَنجين ڏينهن پَـئي،
اَندَرِ آديسِيُنِ ڪي، سُورَنِ شاخَ ڪَئِي،
مُحَبَتَ جي مَيدانَ ۾، لاشَڪُ پِيا لَهِي،
تن ڪي ساري راتِ، سَيَدُ چئي، گُونڌَرَ ساڻُ گَئِي،
ڪَرِيو سيڻَ سَهِي، لِڪا پُٽَنِ لوڪَ ۾.
(رامڪلي، ٢ ـ ٥)

(١٩٢)

ڪنهن جنهن ڏُڪان ڏِي، پاراپا ڪي پانڌِئين،
سُورَ پِريائِين سي، ڳالهہ ڪَيائين جن سين.
(معذوري، ٦ ـ ١٧)

(١٩٣)

ڪَنهن جَنهن سَناسي سُورَ، جي وَتَنِ ۾ وَهلُورَ،
ڀَهَرِ ڀولي ڀي ڦَري، گهٽَ ۾ گهايَلَ گهورَ،
چِٽَ جِنين جا چُورَ، هَلو! تَڪِيا پَسُون تَـنِ جا.
(رامڪلي، ٣ ـ ٢)

(١٩٤)

ڪَنهن جَنهن سَناسي سُورَ، جي وَهلُورُ وَتَنِ،
اَنئي پَهَرَ اَلَکَ جو، ڪو وَڏُ ويراڳِيَنِ،
سَدائِين صاحبِ پَرِ، تا ڪاپَـڙي ڪَنبَنِ،
جي راتو ڏِينهنِ رَمَنِ، هَلو! تَڪِيا پَسُون تَـنِ جا.
(رامڪلي، ٣ ـ ١)

(١٩٥)

ڪَنهن جنهن ڪُنا ڪاتِ، جِئَن سامي مُورُ نہ سَنرا،
ڏِينهان ڏُکي ڏيلَ ۾، سُورُ سَنجائي راتِ،
سَندي جوڳيان ذاتِ، جيجان! هوءِ جَڏائُڙي.
(رامڪلي، ٦ ـ ١)

(١٩٦)

ڪنهن جنهن گهيڙَ گهِڙِي، جِئَن اوتَّڙان تَڙُ تِيوس،
سالمُ ويئي سُهڻي، ڪُنَن ڪِينَ ڪَيوسِ،
اُهسَ اَڪَڙِيَن ۾، پريان جو پيوسِ،
حَقان حَقُ تِيوسِ، هُئي طالبِ حَقَ جي.
(سهڻي، ٣ ـ ٥)

(١٩٧)

ڪنهن جنهن نينهَن نَنڌاهُ، جي مون واجهائيندي نہ وَرو،
جيڪِي مُئي ڪَنداهُ، سو، جانبَ! ڪَريو جِئَري.
(حسيني، ١٠ ـ ٢٣)

(١٩٨)

ڪَنهن ڪَنهن ڪاريءَ ذاتِ ڪي، مورَ بہ مَتائين،
جي چِتُرا چَڪِيا ڪَري، نہ وَڳَ وَرائي ڏِينِ،
ساڻَ سَمُورا نِينِ، جي مَنين پانئي موتِيا.
(ڪارايل، ٢ ـ ٧)

(١٩٩)

ڪَنيزَڪَ ڪيچِيُنِ جي، بانهوتي بانهي؛
سي ڪئَن وَڃَن وسري، جي جيءَ اَندرِ جاني؟
اَڳُنِ اَماني، شالَ ڪيچِيُنِ جي ڪامَ تِئي!
(ڪوهياري، ٣ ـ ١١)

(٢٠٠)

ڪَنيزَڪَ ڪيچِيُنِ جي، بانهي، بانهوتي؛
بِئي باروچي هَٿَ ۾، چَڳِنِ سِرِ چوٽي،
بانيَڻِ ڪي موٽي، پاڻهي پُڇَندو پَبَ ڏٽي.
(ڪوهياري، ٣ ـ ١٠)

(٢٠١)

ڪنين ڪامَڻَ ڪياءِ؟ ڪيئَن پنيولئين؟ ڪَرَها!
اَڪين متي اَڪيا، پڙَ ۾ پيرَ گناءِ!
وَڳَ ڪِ وِسَرياءِ؟ بَدو جئَن گهاٽي وَهين!
(ڪنيات، ٢ ـ ٣٨)

(٢٠٢)

ڪِنين ڪِنين ماڙهين، پيئي ڪَلَ ڪائي،
رَسيا جي رَمزَ ڪي، تن پارِسي پائي،
"الانسانُ سِرّيَ و اَنا سِرُّهُ"، وَرتي اِيَ وائي،
راجا راڳائي، هَردو ئي هيڪُ ٿِيا.
(سورٺ، ٢ ـ ٥)

(٢٠٣)

ڪِنين ڪِنين ماڙهين، گُوندَرُ وڏي وَٿُ،
بَدي گوڏِ گَرٿُ، ساٿو ڪَجي سُورَ جو.
(حسيني، ٦ ـ ٣)

(٢٠٤)

ڪِنين ڪِينَ پرائيو، ڪِيني منجهان ڪِينُ،
جي هوءَ سَٽاٽي سِيڳُ، تہ زَہَ چِني جوڪو ٿئي.
(يمن ڪلياڻ، ٨ ـ ١٨)

(٢٠٥)

ڪُٽڪَنِ ڪانڌُ چِتِ ڪَيو، جُهڙُ پَسيو جهجَنِ،
وَرَ رِءَ وانديُنِ اَڏيا، پَڪا سي مَ پُسَنِ،
اُتَرُ ڊاهي اُنِ جا، تہ ڪَنهن ڪي ڪاروُن ڪَنِ،
وارِثُ وَري تَنِ، اَچي شالَ اولو ڪَري.
(سارنگ، ٢ ـ ٧)

(٢٠٦)

ڪُٽڪَنِ ڪانڌُ چِتِ ڪَيو، جُهڙُ پَسيو جهٽڪَنِ،
سُٽيو رَڙَ رَعدَ جي، ڪَليوُن تِيوُن ڪَنبَنِ،
ڪَليوُن ڪِينَ ڪُڇَنِ، ويچارِيوُن وَرَنِ ريَ.
(سارنگ، ٢ ـ ٨)

(٢٠٧)

ڪونَ قَريبَنِ جو، عينُ تَڙَنُ آهِ،
اِيَ اُلَٽي ڳالهڙي، سڪَ وَرَندي ساهِ،
آسَر هَڏِ مَ لاهِ، چِنَنُ ڳَنڍَنُ اَن جو.

(ڪلياڻ، ٣ ـ ١٨)

(٢٠٨)

ڪونِي ڪُنائُون، اَڄُ پڻ اَڪَڙيُن سين،
ماسُ وراهي هَليا، ڪَرَنگَلُ ڇَڏيائُون،
"وَتَوَاصَوۡا بِالۡحَقِّ وَتَوَاصَوۡا بِالصَّبۡرِ"، اِئين اُتائُون،
مُئي مارِيائون، ڪِلي گهائيو سَڄَڻين.

(ٻروو سنڌي، ١ ـ ١٣)

(٢٠٩)

ڪونِي ڪُهي سُپرين، ڪونِي ڪُهڻَ ساڻُ،
نيزي هينان نينهَنَ جي، پاسي ڪَر مَ پاڻُ،
جُلَ، وِڃائي جانُ، عاشقَ! اَجَلَ سامُهون.

(ڪلياڻ، ٣ ـ ١٧)

(٢١٠)

ڪُپا ڪِلي ڪوڏِيا، راوَتَ ڪِينَ رَهَنِ،
سائِنِ سِرَ فِدا ڪَيا، اَڳِيان اِمامَنِ،
"يُجَاهِدُوۡنَ فِيۡ سَبِيۡلِ اللّٰه"، ڪَمُ اِهوئي ڪَنِ،
حوُرُون هارَ ٻَڌَنِ، سِهرا شَهيدَنِ ڪي.

(ڪيڏارو، ٦ ـ ١٠)

(٢١١)

ڪُپا ڪِلي ڪوڏِيا، سائُو سِلَحدارَ،
هِڪُ پائُرَ، ٻِيا پائِنِيا، ٽِيان جاني جِگَرَ يارَ،
اَرڙَنِ ۾ اِحسانَ سين، سويا ٽِيا سَردارَ،
حُورنِ ٻَڌا هارَ، سِهرا شَهيدَنِ ڪي.

(ڪيڏارو، ٦ ـ ١١)

(٢١٢)

ڪو جو اُنُسِ مِينهُن، آريءَ جي اُڪِيرَ جو،
پاروچاڻو نِينهُن، مَنان ماٺو نہ ٿِئي.

(حسيني، ١١ ـ ٩)

(٢١٣)

ڪو جو آهِسِ ڪوڏُ، پاروچاڻيءَ ذاتَ سين،
جي هُو چوَنِس 'پوڏُ!' تہ جِئُ، سُٽائي جَڳَ ڪي.

(حسيني، ١٢ ـ ٣٢)

(٢١٤)

ڪو جو قَهَرُ ڪَلاچَ ۾، گهڙي سو نِئي،
خَبَرَ ڪونَ ڏِئي، تہ رَڃَ ڪُجاڙي رَندِيا؟

(گهاتو، ١ ـ ٣)

(٢١٥)

ڪو جو ڪامَڻُ مي، آهي اَڪَڙيُن ۾،
تَنُ تَماچِيءَ جامَ جو، نايُون پايو ني،
عِشقُ اِئَن ڪَري، جِئَن جارو جامَ ڪُلهي ڪَيو.

(ڪاموڏ، ٢ ـ ١٣)

(٢١٦)

ڪو جو لَڳِسِ ڪانُ، ڪيچِيُن جي قُربَ جو،
ٽي نِماڻي نِيشانُ، ڇَڏي سانگو ساهَ جو.

(حسيني، ١١ ـ ٦)

(٢١٧)

ڪو جو وَڍِيءَ وَڍُ، جِئَن ونَ وَڍِيائِين وَڍَ سين،
ڏُکُ ڏُکيءَ ڪي ڏِڍُ، جن ڏِني سي ڏُکيا ٿِيا.

(معذوري، ٦ ـ ١٨)

(٢١٨)

ڪو جو وَريو واءُ، جيئَن ٻَرُ ٻانهَن ڇڏيو،
آڳي اِن تَڙاءُ، اونداهيان ئي اُڪِران.

(سهڻي، ٨ ـ ٢٠)

(۲۱۹)

ڪو جو وَهُ ڪاپائِتِيَنِ، ڪَنبِنِ ۽ ڪَتَنِ،
ڪارَنَ سُودَ سَوارِيُون، آتَڻَ مَنجهه اَچَنِ،
اُن جِيءَ سُونَهَنَ، سَيّدُ چئي، صَرافَ ئِي سِڪَنِ،
اَگهِيا سُٽَ سَندَنِ، پائي ترازِيءَ نہ توريا.

(ڪاپائتي، ۱ ـ ۱۸)

(۲۲۰)

ڪوڏِر نہ ڪاتي، جنهن سين تَڪَرُ تاڪِيان،
جيڪو جَبَلُ لَنگهِيان، سو هَيبَتَ جو هاتي،
پِرِيَنِ جا پاتي، سا جَڙَ جيئري نہ لَهي.

(ديسي، ۲ ـ ۷)

(۲۲۱)

ڪو ڏِينهُن آهِئين ڪوٽَ ۾، لوئي هَڏِ مَ لاهِ،
ڪامَڻِ! اَهِجي ڪُرَ جي، آڏِ وَڏائِي آهِ،
هتِ مَ پاڙِج هيڪڙو، پائُر جي پَساهِ،
سَتي! سِيلُ نِباهِ، مَليرِ وينديءَ مارُئِي!

(مارئي، ۱۰ ـ ۵)

(۲۲۲)

ڪو ڏِينهُن ڪِنجُهرَ ڪَنڌِيين، تون تماچي! تَڳُ،
اُوچو تِيومِ اَڳُ، مُون ڪَرُ ملاحَنِ ۾.

(ڪاموڏ، ۲ ـ ۲)

(۲۲۳)

ڪُوڙَ ڪَمايُءِ ڪَچُ، اُتي اورِ اللهَ سين،
ڪَڍُ تون دَغا دل مان، صاحِبَ وٽي سَچُ،
محبتَ سندو مَنَ ۾، ماٽڪا! بارج مَچُ،
اِنَ پَرِ اُتِي اَچُ، تہ سُودو تَئيئِي سَفَرو.

(سريراڳ، ۱ ـ ۹)

(۲۲۴)

ڪُوڙُو تُون ڪُفُرَ سين، ڪافَرُ ۾ ڪوتاءِ،
هندوُ هَڏِ نہ آهِئين، جَٽِيو تو نہ جُڳاءِ،
تِلَڪُ تِنين کي لاءِ، سَچا جي شِرڪَ سين.

(آسا، ۴ ـ ۱۵)

(۲۲۵)

ڪُوڙِي ڪَچ مَ ڪَڍُهين، ڦِڪي يانئج ڦانگَ،
ساري سَناسِيُن جِتَّن، لائِق! رَکِج لانگَ،
تہ چارِئِي چُنِيءَ پاندَ، اوسا ڳِنهِي اُڪرِين.

(آسا، ۴ ـ ۴۱)

(۲۲۶)

ڪوڙين تُنهنجُون ڪامِٽِيُون، تُون ڪوڙِيَن سَندو ڪانڌُ،
مُون ڪي ڇِڏِ مَ داسَڙا! تہ وَڃان نہ وِٽُواندُ،
مُون ڳِڇِيءَ ۾ پاندُ: تو چَنيسَرَ! هَٿَ ۾.

(ليلا چنيسر، ۳ ـ ۱۲)

(۲۲۷)

ڪوڙين ڪايائُون تُنهنجيُون، لَکَڻَ لَکَ هزارَ،
جيءُ سِپڪنهن جيءَ سين، دَرسن ڏارون ڏارَ،
پِرِيَمِ! تُنهنجا پارَ، ڪهڙا چَئِي ڪيئن چوان.

(ڪلياڻ، ۱ ـ ۲۱)

(۲۲۸)

ڪُوڙِيُون پُڇَنِ ڪيچُ، هوتُ نہ پُڇَنِ هِتَهين،
جن پُنهونءَ سين پيچُ، تن پيرين پَنڌُ وِسارِيو.

(سسئي آبري، ۳ ـ ۱۰)

(۲۲۹)

ڪُوفِيُن قَهرُ ڪَيو، تِيا جَماتِي يَزيدَ سين،
پَليتَنِ کي پِڙَ ۾، وَرنَهُ وَرِ پيو،
سَڌِرِ هونِ سِهو، شيرُ شَهادَتَ رَسِيو.

(ڪيڏارو، ۴ ـ ۵)

(٢٣٠)

ڪُوفِين ڪاغَذُ لِکيو، وِچ وجهي اَللهُ،
"اَسين تابعَ تُنهنجا، تون اَسانجو شاهُ،
هيڪَرَ هيڏي آءُ، تہ تَختُ تابيني تُنهنجي".

(ڪيڏارو، ۴ ـ ٦)

(٢٣١)

ڪُوفِي ڪَربَلا ۾، پاڻي نہ پيارين،
اُتي عَلِيءَ شاهَ کي، شَهزادا سارِين،
نِڪِريو، نِهارِين؛ چَڙهُ، ميرَ مُحَمَّدَ عَربي!

(ڪيڏارو، ۴ ـ ٧)

(٢٣٢)

ڪو گُهمَندي گهورُ، آيُم ٻاروچَن جو،
ڇَڏِينديَس ڍَنيورُ، هِنئون هِتِ نہ وِندُري.

(حسيني، ٣ ـ ١)

(٢٣٣)

ڪو مُنهن ڪُنَلِ آئيو، ناهِ ويچاري وَسِ،
هوت! تُنهنجي هَٿَ ري، ڳولي ٿِئي مَ ڳسِ،
ڏُکُ ڏُکِيءَ کي ڏَسِ، تہ مُوڙهيءَ ڪو مُنهن ٿِئي.

(ديسي، ٧ ـ ٥)

(٢٣٤)

ڪو مُنهن ڪُنَلِ آئيو، وَسِ نہ ويچارِي،
هوتَ! تُنهنجي هَٿَ ريَ، پَهُچِي نہ پارِي،
اَچين جي، آرِي! تہ پاندَ پُڄِي، لَڪُ لَنگهيان.

(ديسي، ٧ ـ ۴)

(٢٣٥)

ڪُونجَڙيءَ ڪالهہَ لَنئي، سَجَڻَ وِڏم چِتِ،
آئُون جنين رِءَ هِتِ، گَهنگهرُ گهارِيانَ ڏِينهَنڙا.

(ڏهر، ۴ ـ ١٠)

(٢٣٦)

ڪُونجَ! نہ پَسين ڪَکَ، ڏِٻُ جَنهن سين ڏِٻيو.
ماريءَ ماري لَکَ، وَڳَرَ هَٿِي ويچون ڪَيا.

(ڏهر، ۴ ـ ١٧)

(٢٣٧)

ڪُونجَ نہ لَکيو ٻاڻُ، جو مارِيءَ سَندي مَنَ ۾،
اوچتي پَرِياڻَ، وَڳَرَ هَٿِي ويچون ڪَيا.

(ڏهر، ۴ ـ ١٦)

(٢٣٨)

ڪُونجون ٿِيون ڪُٽڪَنِ، جيڪُس هَلَڻَ هاريون،
ٻَچا پوءِ اَٽَنِ، وَجَنِ واندا ڪَندِيُون.

(ڏهر، ۴ ـ ١٢)

(٢٣٩)

ڪَوَنڙَ پاڙُون پاتارَ ۾، پَونرُ پِري آڪاسِ،
ٻِنين سَندِي ڳالَهڙِي، رازِقَ آندي راسِ،
تَنهن عِشقَ کي شاباسِ، جَنهن مُحَبَتي ميڙيا.

(ڪارايل، ١ ـ ٢٢)

(٢۴٠)

ڪَوَنڙَ پاڙُون پاتارَ ۾، پَونرُ پِري ۾ سُجَ،
ٻِنين سَندِي ڳالَهڙِي، عِشقَ اِيُ اُهُجَ،
توءِ نہ لَهِينِ اُجَ، جي پِيو پِيَنِ پاڻَ ۾.

(ڪارايل، ١ ـ ٢٣)

(٢۴١)

ڪَوَنرَ، ڪلي جا ڪوڏِيا! جانڪي تائين جِيُ،
مَٿان اَڙِنِ اُسرِي، رُڪَ پِيالو پِيُ،
ڳاهُ ڳُجُهنِ جو تِيُ، ويني جن وِرهَ تِيا.

(ڪيڏارو، ٦ ـ ١)

(۲۴۲)

ڪونهي اُتِ ڪوهيارُ، جتِ تو، پوري! پانئيو،
پَنڌُ مَ ڪَرِ پهاڙَ ڏي، وُجوڌُ ئي وَٽڪارُ،
ڏارِيا پائنج ڏارَ، پُڇُ پِرِيان ڪَرَ پانءَ تو.

(سسئي آبري، ۳ ـ ۳)

(۲۴۳)

ڪونهي آڳَهُ آهڙو، جهڙي مُحبتَ مَنِ،
اُپيُون اورئين پارَ ڏي، ڪُوڙيُون ڪَکَ پُڇَنِ،
نَديِ تن نيڙُ ٿئي، جي رِيءَ تُرهي تَرَنِ،
سڪَ رَسائي، سُهڻي! اَصلِ عاشقَنِ،
سي جهَليُون ڪِينَ ڪُنَنِ، پُڇنِ جي ميهارَ ڪي.

(سهڻي، ۱ ـ ۳۰)

(۲۴۴)

ڪونهي قادرُ ڪو بيو، اُنين جو اَياڳُ!
"قُلْ لَنْ يُصِيبَنَا اِلاَّ مَا كَتَبَ اللّٰهُ"، اِيُ مَعذرَتَ ماڳُ،
سَيوئِي سَياڳُ، مارُئِيءَ مُساوِي ٿيو.

(مارئي، ۵ ـ ۱۲)

(۲۴۵)

ڪوه ٿو ڪاڳر ڪورئين؟ وينو وجائين مَسُ،
ڏورِ تيائين ڏَسُ، اَڪر جيائين جُتِيا.

(يمن ڪلياڻ، ۵ ـ ۳۲)

(۲۴۶)

ڪوهُ نہ جُهارئين جَڪرو، جَنهن ڏِيَه ڏِيا ڏيئي؟
جي لُڏِيا تِي لينگھنِ ۾، شالِن ۾ سيئي،
سَمي سيبيئي، طاماعوُ تارِ ڪيا.

(بلاول، ۳ ـ ۱۰)

(۲۴۷)

ڪوهيارو تي ڪاٺُ، مُيون مارَنَ آئيو!
هوءِ مَرُ هوتُ حَياتُ! آئُون مُيائي گهورئي!

(حسيني، ۱۰ ـ ۵)

(۲۴۸)

ڪوهيارو ڪاري، پَنڌَ آڙانگا پَٽِيين،
سي ڏيه ڏيڪاري، جي آڳُ نہ ڏِٺا ڪَڏهِين.

(حسيني، ۱۲ ـ ۳۹)

(۲۴۹)

ڪوهِيارو ڪيٽانِ، ڪيڻ وجي، ڪاڏي وَجان؟
مُون پانيو سيٽانِ، چِپَر ڪُندِيَس پَنڌڙا.

(حسيني، ۱۲ ـ ۳۸)

(۲۵۰)

ڪَهان، تان ڪيچان پَري! سُمهان تان سِرَ هيٺِ!
پاروچي سين ڏيٺِ، جيڏِيُون! جيهيءَ پَرِ ٿي.

(حسيني، ۴ ـ ۱۲)

(۲۵۱)

ڪَهان، تان ڪيچان پَري! وهان، تان وَٽِ مُون!
پُلِي ڏوريمِ پُون، عَبَٿَ آريءَ جامَ ڪي.

(حسيني، ۴ ـ ۱۱)

(۲۵۲)

ڪُہ جاٽان؟ ڪُہ ٿيو؟ ڪيڏانهن ٿي وَجان؟
هَٿَ، ڪَرايُون، آڱريُون، موڙيو سَڀِ پِجان،
پِيُن گهَرِ گهجان، مُون هاريءَ هوتُ وِجائيو!

(حسيني، ۱۲ ـ ۲۱)

(۲۵۳)

ڪَهڙو اَتيئِي ڪامُ، گَنجي ڏُونگَرَ گامَ ۾؟
پَسِي تنهن پاهڻَ ڪي، اَچِي نہ آرامُ،
مَتان ڏُونگَرَ ڏورِئين، اُجهين ڪُہ عَوامُ؟
هَرا ڪَري حَرامُ، ڪامُ نہ ڪاهوڙِي ٿِئين.

(ڪاهوڙي، ۲ ـ ۸)

(٢٥٤)

ڪَهڙي پُڇين ڪالَه، ڪَرِ نَڪا اَڄُ صُباحُ،
وَنڻُن تِنين سي واڳيو، جيڪي پَسين مَنجھ پَساهَ،
رَمُزِ رَبانيءَ راهَ، مَتي حالَ هوشِيارُ تي.

(رامڪلي، ٥ ـ ٢٢)

(٢٥٥)

ڪُهَنِ تان ڪَرَ لَهَنِ، ڪَرَ لَهَنِ تان ڪُهَنِ،
سيئي، ماءِ! مُهَنِ، سيئي راحتَ روحَ جي.

(ڪلياڻ، ٣ ـ ١٩)

(٢٥٦)

ڪُهَنِ ۽ ڪوٺينِ، اِيَ پَرِ سنديِ سَڄَڻين،
سُوريءَ چاڙهيو سُپرين، ڏَنيَ ڏِهاڙي ڏِينِ،
وينا وِرهُ وَٺينِ، آءُ واڍوڙيا! وِهاءِ تون.

(ڪلياڻ، ٣ ـ ٢١)

(٢٥٧)

ڪُهَڻُ تہ ڪچائي، سُورَ نہ سانديِڻُ سڻرا،
اَچا تہ آئي، ڏِيلَ مُنهنجي ڏُکَ سين.

(رپ، ١ ـ ٦)

(٢٥٨)

ڪَهي جا ڪينَ ڪٺي، پرينءَ پهُتي سا،
وِهي ويڙهِجي جا، وَصلَ تنهن وِچائيو.

(معذوري، ٢ ـ ٥)

(٢٥٩)

ڪُهي سو ڪَرَ لَهي، ڪوٺي سو قَريبُ،
اِها عادتَ سِڪيو، هَرِ زمان حبيبُ،
تِڃي سو طبيبُ، سوئي راحتَ روحَ جي.

(ڪلياڻ، ٣ ـ ٢٠)

(٢٦٠)

ڪُهين، تہ آپُ ڪُهُ: ڏِسِ مَ ڇُهڙيان،
سَندا آهيڙيان، آئُون نہ سَهَندي هَٿڙا.

(معذوري، ١ ـ ٧)

(٢٦١)

ڪئان سِڪَئين سُپرين، ڪاسائڪي ڪارِ؟
تِکي ڪاتي هَٿَ ڪَري، مُنيءَ سين مَ مارِ،
چوري چاڪَ نِهارِ، سورَنِ سانگهيڙا ڪَيا.

(ٻروو سنڌي، ٣ ـ ١٠)

(٢٦٢)

ڪَئَن ڏُٺاريان ڏٻرڙا! ويندِيَس ڪَنهن نہ وهاءِ،
مُون مُلِ مارُو ناهِ، اَچا اوڍِيان ڪِنِ ڪَي؟

(مارئي، ابيات متفرقہ ـ ١٣)

(٢٦٣)

ڪي اوبينِ عَربَ ۾، ڪي ڪابُلَ مَنجھ ڪَتَنِ،
سُٽُ اُنِ جو سَقُرو، مَتيو ماٽِڪَنِ،
قادُرَ ڪِيَمَ ڪَدِنِ، تيلهي ٿُلهي وارِيُون.

(ڪاپائتي، ١ ـ ٢١)

(٢٦٤)

ڪي اوڏائي ڏُورِ، ڪي ڏُورِ بہ اوڏا سُپرين،
ڪي سَنپرِجَنِ نہ ڪَڏهين، ڪي نہ وِسرَنِ مُورِ،
جِئَن مينهن ڪُنڊيءَ پُورِ، تِئَن دوستَ وَراڪو دِلِ سين.

(ٻروو سنڌي، ١ ـ ١٢)

(٢٦٥)

ڪَيا ويچاريءَ وَسَ، ڪارَڻُ ڪوهياري گهڻا،
گهڻو پُڇي پانڌِيين، سَندا ڏيرَنِ ڏَسَ،
لَمُون ڏوري لَسَ، سُتي سَگَرَ پَٽِيين.

(حسيني، ١٠ ـ ١٢)

(٢٦٦)

ڪَيائِين ڪيچِيُنِ لَءِ، جُسو جَلاوَتِ،
ڇَڏي پيئِي ڇِپَرين، هارِي سَپِ حُجَتَ،
هُئِي نِماڻِي نِسَتَ، پَنڌُ وِڌائين پاڻَ تي.

(معذوري، ۵ ـ ١٠)

(٢٦٧)

ڪي تَران ڪي تار مون، ڪِي سَگهان ڪِي سَگهُ،
آڏو ڏيج مَ لَڳُ، مون هيڪِليءَ، وَلَها!

(سهڻي، ٩ ـ ١٩)

(٢٦٨)

ڪي جو بيجل بولِيو، پِنيءَ ويهي پانَ،
راجا رَتولِنِ ۾، سيباڻو سُلطانَ،
”آءُ مَڱاهُون، مَڱڻا! مُقابِل مَيدانَ،
گهورِيان لَکَ، لَطِيفُ چئِي، تُنهنجي قَدَمَنِ تان قُربانَ،
مَنُو هِيُ مِزمانَ! هِلِي آءُ تہ هِتِ ڏِينءِ“.

(سورٺ، ٣ ـ ١)

(٢٦٩)

ڪي جو ڏِٺائُون، ڏَهَڪجي ڏُورِ ٿِيا،
وِهَکَ نہ ڪَيائُون، اُپِيَکَ عَيبُ اُنَ جو.

(رامڪلي، ٩ ـ ٥٢)

(٢٧٠)

ڪي جو زاغَ زَبانَ سين، لَنيو مَنّي لامَ،
پُهچايائِين پِرينءَ جا، سَرتِيُون! راتِ سَلامَ،
ڪاڪِيُون! ڪَنّي ڪامَ، تہ ڪَهيو سُڻان ڪانگَ جو.

(پورب، ١ ـ ١٦)

(٢٧١)

ڪي جو ڪُنيارَنِ، مِٽِيءَ پائِي مَنِيو،
تَنهن مان تـِرَ جيتِرِي، جي پَئِي خَبَرَ ڪَرَنِ،
هي تان هُونَدَ مَرَنِ، هُنِ اَگڻِ اوراتو ٿِئِي!

(رپ، ٢ ـ ١٧)

(٢٧٢)

ڪِي جو ڪَنهين پارِ، اَڪِيُون پَسي آئِيُون،
تِيُون ديوانِيُون دِلِ ۾، اَپَرِ لَڳِيَنِ آرِ،
تِهان پوءِ قَرارِ، سُتِيُون ڪِينَ، سَيَدُ چئِي.

(آسا، ٢ ـ ٩)

(٢٧٣)

ڪِي جو ڪيڏانهِين، اَڪِيُون پَسي آئِيُون،
تِيُون تاڻِنِ تيڏانهِين، پيئُون پاڻَ مُهاڙِيُون.

(آسا، ٢ ـ ٨)

(٢٧٤)

ڪِي جو ڪيڏانهِين، چانگو چَڪي آئيو،
تاڻِيو تيڏانهِين، نيڻَ چِنايو نِڪري.

(ڪنيات، ٢ ـ ٣١)

(٢٧٥)

ڪِي جو وَڃي اَڄُ، اَڪِيُون پَسي آئِيُون،
سيڻَنِ ڪَيو سَهَڄُ، لالُون تِيُون، لَطِيفُ چئِي.

(آسا، ٢ ـ ١٠)

(٢٧٦)

ڪِي جو وَڃي ڪالَ، اَڪِيُون پَسي آئِيُون،
لالُون ڪَيُون، لَطِيفُ چئِي، جانِبَ جي جَمالَ،
ٿِيا نيڻَ نِهالَ، جِنين دِلَبَرُ ديکِيو.

(آسا، ٢ ـ ١١)

(٢٧٧)

ڪِي جي ڪَڍِيا پارَ، ڏُکِيءَ ڏُونگَرَ پاڻَ ۾،
سُٺي سا تَنوارَ، مِرُون پِيا مامِري.

(ڪوهياري، ٢ ـ ١٣)

(٢٧٨)

ڪيچان اوري ڪِٿهين، وَڻُ نہ ويسانهين،
ڪَميٽي! ڪِيچِيُن لَءِ، پُورج پَرانهين،
تاٽِج تيڏانهِين، وارِج ڪامَ وَرَنَّ جي.

(ديسي، ٣ ـ ٣)

(٢٧٩)

ڪيچان اوري ڪيتريُون، مَعذُورِيُون مُيُون،
واتُون وِيہَ تِيُون، ڪُہُ چاٽان ڪيهِي ويا؟

(ديسي، ٣ ـ ٤)

(٢٨٠)

ڪيچان آيو قافِلو، پَليرو پايان،
پَٽي جا پيرَنِ جي، لِڳَنِ ڪي لايان،
چَنبيلي چايان، جي مُون نِيو پاڻَ سين.

(ديسي، ٣ ـ ٧)

(٢٨١)

ڪيچان آيو قافِلو، راتِ موچاريءَ رُوءِ،
بوتي ۽ بَلوچَ جي، رِڙهي پَسان رُوءِ،
لَنگهي لَڪَ لَطِيفُ چئي، پُڇان ڪيچِيُن ڪُوءِ،
گولي ٿِيا گُلبُوءِ، جي مُون نِيو پاڻَ سين.

(ديسي، ٣ ـ ٦)

(٢٨٢)

ڪيچان آيو قافِلو، جُنگُ سُونهاريءَ جوڙ،
تَليارا توڏَنِ ڪي، ڳِچِيءَ سُونهَنِ موڙ،
دؤلَتَ چايان دوڙ، جي مُون نِيو پاڻَ سين.

(ديسي، ٣ ـ ٩)

(٢٨٣)

ڪيچان آيو قافِلو، جامَنِ سَندو جامُ،
پَسندي پُنهونءَ ڪي، اَکِيُن ڪَيو آرامُ،
ناتَرِ چايان نامُ، جي مُون نِيو پاڻَ سين.

(ديسي، ٣ ـ ٨)

(٢٨٤)

ڪيچان آيو قافِلو، ساٿَ ڏٺي سَرواڻُ،
وارَ وَڍي واڳُون ڪَريان، پُٺان هُوند پَلاڻُ،
جهڙو پُنهون پاڻُ، تهڙي سِٺا ساٿَ جي.

(ديسي، ٣ ـ ١١)

(٢٨٥)

ڪيچان آيو قافِلو، طَرَحَ موچاريءَ توڏُ،
سِينگارِياٽُون، سَيَّدُ چئي، ڪَرَها مَنجهان ڪوڏُ،
لَڪُ لَهي ٿي لوڏُ، جيجان! تن جَتَنِ جي.

(ديسي، ٣ ـ ١٠)

(٢٨٦)

ڪيچ مَ خَبَرَ هوءِ، هِنَ مُنهنجِيءَ ذاتِ جي!
مَتان پُنهونءَ پوءِ، لَجَ مُنهنجِي لوءِ ۾!

(حسيني، ١١ ـ ١٨)

(٢٨٧)

ڪيچُ نہ جُنبَڻَ جاءِ، تہ ڪا هَلي هوتَ ڏي،
مون سين هَلي سا، جا جِيَّ مِنو نہ ڪَري.

(سسئي آبري، ٤ ـ ٣)

(٢٨٨)

ڪيچي ڪالهہ ڪَهي ويا، اَڍِيُون! آڏيءَ راتِ،
جاڳان تان جيڪي ٿِيو، وِهاڻيءَ پِرِياتِ،
ڦوڙائو فَقِيرِ ڪي، ڏنو جَتَنِ ذاتِ،
’رَفِيعَ الّدَرِجَاتِ‘!، پَـرَمَلَّ پُنهون ميڙئين!

(ديسي، ٣ ـ ١٤)

(٢٨٩)

ڪيچِيين ڪارَڻ ڪالَ، نيڻَ نِهارا مُون ڪَيا،
اِيندا پَسان شالَ! اُني آريءَ جامَ جا.

(ڏهر، ٢ ـ ١٠)

(۲۹۰)

ڪِي ڏَرتَتِي، ماءِ! ڪِي چَرَ سَندي سَجَڻين،
هَلِي ۽ واجهاءِ، ٻِنين ڄِيرنِ وِچ ۾.

(حسيني، ۲ ـ ۱)

(۲۹۱)

ڪيڏانهن ڪاهِيان ڪَرهو؟ چِٽاٽو چَوڏارَ،
مَنجهين ڪاڪِ ڪَڪورِي، مَنجهين باغ بَهارَ،
ڪانهي ٻِي تَنوارَ، تِيو مِڙوئِي ميندِرو.

(مومل راڻو، ۹ ـ ۷)

(۲۹۲)

ڪيڏانهن ڪاهِيان ڪَرهو؟ چوڏِسِ چِٽاٽو،
مَنجهين ڪاڪِ ڪَڪورِي، مَنجهين لُڏاٽو،
راڻو ۽ راڻو، رِءَ راڻي ٻِيو ناهِ ڪو.

(مومل راڻو، ۹ ـ ۶)

(۲۹۳)

ڪيڏانهن گهندَ گُڙَنِ؟ ڪيڏانهن اُتي ويئيُون؟
تيڏانهن تيون چَرَنِ، جيڏانهن پُٺِ ميهارَ جي.

(سهڻي، ۴ ـ ۱۰)

(۲۹۴)

ڪيرَ ڪَرِيندي رِيسَ، آيَلِ! سَنگهارَنِ سين،
جنِين جي خَميسَ، وارِيُون واري ڇَڏِيُون.

(ڏهر، ۴ ـ ۲۲)

(۲۹۵)

ڪيرَ ڪُنَ؟ آڻُون ڪيرَ؟ ڪيرَ ڏَمَرَ سَهي ڏَمَرَ جا؟
قَضا رِءَ ڪيرَ ڏَري؟ مَٿي پاڻيءَ پيرَ،
پيهَرُ! پِنيءَ ويرَ، لِڏو تي تي لوڙِيان.

(سهڻي، ۵ ـ ۱۸)

(۲۹۶)

ڪيڙِي ڪيچايَنِ، گوُرا گَسِ هَلائِيا،
لَڙِيو، چَڙهيو چوٽِئين، ڪَريو ڪوهَ ڪِڙَنِ،
سُونهَنِ جي سَردارَ سين، سي توڏُ مَ تَرِتِجَنِ!
لُطفُ ساڻُ، لَطِيفُ چئي، لَنگهيو بَرُ بوتَنِ،
تَن ڪَهڙو غَمُ گُنگَنِ؟ هوتُ حِماتي جن جو.

(ديسي، ۲ ـ ۶)

(۲۹۷)

ڪِي سُمهُ، ڪِي جاڳُ، نِنڊَ نہ ڪَجي ايتِري،
اِيُ مانجهاندي جو ماڳُ، جو تو ساٽيهُ پائِيو.

(ڏهر، ۳ ـ ۹)

(۲۹۸)

ڪِي ڪو، ڪاهوڙِي! چِپَرَ ۾ سَڌُ تِيو؟
آڳِي تي سُئِي، اُنِين سَندي ڳالهڙِي.

(ڪاهوڙِي، ۱ ـ ۱۲)

(۲۹۹)

ڪَيمِ ڪاپَـڙِيُنِ جِي، پَهرئين ڏِينهن پَرُوڙَ،
سَگها ساعَتَ نہ هيڪِڙِي، چارَئِي پَهرَ چوُرَ،
سَدائِين، سَيّدُ چئي، هونِ سَناسِي ۾ سُوُرَ،
جوڳِي ساڻُ ضرُوُرَ، لِڪا پُٺَنِ لوڪَ ۾.

(رامڪلي، ۲ ـ ۱)

(۳۰۰)

ڪَيمِ مُهاڙَ مَلِيرَ ڏِي، مَٿي ڪوٽَ چَڙهي،
نِتُ نِهاري ڏِيهَ ڏِي، ڳوڙها پيمِ ڳَڙي،
نَڳِي ڪُوڪَ قَلبَ مان، مَنجهان رُوحَ رَڙي،
ويڙِيچَنِ وَري، ڪَرَ نہ لَڏي ڪَڏهين!

(مارئي، ۴ ـ ۱۰)

(٣٠١)

ڪِينَ ساڱاهِيُمِ، سُپِرينَ! جاڙُون ڪَيُمِ جالَ،
سوڍا! مُون کي ڪالَ، موتِي مُنهَن ۾ آئِيُون.

*(مومل راڻو، ٨ ــ ١)*

(٣٠٢)

ڪِينَ ساڱاهِيُمِ، سُپِرينَ! جاڙُون ڪَيُمِ جِتِ،
سوڍا! مُون کي تِتِ، موتِي مُنهَن ۾ آئِيُون.

*(مومل راڻو، ٨ ــ ٢)*

(٣٠٣)

ڪِينَ ساڱاهِيُمِ، سُپِرينَ! جاڙُون ڪَيُمِ جي،
سوڍا! مُون کي سي، موتِي آئِيُون مُنهَن ۾.

*(مومل راڻو، ٨ ــ ٣)*

(٣٠٤)

ڪِينهنِ طالِبَ تاتَ جا، نہ تہ آهي تاتِ تِيارُ،
ڏورِيان، پِيو ڏُڪارُ، گهورِندڙَ ڪٽِي وِيا.

*(حسيني، ١٠ ــ ٢١)*

(٣٠٥)

ڪويو ڇڏِين ڪانُ، هَڏِ نہ هَٽائِين تا،
تِيا جي نيشانُ، تہ پهرئِين سان پورا ٿِئا.

*(يمن ڪلياڻ، ٦ ــ ١١)*

(٣٠٦)

ڪيو مُطالع مون، هو جو وَرَقُ وِصال جو،
تنهن ۾ تُون ئي تُون، ٻِي لات نہ لحظي جيتري.

*(يمن ڪلياڻ، ٥ ــ ١٩)*

(٣٠٧)

ڪيهي ڪامَ ڪاپڙِي، تا آهڙِي رَوَشِ رَوَن؟
نَڪا دِلِ دوزَخَ ڏي، نَڪِي بِهشتُ گهُرَنِ،
نَڪو ڪَمُ ڪُفارَ سين، نَڪا مُسلماني مَنِ،
اُيا اِيئَن چوَن، تہ پِرِين ڪَجو پانهنجو.

*(رامڪلي، ٥ ــ ١٢)*

(٣٠٨)

ڪِيئَن آڙايءِ پاندُ، پَلئُ پَرَڏيهِيَن سين؟
مَتيُون مُوڙهِيءِ، سَسُئي! ڪَيءِ ڪوهيارو ڪانڌُ،
رُلِي! يانِيئِي راندِ، ٻانِيَڙِ! عِشقُ ٻَروچَ جو!

*(حسيني، ٥ ــ ٨)*

## وائي- ١

ڪاپـڙي ڪَنَ چيرَ، وِيا ويراڳي نِڪري.
دِل هَٿي وِيا دَلَـقَ سين، ڦورُو هُٿَڙا فَقِيرَ،
هَٿي وِيا هَلِمِ سان، سِڳييُون مَنجھه سَرِيرَ.

(رامڪلي، ٨ ـ وائي ١)

## وائي- ٢

ڪا جا ڳالھه هُئِي، سا جي لوڪَ سُئِي،
لو! ٻاروچي جي مَنَ ۾.
سِرَ سَڳَرِ پُرُ پيچري، تُون جا لوڪَ سُئِي،
سَسُئي سَڳَرَ پـَـٽيين، ڪيرُ چوندو مُئِي؟
پَنڌُ ڪَرِيندي پِرينءَ ڏي، ڪَڏهِن ڪانَ ڪُهي،
آن ڪا ڏٺي، ڏوٿيا! ڪيرِنِ پاسِ ڪُهي؟

(سسئي آبري، ابيات متفرقه ـ وائي ٩)

## وائي- ٣

ڪارُون وَسَ ڪَيامِ، ڙي!
هَيءِ! هَيءِ! ووءِ! لَـڏي ڏُورِ وِيامِ!
مُنهنجو هوتُ نہ موٽِيو! ووءِ! ڪارُون وَسَ ڪَيامِ.

بَنڌَنَ ٻاروچَنِ جا، پيـنگهي مَنجھه پيامِ،
ڪَئين قاصِدَ ڪيچَ ڏي، مُحِبَنِ لاءِ مُڪامِ،
سَدا سُپيرِيُن جا، سانڍيُنُ سُورَ پيامِ،
هوتَ هَلندي جي ڪَيا، نہ سي سَڏُ سُيامِ،
اَدِيُون! عَبدُاللَطِيفُ چَئي، آرِياڻي اِيندامِ.

(حسيني، ١٢ ـ وائي)

## وائي- ٤

ڪا هِنئين سين لاءِ، پوري! ڪا هِنئين سين لاءِ.
تُنبئي تاڪيدَ سين، جن پچايو پاءُ،
لَسِي تَندُ، لَطِيفُ چَئي، هَلي تن هَٿاءُ،
پَهيُون تُهنجيُون جِهرڪَنِ جهوريُون، پيُون اُڌايُون واءُ،
اَرَٽَ پاسي اوجهرِينِ، توکي سُمَهَنَ آئيو ساءُ،
آڏِيءَ، عَبدُاللَطِيفُ چَئي، روئِي رِيجهائِـج راءُ.

(ڪاپائتي، ١ ـ وائي)

## وائي- ٥

ڪَرَها مَ ڪاهِيو، مِيان! ڪيچي!
آئُون آرِياڻي عَرضُ چوندي.
ڪَري، هوتُ! هَلَنَ جي، لُوٽيءَ ڪي مَ لَڄايو،
وَسِيلو وِلهيءَ جو، آڳاندِو اَئِين آهِيو،
پاسي ۾ پَرِيَتِ جي، جهيڪي اُنَ جُهڪايو،
وِلهيءَ جي وهانءَ ۾، واڄٿَ سَڀِ وَڄايو،
اَگهاڙيُون آتَنَ ۾، پَنهنجُون پانَ پَراهِيو،
سائِينءَ ڪارڻ، سُپرِين! صُورَتَ ڪي مَ سِڪايو،
ساڪِنَ تي شَهرَ جا، مَعذُورِ ڪي مَرڪايو،
پُنهون جام! پَرتِ سين، ويهي سُورَ وراهِيو،
لاهي بارُ پَنِيورَ ۾، ويندو گهوٽُ وَناهِيو،
پُنهونءَ جاجيئَڙنِ ڪي، رَڏي ڪَيَنَ ڪارايو،
پَرِٽائي، پُنهونءَ ڪي، نيڪِيٽي نِڪِڙايو،
پيلي تي ٻانپڙ سين، ڏِڪيءَ ڏيجُ ڏيڪاريو،
اَدِيُون! عَبدُاللَطِيفُ چَئي، سَڄَڻَ ڪي ساراهِيو.

(سسئي آبري، ابيات متفرقه ـ وائي ٣)

## وائي- ٦

ڪَرَهَلَ پائي لَڄُ، ڪُهُ نہ وِيـينءَ اُنِ سين؟
اُجارِياڻُون اوليُون، ڏُٿارِياڻُون ڏڄُ،
مَتان وهين، ويسِري! اُتي پورلَ! پڄُ!
سيٽَنِ ساجُهرُ لڏِيو، تون آئي! نهارِين اَڄُ،
ڪالهِ سِباءِ ڪَنجِرو، اَنگُون پاتيءِ اَڄُ،
ڪيرُ سُٽندو تنهنجون اَدورائون اَڄُ؟

(سامونڊي، ٢ ـ وائي ٢)

## وائي- ۷

ڪُلَپَتي آئِيا، هو ماءُ! آئُون هَلندي اُن سين.
حِرصَ هَوائي جِنِ جا، سُڪين تان نہ سَڏائيا،
تـِنَ تَڪيا تاڪي چَڙِيا، جي ايهيءَ وِرُونهن وَڏائِيا،
تَوشَڪُون ۽ تَڪِيا، وهاڻِي جِنِ وراهِيا،
هَلو! تہ پَسُون تـِن کي، جِنَ لُنگَ لاهُوتِيُنَ لائِيا،
اَديُون! عَبدُاللّطِيفُ چَئِي، اَڱڻُ مُون آئِيا.

*(رامڪلي، ۲ ـــ وائي)*

## وائي- ۸

ڪنڌِي سارِيان ڪانَ، يا اَمَنُ! اَمانَ!
يا اِلاهِي! ٻاجهہَ ٻِلاڻِي ٻانئيان.
ڳُڻَنَ ڳاٺيئو ناه ڪو، اَپـَر تيا عِصيانَ،
خَبرَ ناه قَبر جِي، نَسورا نِسيانَ،
والي! رَسج وَهلو، اَرَڪ تيا انسانَ،
سُڻُ سَباجها سُپرين، نَعرو نگهبانَ!
مَديُون پَسِي منهنجون، شَرمايا شَيطانَ!
هن منهنجي حالَ تي، هيءِ هيءِ ڪن حَيوانَ!
سائِين! سُڪاڻِي آهِيَين، سامُونڊِيَ، سُبحانَ!
تُرهو چِنُم تارِ ۾، رَسج تون رَحمانَ!
ٻيلِي جو ٻُڏَن جو، مون تي موٽي مانَ،
وينُو پني پَنُّو، ڪر پيرو مٿي پانَ،
خالِقَ تَان خُوبُ ڪيا، گولِنِ جا گُذرانَ،
آئُون پڻ آنڌو اُن ۾، وينو پنان پانَ،
سڀ سُوالي سَمَڪِيا، داتا ڏيئِي دانَ،
ولها سڀ وَلُهيا ڪيا، تنهنجي جُودَ، جُوانَ!
مَتان مُونکي ڇڏئين، ٻيلِي سندا ٻانَ!
ويرَا! وسيلو آهئين، دانُوُ ۾ ديوانَ،
لَاءِ ڏهارين ڏينهنَ کي، خيمو آڏيو خانَ،
اُتي عبداللّطيفُ چئي، سُتَج ڪا سُلطانَ!

*(سريراڳ، ۲ ـــ وائي)*

## وائي- ۹

ڪوهِياري جي ڪاءِ، مارِينديَم، ماءِ!
جا مَنَ اَندر ڳالهڙي.
چڙهان ڏُونگَر چوٽِيين، سُپيرِيان جي ساءِ،
نِهارِينديَسِ نِڪري، هاڙهو هوتَن لاءِ،
پانڌِيَــڙا! پيرَ پَري، پِرِيان ڪي پَهُچاءِ،
مؤلا! مُون ڪي ميڙئين، سَنديءَ جانِبَ جاءِ،
هوتَ هَلَنِ، آئُون وِهان، تہ ڪا اِئَن جُڳاءِ؟
سَسُئيءَ جيءَ سِريءَ ڪي، اوڏانهين اُٿاءِ،
پيِرانديءَ پُنهونءَ جي، مُنهنجو لَوڙُهُ لَٿاءِ،
آلا! عَبدُاللّطِيفُ چَئِي، اِها آسَ پُڄاءِ.

*(حسيني، ٦ ـــ وائي)*

## وائي- ۱۰

ڪُهُ جاڻان ڪيڏاهِين؟ منهنجو تَنُ تَتِي تيڏاهِين،
سائِين نيٽين نِينهَڙو لَڳائِي وِيَڙا.
جيڏانه عالَمَ آسرو، مُون پڻ آهي اوڏاهِين،
ڏُونهِين دوستَ ميهارَ جي، ڏِيئِي جنءَ ڏَنائِين،
ساري سُپيرِينِ کي، رَهَ پَر رَتُ رُنائِين،
دامَنَ تيڏِي، چَنگُلُ ميڏا، روزَ قِيامَتَ تائِين،
پِيرُ آسانڈا حَضرتُ مِيران، ڪُلَ دِي آسَ پُڄائِين.

*(سهڻي، ابيات متفرقہ ـــ وائي ۱)*

## وائي- ۱۱

ڪَهڙو سَڱَ سِياڪو؟ هاريءَ مون هوتَنِ سين.
آئُون هِيڪلي حَبَ ۾، نہ مون مِٺُ نہ ڪاڪو،
مُنڌَ پياري، پَنڌُ گهڻو؛ نہ مون اُٺُ، نہ ناقو؛
چڙهي نہ سَگهان چوٽِئين، ڏُونگَرَ ڪونهي ڏاڪو،
پِرِين پُڄَنديَسِ پَبَ ۾، وَڻُ وَڻُ وجهنديَسِ واڪو،
هوءَ جا پِڪَ پُنهونءَ جِي، چَنِيان تنهن چُڪاڪو،

پَسَنَ ڏاران پرينءَ جي، فَقِير پوءِ مَ فاقو،
وِڄُ مَ پوءِ وِصالَ ۾، لِکَ مَ پوءِ لِياڪو،
آتَڻُ وجهي آڳِ ۾، پُڇَندِيَس پوءِ پَهاڪو.
*(سسئي آبري، ابيات متفرقه _ وائي ٥)*

### وائي- ١٢

کهڙي مَنجهه حسابَ؟ هُتَڻُ منهنجو هوتَ ري، لا!
گولِي! ڀِڄُ گُناهَ کان، کونهي سوُلُ ثَوابَ،
نَکِي تَفاوَتَ ۾، نکِي مَنجهِه رَبابَ،
خُدِيائِي خوبُ ٿِئين، لائِين جي لُعابَ،
پَليتُ ٿِي پاڪُ ٿِئي، جُنبيو مَنجهه جِنابَ،
سو نه ڪنهن شيءِ ۾، جيڪِي مَنجهه تُرابَ،
هُوءِ جي جَرڪيا جَرَ تي، سي تان سَبِ حُبابَ،
هاديءَ سِين هُنَ پارَ ڏي، رڙهين ساڻُ رڪابَ،
چَنبو وجهي چورَ کي، آءُ جهل، عُقابَ!
ديدُ وِجاءِ مَ دوسَتَ جو، هلِي مَنجهه حِجابَ،
ڪَسرَتَ آهي قُربَ ۾، اِدْغامَ ۾ اِعرابَ،
فَنا وجهي فَمَ ۾، ڪارَڻُ ٿِيُ ڪَبابَ،
ڏي طَهُوراً تن کي، جي سَکَنِ لاءِ شَرابَ،
مُنِيءَ ڪيا مرضَ ۾، جاوا سَبِ جَوابَ.
*(سهڻي، ١ _ وائي)*

### وائي- ١٣

ڪَٿَن ڪَرِيان؟ ڪاڏِي وَڃان؟
مُون کي سودِو سَجهه نه ڏئي.
راڻو رات رُسي ويو، ڪَرَ تي ڪُلَ مَتي،
اَچيو آتَڻَ وارِيُون، طَعنا ڏِينَمِ تي،
پِتَر وارَ وِڇائيان، رِيجهي راڻي کي،
ڪاراَيان ڪيرَ وليُون، چارِيان چانگي کي،
اَدِيُون! عَبدُاللَطِيفُ چَئي، اِيندَمِ هوتُ هِتي.
*(مومل راڻو، ٧ _ وائي)*

### وائي- ١٤

ڪي اُنهين مَنجهه آهي، هُوَ جي جهوُنا پَسجَنِ جهوُپڙا،
اِنَ دَرِ سيئِي آگهيا، جن کي ڪونَ چتائي،
ڏاريا ياپَئنِ ڏارِيو، پاڻُ پريان سين ڪائي،
"اِنَّ اَوَلِيَائِي تَحۡتَ قَبَائِي"، پَنهنجا پاڻَ پَهرائي،
"لَا يَعۡرِفُهُمۡ غَيۡرِيۡ"، پَرَکي ڪينَ پَسائي،
پَنهنجِي چِڏِي پَٽَ ۾، رِڙهُ اُنِين جي رائي،
خدمَتَ ڪَر خُلقَ سين، پاندُ ٻِڇِيءَ ۾ پائي،
اَدِيُون! عَبدُاللَطِيفُ چَئي، اِتاهِين ڪِي آهي.
*(آسا، ٤ _ وائي)*

### وائي- ١٥

ڪي جو ڪاڪ تَڙاءُ، چانگي چَرَهو چَکِيو.
ڪَرَهو سَرَهو ڏِيهَ ۾، نه تنهن ڏِيُ نه ڏاءُ،
پاهُ پرائي آيو، لالي لُڏُوٽياءُ،
ڪَرَهي ڪانيٽا رَتا، نائي ناڪيلاءُ،
وَڳُ واسِيائين پانهنجو، سَبَ ٿي سُراهِياءُ،
تُون ڏِاٿي، ڏِٿَ ڏَتي، تُون راڻو، تُون راءُ،
مُومَل مُحتاجِيُون ڪَري، عاجِزِيُون آڳِياءُ،
آءُ تُون عَبدُاللَطِيفُ چَئي، موٽي هِنَ مَحَلاءُ.
*(مومل راڻو، ٩ _ وائي)*

# ڪ

(۱)

ڪاڄ ڄنين جو ڪِڪِيُون، مالَ ڄنين جا مَڏَ،
سَمي سيئي سينڙَ ڪَيا، هِينڙَ ڄنين جا هَڏَ،
ڄامَ! پَرتِيءَ لَڏَ، سانگِيُنِ جي، سَيَّدُ چئي.

(ڪاموڏ، ۱ ـ ۸)

(۲)

ڪارا، ڪَبَڙَ ڏيهَ ۾، پيا واريءَ مَنجهه وَٿانَ،
ساٿِيُنِ ڪي، سَيَّدُ چئي، پَريو ڏِيَنِ پانَ،
عُمَرَ! اِيَ اُمانَ، ثابِتُ رَکِج، سُومِرا!

(مارئي، ۳ ـ ۱۷)

(۳)

ڪاروڙيان ڪَٽي، ويڙيجَهپ ويا،
سينڙَ مُنهنجا، سَيَّدُ چئي، هاٿي هَٿِ هُيا،
پَسي پَڌَ اُنين جا، لَڙي لُڙڪَ پيا،
ڏيهي ڏُورِ وِيا، ڏِيان ڏوراپو ڪِن ڪي!

(مارئي، ۹ ـ ۹)

(۴)

ڪاري ڪيڙائُوَ، مٿي مِني موتيا،
سودو ڪَنِ نہ سونَ جو، وَڏا وهائُوَ،
موتِي جي مَهرانَ جا، تن جا طاماعُوَ،
سامُونڊي سائُوَ، لَنڪا لوپي آئِيا.

(سامونڊي، ۳ ـ ۹)

(۵)

ڪامان، پَچان، پَچران، لُچان ۽ لوچان،
تَنَ ۾ تَؤنسَ پِريُنِ جِي، پِيان نہ ڍاپان،
جي سَمُندَ مُنهِن ڪريان، توءِ سُرڪِيائِي نہ ٿئي.

(سهڻي، ٦ ـ ۱۱)

(٦)

ڪامان، پَچان، نہ مَران، سَڙان ساري راتِ،
ٻَنِ ٻِيائيءَ ڪي وِجهي، ڪَرِ پِريان جي تاتِ،
سيخُون سَنديُون سَجَٽين، اُپِرَنِ آڏيءَ راتِ،
نڪي هَٿَ نہ ساٿِ، ڏِيهاڙِيو چَنگِ چڙهان.

(سهڻي، ٦ ـ ۱۲)

(۷)

ڪاٽي ڪيرِنِ هيٺِ، ويني روئي رَتَ ڦڙا،
ڪا مُون ٽِيندي ڏيٺِ، ٻيهَرَ ٻاروچَنِ سين؟

(حسيني، ۹ ـ ۱۴)

(۸)

ڪاٽيُون، لُوٽيُون، آڪِيُون، ڪُنيُون ڪِينَ ڪُڇَنِ،
مُنيُون ماٺِ نہ ڪَنِ، هَنيُون رَهَنِ نہ هوتَ ري.

(حسيني، ۹ ـ ۱۰)

(۹)

ڪاٽيءَ ۾ ڪانُيو، مُنِيءَ مَنگَرُ ۾ ڏِيو،
هيڪِڙَ اُجهايو، ڏيئي ٻُرَ لُهارَ جِئَن.

(حسيني، ۹ ـ ۱۳)

(۱۰)

ڪاهوڙِي ڪِجَنِ، پَسِيو پورهِيَتَ ويسرا،
ڏوتِيَـڙا ڏُورِ وِيا، رُجُنِ مَنجِهه رَهَنِ،
ڪا مُلِ آهي تَنِ، مُون پِريان جي ڳالهڙي.

(ڪاهوڙي، ۱ ـ ۹)

(۱۱)

ڪاهوڙِي ڪَرا، سوُڏِي خَبَرَ پَڪِيا،
سوجهي جن ڪَيا، مَٿي اَڳَڻِ آهِرا.

(ڪاهوڙي، ۳ ـ ۱۹)

(۱۲)

ڪاھوڙِيُنِ خَفِيءَ سين، سوجھي لَڌو سُبُحانُ،
عاشِقَ اَھڙِيِ اَکَرين، لَنگھيا لامَکانُ،
'ھوءِ' ۾ گَڏِجي 'ھُو' ٿِيا، بابُو جي برِيانُ،
سَيوئِي سُبُحانُ، آيو نَظَرُ اُنَنِ جي.

(ڪاھوڙي، ۱ ـ ۱)

(۱۳)

ڪاھوڙِيُنِ ڪَٽِي، ساجُھر ٻَڌا سَندرا،
ڏورِينديِ ۾ ڏُونگرين، ڪَيائُون پانُ پَٽِي،
ڏُکَنِ ڏِيلُ ھَٽِي، ڇيھُ لَڌائُون ڇپَرين.

(ڪاھوڙي، ۱ ـ ۲۱)

(۱۴)

ڪائي نہ ڪَنڌَھارَ، چَنڊَنَ جا چُوپا ڪري،
اَگَرَ اوڏو نہ وِڃي، سِرڪَنڊَ لھي نہ سارَ،
لاٽِيءَ جي لغارَ، مَيو متارو ڪيو.

(ڪنيات، ۲ ـ ۴۱)

(۱۵)

ڪُتيءَ لَءِ، ڪاٽي! رَکِيءِ پِرتِ پُنھونءَ سين،
سُھيو سُکيو ڄِنڊُڙو، وِڌءِ ڇيري ۾ ڇاٽي،
توسين ھاچو ھوتاٽي، صُباحَ ڪَندا، سَسُئي!

(حسيني، ۱۲ ـ ۴۲)

(۱۶)

ڪَپُرَا! گاروڙِيُنِ سين، وَڏو وِڌءِ وير،
نانگَ نہ ويندين نِڪري، تو ڏِرَ مَتي پيرُ،
ھِي تنين جو ڍيرُ، جن جھوُنا ڳُڙھ جَلائيو.

(ڪارايل، ۲ ـ ۹)

(۱۷)

ڪَران وِڄھُ مَ واتِ، ڍولَ! مُنھنجي ڳالھڙي،
مَچُنِ رَتيءَ راتِ، اورَنَ ۾ اُونھي ٿئي.

(آسا، ۳ ـ ۱۶)

(۱۸)

ڪَـرَ جا ڪَـڏ ڪَنئي، پَوَنَ ڪارَڻ پِرينءَ جي،
تنھن ۾ پانَ پَئي، غِيبَتي غارُ ٿِيو.

(آسا، ۳ ـ ۱۹)

(۱۹)

ڪَرَا! خَراب ٿِئين، ھَيا! ھَچارا!
پُوراڻيءِ پِرِيُنِ جا، چوڏاري چارا،
مَرين، مُنھَن ڪارا! سَڙي، اِنھيءَ سُورَ ۾.

(آسا، ۳ ـ ۲۳)

(۲۰)

ڪَرڪِنِ خوشِ ڪَياسِ، مُحَبتيءَ ميھارَ جي،
پَسَنَ ڪارَڻ پِرينءَ جي، آڏيءَ اُٿِياسِ،
سُتي جاڳاياسِ، سانيَرَ سُپِيرِيُنِ جي.

(سھڻي، ۴ ـ ۵)

(۲۱)

ڪَرڪَٽا لاھي، سُکُ نہ سُتا ڪَڏھين،
اوسيڙو آھي، ڪاھوڙِيُنِ کي پَنڌَ جو.

(ڪاھوڙي، ۱ ـ ۲۴)

(۲۲)

ڪَرُ ڪارِيندو سي، مانُو جن پِرِيتَڙو،
جوشَ جَلايا جي، ماري تن ماٺَ ڪَيو.

(آسا، ۳ ـ ۲۱)

(۲۳)

ڪَـرَ ڪي ڪَـپُرُ ڪاءِ، نانگُ مَٽِيارو نِڪري،
اُيو جو اوناءِ، سُرِپُرِ سَندي سَڄَڻين.

(آسا، ۳ ـ ۲۲)

(۲۴)

ڪَـنڙهَ اَڱيان ڪپُ، ڏهاٽيِ ڏاتارَ جي،
لَنگها! لاهِ مَ لِڪَ سيڱَن، مَٿان ڇانئتُ ڇپُ،
مَگٿهارَنِ مَپُ، ڪونهي ڀيو ڪِيرَتَ ري.

(پربھاتي، ۱ ـ ۲۰)

(۲۵)

ڪڪيءَ هاٿيُون ڪارِيُون، ڇِڇِيءَ هاٿا ڇَڄَ،
پانڌُ جنين جي پاندَ سين، لَڳو تِنئي لَڄَ،
سَمو ڄامُ سُهڄَ، اَيو ڪَري اُن سين.

(ڪاموڏ، ۱ ـ ۱۰)

(۲۶)

ڪِلي جان ڪنڪارِيان، تان ساٿيِ سَڳُ نہ ڪَنِ،
وارِيو وَهِتَ وَڄَنِ، ڪِنِ سَياڳِنِ سامُهان.

(گھاتو، ۱ ـ ۹)

(۲۷)

ڪَمُ! ڪَمَندَنِ ڪَٿيو، هارايو هوڙَنِ،
ڇَڪِيو نہ ڇوندَنِ، هو جو ساءُ صبرَ جوَ.

(يمن ڪلياڻ، ۸ ـ ۱۴)

(۲۸)

ڪمندڙَن گهَر ڪِينَ، چوندڙ چڱا نہ ٿيا،
ويٺُنئُونَ، ويڌُ پئي، هِتِ نہ اَچي ڪِينَ.

(يمن ڪلياڻ، ۸ ـ ۱۵)

(۲۹)

ڪَنياتِڙي تَڙِ وري، اُيي تَڙِ واجهاءِ،
مانَ اَچِهُون ڪاءِ، سُواڏائي سڄٽين.

(ڪنيات، ۲ ـ ۳۴)

(۳۰)

ڪَنيَ ڪُسَنئي، ڳجهَڙي! لِڱين پَوَئي واءُ،
اَميرَنِ مَٿاءُ، جِنَ تو ڦُلين ڇانئُون نہ ڪِيُون.

(ڪيڏارو، ۲ ـ ۸)

(۳۱)

ڪِنوڻِ ڪِنوايو، آيَءِ نندَ اَياڳَ جي!
جِنين نہ پَوَ پانيو، ڪري تَوائِي تن ڪي.

(سريراڳ، ۲ ـ ۲)

(۳۲)

ڪَناڻُون ڪاٺُرَ ڏِي، ساري هاجَ هِيا،
لاهي لَڏُ، لَطِيفُ چئي، پَرِئين ٿَـرِ ٿِيا؛
ڇِڏي ڳُنَ وِيا، مارُوئڙا مَلِيرَ ۾.

(مارئي، ابيات متفرقہ ـ ۳۴)

(۳۳)

ڪَڻُ گودَڙُ، بَنِ گَبرِيُون، ڪانءِ مَ ڪداڻُون،
جِندا! وَڃي جوڳَ سين، لَهِج ڪي لائُون،
اِنَ ڪُهُ اُتائُون، سِڱِيُون شُومَتَ هَٿَ جُون؟

(رامڪلي، ۹ ـ ۳۹)

(۳۴)

ڪَنَنِ نہ ڪَيڪانَ، پَنڌَ پَراهين هَليا،
ڏوٿِيَڙا ڪَنهن ڏُٿَ ڪي، جُنبيا ڏُنهن جابانَ،
ڪاهوڙيِنِ اُهُجانَ، اَنگِ نہ سَڃِي اَگِـڙِي.

(ڪاهوڙي، ۱ ـ ۲۳)

(۳۵)

ڪٿِي نينَ خُمارَ مان، جان ڪيائون نازُ نَظَرُ،
سُورجَ شاخُون جهڪيُون، ڪُوماڻو قَمَرُ،
تارا ڪَتِيُون تائِبِ ٿيا، ديکيندي دلبَرُ،
جهَڪِـ ٿيو جَوهَرُ، جانِبَ جي جَمالَ سين.

(ڪنيات، ۱ ـ ۱۹)

(۳۶)

ڪَٿيو تَڪَبُرَ تَڪِيا، حيلا ڪَيو هَلَنِ،
مُوڙها تا نہ لَهَنِ، لَمي راهَ، لَطِيفُ چئي.

(رامڪلي، ۵ ـ ۲۳)

(۳۷)

ڪوڙ ڦناٿون ڪاڪ ۾، راتا ويہ رهي،
ماڙهو جي محلاتَ جا، سوڍا! ڪَج سَهي،
ويندي ءِ ڳالهہِ وَهي، وِڪَرِ پوَندين، وَلهَا!

(مومل راڻو، ٦ ــ ١٧)

(۳۸)

ڪوڙي، ڪَنُ مَ سُپرين! ڪَنيئي تان ڪوڙ،
عادَتَ جا اَڪيِن جي، سا نيئي نِباهِج توڙ،
مون ۾ عيبَنِ ڪوڙ، تون پاڻُ سُجاڻج، سُپرين!

(ٻروو سنڌي، ۳ ــ ٦)

(۳۹)

ڪُوها ڪالهہ ڪٽي، اُن وڏا اُتَر آسَري،
اَلا! جُهري مَ ان جي، اَولي جي آٽي،
وٽجارَنِ وٽي، وَڪَرُ وِڏو ٻيڙيين.

(سريراڳ، ۳ ــ ۱)

(۴۰)

ڪُوهَر، ٿُوهَر، ٿَر: جِتِ سانيڪا ۽ سَٽيُون،
چارِنِ اُتِ چاهَ مَنجهان، پاسي ڦوڳَنِ ڦَر،
ڪِئَن لَهَندَمِ ڪَرَ؟ جِتَن مارُو پانَ اَپاريا.

(مارئي، ۸ ــ ۱۶)

(۴۱)

ڪُوهَن سِر وانئُٽيُون، وانئُٽيِن سِرِ ڳَندَ،
ڪيڙي ڪيڙي ڪَندَ، ماءِ! سامُونديَ آئيا.

(سامونڊي، ۲ ــ ۲۱)

(۴۲)

ڪوءِ ٻولي! ٻَنِ ٻَروچ! گهوري ذاتِ جَتَنِ جي!
مُون ڪي چَئي 'لوچُ' پيهي وِيا ڇِپَرين.

(حسيني، ۲ ــ ۱۳)

(۴۳)

ڪوءِ سَميُون! ٻَنِ سُومرِيُون! جي آچَنِ اُوچي ڳاٽِ،
وَرُ سي ڪَنجُهر ڇائيُون! جن تَماچِيءَ جي تاتِ،
راٽينِ مُلان راتِ، ماٽِڪُ مي پرائيو.

(ڪاموڏ، ۱ ــ ۲٦)

(۴۴)

ڪوءِ ڪَتَنُ، ٻَنِ ڪَپاهُ! ڪوءِ آتَڻُ! ٻَنِ جيڏيُون!
ساڄَنُ مُنهنجو ساهُ، هاجي مَنجهہ هَٽي ويو.

(حسيني، ۲ ــ ۱۰)

(۴۵)

ڪوءِ گودَڙُ! ٻَنِ گَبَريُون! نيئي ڪدائُون ڪانءِ:
جيڏاهِين جوڳ وِيو، نيڻَ تيڏانهين نانءِ،
پِٽُو اِيئن پانءِ، تہ سِگِيُون شُومَتَ هَٿَ جُون.

(رامڪلي، ۹ ــ ۳۸)

(۴۶)

ڪوءِ هاڙهو! ٻَنِ هوتُ! ڪوءِ پُنهون، ٻَنِ پِريَتُو!
مادَرِ! مون مَوتُ، پَسَّان ئي پرائيو.

(حسيني، ۲ ــ ۱۲)

(۴۷)

ڪُهج مَ، اُجها ڪيہَ، گَردَ پَسُ گُنگَنِ جي،
ڏُڪي! مَنجهان ڏيہَ، نِڪَرُ ناہ ڪُلهي ڪَري.

(سسئي آبري، ۹ ــ ۵)

(۴۸)

ڪُهي جا ڪَنيائين، وِڪَ تَنهين ويجهي ڪَئي،
ڇِڪِيءَ ڇِنائين، پَنڌُ مِڙوئِي پَٻَ جو.

(سسئي آبري، ۹ ــ ۸)

(۴۹)

ڪيڙائُنِ ڪارو، سَنجهيئي سارِيو،
آيَلِ! اُمارو، آهينِ پَرِئين پارَ جو.

(سامونڊي، ۳ ــ ۸)

## وائي- ١

ڪَــٿيءَ مَنجِهہ ڪَٿيائِين، مارُو جامُ مَلِيرَ جو.
پَرچِي پَنوَهارَن سين، لوئي ڏيجُ لَڏائِين،
سيلُ نِباهي، سُومِرا! پَنهنجو پيُ پُڇيائِين،
جُهوپو جهانگِيڙَن جو، ماڙِيءَ سان مَٽيائين،
سِگَرَ ساهيڙِيُنِ سين، ڪاٿُونبا ڪاڏائِين،
مارُوءَ پاسِ مَلِيرَ ۾، چَسا سَپِ چَکيائِين،
اُتي، عَبدُاللّطِيفُ چَئي، شَرَمُ رَکِين رَبَّ سائِين!

*(مارئي، ١١ _ وائي)*

## وائي- ٢

ڪَرُ مَرُ ڪامي پَڇي، آئُون ويندي دَرِ دوستَنِ جي،
جيائِين ڏُجَنَ تَڪِيو، سَجَڻُ تِيائِين اَچي،
نُورا پايو نِينهَن جا، دَرِ پَلي جي نَچي.

*(سارنگ ٢ _ وائي)*

# گ

(۱)

گامَ گُندِيءَ گَنجَ، اَبَـرَ ۾ اُهاءُ ٿيو،
پَسِي پَرِ پرِيَنِ جِي، ڏُورِ ٿيا سَڀ ڏَنجَ،
شالَ وَسَندو سَنجَ، عاشِقَ تي اوهيڙا ڪَري.

(سارنگ، ۱ ـ ۲۳)

(۲)

”گُجَرِ ڪي گَجميلَ جُون، تارَنِ ۾ تَبرُون،
هَنّي حاڪِمَنِ ڪي، زورَ پَرِيوُن زَبرُون،
ڪاڪِ ڪَندَيءَ قَبرُون، پَسو پَـرَڏيهيُنِ جُون“.

(مومل راڻو، ۲ ـ ۲)

(۳)

گُجَرِ گاروڙيُنِ، اَچيو آڏي اُپِيي،
مَٿانَ پيئِي تِـنِ، پَڏا بانَ هَٿَنِ جي.

(مومل راڻو، ۲ ـ ۳)

(۴)

گُجَرِ ڪَهَٽا گَهائِيا، پاٽا لَگُسِ گَهاءُ،
مينڌَري مُلاءُ، لَگُسِ ڪانُ ڪَپارَ ۾.

(مومل راڻو، ۳ ـ ۹)

(۵)

گَڏيو ڏوبِيُنِ ڏوءِ، پُنهونءَ پارچو هَٿَ ۾،
اُتي آرِيءَ چامَ جو، قاصِدُ آيُسِ ڪوءِ،
اِيُ، ڪامِلَ! ڪَرُ نہ سَندوءِ، جِئَن پَهَسَ پَچازِئين پوتِئين.

(ديسي، ۴ ـ ۱۷)

(۶)

گُذَرَ گَئِي گُذرانُ، ڪِينَ قَبُولِـج ڪاپَـڙِي،
عَلِيءَ جو مَيدانُ، سَڪَرُ سناسِيُنِ ڪِي.

(رامڪلي، ۹ ـ ۳۰)

(۷)

گُلُ چِنو گِرنارَ جو، پِـٽَـڻِ ٽِيوُن پـِٽِين،
سَهَسِين سورَتِ جهـڙِيوُن، اُپِيوُن اوساريِنِ،
چوتا چارَڻَ هَٿَ ۾، سِرُ سينگارِيو ڏِيِنِ،
نارِيوُن ناڏَ ڪَرِينِ: ’راڄا راتِ رَمگِيو‘.

(سورٺ، ۴ ـ ۱۲)

(۸)

گُلَ گُـلَ پَسِي، گودَڙِيا! گَهٽا مَ پائيج،
سوئِي سُڄاڻيج، هِيُ هُو آهي هيڪِڙو.

(رامڪلي، ۹ ـ ۴۵)

(۹)

گَنجو ڏُونگَرَ گامَ، پيهي جن پَـرُوڙِيو،
ڪَري تَنُ تَمامُ، لوچي لاهُوتي ٿِيا.

(ڪاهوڙي، ۲ ـ ۷)

(۱۰)

گَندَ جِن جِيءَ گوڏِ ۾، پاپوڙا پوشاڪَ،
اُنين جِيءَ اوطاقَ، راڄا رِيجهي آئِيو.

(ڪاموڏ، ۱ ـ ۱۳)

(۱۱)

گَندَ جِن جِيءَ گوڏِ ۾، پاپوڙا پينامُ،
اُنين ڪي اِنعامُ، مَجَـرُ مڙوئِي ٿِيو.

(ڪاموڏ، ۱ ـ ۱۴)

(۱۲)

گَندَ جِن جِيءَ گوڏِ ۾، مَٿَنِ تي مُوڙِيُون،
اَچِنِ سَنيُوڙِيُون، سَمي جي سَلامَ تي.

(ڪاموڏ، ۱ ـ ۱۵)

(۱۳)

گُندِيءَ نِينهُن نہ سَپَجي، تُہَ نہ پَڇي ماهُ،
ڪَڇِيءَ پَرِ ڪِئاءُ، ٿِئي سَماجوڳُ سَجَڻين؟

(آسا، ۴ ـ ۳۵)

(١٤)

گنيـرَ گَت سِڪَن، چِلَنَّ جي چاھَ پـِئي
هِندوا حَيرَتَ ۾ پيا، لالي ڪِي لَبَن،
چِمڪَن چوڏَس چَندَ جِئَن، وِچڙيُون وَهسَن،
لوچَن تا، لَطِيفُ چئي، پَسَنَّ لَءِ پرين،
ڪيسَرَ قَرِيبَن، سَنباهي ساڻُ ڪَنيا.

(سارنگ، ٣ ـ ١)

(١٥)

گورا وَجَن گامَ، ڏيرَن سَندا ڏيهَ تي،
توڏَن جو تَنَڙَ پيٽڙَ ۾، تِريُون تِرڪَن تان مَ!
اونيڙا آرامَ، لَنگهي پَبُ؛ پَري ٿيا.

(ديسي، ١ ـ ٢٣)

(١٦)

گولا جي گِراهَ جا، جُونا سي جوڳِي،
قِتَلَ سي قوڳِي، جِن شِڪَمَ سانڍِيا.

(رامڪلي، ٤ ـ ١٢)

(١٧)

گُونڌَرَ ڪيو غَرَقُ، ماءُ! مُنهنجو جِندڙو،
ڏُڪويُن مَرڪُ، مَٿي سَگِرَ پَنڌَڙو.

(رپ، ١ ـ ١)

(١٨)

گُونڌَرَ گَڏِياسِ، صِحَتَ نيڙيِم سَجَڻين،
مادَرِ! مارياسِ، قُوڙائي پِرينءَ جي.

(رپ، ١ ـ ٢)

(١٩)

گُونڌَرَ هَٿَ نہ پيرَ، وِرهُ مَنجهين وَهَٽو،
ڪُٽِرهِ ۾ قَطارُون ڪَري، سُورَن لايا سيرَ،
مُون جِئَن گهاري ڪيرَ، هيڪِلي رِءَ سَڄَڻين؟

(رپ، ١ ـ ٣)

(٢٠)

گُوني ۽ گُوني، پِرين پـَتائين گَجَ جِئَن،
جي مَنَ مَجُوني، سي ڪِئَن وَجَن وِسري؟

(رپ، ٢ ـ ٧)

(٢١)

گَهَ سِرِ ٿِئي مَ گُس، پَٽِي پوءِ مَ پرينءَ تي!
جنهن سِرِ ساجَنُ سُپرِين، تنهن اُٿَ مَ لَگِي اُسَ!
پُنهون پاڪَ پُرِسَ! هوتَ نہ ڪَجَن هيڏِيُون.

(ديسي، ١ ـ ٢٤)

## وائي

گِلا ڪامَ ڪَري، لِکيو تان نہ ٽَري،
بـَڙي! جيڏِيُون! مُنهنجي، ووا شَهَرَ پَنيورَ ۾.
جو سِينگارُ سَرَتِئين، سو مُون ناهِ ڳَري،
جهڙي تَهڙي حالَ سين، وَجان پيرَ پَري،
جنهن وَٽَ هينان هَليا، سَجَنَّ سانگُ ڪَري،
لامُون تنهن وَٽَ سَنديُون، لوڏِيان، لايان ڳَري،
قَضا جا ڪَرِيمَ جي، ڪَنهن تان ڪِينَ ٽَري،
جيڪي لِکيو لوحَ ۾، پاڙِيان، سو پـَڙي،
اَدِيُون! عَبدُاللَّطِيفُ چئي، شَلَ قادِرُ ڪَرَمُ ڪَري!

(ڪوهياري، ١ ـ وائي)

# ڳ

(۱)

ڳالھہ پريان جي ڳُجَهہ جي، ڳالھہ مڙيا ئي ڳُجْهہ،
هِنئَڙا! اُجُهہ مَ مُنجُهہ، تہ پِريَنئُون پرين ٿئين.

(آسا، ۱ — ۱۴)

(۲)

ڳالِهيُون پيٽَ وَرَن ۾، وَڏي وَنَّ ٿيُون،
پَـرَ سين مُون نہ ڪيُون، گوشي پِرين نہ گَڏِيا.

(رپ، ۲ — ۲)

(۳)

ڳائو ڳجَهہ نہ ڪاءِ، ميهي ماسَ نہ هيرَئِين،
تِنين لَءِ واجها، ڪَلَنگِيُون جن ڪپارَ ۾.

(ڪيڏارو، ٦ — ٦)

(۴)

ڳائو، نہ وائو: اَديُون! آريچَنِ جو،
لَنگهي پَبُ پَري ٿِيا، چَڏي رِنُ، رائو:
ڏيئي ڦوڙائو، وِيا ويچاريءَ سُپرين.

(ڪوهياري، ۴ — ۱)

(۵)

ڳائِي، نہ وائِي: اَديُون! آريچَنِ جي،
ڪنهن پَر ڪَهي لَنگهيان، جَبَلَ جهاجهائي؟
جيڪُسِ واجهائِي، هاڻي مَرَنديَس هوتَ لَءِ!

(ڪوهياري، ۴ — ۲)

(٦)

”ڳُجهُہ پَنهنجي ڳجهَہ سين، رِندَا! رَسائي لاءِ،
اَجَلُ اَيو آهِ، پُنيءَ تو پَلاٽيو.“

(سورٺ، ۴ — ۸)

(۷)

ڳجهڙيُنِ ڳارو، راتو ڏينهان رِنَّ ۾،
پُٽِيو پُڇَنِ پانَ ۾: ”ڪَنهن مُنهَن ڪيڏارو“،
ڪائِـنِ ڪَڳمارو، ڪانئرُ پِيو ڪِنو ٿئي.

(ڪيڏارو، ٦ — ۵)

(۸)

ڳجهن ويني ڳاڙيا، ڏجها ڏُکَ گهٽا،
تَنگي لَتِيَنِ تُونِ جي، سُورِهَ ساماٽا،
ڪَندا راماٽا، ڪَئُنرَ ڪِلي جا ڪوڏِيا.

(ڪيڏارو، ٦ — ۹)

(۹)

ڳجهُون ڳوٺِ نہ هُوَن، وَتَنِ ڪِلي ڪوڏِيُون،
حَسَنَ، مِيرَ حُسينَ ڪي، لَميو لائُون ڏِيَنِ،
ڳُتا اُڪوڙِينِ، چوٽا چُوڙِيَـرَنِ جا.

(ڪيڏارو، ٦ — ۴)

(۱۰)

ڳچيءَ پايو ٻانهَن، ويني روءِ وَچِنِ سين،
لائيان لالَ لِڱَنِ ڪي، اَئين جي چَرو ڪانهَن،
آئُون اوهان جيءَ دانهَن، سَدا پُٽان سَنَري.

(سهڻي، ۴ — ۱۴)

(۱۱)

ڳچيءَ ڳانا لوهَ جا، زيريُون ۽ زَنجِيرَ،
پَيڪَڙا پيرَن ۾، ڪوٽِيَنِ اَندرِ ڪِيرَ،
چارِي چَؤڳانَنِ ۾، واهِيَتَ ڪَنِ وَزيرَ،
چَنِ نہ چَجي آهِيان، اَهَڙِيءَ سِتَ سَرِيرَ،
مارُو جامَ مَليرَا! پُڇج ڪِي پَنوَهارِ ڪي.

(مارئي، ٦ — ۱۵)

(۱۲)

ڳَرن ۾ ڳَرھيج، روئِي ڪَج مَ پَڏِرا،
تان سُوراٽِي سَهيج، جان لاھِينِدَڙُ ڪو لَهين.

(رپ، ۱ – ۹)

(۱۳)

ڳَـرَ ۾، ڳُجهو روءُ، پَڌَرِ وِجهُه مَ پِرينءَ ري،
سُوَرَنِ سُپِرُ هوءُ، هِنئَڙا! ڪَرُ ڪَنَنِ جِئَن.

(رپ، ۱ – ۱۰)

(۱۴)

ڳِريو جَهليو روءِ، مَتي مُهري هَنَڙا،
ڪوءِ! سودو سَندوءِ، جو تون، ڍوليا! سِکيو.

(سامونڊي، ۱ – ۲۰)

(۱۵)

ڳَلِ ڳانا ياقُوتَ جا، موتِي مَنجهه مَهارَ،
چانگا! چَندَنُ چارينءِ، اَٿَئي پَهَرَ اَپارَ،
سَنديءَ پِيَ پَچارَ، جي مون رات رساٽئين.

(ڪنيات، ۲ – ۲۱)

(۱۶)

ڳَلِ ڳانا ياقُوتَ جا، موتينِ ڳُتيس مالَ،
ڪَديفي جِي ڪَرَها! هيدي پاينءِ حالَ،
چَندَنُ چارِيَنءِ جالَ، جي مون رات رساٽئين.

(ڪنيات، ۲ – ۲۰)

(۱۷)

ڳؤرا ٻئي پارَ، هِنئُون حَيرتَ ۾ پيو،
وِهان تہ وَيرمَ ٿئي، نِينهَن ۾ پوءِ نِهارَ،
وِچان تہ واڪو ٿئي، پاڙي پوءِ پَچارَ،
هُتِ تي وَعدي وارَ، هِتَ سُوٽُون ڏِيَنِم سَرتيُون.

(سهڻي، ۵ – ۲۲)

(۱۸)

ڳوليان ۽ ڳُنڌِيانِ، ويا ويراڳي نڪري،
صُحبَتَ جا سَنڌِيانِ، آئُون نہ جِئَندي اُن ري.

(رامڪلي، ۱ – ۴)

## وائي-۱

ڳالِهيُون هوتَ ٻَروچي سانُ،

وو! منهنجي جِيءَ جُون، جيڏِيُون!
چُلي پِيينِيَسِ چِپَرِين، سَگَ تُنهنجي سانُ،
ڇَهري ڏاڍِين ڏُونگرين، پُرزا ڪَنڌِيَسِ پانُ،
رُلي چُلي چِپَرِين، چامر! وِچايمِ چانُ،
هَتان هَڏَ نہ چِڏِيان، سَندو نِينهَن نِڌانُ،
نَصِيبُ ڪَرِ نَسُئيءَ ڪي، پُنهونءَ اُتَ وَتانُ.

(سسئي آبري، ابيات متفرقہ – وائي ۱)

# گهہ

(١)
گهَٽنِ ۾ گهُٽڪنِ، وَٽيُون پِيَنِ وَهَ گاڏيُون،
برخيز بده ساقِي! پيارِ کي پرِيَنِ،
پِڪين نہ پرچنِ، مَٿَ تَڪِيائُون مَنجهيان.
(يمن ڪلياڻ، ٤ ـ ٩)

(٢)
گهُرُ، نہ وَرُ، نہ وَٿُ ڪا، آهِمِ مَنِ ميهارُ،
اِنَ اوسيڙي اُتِيان، سَنجهي ڪري سِينگارُ،
پرِين! تنهنجو پارُ، پَسان مانَ پَرِ ڪنهين.
(سهڻي، ٩ ـ ٢٤)

(٣)
گهَڙَنِ وارِيُون، تَڙَنِ تي، گِهڙَنِ گهَٽيئي،
سَيِڪا چَئي "آئُون سُهڻي، لَيءِ پريان پيئي"،
صُباحَ سَيِيئي، پَسيِيُون پاتارَ ۾.
(سهڻي، ١ ـ ٨)

(٤)
گهَڙَو پَڳو تہ گهورِيو، آسَرَ مَ لاهيج،
'لاَ تَقْنَطُواْ مِنْ رَحْمَةِ اللّٰهِ'، تُـرهي اِنَ تَريج،
حَبِيباٽي هيج، پَسِينْ مُنهَن ميهارَ جو.
(سهڻي، ١ ـ ٢١)

(٥)
گهَڙَو پَڳو تہ گهورِيو، تان ڪِي تَـرُ، هنيان!
اَدَبُ اَڪَڙِيَنِ کي، ڏيهاٽِي ڏِيان،
ميهارَنِ مِيان، سَنئون سُونهايمُ پيچرو.
(سهڻي، ١ ـ ٢٠)

(٦)
گهَڙو پَڳو تہ گهورِيو، پاٽان هو حِجابُ،
واجَٽُ وڄي وُجوُدَ ۾، رهيو رُوحَ رَبابُ،
ساهَڙَ رِيءَ صَوابُ، آئُون گهٽو ئي گهورِيان.
(سهڻي، ١ ـ ١٩)

(٧)
گهَڙو پَڳو تہ گهورِيو، مَرُ ٻيڙَ ٿئي ٻانهِين،
'طالِبُ الْمَوليٰ مُذَکَّرُ'، اِيَ پَرِ اَسانهِين،
پُٺان مَ پاهِين، مُون ميهارُ مَنَ ۾.
(سهڻي، ١ ـ ١٨)

(٨)
گهَڙو پَڳو تہ گهورِيو، مَرُ چُورُ ٿئي چُوڙو،
'طالِبُ الْموليٰ مُذَڪَّرٌ'، اِيُ ٻُڏَندنِ ٻُوڙو،
ڪوڙِهيو ڏَمُ ڪُوڙو، مُون ميهارُ مَنَ ۾.
(سهڻي، ١ ـ ١٧)

(٩)
گهَڙو پَڳو، مُنڌ مُئِي، وَسيلا وِيا،
تِنهان پوءِ سُئا، سُهڻيءَ سَڏَ ميهارَ جا.
(سهڻي، ١ ـ ٢٣)

(١٠)
گهَڙو پَڳو، مُنڌ مُئي، ويا وَسيلا،
سارَ ڇَڏيائِين سِيرَ ۾، هَيُ! رهيا حِيلا،
سُهڻيءَ جا سِيلا! وَحْدَتَ سِپ وِجائِيا.
(سهڻي، ١ ـ ٢٢)

(١١)
گهِڙِيا سي ڇِڙهيا، اِئين اَٿيئي،
مَئِي مَٿِي مَهرانَ ۾، پئِ ٽپو ڏيئي،
تہ ميهارُ مليئِي، سَنيِوُڙو سيٽاهَ سين.
(سهڻي، ٥ ـ ٤)

(١٢)
گھڙي گھڙو ھَٿ ڪري، الاھي تُهارَ!
جَنگھہ جِرڪي واتَ ۾، سِپي ڪي سيسارَ،
چوُڙا پيڙا چِڪَ ۾، لُڙَ ۾ لُڙهيَس وارَ،
لَڪين چُهٽيسِ لوھِٽيون، ٽيلهيون ٽِرِنئون ڏارَ،
مِڙيا مَڇَ ھزارَ، ياڳا ٽيندي سُھڻي!
(سھڻي، ١ – ١٥)

(١٣)
گھڙي گھڙو ھَٿ ڪري، ٻوڙِيائين ٻانهون،
ويچاريءَ وَڏِيون ڪيون، وچ دَرياهہ دانهون،
موٺُ، مُحِبَ! پاھُون، تاڪُنِ تَڪي آھيان.
(سھڻي، ١ – ١٤)

(١٤)
گھڙي گھڙو ھَٿ ڪري، ٻَھُون نِھاري ٻَنگُ،
”سر در قدمِ يار فداشدچہ بجاشد“، وَصلَ اھوئِي وَنگُ،
راتِ جنين جو رَنگُ، آلا! سي اُڪارِئين.
(سھڻي، ١ – ١١)

(١٥)
گھڙي گھڙو ھَٿ ڪري، ٻَھُون نِھاري ٻَنگُ،
’وَ اَمَامَنَ خَافَ مَقَامَ رَبِهٖ‘، اِيُ لَنگھيائِينَ لنگھہ،
سِڪَنديَن ڪي سَيَدُ چَئي، ڪين جهَلِيندو جهنگُ،
راتِ جنين جو رَنگُ، آلا! سي اُڪارِئين.
(سھڻي، ١ – ١٢)

(١٦)
گھڙي گھڙو ھَٿ ڪري، چيلهہ ٻَڌي چوتو،
منهنجو مَنُ ميهارَ ڪي، پارِ وِچي پهتو،
گھوتي ۾ گھوتو، مونکي مُحِبَّ ميهارَ جو.
(سھڻي، ١ – ١٣)

(١٧)
گُھندِنِ پاسي گھندِ، گَڏُ گُڏارِينِ گودَڙِيا،
پَليتيءَ ڪان پانهنجا، پاڪُ رَڪِيائُون پِندَ،
نانگا ڪَنِ نہ نِنڊَ، وَڃَنِ رُوندا رامَ ڏي.
(رامڪلي، ٦ – ١١)

(١٨)
گھنگھريا گھَڻَ جانَ، موڙهِي مَتِ مَھائِيين،
ويا گَڏِجي وِيرِ ۾، پِيا مُنهن مھرانَ،
اَڳِيان پويان ٽانَ، وِيا ويچارَن وِسِرِي.
(گھاتو، ١ – ١)

(١٩)
گھورِيندي گھورِ پِيا، آگھورِ گھورِيائُون،
مَيڪَرُ مارِيائُون، مَلاحَنِ مُنهَن سَنَرا.
(گھاتو، ١ – ١٥)

(٢٠)
گھوريو سو سُھاڳُ، جنهن ۾ پَسين پانَ ڪي!
ڏوري لَھُ ڏُھاڳُ، جنهن ڪَرَلاھُو داسَڙو.
(ليلا چنيسر، ٢ – ١٢)

(٢١)
گھوڙا! گھٽيءَ پُون، ووءِ! ووءِ! وَڃَنِ نَڳِيا،
مادَرِ! مَٿان مُون، ڪانگَ لَوندا ڪَڏهِين؟
(حسيني، ١٢ – ١٤)

(٢٢)
گھوڙَن ھَنيُون گھٽِيُون، اُنَنِ ھَنئي آنءُ،
جا نِيِنهَن ڳِنهَندي نانءُ، سا مُون جِئَن پوندي مامِري.
(حسيني، ١١ – ١٢)

(٢٣)
گھوڙَن ۽ گھوٽَن، جَنَّ ٽورا ڏِينهَنڙا،
ڪَڏهِنَ مَنجِهہ ڪوٽَنِ، ڪَڏهِن راهِي رِڻَ جا.
(ڪيڏارو، ٣ – ٧)

(۲۴)

گهوڙو گهوٽ پَلاڻيو، مَٿس زين ڏري،
عَلي شير پُٽَنِ کي، اُيو سَڌ ڪَري،
قَضا ڪِيئَن ٽَري، جِئَن اَمُرُ اِلاهي آئيو.

(ڪيڏارو، ۳ ـ ۸)

(۲۵)

گهيڙان ڪَري نہ گهورَ، تَڙُ تَڪَڙِ ڪان نہ لَهي،
جنهن کي سِڪَ ساهَڙ جي، پُورَنِ مٿي پورَ،
ڪارِيءَ راتِ ڪُنَنِ ۾، وَهَمَنِ ڪِي وَهلُورَ،
جنهن کي ساڻُ پِريان جا سُورَ، تنهنکي نَدِي ناهِ نگاهَ ۾.

(سهڻي، ۳ ـ ۲)

(۲۶)

گهيڙَ لَنگهيو گهاري، مِيثاقان ميهارَ ڏي،
اَلَستُ بِرَبِّڪُمۡ؟ قَالُوۡا بَلٰي، پَرِ اِها پاري،
ڏِسيو ڏيکاري، پِرتِ پِريان جو پيچرو.

(سهڻي، ٦ ـ ۳)

## وائي-۱

گُهمان جالَ جَبَلُ، مِيان! جيڏِيُون! جانِبَ جَتَ لَءِ.
ڏورينديَسِ ۾ ڏُونگرين، ڪنديَسِ آئُون اُجَلُ،
هيڏِي شَهَرَ پَنهِورَ ۾، رَهان نا هِڪُ پَلُ،
پُنهون پانَ نہ وَڃِڻو، ڪو مُنهين ۾ وَلُ،
اوڏي ٿي، عَبدُاللَّطِيفُ چئي، هوتَ ڪارَڻِ هَلُ.

(ديسي، ٦ ـ وائي ۲)

# ل

(۱)

لاڄُو ٿا لَوَنِ، اَچَنِ سڙُهَ اُپٽِئا،
ڪارَڻِ تن پِرِيَنِ، ويني واٽَ نِهاريان.

(ساموندي، ۲ ـ ۱۲)

(۲)

لاڪا! لَڄَ سَنڌِياءِ، اوڏِ اَڱلي آهيان،
پَڪا سي پَرتاءِ، جي اَڄهي تُنهنجي اَڏيا.

(ڏهر، ۴ ـ ۴۸)

(۳)

لاڪا لَڪَ سُڄَنِ، ڦُلاٽيءَ پيرُ پيو،
جَنهِن پَرِ راٽا، راڇيا، ڪوٺَنِ مَنجهه ڪَنبَنِ،
جَنهِن جو جاڙيجَنِ، سُتي سَنچو نہ لَهي.

(ڏهر، ۴ ـ ۴۳)

(۴)

لاڪا لَڪَ هُئا، ڦُلاٽيءَ پيرُ پيو،
آجا اوڏ ٿِيا، پَليءِ لَڳِي جَنهِن جي.

(ڏهر، ۴ ـ ۴۴)

(۵)

لاڪو لَڪِيءَ تي چَڙهي، لَڪِي لاڪي هيٺِ،
سونهارِيُون سِرِ ڪَيو، پيڙي پڌي بيٺِ،
ڪَندو ڏمَرَ ڏيٺِ، صُباحَ سانُ سَيڪَنِهين!

(ڏهر، ۴ ـ ۴۵)

(۶)

لاڪي لَڄَ ڪَنئي، اَسان اوڏڙِيَنِ جي،
ڪَندو ڪانَ بِئي، اَڳ وِسُوڙَلَ آهيُون.

(ڏهر، ۴ ـ ۴۶)

(۷)

لالَ ڪي لالُ ٿِيا، لالُ لَنگهيو جِنِ،
عَدَمَ جي اوڙاهَ تي، ڪَيا آسَڻَ آڏوتِيَنِ،
گِردانيو گُنگَنِ، گِردابَ ڪي گِيانَ سين.

(رامڪلي، ۵ ـ ۱۹)

(۸)

لانگوٽي لاهي، واءُ ويراڳِيُنِ سامُهون،
پَڌُ سُورَنِ جو سَندِرو، مَنجهانَ سڪَ ساهي،
اُنين وَٽِ آهي، اوچَنُ ڳالهہ اُگهاڙَ جي.

(رامڪلي، ۷ ـ ۱۴)

(۹)

لاهہ مَ پَچاران، سُڪَ مَ سُمُہ، جِندُڙا!
ڪَرَ جهوري ڪيٽانِ، ڪالهُوٽِيان اَڄُ گهٽِئي.

(رپ، ۱ ـ ۱۱)

(۱۰)

لاهُوتي، لَطِيفُ چئي، سَڌ نہ ڪَٽَنِ سانُ،
اِيُ آديسِيُنِ اُهڃانُ، جِنَ تَعَلُقَ ڇَڏِياڻُون تَڪِيا.

(رامڪلي، ۷ ـ ۱۹)

(۱۱)

لاهِيان جي نہ چِتان، آلا! اُنِ مَ وِسران!
مَڙهيو مَنجهاران، جِيُ مُنهنجو جن سين.

(ساموندي، ۲ ـ ۴)

(۱۲)

لاهِيندا ئي ڪَنِ، ڳالهيون هَلَڻَ سَنڌِيُون،
ڏِيندا مُون ڏڪِنِ، وَهَ وِجهندا جِندڙو!

(ساموندي، ۱ ـ ۳۲)

(۱۳)

لائِي جو ويا، سو مَنجهين تو مَچُ بَري،
سو اُجهائي ڪِئان، جنهن سورِيندڙ سُپِرين؟

(رپ، ۱ ـ ۵)

(١٤)

لائي خَنجَرُ 'لا' جو، هَيءِ! خَچَرَ کي هَڻُ،
سَڌُن جُون، سَيَدُ چئي، وَتُون سَڀِ وِڪڻُ،
پيرُ پَرُوڙِي کَڻُ، تہ هَلَڻَ ۾ هوري وَهِين.

(معذوري، ٢ ـ ٨)

(١٥)

لَتو کَمُ کيچِيُن جو، چِڏي هَليا مُون،
اَللهُ! آهِئين تُون، هوتَنِ تان هيڏي کَئي.

(حسيني، ١١ ـ ١٩)

(١٦)

لَجايا مُونهان، ساجُهر تي سيڻَ وِيا،
پِيَنِ پَنهِوران، سُڌِ مُنهنجِيءَ ذاتِ جِي.

(حسيني، ٤ ـ ١)

(١٧)

لُچَڻُ نہ لاهِين، گُوندَرَ هِنَ غَرِيبِ تان،
پَرِ ۾ پَچائِينِ، جِيجان! جوشَ جَتَنِ جا.

(حسيني، ١١ ـ ١٤)

(١٨)

لُچِي، کِينَ کُچِي، آتي مُنڊَ اَندوهَ ۾،
پَرِ ۾ پيرُ پُڇِي، لالَنَ جو، لَطِيفُ چئي.

(سسئي آبري، ٧ ـ ١٦)

(١٩)

لَڏِيندي لِباسُ، جَتَنِ جيڏو ئي کَيو،
اَچي آريءَ چامَ جو، وَڻَ وَڻَ مَنجهان واسُ،
مِرُون کِيَنِمِ ماسُ، هَڏَ هَلندا هوتَ ڏي.

(ديسي، ١ ـ ٢٦)

(٢٠)

لَڏيو لَطِيفَنِ، پَلاٽي پَنڌِ پيا،
هَٿان حَبِيبَنِ، کَڏهن کونہ ڏکوئيو.

(مومل راڻو، ٥ ـ ٥)

(٢١)

لُڏُوٽِيان، لَطِيفُ چئي، کَٿُون کَنياٽُون،
چِڏي جِيلا هَليا، مُومَلِ مارِياٽُون،
پِيرو پَڳاٽُون، آسَڻِ آرامي ٿِيا.

(مومل راڻو، ٧ ـ ٣)

(٢٢)

لُڏُوٽِيان لوڏي ٿِيا، وَتَنِ مَنجھ وِصالَ،
اَڄُ اَرتو اَکِيين، کاکِ پيتاٽُون کالَ،
ويئي ويچارَنِ وِسري، صُباحَ جي سَنڀالَ،
پَريءَ کان پاسي ٿِيا، مامويُنِ مِثالَ،
جانِبَ جي جَمالَ، رَڳي، پَسُ! ريٽو کَيا.

(مومل راڻو، ٣ ـ ٥)

(٢٣)

لُڙُ، لَهريُون، لَسَ، ليٽَ، جتي اَنٽُ نہ آبَ جو،
اللهُ! اُتِ مَ اولئِين، پيڙا مٿي پيٽَ،
جوکو ٿئي مَ جَهازَ کي، قُرهي اچي مَ قيٽَ!
لڳي کا مَ لَپيٽَ، هِنَ غارِيبي غُرابَ کي!

(سريراڳ، ١ ـ ١١)

(٢٤)

لَڙُ مَ، لاڙائُو ٿِيو، گُهٽُون گوهيُون چِڏِ،
لاهِ مَ لَڏو، لَڏِ: تہ ڳاڙهي سِڄ ڳالهِ مِڙين،

(حسيني، ١ ـ ١)

(٢٥)

لَڙُ مَ، لاڙائُو ٿِيو، وَرَ چوندِيندي وَڄُ،
آهي اِيُ اُهجُ، هاڙهي هَلَنديُن جو.

(حسيني، ١ ـ ٣)

(۲۶)

لَڙُ مَ، لاڙائُو ٿِيو، هَلي ڪَر هِمَٿَ،
سِجُ سامُهون مُنهَن ۾، مَتان ڪَرئِين ڪَٿَ،
سُپيرِيان جي سَٿَ، ڳاڙهي سِج ڳالهہ مِڙين.

(حسيني، ١ ـ ٢)

(۲۷)

لَڪِڙياريُون آڳَرِيُون، ٻاروچاٽو پِيرُ،
اَچي پَسو، جيڏِيُون! تازو پُنهونءَ پيرُ،
ويچاريءَ سين ويرُ، جَتَنِ جيڏو ئي ڪَيو!

(حسيني، ١١ ـ ١٣)

(۲۸)

لَڪِيُون! آن يِرِ لِڪَ، ڪي وهيارا ورميا؟
جِنِين سَنديءَ سِڪَ، رُنَمِ راتِ رَتَ ڦُڙا.

(حسيني، ١١ ـ ۴)

(۲۹)

لَڪِيون! آن لَڳا، ڪِي پَلَءَ پانڌِيَڙَن جا؟
توهان گهَٽيرو، ماءِ! رُوندا اُوءِ رَتَ وِيا.

(حسيني، ١١ ـ ۵)

(۳۰)

لَڪِ لاڪِيٽو ڪَرَهو، ڪوڙين ڏيئي چوڙ،
اِها سَتِ سَيِدُ چئي، جنهين تنهين جوڙ،
ترتُ رسائي توڙ، جُ پَلاٽيو تہ پِرينءَ مِڙي.

(ڪنيات، ٢ ـ ۴٧)

(۳۱)

لَڪِ لاڪِيٽو ڪَرَهو، ڪوڙين ڏيئي ڪاهِ،
ايلاچِيون آهُرَ ۾، پُوچَ مَيي ڪي پاءِ،
ڪَٿَ نہ ڪند ڪاءِ، جُ پَلاٽيو تہ پِرينءَ مِڙي.

(ڪنيات، ٢ ـ ۴٨)

(۳۲)

لَڪ لاڪِيٽو ڪَرَهو، ڪوڙين ڏيئي ڳِڌومِ،
اَڪين سُونهن ٿيومِ، مُلهہ مهانگو مَ چئو.

(ڪنيات، ٢ ـ ۴٦)

(۳۳)

لَڪَنَ ڪِيمَ لَڪيچ، جِتَن مُوراهين ناهِ مُون،
مُون ڪي مَلهائيچ، وارو ڏيئي، وَلَها!

(ليلا چنيسر، ٣ ـ ٨)

(۳۴)

لَڪين سَئين مَهرانَ، آٿي سَپِ اُڏَميا،
سَڙان مَنجهين مانَ، ٻَهرِ ٻاڦَ نہ نِڪري.

(آسا، ۴ ـ ٣٠)

(۳۵)

لڪين ڪَيا لِسانَ سين، لاهُوتِيُنِ لوڙا،
گهوڙا! ڙي، گهوڙا! آئُون نہ جِتَندي اُنِ ري.

(رامڪلي، ١ ـ ٣)

(۳۶)

لَڪين لوڙائُو، سَهَسين آهِن سُجَ ۾،
ٻَرَ ۾ بورائُو، ڪَنُ، پِيادِي! پانَ سين.

(حسيني، ١٢ ـ ٢۵)

(۳۷)

لِڪِيو جو نِراڙِ، سو اَنگُ ڪِياڙِيءَ نہ ٿِئي،
پاڙِيو وِيِني پاڙِ، جيڪِي لالَنَ لِکِيو لوحَ ۾.

(معذوري، ۵ ـ ٨)

(۳۸)

لَکي ۾ لاکو، ٻَئي مُئا، ٻاجَهہ ٿي،
قادِرُ لاٿو ڪَڇَ تان، اَدِيُون! اولاکو،
وانڍِن ۾ واکو، ريباري رَهي وِيا.

(ڏهر، ۴ ـ ٣٧)

(۳۹)

لَڱِمِ ٻانُ ٻَروچَ جو، اَمَڙ! پَلِ مَ مُون،
سَڀِ رَڱِينديَسِ رَتَ سين، ڪيچان اوري پُون،
مادَرِ! مَٿان مُون، لَڪَنِ لوڏُون لائِيُون.

(حسيني، ۶ ـ ۱۵)

(۴۰)

لَڱِمِ ٻانُ ٻَروچَ جو، ڪَرَها ٿِيا قَضاڪَ!
اَهڪِي جا اُنَ ڪي، سا مَيَنِ پوءِ مَ ماڪَ!
اَڪَڙِيَنِ خوراڪَ، پَسَنُ پَرڏيهيُنِ جو.

(حسيني، ۶ ـ ۱۴)

(۴۱)

لَڱِي اُتَـرَ اوهِريا، واهُوندي وَرَنِ،
آئُون گهٽوئِي گهوريان، سؤدو سامُونديِنِ،
اَگَنِ جن اَچِن، عِيدَ وَرتِي اُنِ ڪي.

(سامونڊي، ۲ ـ ۹)

(۴۲)

لَڱِي اُتَـرَ هِيرَ، سامُونديِن سڙَهَ سَنباهيا،
نَنگَرَ ڪٽي ناڪُئا، ٿِيا سَٽاوا سِيرَ،
هِنئَڙي نِتُ اُڪِيرَ، ڪاري ڪيڙائُنِ جي.

(سامونڊي، ۲ ـ ۸)

(۴۳)

لَڱِي ڪوسو واءُ، لوڪُ مڙوئي لَهِسيو،
اُيَنِ منجهان آئيو، هَيءِ! هَيءِ!' جو هُڳاءُ،
طَبِيُرَنِ تَنواريو، پُنهونءَ پُچاڻاءُ،
رَسيو سوُزِ شَبانَ ڪي، وُحُوشَنِ وَڻاءُ،
مِروُئَنِ موتُ قَبُوليو، اَپَرِ اَفسوساءُ،
ٻَـرَ پَنّ ڪَنِ ٻڪاءُ، اُڪَنڊيا آريءَ لَءِ ڳهتو.

(سسئي آبري، ۱ ـ ۱۱)

(۴۴)

لَڳِي لاڳاپي، پوري مُنڌ پَنهوُرَ جي،
پِرِين وِڃايو تي، ڏُکي ڏوري ڏونگرِين.

(حسيني، ۳ ـ ۸)

(۴۵)

لَڳِي مُون ڪي لُوهَ، وِرهَ واڻُون لائِيُون،
رازُ جنهن سين رُوحَ، سو ڪوهيارو ڪيچ وِيو.

(حسيني، ۲ ـ ۵)

(۴۶)

لَڳِيءَ جو، لَطِيفُ چئِي، نہ ڪو قال نہ قِيلُ،
لِڪَئي لامُون ڪوڙِيُون، نيٽين وَهي نِيرُ،
هِنئَڙا! ٿِيُ سُڌِيرُ، ڪالهہ قَرِيبَنِ لَـڌِيو.

(ٻروو سنڌي، ۱ ـ ۸)

(۴۷)

لَنڪا لَنڪا ڪَنِ، لَيءِ لَنڪا جي اوهِريا،
سُٽي سونُ لَنڪا جو، سُڪُ نہ سامُونديِنِ،
پِرهَ پَڳهَ چوڙِيا، ڪاري ڪيڙائُنِ،
وَڏي ٻاڳَ پِڙَنِ، جي ڪَهيا ڪارُونبار ڏي.

(سامونڊي، ۳ ـ ۱۰)

(۴۸)

لنگُ ڪَڍيائُون لانگَ، موتِي ڪَنِ نہ مَسَحوُ،
جا اِسلامان اَڳِي هُئِي، سا سُئائُون ٻانگَ،
سامِي چِڏي سانگَ، گڏيا گورَکناٿَ کي.

(رامڪلي، ۷ ـ ۱۵)

(۴۹)

لَنگهہ لاهُوتان، ڪاپـَڙي! ڏُونهين ڪا مَ ڏُکاءِ،
اوري ڪَـر مَ آسرو، پَري پيرُ مَ پاءِ،
جِنِ جي جاءِ نہ، ماءِ، وَنءِ تِنين سين واڳِيو.

(رامڪلي، ۹ ـ ۳۲)

(۵۰)

لِنگڙياري لوءَ ۾، جنين لَءِ ٿياسِ،
تنين تـرَ جيترو، پَلَڪُ نہ پُڇياسِ،
جَهروڪَنِ جهوريو هِنئون، ڪوٺيُنِ آئُون ڪَنياسِ،
مارُنِ مُنجهہَ مُياسِ، ناتَ مارُنِ مارِيَسِ ڪين ڪِي.

(مارئي، ۴ ـ ۱۳)

(۵۱)

لُونَيسِ لُڏائي، پَسو! جو پِرِيُنَ ري،
جيڏِيُون! جيهائي ڪَئي، راتِ رُسي راتي!
هَلِيو هاٽي، ويرا: ڪاڪِ وَهُ ٿِئي.

(مومل راڻو، ۷ ـ ۱۸)

(۵۲)

لوچان ٿِي لاحَدَ ۾، هاديءَ لَهان نہ حَدَّ،
سُپيرِيان جي سُونَهن جو، نَڪو قَدُ نہ مَدُّ،
هتِ سِڪَڻُ بي عَدَدَّ، هُتِ پِرينءَ پَروا ناهِ ڪا.

(آسا، ۱ ـ ۱)

(۵۳)

لوڏِي لَڪَ اَچَنِ، رُوءِ راتي جي ناهِ ڪو،
هِڪُ اَکِيُون، ٻيا اَکَڙا، پَرِ ۾ تا پَچَنِ،
سي ڪِئَن، مينڌرا! مَچَنِ؟ جي تو سُوريءَ چاڙهيُون.

(مومل راڻو، ۶ ـ ۹)

(۵۴)

لوري جت لڳوم، اُتِ اُيو ئي آهيان،
سورهُ پِرين سَندوم، مانَ ٻاجهائي ٻيو هَٽِي!

(يمن ڪلياڻ، ۶ ـ ۱۳)

(۵۵)

لوڪان لِکي سِپِکو، لِکان لِکي ڪونَ،
اُتي وِيني اونَ، اِنَ اَلتيءَ ڳالهِ جي.

(آسا، ۴ ـ ۶)

(۵۶)

لوٺَڙياري آهيان، وارِيان تان نہ وَرَقُ،
سانڍيُمِ سُپيرِيُنِ لَءِ، لوئيءَ اَندَر لڪُ،
ڪَندِ ڪاسو، پَتِ پاسو، ڏِنُمِ تَنَ تَرَڪُ،
سَندو مارُوءَ حَقُ، جان جِئان تان پارِيان.

(مارئي، ابيات متفرقہ ـ ۵۴)

(۵۷)

لَهر مِڙوئي لالُ، وَهَنُ ڪَٿُورِيان وِترو،
اوبهارا عَنبِيرَ جا، جَرَ مان اَچن جالَ،
ڪُنَنِ گهِڙي ڪالَ، سِڪَ پِريان جي سُهڻِي.

(سهڻي، ۵ ـ ۲۰)

(۵۸)

لَهرُنِ لَڪَ لِباسَ، پاڻِي پَسَنُ هيڪِڙو،
اُونهي تنهن عَمِيقَ جِي، واري ڇڏ وِماسَ،
جِتِ ناهِ نِهايتَ نِينهَن جِي، ڪوءِ اُتِ پنهنجِي ڪاسَ،
تَڙَنِ جِي تَلاسَ، لاهِ تہ لالَنَ لَڳِ ٿِئين.

(سهڻي، ۹ ـ ۳)

(۵۹)

لَهرين ليکو ناهِ ڪو، جِتِ ڪَپَرَ ڪُنَ ڪارا،
آڃاڙا عَميقَ جا، اَچَنِ اوپارا،
اُتي اَسارا! وِيرِ وِڙهنديءِ ويسرا!

(سريراڳ، ۵ ـ ۲)

(۶۰)

لَيا ڏِنم لارَ، سانيارا ساهَڙَ جا،
هِنئون هِتِ نہ وِندُري، ڏراڙِنئُون ڏارَ،
منهنجو مَنُ ميهارَ، پَڳهيو پاڻ ڳَري.

(سهڻي، ۷ ـ ۱۵)

(٦١)

ليبي لعنتيءَ کي، جو آٽيءَ ۾ آهي،
اَنڌو مُون عَليلَ سين، سِينو تو ساهي،
عَلي شاهَ! اَچيج تُون، تنهن ڪافرَ تي ڪاهي،
لُٽي وِجهُہ لاهي، مَٿو مَجُوسيءَ جو.

(بلاول، ٣ ـ ١)

(٦٢)

ليڙنِ لنگهي لَس، مانباٽيان مَٿي ويا،
وَنيِ وَرُ واٽَ ٿيا، پُنهون جامُ پَهَس،
هُئا وَڏي وَس، باروچا پَنهِوَرَ ۾.

(حسيني، ٥ ـ ١)

(٦٣)

ليلا! پُوري نہ پَئين، چَڙي چَنيسَرَ سانُ،
تو جو پانيو پانهنجو، سو رِيساٽو راڄانُ،
پاٽان ڏارَ پِريانُ، ڪانڌُ ڪَنهنجو نہ وَٽي.

(ليلا چنيسر، ٢ ـ ١٧)

(٦٤)

ليلا! جِمَ لَڪائيين، چَڙي چَنيسَرَ سانُ،
وَرَ سين وڙهيو اَٽئين، مُوڙهي! مُنُءِ پانُ،
پوري! ڪَئَيُءِ پانُ، تي آيُءِ ڏَنُءِ ڏُهاڳَ جو.

(ليلا چنيسر، ٢ ـ ١٥)

(٦٥)

ليلا! جِمَ لَڪائيين، سوپي سانُ سُجانَ،
آهئين گهٽو اَجانَ، مَڃُڻِ پُوري نہ پَئين.

(ليلا چنيسر، ٢ ـ ١٦)

(٦٦)

ليلا! حيلا ڇَڏِ، جي تُون، سوپي! سِکَئين،
پائي پانڌُ ڳچيءَ ۾، پانُ غَريبيءَ گَڏِ،
هَڏِ نہ چَوَنڊُءِ لَڏِ، جي ڪارُون آٽئين ڪانڌَ کي.

(ليلا چنيسر، ٢ ـ ٢٠)

(٦٧)

لِيلا! لُڇُ مَ ايترو، اُتي اَگَڻُ سورِ،
اَبو، ڏاڍو گهورِ، پانَ سُوڌو پِرينءَ تان.

(ليلا چنيسر، ٣ ـ ١٤)

(٦٨)

لِيلا! لُڇُ مَ ايترو، اُتي سورِ، بُهارِ:
ڊِولو اَگَڻِ پارِ، ڪانڌُ ڪَميٽيءَ آئيو.

(ليلا چنيسر، ٣ ـ ١٥)

(٦٩)

لَيلَ نہ جاڳينءَ لِکَ سِيڻَن، سُتينءَ راتِ سَڄي،
هِتان هوتاٽِينِ جُون، ويڻُون خُرزينُون ڪَڄي،
پوري! تُون نہ پَڄي، سَبَبِ ڪَنهن ساٿَ مِڙين؟

(ڪوهياري، ١ ـ ٣)

(٧٠)

لَيلَ نہ جاڳينءَ لِکَ سِيڻَن، شامَ سُتيءَ سَڀَ راتِ،
اوڳي! اونِيڙَنِ جا، تي پَہَ پُڇين پِريات،
تِيُ سَگِرِ تن جي ساٿِ، تہ پوري! ڪَنهن پالَ مِڙين.

(ڪوهياري، ١ ـ ٢)

(٧١)

لَيلَ نہ جاڳينءَ لِکَ سِيڻَن، ڪُلّي نَوَمُ ڪَياءِ!
قُم تِي، پَهُچُ قَريبَ ڪي، اِجْلِسْ تو نہ جُڳاءِ،
مُنِي! مَهمانَنِ سين، ويهي راتِ وهاءِ،
جيلان نِنڊَ ڪَياءِ، تي روزُ رَهين تِي راهَ ۾.

(ڪوهياري، ١ ـ ١)

## وائي- ۱

لالَنُ آيَـڙو پيهي، ويڙا سُورَ سِپيئي،
جَنَس! جيئَس! ووا جيڏيُون! مُنهنجو لالَنُ آيو پيهي.
ڳالهيُون ڪَنديَسِ ڳُجهيون، مُنهن مُقابلِ ويهي،
ڪَشُوريءَ بارُ پَري، آيو ڏُونگَرَ ڏيهي،
سَرڪَشي سَردارَ سين، مُون ڪَميڻيءَ ڪيهي؟
هُئي شِڪَستي سَسُئي، رازَ پُنهونءَ جي ريهي،
اَديُون! عَبدُاللّطِيفُ چئي، سَجَڻَ آيَمِ سيئي.
(ديسي، ۲ ـ وائي)

## وائي- ۲

لائي جا وَرَنَ ڪي، سا ڪانڌَ! مُنهنجي ڪورا.
ماءُ! مارينِدَمِ ڪَڌهين، هِنَ پِرينءَ جا هورا.
اَچِنِ پرين پَہَکِيا، ڪَرَ ٻاٻيهو جِئَن مورا،
سيڻين سرڪَندُ سَپَجي، پيو عَطَرَ پرين اَتورا.
چِپَرُ ڪتُوري تِيو، ٻِي تازي قُلَنِ قورا.
اَلا! عَبدُاللّطِيفَ ڪي، سانوَلَ ميڙ سَنيوُڙا.
(ڏهر، ۱ ـ وائي)

## وائي- ۳

لَڙڪي لَنءُ نہ سُجاتو، راند پانيائين رازَ ڪي،
اَنڌو اُلُو هيتَ ڪان، آهي اِيُ اُماتو،
صُباحَ سو نہ شُمارَ ۾، ليکيان جو اَجَ لاتو،
پيبس ڪاڻِ ڪَريمَ سين، تِيُس نِمُرودي ناتو.
(سهڻي، ابيات متفرقه ـ وائي ۴)

## وائي- ۴

لکَ سيئَن لَلو پَتو، ڪُوڙي راند، ڪُوڙو چَتِڪو.
لَنيو جِئَن لامين چڙهين، ڪَريو، ڪارايَلَ! ڪَتِڪو،
ڪِ تو ڪَنين نہ سُئو، شَهبازَ جو سَتِڪو؟
(ڪارايل، ۲ ـ وائي)

## وائي- ۵

لَڳَڙي آهي لَغارَ، ووا يارا لُنءَ لُنءَ ۾ لالَنَ جي:
سَنڌَ سَنڌَ ۾ ساڄَنَ جي.
آئُون سُتي، هُو هَليا، سَنجهي تِيَڙا سُوارَ،
جيڪي اورَنُ پرينءَ سين، جيڪي پرينءَ پَچارَ،
ڪوءِ سي جِئَنَ ڏِينهَڙا، جي پَونِ پرينَئان ڏارَ!
لَڳِي آهي، نہ لَهي، سَندي عِشقَ پَچارَ،
گهڻو اُڪَندي آهيان، تن جَتَنِ جي جنسارَ،
گَڏي ويندِيَسِ گَسَ ۾، ڪاڪِيُون! سانُ قَطارَ،
ميخُون مُحَبَتَ سَنديُون، هنئڙي مَنجهہ هَزارَ،
ڪانگَنِ قَطارُون ڪَيُون، چُڪيءَ ڪي چوڌارَ،
آئُون نِماڻي نِڪَتي، دَمِج تُون، دِلدارَ!
(ديسي، ۷ ـ وائي ۱)

## وائي- ۶

لَڳو مَنجِهہ لَڪَنِ، آيَلِ! تازو پيرُ پُنهونءَ جو.
نہ ڪنهن واءَ وِڃائيو، جهوريو تان نہ جهڪَنِ،
ڪَہ ڪَشُوريانَ اَڳِري، هاٿي جا هوتَنِ،
ٻورائو ٻَرَنِ جو، رِڙهيو مَنجهہ رَندَنِ،
لُطِفَ سانُ، لَطِيفُ چَئي، ڪندو وَرِ وِلَهَنِ.
(حسيني، ۳ ـ وائي)

## وائي- ۷

لوئيءَ ۾ لائُون، مُون ماروءَ سين لَڌيُون.
سونَ بَرابَر سَڳِڙا، ٻانهُن ٻَڌائُون،
سو ڪئَن پَٽُ پَرَهِيان، سُومرا! گهوريو عُمَرَ جو! آئُون!؟
ڪاڄُ ڪَتيرِيُنَ سَفرو، سَڳَرُ ۽ سائُون،
ساڪَئَن ڪلئي ڪارِڪُون، جنهن ڪي ڏؤنرا ڏيجُ ڏِنائُون؟
ڪَہَ، مانڌاٿو، مَکَٽي، قُوتُ جِنين جو سائُون،
عُمَرُ تي جورَ ڪَري، جيلانَہ راڄو آڳاهُون.
(مارئي، ۳ ـ وائي)

# م

(١)

ماٺ مارينديءَ پرينءَ جي، مَچُڻ، رُئين رَتُ!
ڇوري! ڇڏِ مَ سَتُ، هِمَتَ هوتُ وڃائيو.
(حسيني، ١٢ ـ ١٥)

(٢)

مارِ مَ مُطيعَ کي، مَجُوسيءَ کي مارِ،
وَڏي جَنگِ مَ وِسارِ، نَنڍِيان نَفعو ناهِ ڪو.
(بلاول، ٣ ـ ٢)

(٣)

ماروءَ پاسِ مَليرَ ۾، ڏوئي مَرُ مَران!
پاٽِي واري پانهنجو، وينديائِي وَران!
ٿورو مَنجِهه ٿَران، هُند لَڳي لوٺَڙيارِيين!
(مارئي، ابيات متفرقه ـ ١٠)

(٤)

مارُوءَ پاسِ مَليرَ ۾، هَميشه هُئان!
پيرين تَنهِن پُئان، نَيَ وِهاٽيءَ نُورَ سين.
(مارئي، ابيات متفرقه ـ ١١)

(٥)

مارُئي ناهِ مَلرَ ۾، نَڪا وَٿِ هَميرَ،
پُنهُون ڪونهي ڪيچَ ۾، نَڪي سَنڌُ اَميرَ،
مُومَل ڪانهي ماڙيين، گَنجي ناهِ فَقيرُ،
وَرُ ڇَڏِيو واهڙُ تري، ساهڙُ مَنجِهه سَريرَ،
قُبَنِ ڪِينهَنِ پِيرَ، مُرشِدَ مَساڻَنِ ۾.
(مارئي، ابيات متفرقه ـ ٣٠)

(٦)

مارِي، مَرين ڈالَ! ڍَبَ وَڃَنِئي ڍِبِيُون،
جِڻَن تو اَچِي ڪالَ، وِڏو وِچُ وِرهَن ڪي.
(ڏهر، ٤ ـ ١٩)

(٧)

مارِيو جي مَعذُورِ، تہ هيڪاري هورُ لَهي،
ساڄَنَ! اَهنجي سُورِ، ڪِينَ جِئان ٿي، ڪيچِيا!
(حسيني، ٩ ـ ١٧)

(٨)

ماڙهوُ ڏيئي مِهڻا، مُون کي کَندا ڪوهُ؟
جنهن ڇوريءَ ۾ ڇوهه، سا پِٽُون ٿِيندي پيرَ تي.
(معذوري، ٥ ـ ١٤)

(٩)

ماڙهوُ گهُرَن مالُ، آئُون سَڀ ڏِينهَن گهُران سُپرِين،
دُنيا تَنهن دوستَ تان، فِدا ڪَريان فِي الحالُ،
ڪَيَسِ نامَ نهالُ، پَسَڻُ تان پَري ٿِيو.
(بروو سنڌي، ١ ـ ١٤)

(١٠)

ماڙِيُن ماريُسِ ڪِينَ ڪي، مُيَسِ مارُن لاءِ،
ڪَرَ لَهَندا ڪَڏهِين؟ مُنهنجي اَچي، ماءِ!
سانپيڙَنِ سَداءِ، وينو واجَهه وِجهي هِنئون.
(مارئي، ٤ ـ ١٤)

(١١)

ماڪَ پِچايَنِ مولهيا، مَٿان راتِ پَئي،
اوِليُون اَوجهَڻَ لَڳِيُون، وِيا وَنجَهه وَهي،
ڪَلاچِيان کَهي، ڪَڏهِن ڪونَ آئيو.
(گهاتو، ١ ـ ٢)

(١٢)

ماگهين جي مُئي، تہ هُوندَ نہ پيئي مامري،
ڇَڏِيو جي کُهي، تہ هيڪاري هورُ لَهي.
(حسيني، ١٢ ـ ١٩)

(۱۳)

مانَ پُڇنئي سُپرين، ڇتان ڇرَ مَ لاهِ،
پرينِ آڳيان پاءِ، پَلئُ مَڱڻهارَ جئن.

(سريراڳ، ۱ ـ ۲)

(۱۴)

مانَ پُڇنئي سُپرين، ڇتان لاهِ مَ ڇرَ،
اُنين جا اَمُرَ، ڪَنُ تہ خالي نہ ٿئين.

(سريراڳ، ۱ ـ ۱)

(۱۵)

مانَ پُڇنئي سُپرين، ڇتان لاه مَ ڇورُ،
ڪڍي ڇڏ قَلَبَ مان، ماري ڪُوڙو ڪورُ،
هُنَ يِرِ سندو هورُ، مٿان تو معافُ ٿئي.

(سريراڳ، ۱ ـ ۵)

(۱۶)

مانَ پُڇنئي سُپرين، ڇتَ ۾ ڇيتاريج،
ڪڍج ڪائي ڪَچَ ڪي، ڪُوڙُ مَ ڪمائيج،
وَٽج وِهائيج، سَيُ سوداگرَ! سَچَ جو.

(سريراڳ، ۱ ـ ۴)

(۱۷)

مانَ پُڇنئي سُپرين، ڇَتَ ۾ رکج ڇيٽُ،
سِڙُهُ ڏُٺاري صاف ڪَر، صابُڻَ ساڻ سُپيٽُ،
سامونڊي! سُڇيٽُ، تِيَ تہ پهچين پارَ ڪي.

(سريراڳ، ۱ ـ ۳)

(۱۸)

مانَ پُڇنئي سُپرين، ڇيتاريج ڇٽُ،
دائِما دُوربِيءَ ۾، پَسين ولاتن وٽُ،
نيهَ نيڪاري نِتُ، ملاحَ! گَڏ مُعَلِمَ سين.

(سريراڳ، ۱ ـ ٦)

(۱۹)

ماٺِڪَ ڇُوٽو جن جو، هَنجَ حُضُوري سي،
ڇلَرَ ۾ ڇُهنبَ هٽي، مَڇي ڪِين نہ اي،
لوڪَ نہ لکيا تي، جيلان پُوٽَنِ پَگهنِ گڏيا.

(ڪارايل، ۱ ـ ۲٦)

(۲۰)

ماٺِڪُ مِٽُ سَندوم، اونداهِيءَ ۾ سوجهرو،
حَشَرَ ويلَ حِسابَ ۾، ڇڏي نہ ويندوم،
سارِيو سَڏُ ڪَندومِ، ڪوهِيارو ڪيچَ ڏٽي.

(ديسي، ۲ ـ ۱۲)

(۲۱)

ماٺِڪُ، مُنڌ هٽان، پيتِيءَ ۾ پُرزا ٿيو!
سَڄو تان، سَيَدُ چئي، لَهي لَڪُ سَوا،
پيڳي پُڄاٽا، پَدَمان پَري ٿيو.

(سريراڳ، ۴ ـ ۱۷)

(۲۲)

ماءُ! ڪاهوڙي هَليا، ڏُکائي ڏُونهان،
ڇپَرَ جا سُونهان، ڏوتِيُن ڏٺ ڇيتارِيو.

(ڪاهوڙي، ۱ ـ ۲۲)

(۲۳)

مائٽَ مُنهجا، سُومرا! مارُو نہ ميرا،
اُتيو ڏِيَنِ اَسُورَ جو، پِٽُنِ پِرِ پيرا،
پَنوَهارَنِ پيرا، وِڙُه مَ ويڙيچَنِ سين.

(مارئي، ابيات متفرقہ ـ ۱۲)

(۲۴)

ماءُ! مُنهنجو ڄندڙو، ڪَنيو خيالَنِ،
ڪُوڙَنِ ڪَذابَنِ، ڏاگهنِ ڏڏي آهيان.

(ڪوهياري، ۲ ـ ۲۱)

(٢٥)

ماءِ! وِھاڻو وارِ، ڪَنُ پـَـڙاڏي پانھنجي،
جيڪي ڏِنُءِ ڏِيجَ ۾، سو سَيوئي سارِ،
وَجان ٿي وَڏڪارِ، ڏِنُم پيرُ پُنھونءَ جو.

(حسيني، ٥ ـ ٤)

(٢٦)

مَتارا مري ويا، موڪِي! تون پِيـِي مَرُ،
تنھنجو ڏوسُ ڏمرُ، ڪونَ سھندو انِ ري!

(يمن ڪلياڻ، ٤ ـ ١٥)

(٢٧)

مَتارا مرِي ويا، موڪِي! تون نـہ مَرِين!
ڪيھِيءَ پَرِ پَرِين، ڏِڪِي! ڏاتارن ريَ؟

(يمن ڪلياڻ، ٤ ـ ١٤)

(٢٨)

مَتان ٿِئين مَلوُرُ، ڪِينَ اَڳاھوُن آھيان،
ڏِسَنَ ۾ ڪَرَ ڏوُرُ، حَدَ بِنِين جي ھيڪِڙِي.

(حسيني، ١٠ ـ ٢٤)

(٢٩)

مَتان ڪا، بـَـڙِي! ٻولَ ٻاروچي وِسَھي،
ھوُندَ نـہ سُتِيَسِ، سَرَتِيوُن! وِيھي رَھِيَسِ وَڙِي،
جَتَ پَنھنجي جوُءِ ۾، گھارِينِ مانَ گھَڙِي!
ڪيچِيُنِ آئوُن نـہ ڪَڙِي، ڪنھن ڏِڪِيءَ ڏاوَڻُ ڏاڻيو.

(ديسي، ٧ ـ ١٣)

(٣٠)

مَتان گھِڙِين، سُھڻي! اَجُ دَرياهَ ۾ دَمُ،
ڪاريءَ راتِ ڪُنَنِ ۾، ڪھڙو اَٿيئي ڪَمُ؟
مَتان جاڳِي ڏَمُ، پُڇي پاڙِي وارِيُون.

(سھڻي، ابيات متفرقه ـ ٦)

(٣١)

مَتان، مُنِي! چِڏِئين، پاڻان پريتَڻو،
ڪَتوُرِيءَ ڪَڻو، مَڙھي مَڙھج مُنھَنَ ۾.

(سسئي آبري، ٣ ـ ١٨)

(٣٢)

مَتان، مُنِي! چِڏِئين، پرِيتَڻو پاڻا،
چاڀَنِ جڻَن چاڻا، تون پڻ ھوئج تـن جڻَن.

(سسئي آبري، ٣ ـ ١٧)

(٣٣)

مَتو آھين، مَڇَ! ٿُلھو تو ٿوُنا ھَٽِين،
جا تو ڏِٺي اَڇَ، تَنھِن پاڻِيءَ پُنا ڏِينھَڙا.

(ڏھر، ١ ـ ١٤)

(٣٤)

مَٿا موءِ تِيانِ، سَدا سُوئِيتا ڪاپـَـڙِي،
ڪوٺي ڪَنھن نـہ پُڇِيا، ڪِي اَندَرِ اَندوھِيانِ،
جيڪا چِماراِن، سا مَنجھِ گوُندَرَ گُذرِي.

(رامڪلي، ٦ ـ ٤)

(٣٥)

مَٿان جيُ جـَـتَنِ، گھوريو، گھوري سَٿُئي،
ٻازي جي پُنھونءَ جا، ڪارُون ڪَري تَنِ،
ڪيچِ مَـتان ڪا ڪَنِ، بي شُڪِري پَنھِيورَ جي.

(حسيني، ٩ ـ ٢٣)

(٣٦)

مَٿان مَنَھن مُنھنجي، ڪَنھن اُڏايو ڪانءُ؟
ڳِنهي آيو ڳالَھڙِي، سَندي سُپيرِيانءُ،
جيڏِيُون! جاڙ ڪِئانءُ؟ سُٿِرِ ھُوندَ سَنيھَڙو.

(پورب، ١ ـ ١١)

(۳۷)

مَتِنِ ٿُـبَڪَ ٿُـبَڪَڙا، چِڪَندَڙا اَچَنِ،
ڪُـڙِيُون ڪيہَ پِڪِلِيُون، پَگهَرُ سِرِ پيرَنِ،
اِي وَڙَ ويڙِيچَنِ، مُون لوڏان ٿِي لَڪِيا.

(مارئي، ۷ ــ ۸)

(۳۸)

"مَتو مَتائِين گهورِيان، مَتو تو مَتان،
سو مُون ٿِئي نہ هَتان، جَنهن تُون لائِقُ، مَگٽا!"

(سورٺ، ۳ ــ ۹)

(۳۹)

"مَتو مَتائِين گهورِيان، مَتو تو مَتاءِ،
هَڏو هِيُ هَٿِ ڪَري، جاجِڪَ! وَهِلو جاءِ،
تُون سين اَنيراءِ، جِمَ واچا ۾ وِلهو وَهين".

(سورٺ، ۳ ــ ۱۰)

(۴۰)

"مَتو مُورِ نہ پاڙِيان، تُنهنجيءَ تَندُ تَنوارَ،
سِرَ ۾ سَجَڻُ ناهِ ڪِي، موٺُ مَر، مَگٽهارَ!
ڪِينهي مَنجِهہ ڪَپارَ، لَڄيندو تو لاهِيان".

(سورٺ، ۳ ــ ۱۱)

(۴۱)

"مَتي اُتي مُنهنجِي، جي ڪوڙين هُون ڪَپارَ،
تہ واريو واريو وَڍِيان، سِسيءَ ڪي سَوَ وارَ،
تہ پڻ تَندُ تَنوارَ، مُوهان مَتائُون، مَگٽا!"

(سورٺ، ۳ ــ ۱۴)

(۴۲)

"مَتي اُتي مُنهنجِي، جي هُوا سِرَنِ سَوَ هَزارَ،
تہ تُنهنجيءَ تَندُ تَنوارَ، هَرَ هَرَ وَڍِيمِ هيڪِڙو."

(سورٺ، ۳ ــ ۱۳)

(۴۳)

مَتِيان مَتي مَڇُ، پَرِيمِ پاروچَنِ جو،
مُون ڪي طَعَنا تي ڏِئِين، جَنَّن نہ پَرِوُڙِئِين سَچُ،
اَمڙِ! اوري اَچُ، تہ سِڪَ سُٽايَنءِ سُوَرَ جِي.

(حسيني، ۲ ــ ۲)

(۴۴)

مَتِي ٿَـرَ رَهي، وِيا گُذاري ڏِينهَڙا،
ڪَڏهِن ڪونَ آيو، تِنِ پَنوَهارَنِ پَهي،
وِيڙا سي وَهي، جَنَبُ گُذارِيُمِ جَن سين!

(مارئي، ۹ ــ ۱۱)

(۴۵)

مَتِي راهَ رَوان ٿِيا، پُورَب پُورِيائُون،
هِي گهَرُ گهورِيائُون، آڳانڊِيائُون اَڳيان.

(پورب، ۲ ــ ۸)

(۴۶)

مَتِي مَنجهان مِينهُن، پَسو! پاٽِيءَ جَنَّن وَهي،
مُون پانيو نِينهُن، ڇِڀِيُون چيري سَنڌِيُون.

(حسيني، ۲ ــ ۳)

(۴۷)

مَتِي واٽڙِيَنِ، نيڻَ نِهارا مُون ڪَيا،
ايندا مانَ پَسَنِ، مَتان سَگَرَ سُپِرين.

(ڏهر، ۲ ــ ۹)

(۴۸)

مَنايان مِنو گهٽو، ڪَڙو ناهِ ڪَلامُ،
سُڪُوتُ ٿِي سَلامُ، پِريان سَندي پارَ جو.

(ڪلياڻ، ۳ ــ ۱۰)

(۴۹)

مُٺَ مُٺَ سُوَرَن سَپِڪَنهين، مُون وَٽِ وَٿاٽانِ،
پِرِيُون ڪيو پُـٽانِ، وِيا وهائُو نِڪِرِي.

(حسيني، ٦ ــ ۲۱)

(٥٠)

مِنو جِتَن نالوءِ، تِتَن مُون وَڏو آسرو،
ڪو دَرَ ناهِ جهوءِ، مُون ٻِيا دَرَ ڳهٽا نِهارِيا.
(ڏهر، ٢ ـ ٢٢)

(٥١)

مُنِي تِي مُدَعا گهُري، موتُ تِيو موجودُ،
اچِين تہ اَڄُ ڪَريان، صُباحَ جو سُجودُ،
جانڪِي ني وُجُودُ، جانڪِي مِيڙ مُنِيءَ ڪِي.
(معذوري، ٦ ـ ٣)

(٥٢)

مُنِيَس! جهلِ مَهارَ، ڪُنِيَس! ڪاهِ مَ ڪَرهو،
مُون نِماٽِيءَ جِي نِجهري، پِيرو ڪَڄ، پَتارَ!
ساڄَنَ! توهان ڏارَ، ڏِٺم ڏِينهن قِيامَ جو.
(ديسي، ١ ـ ١)

(٥٣)

مِنيُون لهي مُهان، جِي تو، چانگا! چِنيُون،
وَلِڙيُون وِهَ ساءِ، اَچا تو مُهنديُون.
(ڪنيات، ٢ ـ ٢٩)

(٥٤)

مَجازِي مَ مِٽَ ڪَرِ، پَنپِيُون اِئَن نہ پِيرِ،
پُڄِي تِئين نہ پِيرِ، هارِي! حَقيقِيءَ جِي.
(آسا، ٣ ـ ٤)

(٥٥)

مَجازِي موهِي، ڪَڏهن وِينِدَءِ نِڪرِي،
اَڪَڙِيُون تو هِي، جِمَ وِهِين وِسَهي.
(آسا، ٣ ـ ٢)

(٥٦)

مَڇُڻ پاڳَ پَرِ ڏِئين، ڪٽُ، ڪَنبَندي آءٌ،
جَڏهِن تَڏهِن، ماءُ! پِيرِنِ پِيرَمَ وارِيُون.
(ڪاپاٽي، ١ ـ ١٥)

(٥٧)

مَڇُڻ، وَرَ! وسارِئين، آري! لَڳِ اَللہ،
توکي سارِيو ساهُ، اُڪَنڊِيو آهُون ڪَري.
(سسئي آبري، ١٠ ـ ٦)

(٥٨)

مَڇُڻ، وَرَ! وِسارِئين، صَبرُ نہ سارِيان،
توکي نِهارِيان، آءٌ، منهنجا سُپرِين!
(سسئي آبري، ١٠ ـ ٧)

(٥٩)

مُحَبَتَ پائِي مَنَ ۾، رَندا روڙِيا جَنِ،
تِنِ جو صَرافِنِ، اَنَّ تورِئو اَگهائِيو.
(ڪاپاٽي، ١ ـ ١٧)

(٦٠)

مُحَبَتَ جن جي مَنَ ۾، تن تشنَڪِي تارِ،
پِي پِيالو اُڄَ جو، اُڄَ سين اُڄَ اُتِيارِ،
پُنهون پاڻَ پِيارِ، تہ اُڄَ سين اُڄَ اُجهائِيان.
(سسئي آبري، ١ ـ ٥)

(٦١)

محبّت جي ميدان ۾، آڇِي پِير پِيانِ،
سِرَ وِڍِنُ، ڌَڙَ ڌارَ ڌرنُ، سي سينگار سَندانِ،
ڏيندا مون ڏِٺانِ، مَٿا محبوبنِ لَيءِ.
(يمن ڪلياڻ، ٦ ـ ١٤)

(٦٢)

محبّت جي ميدان ۾، سِرَ جو سانگُ مَ ڪَرِ،
لاهي سِرُ لطيف چئي، اَگيان دوستن ڌَرِ،
عشق نانگ اَپَرِ، خبر ڪاڏَنِ ڪي پوي.
(يمن ڪلياڻ، ٦ ـ ١٦)

(٦٣)

محبت جي ميدان ۾، سِرَ جو ڪَرِ مَ سانگ،
سوريءَ سُپيرينِ جي، چڙهُ تہ تئين چانگ،
عشق آهي نانگ، خبر ڪاڏنِ ڪي پوي.

(يمن ڪلياڻ، ٦ ـ ١٧)

(٦٤)

محبّت جي ميدان ۾، عاشق! تيُ آچامُ،
سَمُهان سَلَ، سيّد چئي، ڪَنڌَءِ تيرَ تمامُ،
ڪَهج ڪومَ ڪلامُ، جِمَ دوسَنڱُون دُورِ ٿئين.

(يمن ڪلياڻ، ٦ ـ ١٣)

(٦٥)

محبّت جي ميدان ۾، ڪُڏي پَؤ ڪاهي،
چِڙُ آسانگا اَرواح جا، لاهوتي! لاهي،
عشق نانگ آهي، خبر ڪاڏنِ ڪي پوي.

(يمن ڪلياڻ، ٦ ـ ١٨)

(٦٦)

محبّت جي ميدان ۾، ڪر پڙاڏو پَٽُ،
سِرُ سوريءَ، ڏڙُ ڪُنگرين، متان ڪُچِين ڪَٿُ!
عشق، نانگ نِپَٽُ، خبر ڪاڏن ڪي پوي.

(يمن ڪلياڻ، ٦ ـ ١٥)

(٦٧)

مُحَبَّتَ سَندو مَنَ ۾، پُر پيالو جنِ،
پِيَنَ پَـرَچاءِ ناهِ ڪو، ڪنهن جنهن ڏاهِ ڏِيَنِ،
تنهن نِهايَتَ ناهِ ڪا، جنهن سُجا سُجَ وِجنِ،
تيلان اُجَ مَرنِ، سَدا سائِرَ سيرَ ۾.

(سسئي آبري، ٦ ـ ١)

(٦٨)

مُحَبَّتِي ميهارَ جون، دِلِ اَندرِ دُونهيُون،
آٽيو وجهي آرَ ۾، لُهاٽو لُوهيُون،
جي ساهَـڙَ جون سُونهيُون، سِيرَ سِراڙو تن ڪي.

(سهڻي، ٣ ـ ٢٣)

(٦٩)

مُحبَّ مَنهنجا سُپرِينِ! آٽيئي اَللهُ،
توکي سارِيو ساهُ، اُڪَنڊِيو آهُون ڪَري.

(سارنگ، ٣ ـ ٧)

(٧٠)

مُحَرَّمُ موتِي آئِيو، آئِيا تان نہ اِمامَ،
مَدِيني جا چامَ، مؤلا! مُون ڪي ميڙئين!

(ڪيڏارو، ١ ـ ٣)

(٧١)

مُحَرَّمُ موتِي آئِيو، موتِيا نہ اَمِيرَ،
مَدِيني جا مِيرَ، ڏاتَـرَ! مُون ڏيکارِئين.

(ڪيڏارو، ١ ـ ٤)

(٧٢)

مَحرُومَ ئِي مرِي وِيا، ماهِرَ تِي نہ مُئا،
چِـڙيءَ جِـئَن چُهنجَ هَـِي، لَـڏِيائُون لُئا،
حُبابَ ئِي هُـئا، اِنهِيءَ وادِيءَ وِچَ ۾.

(آسا، ٤ ـ ٣)

(٧٣)

مَحلين آيو مَگٽو، سازُ ڪَـٽِي سُرَندو،
سِرَ جي صَدا سُرَ ۾، گهورَ هَـٽِي گهُرَندو،
مَـٽِي رِءَ مَلُوڪَ جي، چارَڻُ نہ چُرَندو،
جُهونا گڙهہ جُهرَندو، پُوندي جهانءِ جَهروڪَ ۾.

(سورٺ، ٣ ـ ٣)

(۷۴)

مَحلين آيو مڱڻو، ڪَٽِي ساز سِري،
لَڳِي تَندُ تُنبيرَ جي، پِيا ڪوٺَ ڪري،
هَنڌين ماڳين هوءِ تِي، تُنهنجِي پيجَلَ! دانهَن پُري،
سِسي تَنهن سُلطانَ ڪان، اَچي گهوٽَ گهُري،
جهُونا ڳَڻَ جهُري، پُوندي جهانءِ جهروڪَ ۾.
(سورٺ، ۳ ـ ۴)

(۷۵)

مَحلين ماندي مارُئِي، ڏِٺيم مُنهَن مَلوُر،
اَٽِيا سَٽِيا نہ ڪري، سُونهَن وِڃايَس سوُرَ،
پِيَس لوهَ، لَطيفُ چئي، لَٿَس ڪوڏَ ڪپُورَ،
چِٽَ جنين جا چُورَ، سي مَکي مَرڪُ نہ ڪَنديُون.
(مارئي، ۴ ـ ۷)

(۷۶)

مَديني جا ڄامر! سُڻُ مُنهنجا سَڏَڙا،
آهيان تُنهنجي سامَ، سِگهو رَسِج سِيرَ ۾.
(ڏهر، ۲ ـ ۶)

(۷۷)

مَديني جا ڏَٽي! سُڻُ مُنهنجا سَڏَڙا،
تُنهنجي آهِ تَتِي، ٻي ڪَنڌي سارِيان ڪانَ ڪا.
(ڏهر، ۲ ـ ۲)

(۷۸)

مَديني جا شاهَ، سُڻُ مُنهنجا سَڏَڙا،
ڪارَڻِ لَڳِ اَللهَ، سِگهو رَسِج سُپرين!
(ڏهر، ۲ ـ ۴)

(۷۹)

مَديني جا شيرَ! سُڻُ مُنهنجا سَڏَڙا،
پِرَ مُبارَڪَ پيرَ، عاصي تُنهنجي آسِري.
(ڏهر، ۲ ـ ۵)

(۸۰)

مَديني جا گهوٽَ! سُڻُ مُنهنجا سَڏَڙا،
ڪَج، مُحَمَّدَ! موٽَ، عاصي تُنهنجي آسِري.
(ڏهر، ۲ ـ ۳)

(۸۱)

مَديني جا مِيرَ! سُڻُ مُنهنجا سَڏَڙا،
سَرَڻِ تُنهنجِيءَ سِيرَ، تُون پارِ لَنگهائِيين پِيَڙا.
(ڏهر، ۲ ـ ۱)

(۸۲)

مَران، مَٿو پِٽِيان، نِهارِيان نيٽان،
سُخُنَ جي سَندانِ، آئُون نہ جَتَندي اُنِ ري.
(رامڪلي، ۱ ـ ۵)

(۸۳)

مَرُ تہ آئِين، مَڱڻا! مامَ پَروُڙي موُن،
جيڪا ڳاهَ ڳالهائِيين، سا سَڀِ سَمجهيسُون،
تَنهن ۾ تُسِج تُون، جيڪِي پَرِيئِي پَٽَ ۾.
(سورٺ، ۴ ـ ۱)

(۸۴)

مَرُ تہ موچارِي ٿِئِين، اَجَلان اَڳِي اَڄُ،
جان ڪي هُئين جَٿَرِي، تہ مُنڊَا! پَنِيوران پَڄُ،
پُنهونءَ سانُ پَهڄُ، تہ مَلَڪَ اَلموتُ ماٿئِين.
(معذوري، ۴ ـ ۲)

(۸۵)

مَرُ تہ موچارِي ٿِئِين، جَتَنُ آڏو جَتَ،
هارِي! ڪَرِ هَمَتَ، تہ ڏِيئِي دَمُ دوسُ لَهين.
(معذوري، ۴ ـ ۳)

(۸۶)

مَرُ تہ موچارِي ٿِئِين، ويهي جِيُ مَ، جوءِ!
مُنڊَا! مَرَٽان پوءِ، پَڇهنڌِينءَ پُنهونءَ ڪي.
(معذوري، ۴ ـ ۵)

(۸۷)

مَرُ تہ موچاري ٿِئين، ويھي وجھُ مَ وِيرُ،
دل ۾ آڻ مَ دورُ ٿُون، ڦِرَنَّ سَندو ڦيرُ،
تَوِٽي لَھين نہ پيرُ، توءِ راحَتَ آہِ رِڙھَڻَ ۾.
(معذوري، ۴ ـ ۴)

(۸۸)

مَرج وَتِ ميھارَ، متان موتِين، سُھڻي!
ساھَڙُ جا سِينگارَ، متان ڏَمَ ڏيکارِئين.
(سھڻي، ۹ ـ ۴)

(۸۹)

مَرُ، مَتا ڏِيئي، پُنھونءَ کارڻ پَٻ ۾،
تہ سَرَتِيُون سِپِيئِي، واکاڻِينِئي وِيٺِيُون.
(حسيني، ۹ ـ ۲۱)

(۹۰)

مَرُ مَرِين، آئُون رُئَنءِ! موتِي آءُ مَ، کانڌَا!
کَچِن وَڏا پاندَ، جِتَّنَ تورا ڏِينھَڙا.
(کيڏارو، ۳ ـ ۱۵)

(۹۱)

مَرُ مَرِين، آئُون رُئَنءِ! موتِي، کانڌَا! مَ آءُ،
مَجُڻِ تو پُٺاءُ، کَچا کَنِمِ جيڏِيُون.
(کيڏارو، ۳ ـ ۱۶)

(۹۲)

مَرڻَان اَڳِي جي مُئا، سي مَري ٿِيَن نہ مات،
ھوندا سي حَيات، جِتّان اَڳِي جي جِئا.
(معذوري، ۴ ـ ۷)

(۹۳)

مَرَنُ مُسَلَّمُ جِن، واحِدُ تِـنِ نہ وِسري،
مَتِي سَگِرَ کاپَڙِي، کا نانگا نندَ نہ کَن،
نيڻَ سَدائين تِـنِ، اوجاڳَن اُجارِيا.
(رامکلي، ۹ ـ ۱۸)

(۹۴)

مَرُ ھيکاندا هُونِ پِرين، سانگِ مَ وِجن سيڻَ!
رھيا آھِينِ روحَ ۾، نتُ جنينِ جا نيڻَ،
وِماسِيا جن ويڻَ، ٿو تارِيءَ تَڳِي تِـنِ هِنئون.
(کنيات، ۱ ـ ۴)

(۹۵)

مَري تان مَ ميھارُ، وِٿانُ وِلَھو مَ ٿِئي،
وَچِنِ جي وَچارَ جو، ونگو ٿِئِي مَ وارُ،
ساھَڙُ مُون سِينگارُ، مَاٺُهِن ليکي مِھٽو.
(سھڻي، ۴ ـ ۱۸)

(۹۶)

مَري ٿِينديَسِ مُجَ، جَتَنِ کارڻَ، جيڏِيُون!
کَري کوھِيارو سُجَ، وِيو چُلائي چِپَرِين.
(حسيني، ۱ ـ ۱۲)

(۹۷)

مَري، جِيُ، تہ ماٺِئين، جانِبَ جو جَمالُ،
ٿِئين ھوندَ حَلالُ، جي پَندِ اِھائِي پارِئين.
(معذوري، ۴ ـ ۱)

(۹۸)

مڙِي مُندَ ڏي آئِيُون، ساھيڙِيُون سَھجان،
'اَلسَّفَرُ قِطۡعَةٌ مِّنَ النَّارِ'، ھاري! موٽُ ھِتان،
سَگَ 'صِراطَ الۡمُسۡتَقِيۡمَ' جو، اَٿيئِي تان اَڳِيان،
سي کيچِي نيندَءِ کِيان؟ تُنھنجو نيڻھَن نِفاق سين.
(ديسي، ۲ ـ ۲)

(۹۹)

مزمانَنِ مَھري، آٿي جھوکيا جھوکَ ۾،
چاٽِي چَنبَن ۾ وِيا، جَنُن بازُ سَتِي بَحري،
کوھِيارو ڦَھري، وِيو نِھوڙِي نندَ ۾!
(ديسي، ۳ ـ ۱۳)

(١٠٠)

مُسافِرنَئُون، ماءِ! وِرهُ وهايُـمِ وتَرو،
اَچي تَيِمِ اوچتي، تن سانگِيَنِ سين ساڃاءِ،
جيجان! جَهلَ مَ پاءِ، هِنئون هوتَ هَٽِي وِيا!

(حسيني، ٥ ـ ٧)

(١٠١)

مَ سَپَنِي مارُئِي! مُئِي! مَ جانِي!
جنهن اَچي اَمرڪوٽَ ۾، لوئِي لَڄائِي!
جا سانگِيَنِ سِيڏائِي، سا ڪِينَ مَرڪي مارُيِين!

(مارئي، ٦ ـ ٨)

(١٠٢)

مُسَنِ مُنهَن سَنَرا، ڪَريا گهٽو ڪلَنِ،
سي تان وِسرِيَنِ، آيا جن ڪَمَنِ لَءِ.

(ڏهر، ٣ ـ ١٩)

(١٠٣)

مَ ڪَرِ دِولَ! دِلو، ناتو نماڻيءَ سين،
ڪونهي ڪَميڻيءَ جو، بِگر تو بِلو،
تُنهنجو نانءُ نِلو، وَنِيو وينِي آهِيان.

(ڏهر، ٢ ـ ٢٤)

(١٠٤)

مَ ڪَرِ سَڏَ سَري جي، جي تون تارئين تَوَهُ،
پيتي جنهن پاسي ٿئي، منجهان رَڳُنِ روحُ،
ڪاٽي چڪُ ڪَڪوهُ، لاهي سِرُ، لطيف چئي.

(ڪلياڻ، ٢ ـ ٢٤)

(١٠٥)

مَ ڪِي روءُ، مَ رَڙُ ڪِي، مَ ڪِي ڪَرِ داهُون:
سُتي لوڪَ، لَطِيفُ چَئِي، ٻيئي ڪَٽِج ٻانهُون،
لَڏيءِ جتِ لاٿُون، سو ڏيهُ پَسَنديِنءَ مارُئِي!

(مارئي، ابيات متفرقه ـ ٥٢)

(١٠٦)

مَ ڪِي روءُ، مَ رَڙُ ڪِي، مَ ڪِي ڪَرِ ڪِيهُون:
اُنِي اَچَنِ اُتَهِين، وانڍَنِ جُون وِيهُون،
مِيڙِيندوءِ مِيُون، مِينهين اُنِين، مارُئِي!

(مارئي، ابيات متفرقه ـ ٥٣)

(١٠٧)

مَ ڪِي روءُ، مَ رَڙُ ڪِي، مَ ڪِي هَنجُون هارِ:
جهڙا اَچَنِ ڏِينهَنڙا، تهڙا وينِي گهارِ،
ڏُڪَن پُنيان سُڪڙا، سِگها تِيَنِ، سَنگهارِ!
لَٿا لوهَ، لَطِيفُ چَئِي، پَرُوڙِج، پَنوَهارِ!
ٻيڙيُون نيئي ٻارِ، تو تان بَندُ بِدا تِيو.

(مارئي، ابيات متفرقه ـ ٥١)

(١٠٨)

مَ ڪِي روءُ، مَ رَڙُ ڪِي، هَنجُون هَڏِ مَ هارِ:
توتان بَندُ بِدا تِيو، ٻيڙيُون نِيئي ٻارِ،
پَهُچَنديِنءَ، پَنوَهارِ! سِگهِي سَنگهارَنِ ڪي.

(مارئي، ابيات متفرقه ـ ٥٠)

(١٠٩)

مَ ڪِي هيج مَ هوج: تَرسُ مَ، تاڻِ جهازَ ڪي،
ڇَوُ ڪَلمو مُحَمَّدَ تي، تہ اَڳيان اَچِيئي اوجَ،
سُهُڪيءَ پَتِ، سَبوجَها! تُنهنجي مَڪي ڍُڪي مَڪُڙي.

(سريراڳ، ٦ ـ ١٠)

(١١٠)

مَڱُ تَنهِين ڪان، مَڱَٿا! جو ڏِيهاڙِي تو ڏِئي،
ڪُوڙا دَرَ دُنيا جا، جاچِڪَ! مَڱِين جي،
سُپيان توهِين ڪي، موتِي ڏِيندا مُنهَن ۾.

(پرڀاتي، ١ ـ ١٩)

(۱۱۱)

مَڱَ نہ تُسي مَڱڻو، نہ مِلڪَ نہ مالِ،
ڏاتَئُون ڏورِ ٿِئِي، ڪا جا پِنِسِ ڳالِ!
آهي اِنَ خيالِ، تہ ڏيني ٿِيان ڏاتارَ سين.
(سورٺ، ۲ ــ ۱۳)

(۱۱۲)

مَڱَ نہ جهِلِيان مُورِهِين، نہ مُون پَنڌُ پَري،
ڳِٽِي آيُسِ ڳالهڙِي، ڳُجهي تو ڳَري،
سا سَمجِهج، سورَٺِ وَرَ! ويندُسِ ڪِينَ وَري،
پَريان پِيرَ پَري، تولَءِ آئِيو آهِيان.
(سورٺ، ۲ ــ ۱۲)

(۱۱۳)

مُلاحِظو مَهرانَ جو، مُورِ مَ لاهِ مَناءِ،
سامُونڊِي! سَنِڀالِ ڪي! سُمهڻَ آيُءِ ساءِ،
جاڳِي جَرَ مَٿاءِ، تاري وانءُ تَرازَ ڪي.
(سريراڳ، ۵ ــ ۶)

(۱۱۴)

مَ لَنئُن ڪُونجِي! ماٺِ ڪَر، چورِ مَ هَنئين چاڪَ،
ڦَٽِيُون جي فِراقَ، سي ڪَهرِ ڪَهارِينديُون ڪيترو؟
(ڏهر، ۴ ــ ۸)

(۱۱۵)

مَ لَنئُن ڪُونجِي! ماٺِ ڪَر، چورِ مَ هَنئين سَلَ،
ڳوڙها مَٿي ڳَلَ، جِمَ وِهاٽيءَ وَهائِيين.
(ڏهر، ۴ ــ ۹)

(۱۱۶)

مُلهہ مَهانگو قَطرو، سڪَڻُ شهادتَ،
اَسان عِبادتَ، نَظَرُ نازُ پِرِينَ جو.
(ڪلياڻ، ۲ ــ ۳۲)

(۱۱۷)

مَلِيران مارُوَ، پَڪي پيهي آئِيو،
وَرِيا واهُرُو، هاٽُو سَپِ هِيٽا ٿِيا.
(مارئي، ۱۱ ــ ۱)

(۱۱۸)

مَنجهان پَنءُ پَرُوڙِ: سَپَ مَ پُڇِج، سَسُئِي!
ويهي وَڏي ڏِڳَ مان، ڏُٽِي وِجهج ڏُوڙِ،
تہ تُون ماٿِئين مُوڙِ، جي پَنَدَ اِهائِي پارِئين.
(سسئي آبري، ۷ ــ ۱۵)

(۱۱۹)

منجهان پيئِي مَڪُڙِيءَ، ڪا جا پاٽِيءَ بُوند،
سيئِي ڏِنمِ رُوند، وَڪَرُ جن وڃائِيو.
(سريراڳ، ۱ ــ ۱۵)

(۱۲۰)

منجهان پيئِي مَڪُڙِيءَ، ڪا جا پاٽِيءَ پڪَ،
وَکَرُ هٽي وَنڪَ، ڪٽِجِي ڪارو ٿِيو.
(سريراڳ، ۱ ــ ۱۴)

(۱۲۱)

مَنجهان مُنهنجي رُوحَ، جي وَجِي ساڃَنُ وِسري،
تہ مَرُ لَڳِي لُوهَ، ٿَرَ ٻاپِيهو ٿِي مَران!
(حسيني، ۲ ــ ۴)

(۱۲۲)

مَنجهہ مُحَبَتَ مَڇُ، ٻَهَر ڏُوڏا ڏُوڙِ سين،
ڇِڏِيائُون ڇَرَ لَهِي، ڪُوڙِ، ڪُلَڪَڻُ، ڪَڇُ،
اَوڳُڻَ اوڏا نہ ٿِيا، ڳُڻُ ڪَيائُون ڳُڇُ،
جَنَ سَڙِنِ، تِنَ سَچُ، جَنَ سَڙِنَ، تنِ سَنرا.
(رامڪلي، ۵ ــ ۸)

(١٢٣)

مُندَ تِي مَندَلَ مَندِيا، آيو جُهڙُ جهاتِي،
هڪ اَرزان اَنُ تِيو، پِيو مَڪَڻُ مَنجهہ ماتِي،
ڪَلمي سين ڪاتِي، لاثِمِ ڪَسُ قُلُوبَ تان.

(سارنگ, ٣ ـ ٤)

(١٢٤)

مُندَ تِي مَندَلَ مَندِيا، تازِي ڪِي تَنوارَ،
هارِيُنِ هَرَ سَنباهِيا، سَرَها ثِيا سَنگهارَ،
اَڄُ مُنهِنجي يارَ، وسَڻَ جا ويسَ ڪَيا.

(سارنگ, ٣ ـ ٣)

(١٢٥)

مُندَ تِي مَندَلَ مَندِيا، ڪِي اوهيڙَنِ اوڪَ،
چاچَرِ تِي چِڻَنِ ۾، مينهيُون چَرَنِ موڪَ،
سَرَهيُون ٿِيُون سَنگهارِيُونَ، پويو پائَنِ طَوقَ،
ميها، چِيڙَ، ڦُنگِيُون، جِتَ ڏِيَنِ سَيِيئِي ٿوڪَ،
لاهِئين مَٿان لوڪَ، ڏُولائِي جا ڏِينهَڙا.

(سارنگ, ٣ ـ ٢)

(١٢٦)

مُندُا! مَ مَنهن ويہُ، اُپِي اوسرُ اُسَ ۾،
تو سيئِي سِيڻَ ڪيا، ڏُورِ جنِين جو ڏيہُ،
پاڙِي پاڙِي پيہُ، وَٺُ پُڇِندي پرينءَ ڪي.

(سسئي آبري، ابيات متفرقہ ـ ٨)

(١٢٧)

مُندُ نہ مَنجهان تِنِ، پَسِي لَڪَ لُڏَنِ جي،
جا پَرِ ڪاهوڙِينِ، سا پَرِ سِڪِي سَسُئِي.

(سسئي آبري، ابيات متفرقہ ـ ٧)

(١٢٨)

مَنڊِيُون مَٿَ گُٿَنِ، جهوڪَ بہ سُونهَنِ پَهيَڙا،
سَندِي سَنگهارَنِ، جوءِ جِٿاري جَڏَڙِين.

(ڏهر, ٤ ـ ٣١)

(١٢٩)

مُنڪَرَ ءِ نَڪِيرَ ڪِي، جڏهن ڏِنائِين،
آڳِيان اُٿِي اُنِ ڪِي، پُنهون پُڇِيائِين،
آدا! اِڻائِينِ، ڪَو وِيو ساٿُ سَڄَڻَ جو؟

(سسئي آبري، ٨ ـ ٩)

(١٣٠)

مَنَ مُرادُون پُنِيُون، ٻارهين ڏِينهن ٻَئِي،
جوڳِي اِنَ جاٽا ڪي، تِي سِڪِيا سَڀِيئِي،
سَمانا سيئِي، جي گُرَ گَڏِجِي آئِيا.

(رامڪلي, ٢ ـ ١٢)

(١٣١)

مُنهُن تہ آهيرِيان ئِي اُجرو، قَلبَ ۾ ڪارو،
ٻَهران زيبُ زِبانَ سين، دِلِ ۾ هَچارو،
اِنَ پَرِ ويچارو، ويجهو ناهِ وِصالَ سين.

(آسا, ٤ ـ ١٨)

(١٣٢)

مُنهُن تہ مُوسيٰ جَهڙو، سِيرَتَ شَيطاني،
بازِي بيراني، ڪَڏِي ڪوهُ نہ جِڏِئين؟

(آسا, ٤ ـ ١٧)

(١٣٣)

مُنهُن تہ مُوسيٰ جَهڙو، عادَتَ ۾ اِبلِيسُ،
آهڙو خامُ خَبِيثُ، ڪَڏِي ڪوهُ نہ جِڏِئين؟

(آسا, ٤ ـ ١٦)

(١٣٤)

مِنهن جنهنجي مُون، ڏِٺو مُنهن ميهارَ جو،
آهيمِ ساهَ سُڱون، سو ڪيئَن گهڙو گهورِيان؟

(سهڻي, ١ ـ ١٦)

(١٣٥)

مُنهنجو تُورُ تَلِيُنِ ۾، آئُون هِتِ بَندِياٽي،
مُون ڏاڏاٽي ڏيہَ ۾، قِرِهُ ۽ لاٽي،
ڪَندِيَسِ رِهاٽي، مارُوءَ پاسِ مَلِيرَ ۾.

(مارئي، ٣ ـ ٢٠)

(١٣٦)

مُنهنجو تُورُ تَلِيُنِ ۾، چِيها تو چاري،
ڍِائي ڍِڻَ ڏاري، آهِرِ اُني مِينهَنڙِي.

(مارئي، ٣ ـ ١٩)

(١٣٧)

مُنهنجو پاڙِيچَنِ، ڪَچو ڪونہ ڍِڪيو،
پاسي چَڙهي پُنهونءَ جي، ذاتِ سَلِتِي جَنِ،
تيلان باروچَنِ، نِڏِرِ چِڏِي نِنڊ ۾.

(حسيني، ٥ ـ ٩)

(١٣٨)

مُنهنجي مَدايِنِ جي، ڪَلَ پِريان پيئي،
ڪَڏهِن ڪوسا نہ ٿِيا، ڏوراپو ڏيئي،
ساڄَنَ سَپِيئي، ڍِڪِيَمِ ڍولَ ڍِلائِيُون.

(ابرو و سنڌي، ٣ ـ ٨)

(١٣٩)

مُنهن ڪَرِ مَنجهاران، ٻَهَران، ڍُونڍِ مَ ڍورَ ڄِتَن،
جي اَڪَڙِيين آران، تہ ڪَنڌيءَ اَچَنُ ڏاڪڙو.

(آسا، ٤ ـ ١١)

(١٤٠)

مُنهَن مَٿاهان جن جا، سي پِٽِيو، ڪَڍَنِ پارَ:
جيڏِيُون! هِنَ جهُنجهارَ، اُجاري سَڀِ اَجا ڪَيا.

(ڪيڏارو، ٣ ـ ١٤)

(١٤١)

مُنهُن مِحرابُ پِرينءَ جو، جامِعَ سَڀَ جَهانُ،
فَرهِيءَ تان فُرقَانَ جي، ڪاتِيائُون قُرآنُ،
اُڏامِي اُتِ ويو، عَقُلُ ۽ عِرفانُ،
سَپِوئي سُبحانُ، ڪاڏي وِڃِي نِيتَيان.

(رامڪلي، ٥ ـ ٥)

(١٤٢)

مُنهُن مُنهنجو، سُومرا! مَرُ ميروئِي هوءِ!
مَتان مارُو چوءِ، تہ ڏوتوءِ ڏوراٽِنِ ۾.

(مارئي، ابيات متفرقہ ـ ١٦)

(١٤٣)

مَنِئان مارُوئڙَنِ، هَڏِ نہ ويئي وِسري،
قَيد ڪَيَسِ ڪوٽَ ۾، ڏاڍَ سين ڏاڍَنِ،
لوءِ پَلِيو پَنوَهارَنِ، سوسُ مُنهنجو، سُومِرا!

(مارئي، ابيات متفرقہ ـ ٤٤)

(١٤٤)

مَٿِئي تي موهِجي، مُوڙهي ڪَيُءِ مَرَڪُ،
چَئِي چَنسَرَ ڄامَ سين، وڏو تو فَرَقُ،
وَرِي وِيو وَرَقُ، آيُءِ ڏَنَءُ ڏهاڳَ جو!

(ليلا چنيسر، ا ـ ٥)

(١٤٥)

مَٿِئي تي موهِجي، هاري! ڳِيَڙُءِ هارُ،
ڪوڙيين ڪَيا، ڪيترا، اُنهين خَرَ خُوارُ،
پِري وِيو پِتارُ، آيُءِ ڏَنَءُ ڏهاڳَ جو!

(ليلا چنيسر، ا ـ ٦)

(١٤٦)

مَٿِئي مِٿي جي هُئا، تن چِتَنِ قيرِيَمِ چِٽُ،
هارُ ڪَٽِينديَسِ هوڏَ ۾، نِيبَهُ تِيندَمِ نَٽُ،
ڪَئُنروءَ جو ڪِرِٽُ، مُونهان مَٿاهون ٿِيو.

(ليلا چنيسر، ا ـ ٧)

(١٤٧)
مَتِيو ناهہ مَٽِيُون، جو تُون پَسي هارُ هرڪئين،
اَصُل آهي اَڳِهين، سَنديُون ڪُوڙ ڪَٽِيُون،
اِنَ گهوڙَنِ هَنئي گهٽِيُون، دوسَتِئان دُور ڪِيون.
(ليلا چنيسر، ١ ــ ٨)

(١٤٨)
مَتِيو وِجهان مَچَ ۾، هائيءَ هَٿان هارُ،
پِري جي پَٽارُ، تہ ميريائي مانُ لَهان.
(ليلا چنيسر، ١ ــ ٢)

(١٤٩)
مَتِيو وجهان مَچَ ۾، هائيءَ هَٿِي هارُ،
سوپِي! سُکُ، سَيَدُ چئي، ڪَرئين ڪوهُ قرارُ؟
راجا ريساٽو گهٽو، سَتاٽو سَردارُ،
چَؤڏِس چَنِسَرَ جامَ جو، ڏيهان ڏيہِ ڏهڪارُ،
ٺاڪُرُ اَکِيِين ٺارُ، مَٽِئي تي تِي مَٽِئين!
(ليلا چنيسر، ١ ــ ٣)

(١٥٠)
موتَنَ جا مَذڪُورَ، جان ڪي چَيَس جيڏَئين،
پَريَتِ پَهرئين پُورَ، نيئِي پَهُچائِي پُنهونءَ ڪي.
(سسئي آبري، ٣ ــ ٢٢)

(١٥١)
موتَنَ جي مَصلِحَتَ، مُون ڪي ڏيومَ، جيڏيُون!
نهارِينديَس نِڪري، آرياڻي اَلبَتَّ،
ڪَنديَسِ اوتَ، عيبَ جي، لَڪَنِ ڏيئي لَتَ،
سَرَتيُون! شَريڪَتَ، اَٿُون ڪيئَن آڳَن سين ڪَريان.
(سسئي آبري، ٣ ــ ٢٣)

(١٥٢)
موتِي آيو مُنهَن ۾، سوڍا! شَرمُ جَنَ،
سي لَجايُون لِڇَنِ، پَسِيو عيبَ اَڳِيان.
(مومل راڻو، ٨ ــ ٢٢)

(١٥٣)
موتِي مانداڻَ جا، پَري ڪَيائِين پَرَ،
وِجُون وَسَنَ آئِيُون، ڪوڏا ڪَٽي ڪَرَ،
مينهيُون پاڻَ مُراديُون، ٿَڏا چَرَنِ ٿَرَ،
وَڏي اوهَ آئِيُون، پُنيءَ لائي قَرَ،
ساري آڇيو سامِهيُون، ڏِيَنِ سَنجهي ڪِيرَ سَجَرَ،
ساڻُ وانڍِنِ وَرَ، پَريُون پَرچِنَ جُون ڪِيُون.
(سارنگ، ٣ ــ ١٥)

(١٥٤)
موتِي مانداڻَ جي، پَري ڪَيائين پيچَ،
وِجُون وَسَنَ آئِيُون، سارَنگُ چَڙهيو سيجَ،
تَنهِن نُوريُون نَوازِيُون، ڏيئي ڏُوٽا ڏيجَ،
بِجَ ڪَٽي پَٽِ هَليا، هاري مَنجهان هيجَ،
راضي مَنجهان ريجَ، عالَمُ سَپُ آبادُ ٿِيو.
(سارنگ، ٣ ــ ١٣)

(١٥٥)
موتِي مانداڻَ جي، جُڙِي ڪَيائين جوڙَ،
وِجُون وَسَنَ آئِيُون، بِہِ بِہِ بَڌائُون ٻوڙَ،
اَنَنِ جا عالَمَ ۾، لَکين ٿِيا ڪوڙَ،
سارَنگَ لاٿي سوڙَهہ، ساندَہِ سُهائو ٿِيو.
(سارنگ، ٣ ــ ١٤)

(١٥٦)
موتِي مانداڻَ جي، واري ڪيائين وارَ،
وِجُون وَسَنَ آئِيُون، چَؤڏِسِ ۾ چوڌارِ،
ڪي اُتي وِيئِيُون اِستنبولَ ڏي، ڪي مَٽيُون مَغربَ پارَ،
ڪي چِمڪَن چينَ تي، ڪي لَهَن سَمرقنديُن سارَ،
ڪي رَمِي وِيئِيُون رومَ تي، ڪي ڪابُلَ، ڪي قندارَ،
ڪي دَهلِيءَ، ڪي دکَنِ، ڪي گَڙَنِ مَٿي گِرنارَ،

ڪَنهِين جُنبي جيسَلميرَ تان، ڏِنا بيڪانير بَڪارَ،
ڪَنهِين پُجُ پِجائِيو، ڪَنهِين ڍَٽَ مَٿي ڍارَ،
ڪَنهِين اَچي اَمَرڪوٽَ تان، وَسايا وَلهارَ،
سائنيم! سَدائين ڪَرين، مَٿي سِنڌُ سُڪارَ،
دوسَ! مِنا دِلدارَ! عالَمُ سَڀِ آبادِ ڪَرين.
(سارنگ، ۴ ـ ١٢)

(١٥٧)

موتِي مَران مَ، ماءِ! موتِنَ ڪان اَڳي مَران!
لُڙي لالَنَ لاءِ، شالَ پَونديس پيرَ تي!
(سسئي آبري، ۴ ـ ٢۴)

(١٥٨)

موتِي، مَڱَڻهارَ! شالَ مَ اَچين ڪَڏهِين!
اَنئي پَهَرَ اَجَلَ جو، ڪُنڌُو مَنجھ ڪَپارَ،
جنهن تو سَڀِ جَمارَ، هَنيا چِٽَ پَٽَنِ سين.
(سورٺ، ٢ ـ ١٥)

(١٥٩)

مورَکَ مامَ نہ ٻُجهٽا، هيڏانهن هوڏانهن ڪَنِ،
سي ڪِئَن پِرين پَسَنِ، ڪَنَرَ جن اَکِيُن ۾؟
(آسا، ٣ ـ ١٢)

(١٦٠)

موري مُنهَن وَڏا ٿِيا، وَڍِيا، تان نہ وَڃَنِ؛
اَڍيُون! آڻاسَنِ، تن ڪوجهَنِ کي ڪِئَن ڪَريان؟
(مومل راڻو، ٨ ـ ٢۴)

(١٦١)

مُوڙهو پِٽين، مَڱَٽا! ڪيڏانهن هُئين ڪالَ؟
لَنگها! چِڏِ، لَطيفُ چئي، اُجهِنَ جا اَفعالَ،
سَپَڙُ دَرِ سُوالَ، ڪَرِ تہ قِيمَتَ آڻئين.
(پرڀاتي، ١ ـ ۵)

(١٦٢)

موڪِي چوڪِي نہ ٿئي، اصل اوچِي ذات،
وَٽيون ڏيئِي واتِ، مَتارا تنهن ماريا.
(يمن ڪلياڻ، ۴ ـ ١٣)

(١٦٣)

موڪيءَ مَنو نہ گهُريا، وهُ نہ وهاٽيا،
سُرڪيءَ ڪاڻ، سيدُ چئي، اُتي ئي آئيا،
جي ڳالهين ڳَنگاٽيا، تِنِ بَتَنِ پاسي ٻُٽيون.
(يمن ڪلياڻ، ۴ ـ ١٩)

(١٦۴)

”مُومَلِ کي مَجازَ جا، اَکِيُن ۾ اَلماسَ،
نہ ڪا عامَ نہ خاصَ؛ جي وِيا، سي وَڍِيا.“
(مومل راڻو، ٢ ـ ۴)

(١٦٥)

”مُومَلِ کي مجازَ جا، اَکِيُن ۾ اَنبُورَ،
هَٿي حاڪِمِيَنِ کي، پَٽَ نِهاري پُورَ،
گهوٽَ پَهِرِينءَ گهُورَ، جي وِيا سي وَڍِيا.“
(مومل راڻو، ٢ ـ ۵)

(١٦٦)

”مُومَلِ ماري مِيرَ، آهيڙِيُنِ کي آڪِري،
سوڍِيءَ گهٽا سِڪائِيا، پَڙهيا، پَٽَتَ، پيِرَ،
هَٿي تن کي تيِرَ، مَٿيو جن مَٿَنِ ۾“.
(مومل راڻو، ٢ ـ ٦)

(١٦٧)

مُومَلِ ناهي ميندِرو، توٽي مَنجھ نَصِيبَ.
مُون کي، مُون حَبِيبَ! طعنو ئي تُنهنجو.
(مومل راڻو، ٣ ـ ١٩)

(١٦٨)
مُومَلِ وينِي ميندِرو، سَدائين ساري،
وَلِيُون واسَ وَرَنيُون، چانگي کي چاري،
جَڏهِن تَڏهِن سُپرين، اِيندُم اوتاري،
سوڍِي سين ساري، ڳالِهيُون کَنديَس ڳُجهه جُون.
(مومل راڻو، ٦ ـ ١٠)

(١٦٩)
مون اُيي تَڙَ پاس، پرينِ پَڳَهَ چوڙِيا،
هو اَللہ هارَ اُهِريا، آئُون دَمَ دَمَ دُعا کَندياس،
آسَ نہ لاهِينديِاس، موتِي اَيندا مان ڳَري.
(سامونڊي، ٣ ـ ٧)

(١٧٠)
مُون اُيي تَڙَ جَهلَ، پرين پَڳَهَ چوڙِيا،
کا مُونهِين ۾ اَلَ، ناتَ سَڄَڻَ سَباجها گهڻو.
(سامونڊي، ٣ ـ ٦)

(١٧١)
مون اُيي تَڙَ وَتِ، پريِنِ پَڳَهَ چوڙِيا،
کا مُونهِين ۾ گهَٽِ، ناتَ سَڄَڻَ سَباجها گهڻو.
(سامونڊي، ٣ ـ ٤)

(١٧٢)
مُون اُيي تَڙَ هيٺِ، پرين پَڳَهَ چوڙِيا،
کا مُونهِين ۾ ڏيٺِ، ناتَ سَڄَڻَ سَباجها گهڻو.
(سامونڊي، ٣ ـ ٥)

(١٧٣)
مُونا جن مِحرابُ، جُسو جامعَ تـِنِ جو،
قبلِي نُماءِ قَلَبُ کَري، تَنَ کي کَيائُون طَوافُ،
تَحَقِيقَ جِي تَکبِيرَ چِئِي، جِسمان کَيائُون جَوابُ،
تـِنِ کهڙو ڏوهُ حِسابُ، جن هِنئڙي هادِي حَلُ ٿِيو.
(رامڪلي، ٥ ـ ٤)

(١٧٤)
مُون اُڏاريا مَچَڙا، اَللہ! گهاتُو آڻ،
مِيان! مُدارَن سين، مُون کي، قادِرَ! وِجهه مَ کاڻَ،
هَٿَ مُنهنجي هاڻِ، قَدُرُ لَدَو جِنِ ري.
(گهاتو، ١ ـ ١٢)

(١٧٥)
مُونا طُور سينا، سَندا سَناسِيُنِ،
پُورَبِ کَنيو نہ پاڻَ سين، بُوڏُ بيراڳِيُنِ،
رِدا آهي رازَ جِي، اوچَنُ آديسِيُنِ،
قُربُ کاپـَڙِيُنِ، نَهَن چوٽِيءَ سيئَن ڍَکيو.
(رامڪلي، ٥ ـ ٢)

(١٧٦)
مُونا طُور سينا، سَندا سَناسِيُنِ،
سجدَہ ۾ سَيَّدُ چئي، گوڏا گوڏَڙِيَنِ،
"فَکَانَ قَابَ قَوسَينِ اَو اَدنیٰ"، ٿا نانگا اِئين نَمَنِ،
"کُلُّ مَنْ عَلَيهَا فَان"، باقي کِينَ بَچَنِ،
"اَللہُ وَلِيُّ الَّذِينَ اٰمَنُوا يُخرِجُهُمْ مِنَ الظُّلُمٰتِ اِلَی النُّور"، ٿا اَهڙِيءَ پر پُرِنِ،
"وَخَرَّ مُوسیٰ صَعِقًا"، جوڳِي جُنگَ جَلَنِ،
"مَا زَاغَ البَصَرُ وَمَا طَغٰی"، اَهڙِيءَ رَوشِ رَوَنِ،
مُشاهِدو مَحبُوبَ جو، اُتي آديسِيَنِ،
ري پَسَنَ، ري سُڻَنَ، بي وِصالَ وهَنِ،
ري پُرَنَ، ري بولَنَ، ٿا اَهڙِيءَ چالَ چَلَنِ،
سَيَّدُ چئي سَندِيَنِ، کَلَ پُڇِين تُون کَهڙِي؟
(رامڪلي، ٥ ـ ١)

(١٧٧)
مُونا طُور سينا، سَندا سَناسِيَنِ،
"طالِبُ المَولیٰ مُذَکَّرٌ"، اِيُ کَلامُ کَيائُون کَنِ،
سُکَنِ کي سَپِين پَرين، ٻُجهي ڏِناٿُون ٻَنِ،
اَلِفُ آديسِيَنِ، چوري رَکيو چِتَ ۾.
(رامڪلي، ٥ ـ ٣)

(١٧٨)

مُون پانيو مِزمانَ، هَميشهَ هُوندا پرين،
کُھي کَميٽِي هَليا، کَهلَ ڪَيائُون ڪانَ،
ڏيئي ويا ڏاه ڪي، سُورَن جا سامانَ،
جورو راتِ جُوانَ، جيڏيُون! جَتَ ڪري وِيا!

(ديسي، ٣ - ١٦)

(١٧٩)

مُون پانيو مُون وٽِ، هَميشهَ هُوندا پرين،
ويڙهو ڏيئي ويڪرو، پَهري ويا پَٽِ،
ساهُ جنين جي سَٽِ، وِڪِيُمِ تَي وَٽِڪارِ ۾.

(ديسي، ٣ - ١٥)

(١٨٠)

مُون تان لاهِ مَ، سُپرين! اَکِيُنِ جا آگَمَ،
ڪَري مَلارُ مِينهَن جِتَن، وَسي لاهِ وَهَمَ،
تو ڏِني مُون غَمَ، ڏِينهَن جا ڏُورِ تِيا.

(رپ، ٢ - ٤)

(١٨١)

مُون تان لِڪائِي گهٽو، روشَنَ ڪِي روشَنُ،
رَسِيو ريزالَنِ ڪي، مَنجهان زَردِيءَ ظَنُّ،
ويرِي مُون وَرَنُ، ڳالهِ ڪَيائين ڳُجههَ جي.

(آسا، ٤ - ٢٧)

(١٨٢)

مون تي چِيُءِ، ڪانڌ! پُٺي پاڙِ مَ مَڪُڙي،
سِڙهَ پُراڻا پاندَ، لَهريُون سَهي لڳنديُون.

(سريراڳ، ٥ - ١)

(١٨٣)

مُون جهڙُ ڏنو اُبَ ۾، ڊِولِيا! لَڏُ مَ لاهِ،
اَچِن آبُ اَکئين ڪَيو، وِجُون اُتَرَ واءِ،
جَنَ چِڏِي پَٽِ پاءِ، اَڏَ اُتاهين پَڪَڙا.

(سارنگ، ٣ - ٦)

(١٨٤)

مُون سارِيندي، سُپرين! اَچِين جي تُون هاڻِ،
ڪَريان رُوحَ رِهاڻِ، لَڪَنَ مَنجهه، لَطِيفُ چَئي.

(بروو سندي، ١ - ٧)

(١٨٥)

مُون سَڏِيندي سَڏڙا، ساٿِي سَڏُ نہ ڏِين،
وَلَهيءَ جي وَٽانَ تي، توڏُ نہ تنوارِين،
هيڏا هاجا تِين، بُري هِنَ پَنيِوَرَ ۾!

(حسيني، ٤ - ١٠)

(١٨٦)

مُون سي ڏِٺا، ماءِ! جنين ڏِٺو پرينءَ ڪي،
رَهي اَچِجي راتِڙي، تن جُنگِن سَنڌِيءَ جاءِ،
تنين جِي ساجاءِ، تُرهَو تِئي تارِ ۾.

(ڪاهوڙي، ١ - ٣)

(١٨٧)

مُون سي ڏِٺا، ماءِ! جنين ڏِٺو پرينءَ ڪي،
ڪَري نہ سَگهان ڪاءِ، اُنين سَندي ڳالهڙي.

(ڪاهوڙي، ١ - ٢)

(١٨٨)

مُون سين مارُوئَڙِيُون، ڪَهڙِيءَ رِيتِ رُسَنديُون؟
چونٽيءَ ۾ چيڙُ پيو، پيَنِ رَتَ جيُون،
نيٽين نِندَ وهُ تِي، سارِي ساڏوهِيُون،
هِتي جي هيُون، تہ سُڌِ پيَنِ سِيلَ جي.

(مارئي، ١٠ - ١٠)

(١٨٩)

مُون ڪاهوڙِي لَڪِيا، آيِنَ نہ آرامُ،
ڪَيائُون تَنُ تَمامُ، جہ ڏوتِي ڏُٿَ گَڏُ تِيا.

(ڪاهوڙي، ١ - ١٧)

(١٩٠)

مُون ڪاھوڙيءِ لَڪيا، سُمَھَن ڪِينَ پَئي،
سَمَرُ ڪَياڻُون سُجَ ۾، ڏوري ڏُٺَ لَھي،
وِيا اُتِ وَھي، جِتِ نِھايَتَ ناھِ ڪا.

(ڪاھوڙي، ١ ـ ١٩)

(١٩١)

مُون ڪاھوڙيءِ لَڪيا، گھَرين نہ گھارِينِ،
واحِدَ لَڳِ وِلھَنِ ۾، رويو جَرُ ھارِينِ،
گُوندَرِ گُذارِينِ، جُ ڏوتِي ڏُٺَ گَڏُ ٿِيا.

(ڪاھوڙي، ١ ـ ١٢)

(١٩٢)

مُون ڪاھوڙيءِ لَڪيا، ويھي نہ ويرَمَ ڪَنِ،
ڏينھَن تَتي ۾ ڏُونگرين، ڪارَڻِ قُوتَ ڪَھَنِ،
جَنگَلَ ۾ جُھڪَنِ، جُہ ڏوتِي ڏُٺَ گَڏَ ٿِيا.

(ڪاھوڙي، ١ ـ ١٨)

(١٩٣)

مُون ڪي اَڪَنِّيَنِ، وَڏا تورا لائيا،
تہ پِڻُ پِرين پَسَنِ، ڪَتان جي ڪَرَ سامُھِيُون.

(آسا، ٢ ـ ٣)

(١٩٤)

مُون ڪي ٻانئي ٻاجَ، ڏيرَ ڏُوراٽا ھَليا،
اڳيان اُتي اُن جي، خُوبُ نہ ٻَڪَمِ ڪاجَ،
ميڙي آپَ سَرَتيُون، نَڪي ڳايَمِ ڳاجَ،
سا مُون ھَتان نہ ٿي، جيڪا رَسَمَ راجَ،
آيَلِ! آئُون اَڪاجَ، ٻولُ ٻروچي وِترو.

(سسئي آبري، ٣ ـ ١٢)

(١٩٥)

مُون ڪي جنين مارِيو، آن ڪي گَڏِيا سي؟
تَنَ ۾ طاقَتَ ناھِ ڪا، اَدا! اُنين ري،
سُورُ سَلِئُمِ تي، جيلان ڳالھ ڳِري ٿئي.

(ڪوھياري، ٣ ـ ٦)

(١٩٦)

مُون ڪي جِنين مارِيو، سُجاتَمِ پاٽا،
لوھُو لِڳَن ناھِ ڪي، سَندَ مِڙَئي ساٽا،
دارونءَ جا داٽا، ڏِنَمِ ھوتَ ھَٿَنِ سين.

(ڪوھياري، ٣ ـ ٨)

(١٩٧)

مُون ڪي جِنين مارِيو، سُجاتَمِ سيئي،
پُنھونءَ پيڪانَ پَچَنڊِيا، ٻِلَنِ تان ٻيئي،
ويڄَنئُون ويئي، تِي وَھيٽِي سَڄَٽين.

(ڪوھياري، ٣ ـ ٧)

(١٩٨)

مون ڪي جِياريو، پِرِيَنِ جي ڳالھ ڪري،
ڏِنو اَڄُ اَڏِيو، ھِنئَڙو ڪوٽَ ٻُرجَ جِئَن.

(سامونڊي، ١ ـ ٣٣)

(١٩٩)

مُون ڪي ڇَڏِ مَ ڇَپَرين، پوءِ رَھاين 'پاڻ'،
جي ڀُلايُون ڀاڻ، تنِ ڪي رَسُ، رَسيلا! راہَ ۾.

(ڪوھياري، ٣ ـ ٥)

(٢٠٠)

مُون ڪي ڇَڏِ مَ ڇَپَرين، ھاتِڪَ ھوتاڻي!
توھِين لاءِ ڪاٽي، ڏُکي ڏوري ڏُونگرين.

(ڪوھياري، ٣ ـ ٣)

(٢٠١)

مُون کي ڇَڏِ مَ ڇپَرين، هِتِ، هوتاڻي! هاڻ،
اوڏِي مُنڌَ اُنَنِ کي، اَللهَ ڪارڻ آڻِ،
پورِهيو ڪَنديَسِ پاڻِ، اَڳيان آريچَنِ جي.

(ڪوهياري، ٣ ـ ٢)

(٢٠٢)

مُون کي ڇَڏِ مَ ڇپَرين، هوتاڻي! هِنَ هَنڌِ،
تو سين پوَنديَسِ پَنڌِ، ڏِينديَسِ باهِ ڀَنڀورَ کي.

(ڪوهياري، ٣ ـ ٣)

(٢٠٣)

مُون کي ماءِ! مَجازَ، ڀيڄاري جِنَ ڀڇيو،
هَٿَنِ ڇَڏي هاجَ، ويئي سارَ سَنڌَنِ مان.

(آسا، ٣ ـ ٥)

(٢٠٤)

مُون کي مُون پرينِ، ٻَڌي وڌو ٻارِ ۾،
اُيا ايئَن چوَنِ، مَچُڻِ پانڌُ پُسائين.

(آسا، ٤ ـ ٣٨)

(٢٠٥)

مُون کي نَتا نينِ، جَتَ مُلڪِ پانهنجي،
جي گهگهيرِيُنِ گَڏِينِ، تہ ٻِيُنِ کان ٻيٽو ڪَريان.

(حسيني، ١٢ ـ ٣٦)

(٢٠٦)

مُون گهَرِ اَچي جي ٿئي، مينڌِرو مِهمانُ،
آٽي جُهوڪيان آڳ ۾، ڇيري وجهان ڇانُ،
تاڻي تنُورَن ۾، ڀيري هَٿان ڀانُ،
ڀيڪَنِ سوُڌو ڀاڻُ، گهَرُ تَڙُ گهورِيان پَرَ تان.

(مومل راڻو، ٦ ـ ١٣)

(٢٠٧)

مُون مارُوءَ سين لَڏِيُون، لوئي ۾ لاٿُون،
سونَ بَرابَر سَڱِڙا، مُون کي ٻانهُنِ ٻَڌاتُون،
عُمَرَ جو آٿُون، پَٽُ ڪِئَن پَرَهيان؟ سُومِرا!

(مارئي، ٣ ـ ٦)

(٢٠٨)

مُون مارُئيءَ جو، سُومِرا! ٻنِين ٻارين ڏُکُ!
هِتِ عُمَرَ جو آهُکُ، هُتِ مارُو ڏِينِمِ مَهڻا!

(مارئي، ٨ ـ ١٨)

(٢٠٩)

مُون مَنجهيئي مينُهَن، ڪوهُ ڪَرينديَسِ ڪَکَرين؟
سَرَلو سارو ڏِينهُن، مُون پِريان جو نہ لَهي.

(رپ، ١ ـ ١٧)

(٢١٠)

’مُون‘ مُونهين ۾ سَپَجي، مُون کي ’مُون‘ جُڳاءِ،
مُونهين مَنجهان ’مُون‘ ٿئي، مُونهين جي ساڃاءِ
اُنَهين اِئَن جُڳاءِ، آن کي اِئَن نہ چوٽو.

(آسا، ٤ ـ ٣٣)

(٢١١)

مُونهان مَهندِ ٿِيا، سُورَنِ ٻَنڌو سَندِرو،
هَلو تہ ڏوريُون اُن کي، ونڌِر جي ويا،
ڪَنديَسِ ڪِينَ ٻِيا، هوتَ مَٿائي اَڳيان.

(حسيني، ١٠ ـ ١٨)

(٢١٢)

مُهاڻيءَ جي مَنَ ۾، نہ گيرَبُ نہ گاءُ،
نيڻَنِ سين نازُ ڪَري، ريجهايائين راءُ،
سَمو سَپنِ مُلاءُ، هيرِيائين حِرفَتَ سين.

(ڪاموڏ، ١ - ٢٠)

(٢١٣)

مَهندِ مُحتاجِي ڪري، پُنيءَ پيرُ ڪٽيج،
ڪُبيلياٽِي! ڪيجَ ڏِي، حُجَ مَ هَلائيج،
پاٽا ڏارَ پريتڻو، سَسُئي! ساڻُ ڪٽيج،
اوڏِي عَزازِيلَ ڪي، ويجهِي تان مَ وَڃيج،
نااُميدِي نيج، تہ اوڏِي ٿِئين اُميدَ ڪي.

(سسئي آبري، ١ ـ ١٢)

(٢١٤)

مَهندِ مُحتاجي ڪري، حُجَ وڃائي هَلُ،
عُذرَ خواهيُون، عاجزيُون، سَسُئي! ڪنهن مَ سَلُ،
ڏُونگرُ ڏورڻُ ڏاڪڙو، لَنؤ ري ڪونهي لَلُ،
اِيُ پَلائيءَ جو پَلُ، جڻن پاسي ٿيڻ پاڻ ڪان.

(سسئي آبري، ١ ـ ١٣)

(٢١٥)

مُئي هاٿِيءَ تي مامِرو، اَچِي ڪَيو اَنڌَن،
مَنازِين هَٿن سين، اَڪِئين ڪِينَ پَسَن،
”في اَلحَقيقَتَ“ فيلَ ڪي، سَچا سُڃاڻَن،
سَندي سَرِدارنِ، بَصيرَتَ بينا ڪَري.

(آسا، ٣ ـ ٣١)

(٢١٦)

مَيا! تو مَهارَ، سچِي پايان سونَ جي،
چارِيَنِءَ چِندَنَ چوٽيُون، نايو مينديءَ ڏارَ،
سَندِيءَ پِيَ پَچارَ، جي مون رات رساٽئين.

(ڪنيات، ٢ ـ ٢٢)

(٢١٧)

مَيا! مَچ منڍَ، اَچ منهنجي ڪَرها!
جهاڳيندي جَرپٽيُون، متان ڪرئين ڪَٽ،
سُپيريان جي سَٽَ، مُون ڪي نيئي ميڙئين.

(ڪنيات، ٢ ـ ١٩)

(٢١٨)

مِيان مينڍرا! موٽُ، بَخشُ ڪَر بُچائيُون،
تُون گهٽِنِ جو گهوٽُ، مُون وَرُ تُون ئي هيڪڙو.

(مومل راڻو، ٧ ـ ١١)

(٢١٩)

ميرا پَسي مَڱٽا، سَپَڙَ سَڌَ ڪَيا،
سَپوجَهنِ سُئا، اَپوجَهنِ آسِرو.

(پرڀاتي، ١ ـ ٢٢)

(٢٢٠)

ميرَ مَدينئان نِڪري، آئِيا نہ موٽِي،
ڪارا رَڳِج ڪَپڙا، آدا نيروٽِي!
آنَ تنين لَءِ لوٽِي، جي مِيرَ مُسافِرُ رانئيا.

(ڪيڏارو، ١ ـ ٧)

(٢٢١)

ميرَ مَدينئان نِڪري، ڏيرا ڏِنائُون،
ڪاٽيءَ، پاٽيءَ، گاهَ ڪي، ماڙهُو مُڪائُون،
چَڙهندي چِيائُون، تہ ٿيندي ويڙهہ وَڏاندري.

(ڪيڏارو، ١ ـ ٥)

(٢٢٢)

ميرَ مَدينئان نِڪري، رِڙهيا مَٿي رَندَ،
گهوڙا تِنِ گهوٽَنِ جا، پُريا مَٿي پَندَ،
جِتي رَهيا راتڙِي، سي سُونهارا هَندَ،
ڪُلها، ڪَرَنگهرَ، ڪَندَ، جُهرَنِ جُهونجهارَنِ جا.

(ڪيڏارو، ١ ـ ٦)

(٢٢٣)

ميڙيو پاڻُ پَريُون ڪَيو، جوڳِي جَلائِينِ،
سامِي سِگڙِيُن سين، خوديءَ ڪي ڪائِين،
هوُ جي تارِ تَڳائِينِ، آئُون نہ جِنَدِي اُن ري.

(رامڪلي، ١ ـ ١٨)

(۲۲۴)

مُيَسِ! مَرُ مَران! سُيَسِ وِچ سَرَتِين،
پورهيَتِ تي پَران، پاڙي چاڻَ پُنهونءَ جي.

(حسيني، ۹ ـ ۱۲)

(۲۲۵)

مي مَچِيءَ ۾ هَٿڙا، ويڻي ڪَري وَڙَنَ،
راءَ اَکِهين رَکي، مُهاٽي مَنجِهه مَنَّ،
تَماچِيءَ جي تَنَّ، ڳالِهيُون چِيَسِ ڳُجِهيُون.

(ڪاموڏ، ۱ ـ ۲۲)

(۲۲۶)

ميندِا ڏوءِ نہ مارُئِي، آهِسِ مَن مَلِيرُ،
ڪَڍِي تہ ڪاڻِ لَهي، هِتان هِيءَ هَمِيرُ،
ڪاٺُر پِيَنِ ڪِيرُ، جي اَمانَتَ اُتِ وَجِي.

(مارئي، ۴ ـ ۲)

(۲۲۷)

ميندِا ڏوءِ نہ مارُئِي، ٿِيَسِ ڪُرنُون وارَ،
سَتيءَ سيئي سارِيا، جي پاٽُرَ جا پَنوَهارَ،
عُمَرَ! اُنهُون ڏارَ، مُورِ نہ وِهي ماڙيين.

(مارئي، ۴ ـ ۴)

(۲۲۸)

ميندِا ڏوءِ نہ مارُئِي، پيِسِ پَنهوَارِيُون چِتِ،
راڄَ رُئاري، هَنجُوُن هاري، هِيءَ هُتيجِي هِتِ،
آهِسِ پاٽُرَ پارَ جو، ڪِجَنُ ۽ ڪَپَتِ،
وينگسِ ويڙهِيچَنِ رِءَ، مَسَ سُٽي ڪا مَتِ،
سُومِرا! سُپَتِ، ڪَرِ؛ تہ ڪوٽِيان نِڪَري.

(مارئي، ۴ ـ ۱)

(۲۲۹)

ميندِا ڏوءِ نہ مارُئِي، ڪونهي اُنَ اوڇاهُ،
عُمَرَ جي اِنصافَ جو، پِيُسِ ڪَنِ پَڙاءُ،
ويڻي چوءِ اَللهُ، "مُون تي مِٽَ نہ موٽِيا!"

(مارئي، ۴ ـ ۶)

(۲۳۰)

ميندِا ڏوءِ نہ مارُئِي، مَحلِين مارُئان ڏارَ،
پايو ميٺُ مَلِيرَ ري، مُنڊُ نہ ويڙهي وارَ،
جا هُتيجَنِ هارَ، سا ڪِينَ وِهَندي ڪوٽَ ۾.

(مارئي، ۴ ـ ۵)

(۲۳۱)

ميندِا ڏوءِ نہ مارُئِي، نہ ڪَلي نہ ڪاءِ؛
عُمَرَ جي اِنصافَ جا، ويڻي واساما ڳاءِ،
هِيءَ جا ڪَيءِ هاءِ! سا، مَهَندا! اينديءِ مُنهَن ۾!

(مارئي، ۴ ـ ۳)

(۲۳۲)

مينڊو مِينهَن پُسايو، سِري ٿيو سيلو،
پَکي پيهي آيو، رَحمَتَ جو ريلو،
ساڄَنُ سَويلو، پيچَ پِنيءَ گَهرِ آيو.

(سارنگ، ۳ ـ ۱۳)

(۲۳۳)

مَيَنِ مَٿي سَمَرا، کُهيَنِ سَڏُ ڪرينِ،
ساٿُ نِباهيو نينِ، اِيَ پَرِ سَندي سَجَٽِين.

(سريراڳ، ۴ ـ ۵)

(۲۳۴)

مينهان ۽ نينهان، ٻَئِي اَکَرَ هيڪڙي،
جي وَسَڻَ جا ويسَ ڪَري، تہ ڪَڪَرَ ڪَنِ ڪيهان،
بادَلُ ٿِي بيهان، جي آگَمِ اَچَڻَ جا ڪَرِين.

(سارنگ، ۲ ـ ۶)

(۲۳۵)

مينھُون ھن ميھارَ جي، آلا! سَڀ بَچَنِ،
وَچُون جي ڪِيرَنِ سين، سَدا ٿيُون سُونھَنِ،
مونکي ماڙِڪين، تاڙي ھَنيو تارِ ۾.

(سھڻي، ۴ ـ ۱۹)

(۲۳۶)

مينھُون ھن ميھارَ جون، آلا! سَڀ جِيَنِ،
ڪارِيُون، ڪَڪيُون، ڪُنڍِيُون، وارا ڪيو وِينِ،
جُوءِ جا جانارِن ڇي، ٻيلا ٻَہ ٻَہ ڪَنِ،
اَڇي ريلَ رَھَنِ، مون سانپارا سُپِرين.

(سھڻي، ۴ ـ ۲۰)

(۲۳۷)

ميھاران مِرڪ، پِيتائين پريمَ جي،
تنھن مُنڌَ مَتوالِي ڪِي، سَنڌِيءَ ساءَ سُرڪَ،
لَڳِيَسِ ڪامَ ڪِرڪَ، لوھان تِڪِي لَطِيفُ چئي.

(سھڻي، ۴ ـ ۱۶)

(۲۳۸)

ميھاران مَھي، پِيتائين پريمَ جي،
اُرڪَ سُرڪَ، سَيَّدُ چئي، لَڳِيَسِ ڏُوٺُ ڏھي،
سَگھي تان نہ سَھي، مِلي جان نہ ميھارَ کي.

(سھڻي، ۴ ـ ۱۷)

(۲۳۹)

ميھارُ مَلاحَنِ ڪي، اُيو آڇي اَڇَ،
آٿُون پڻ وِجھان ھَٿڙا، اَئين پڻ وِجھو رَڇَ،
سَنڌيءَ ڪُنَ ڪُٽڇ، مانَ ھُونِ سلامت سُپرين.

(سھڻي، ۷ ـ ۵)

(۲۴۰)

ميھارُ مَلاحَنِ ڪي، اُيو ڪري سَڏُ،
اَدا! اُنَھين پارَ جا، موڙي اَچو مَڏُ،
ويا جي وَہ گَڏُ، ھلو تہ ڏوريُون اُنِ ڪي.

(سھڻي، ۷ ـ ۶)

(۲۴۱)

ميءَ ھَٽَ ۾ مَڪُڙي، چامَ ھَٽَ ۾ چارُ،
سَچو ڏِينھُن شِڪارُ، ڪِنجھَرَ ۾ ڪالَھہ ھو.

(ڪاموڏ، ۲ ـ ۷)

(۲۴۲)

ميي ماڪائي، وِڏو واٽُ وَليُنِ ڪي،
خبر ٿي ڪيٽَ ڏٽينِ ڪي، وِڏوڙا واھِي،
ڪَرھَي ڪاڪَتَ ڇِڏِي، وريس نہ وائِي،
چانگي چَرِيائِي، ويئِي ويچاري وِسري.

(ڪنيات، ۲ ـ ۲۸)

## وائي- ۱

ماتامُ اِمامَن جو ڪَريو، ماتامُ شَهيدَن جو ڪَريو.
روئي روئي آکِيُون، رَتَ سين ڇو نہ پَريو؟
جيڪي اِمامَن سين ٿِيو، سو پاڻَ ڏٽيءَ پيدا ڪَيو.
(ڪيڏارو، ۲ — وائي)

## وائي- ۲

مَٿو ۾ ڪنڪارَ، يارَ! ڏاڻَ ڏِيندوسَنءِ، مَگَٽا!
جاجِڪَ! جُهونا ڳُـڙهَ ۾، هَلُ تہ ٿِيئُون يارَ،
مَتان ڪا مُنهنجي ڪَرِين، ڳلا جي گُفتارَ،
مَٿي اُتي مُنهنجي، جي هُون سِرَ هَزارَ،
هَرَ هَرَ وَڍِيان هيڪَڙو، تُنهنجيءَ تَندُ تَنوارَ،
لَڄيندي تُو لاهيان، ڪِينهي مَنجِهه ڪَپارَ،
اَديُون! عَبدُاللّطِيفُ چَئي، لَڳِيَسِ لنؤ لَغارَ.
(سورٺ، ۳ — وائي)

## وائي- ۳

مَدَتَ ٿِيُ، ميهارَ! يارَ! ساهَڙَ! سائَرَ سِيرَ ۾.
اُونها ڪُنَ، آتانگَ تَـڙَ، اولِي هَنُ آڏارَ!
ڏِينهَن ڏُهلا ڏَمَر سين، آهيانَ اُوهان ڏارَ،
ٻِچَلِ ٻانڌِي ٻارِ ڪَري، اَتِ اُبَـتا آرَ،
تَـتي گهڙِي سُهڻي، آڳَهَ رِءَ آڏارَ،
”ڪاري راتِ، ڪَچو گهڙو“، توڏِيءَ ڪِي تَنوارَ،
سَنپُوڙو سِيٽاهَ سِين، سِگهو رَسُ، سَنگهارَ!
اوراران آهُون ڪَريان، پَهچان شالَ پَرارَ،
سُٽيو جهانءِ جِهڄي هنئون، سانيارا سَنيارَ،
آيَم ريلي رِيءَ سين، اللهُ! تو آهارَ،
تارِ تَرَنديَسِ، لُڙَ لَنگهيِنديَس، ويِنديَسِ وَتِ وَچارَ،
پُورِينديَسِ پارِ مَٽي، سَهَسين جي سِيسارَ،
گولِي گهاگهائي گهڙِي، جَڪَنِ ٿا جانارَ.
(سهڻي، ۳ — وائي)

## وائي- ۴

مڙيَنئُون موڪَلَ، ڪالهہ ڪَندا ويا ڪاپڙِي.
ڪَڏهِن اُتَرَ سامُهان، ڪَڏهِن ڏُونهين جهلَ،
چِيري چَندَنَ ڪاٺَ جِئَن، سُورَ ڏِنائُونمِ سَلَ،
ٻابُو ڪَن نہ ٻَکيا، نَڪا وَلَن وَلَ،
آلا! عَبدُاللّطِيفُ چَئي، اِيندَمِ شالَ اَمُلَ.
(رامڪلي، ۷ — وائي)

## وائي- ۵

مَعلوُمُ حالُ حَبِيبَ! مُون ڪي دَردُ قَديمِي، ووا!
دَرِدُ جَديدِي، حُبَّ حَبِيبِي.
آلُودِي آزارَ ڪان، تولَءِ تِيَسِ، طبيبَ!
شادِي ڏِئين صِحَتَ جِي، غَمِي لاهِ، غَرِيبَ!
اَهِئان تِي آهُون ڪَريان، نَعرو مَنجِهہ نَصِيبَ!
ڪاهلِ آهيان ڪُوڙي، رَسي لاهِ، رَقِيبَ!
حاذِقُ آهِئين هِنَ جو، اَچِين شالَ، عَجِيبَ!
دَوا آهِئين دِلِ جِي، پُڇ پُڇ رَهِيَسِ طَبِيبَ،
آلا! عَبدُاللّطِيفَ ڪِي، ڪوڙِي لاءِ، قَرِيبَ!
(سسئي آبري، ۴ — وائي)

## وائي- ٦

مَنجِهہ رَهي مَليرَ، هاري! مُون ڪوهُ ڪَيو؟
مُون هَتان، مُنهنجا ڏٽي! سَهَسين ٿِيا صَغِيرَ،
پَکي مَنجِهہ پَنوهارَ جي، ڪوڙيين ڪَيمِ ڪَبِيرَ،
تُون ڏِئين، تُون ڏٽي! دِلاسو دِلگِيرَ،
ٻُڙو لاهِ مَ ٻاجهہ جو، مُون تان، مُنهنجا پِيرَ!
ٿَـڏِيُون وَلِيُون ٿَـرَنِ ۾، ڪوڙين ڪِرڙ ڪَريرَ.
(مارئي، ۵ — وائي)

## وائي- ٧

مَنڊُ پئـنـدي مـون،
سـاڄَنُ سهي سُجاتـو.
پي پيالو عشقَ جو، سيڪي سمجهيو سُون:
پريانَ سندي پارَ جي، اَندرِ آڳِ اَتُون،
جئنَ ناهي جڳَ ۾، ڏينهن مڙيئي ڏُون،
اَلا! عبداللطيف چئي، آهين تُون ئي تُون.

(ڪلياڻ، ٢ _ وائي)

## وائي- ٨

مُنهنجو ساهُ وِيو سيٽان،
آيَلِ! آيَلِ! وِهان ڪِئَن پَنيورَ ۾؟
مُون کي ويا نہ وِسري، نِينهَن پَرِيا نيٽان،
سو ڪِئَن هنئَڙو جَهليان، جهڄي جو ڪيٽانَ،
مادرِ! پايو مُندِيُون، ڪُوڪيان وَرُ ڪيٽانَ،
اَديُون! عَبدُاللَطِيفُ چئي، وَڃي مانَ مڙانَ.

(حسيني، ١١ _ وائي ١)

## وائي- ٩

مُنهنجو مَنُ، مِيان! واڳيو ويڙيچَن سين،
پاهي پاڪي پَنڙي، پريُن سانُ پيان!
پيرُ نہ ڇڏيان پرينءَ جو، جَان سين تي جِيان،
حرفَ لَئي هيڪڙي، هتي تان نہ هٽان!
ڪيرُون ڪـتيريُنَ ڪي، وَڃي ڏيهہ ڏِيان!
آئُون ڪِئَن لوئي لاهِيان، ڪارَڻ ٻِنِ ڏِينهان؟

(مارئي، ١٠ _ وائي)

## وائي- ١٠

منهنجُون سپيئي، آيَلِ! ماءِ، مَنَ مرادُون پُنيُون.
جهڙي پريان ڳالهڙي، تهڙي ٻي نہ ڪاءِ،
ڪجي تَان ڪوڏُ ٿئي، سُڃي تَان سيباءِ،
ويہُ داتا جي دَرَ تي، شُڪُر جنهن جُڳاءِ،
ڪانهي حَدَ حَمَدَ جي، تہ ڪَريان لالَنَ لاءِ،
ڳَڻيو ڳڻيان ڪيتريُون، وَڏيُون وَڏاياءِ؟
سو مُون هَٿان نہ ٿئي، جيڪي تو جُڳاءِ،
تو سَڃيُون، تو سَنديُون، سِڪَنِ توهين ساءِ،
اُڃَ تنهنجي اُڃيُون، لوڇِنِ توهين لاءِ،
دِلِ دانهُنِ ريَ نہ رهي، مون کي ماٺِ جُڳاءِ.

(سهڻي، ابيات متفرقہ _ وائي ٦)

## وائي- ١١

مُنهنجو هِنئَڙو سَنگهارَنِ ساري،
هُوءِ جي ويڄها رَهَنِ وَسَ ڪي.
آءُ، هَميرَا! پيَخُ زَنجِيرَ، هِئَن نہ سَگهان گهاري،
قَلَبُ مُنهنجو ڪوٽَ ۾، گهايَلُ تو گهاري،
الاهي عِنايَتَ سين، شالَ ڪِينءَ مَران ڪِنڪاري!
وَڃان شالَ وَطَنَ ڏي، پَر پيڃاڻي پاري!
مَران شالَ مَلِيرَ ۾، گولَنِ سانُ گُذاري!

(مارئي، ١ _ وائي)

## وائي- ١٢

مُنهنجي حُجَّتَ ناهي واٽَ، ڪانهي واٽَ،
جِيجان! تَن جَتَنِ سين.
ڪاٿيءَ کي ڪانئي ٿي، جيري جي جَراٽَ،
ڪَندِيَسِ ڪيچَ ڏيُنِ لَءِ، لَکَنِ ۾ لُولاٽَ،
تازو پيرُ پُنهونءَ جو، لُڙيو مَنجِهہ لُڙاٽَ،
آهيم آريءَ جامَ جي، اَندَرَ مَنجهہ اُساٽَ،
ماريو ڪيمَ مُنيءَ ڪي، ڪيڇي! ڪاهي ڪَنواٽَ،
ڪَٽيو نيڻَ نهارِيان، گوڙهَنِ پَريو ڳاٽَ،
سَبَبِ تَنهن سُتي ويا، جُهوتي ڏِنيمِ جهاٽَ،
ڏَنمِ ڏُکويُنِ جا، ڇپَرَ ۾ ڇُونچاٽَ،
اَديُون! عَبدُاللَطِيفُ چئي، لَعلَ ڏِنائين لاٽَ.

(حسيني، ٧ _ وائي)

## وائي- ١٣

مُنهنجي سَيَدُ سارُ لَهندو، مُون کي آهِ اميدَ اَللهَ ۾.
سَجدي پَئي سُپرينءَ، زارِيُون زورِ ڪَريندو،
اُمَتَ ڪارڻ اَحمَدُ اُتِ، پَرمَلُ پاڪُ پِنَندو،
صُورَ ڏَڪاءَ ٿِيندو، اَکِيُون سَڀِ سِجُ ڪَڍندو،
ميڙو ٿِيندو مومِنين، اُتِ مُحَمَّدُ ميرُ مَلهندو،
نَفساً نَفسِي سَيڪو ڪَري، داتا دَرِ ڊوڙندو،
مُهتُ ڏِيندُسِ مَولو، اُتِ بَدِيُون بَخشائيندو.

(سارنگ ١ ـ وائي)

## وائي- ١٤

مُنهن مَنجهِه خَلِيلُ، اَندرِ آذَرُ آهِئين.
سَڏَ مَ ڪَر صِحَتَ جي، اَڃا تُون عَلِيلُ،
نالو ناهِ نِفاقَ جو، جِتي رَبُ جَلِيلُ،
مُنهَن ۾ مُسلمانُ تُون، قَلبُ تان قَلِيلُ،
والِيءَ جي وصالَ ۾، دوئِي ناهِ دَلِيلُ،
اَلا! عَبدُاللّطِيفُ چئي، سَچو رَکائجُ سِيلُ.

(آسا ٣ ـ وائي ١)

## وائي- ١٥

مؤتَ مُنڌَ نہ آهي، تائِبَ ٿِيو تَڪڙا.
"عَجِلُوا بِالتوبَةِ قَبلَ اَلمَوتِ"، ويهُ تُون ويرَمَ لائي،
پِريان ڪارڻ پاڻَ کي، سِگهو ويهُ سَنباهي،
اَجَلُ اَسارَن کي، ڪامَ وَنِي تُو ڪاهي،
وِڌائين وِدِنَ لَءِ، ڳنُ کُهاڙيءَ پاهي،
عِمارَتُون اَنڌَن جُون، ڍاهيو تُو ڍاهي،
نِبا گهوٽَ گهرَن ڏي، ڪنهن وَڌِيءَ ويرَ وَناهي،
اُتي، عَبدُاللّطِيفُ چئي، بنا ڪَفَن پَراهي.

(آسا ٣ ـ وائي ٢)

## وائي- ١٦

مَولو ڪَندو ماڻ، مُنهنجي اَللهُ ڪَندو ماڻ.
هادي! ڏيئي هَٿڙا، اَچي چِڪڻ مَنجهان ڇاڙهہ،
ڪِشتي ڪَمِيڻَن جي، اَللهَ لَڳِ اُڪارِ،
هُو جو ويري واٽَ جو، سو سائِين! نيئي ساڙ،
ڪَرَمَ ساڻُ ڪَرِيمَ جي، سَڀِ لَنگهيندا پارِ،
اَلا! عَبدُاللّطِيفُ کي، ڏاتَرَ! ڏيهُ ڏيکارِ.

(بروو سنڌي ٢ ـ وائي ١)

## وائي- ١٧

مُون اَنڌيءَ ڏي ايندا، هوتَ سلامَتَ سُپرين.
پلِيءَ لائي پانهنجي، نِيَّ کي اُتِ نِيندا،
سَگَ نہ ڪندا سُکَ سين، سُورَ سَگِيٽا ٿِيندا،
رَکِي ڳَلُ ڳَلَنِ تي، نِينهَن نِياپو ڏِيندا،
پَرِيتِ نِيندا پاڻَ سين، چوري تان نہ ڇَڏِيندا.

(سسئي آبري ٦ ـ وائي)

## وائي- ١٨

مُون تي وَهَرَ وَري، وارو ڏِينڌُم وَلهو.
تـوکي ساري، سُپرين! اَٿُون پَونديِسِ ماڳِ مَري،
توکي سَري، سُپرين! اَسان تان نہ سَري،
اَسان تو رِءَ ناهِ ڪا، ڳُجهاندَرَ ڳري،
اَدِيُون! عَبدُاللّطِيفُ چئي، مُحِبَن مِهرَ ڏري.

(ليلا چنيسر ٢ ـ وائي)

## وائي- ١٩

مون پاريچيءَ سارَ، اَٿُون جا ويندڙي وَتِ وَچارَ.
ڏُمَ مَ جاڳِي، لوا مون پاريچيءَ سارَ.
مونکي تِتي ميڙئين، جِتِ ڪُنڊِن جي قطارَ،
ٻُرَنِ ٻيلاين جا، سانياڙا سَنبارَ،

وچِ مَ پوءِ وِصالَ کي، سَباجھا سَتّارَ!
گھرِ گھر گِلا جا وَھي، پاڙي پَندِ پَچارَ،
تاڪَنِ تَڪي آھيان، سِگھو رَسُ، سَھاڙَ!
(سھڻي، ٨ — وائي)

وائي- ٢٠

مُون سين ھوتَ نہ ڪَندڙا ھيئَن،
ماءِ! جامَ نہ ڪَندڙا ھئَن، اَلا! مُون نہ ڇَڏِيندا ڇپَرين.
ھوتَنِ جي ھيڪاندِ کي، آئُون رُوئان راتو ڏِينھَن،
ڇيڙي وڏيسِ ڇپَرين، پاروچاڻي نِينھَن،
لُڪُون لَڳَنِ ڪوسِيُون، ڏاڍا تَپَنِ ڏِينھَن،
مُون کي پِريُنِ ميڙئين، رُوجھڙيُون ميڙئين مِينھَن،
اَلا! عَبدُاللّطِيفُ کي، ساجَنُ ميڙ، سَميعَ!
(ڏھر، ٣ — وائي)

وائي- ٢١

مون کي تان جَھلَ مَ پايو،
وو! جيڏيُون! آئُون ھَلندي ھوتَ ڏي.
ھِيُ جو بارُ پَنھوَرَ جو، لُونءِ تان سَڀِ لاھيو،
آھي عاجِزنِ تي، پَسَنَّ سَندو ساعِيو،
ڪِينَ وِھَنديَسِ ڪَنڌَ ۾، نہ مون پِيُ نہ مايو،
وھاري وَطَنَ ۾، شُھديءَ کي مَ سِڪايو،
ڪُنَلِ ڪَچائَنِ ۾، چاڙھي ھِيءَ ھَلايو،
مُنھنجو پَنڌُ پُنھونءَ ڏي، ريبي تان مَ رَھايو،
اَديُون! عَبدُاللّطِيفُ چئي، مؤلا مُحبَّ مِلايو.
(سسئي آبري، ابيات متفرقہ — وائي ٢)

وائي- ٢٢

مُون کي ڇپرِ مَ ڇَڏِيجا،
پاروچا! پَلئہ لَڳِي آھيان.
چورِي ڇَني آھِيان، نِينھَن نِباھي نيجا،
چورِي ڇَڏي ڇپَرين، ڪيچي! ڪيمَ وَڃيجا،
پُنھون مُنھنجو آن سين، ساٿُ سلامَتَ نيجا،
مُون تان وَڙُ وِڃائِيو، اَئِين پنھنجو وَڙُ ڪَريجا،
جو ڳيڪو ويَسُ ڪَري، سِگھَڙي سارَ لَھيجا،
آرِياڻي! عَبدُاللّطِيفُ چئي، مُون تي وَھلو وَرُ ڪَريجا.
(حسيني، ٨ — وائي)

وائي- ٢٣

مونکي ڪامَ جَھلي، سَيڪا پاڻُ پَلي،
آئُون وِڏڙي نِينھَن اُڄَلي.
ويندي آئُون پارِ پِريان ڏي، مونکي ڪامَ جَھلي،
تَنُ وڏائين تارَ ۾، آڌيءَ راتِ اُڄَلي،
پَسي ڏُونھيُون دوستَ جون، منھنجو جِيُّ جَلي.
(سھڻي، ٤ — وائي)

وائي- ٢٤

مُون کي نِندَ نہ نيٹين نيٹين، ڪالھُون پوءِ لَڪَن ۾.
موٽُ تُون آيلِ! مُنھنجِي ماءُ! تان تو ڏُکُ نہ ڪيٹين ڪيٹين،
ھوءِ نہ نينمِ پاڻَّ سين، جا ويندَڙي سيٹين سيٹين،
ڪالھوٗٹيان اَڄُ گھٹِي، جھورڙي جھيٹين جھيٹين،
بيُون سَڀُ واڳيُون وَرَن سين، آئُون جا واڳڙي ويٹين ويٹين،
ھنئڙو ڏاڙھُونءَ گُلَ جِئَن، روئي رَتڙو نيٹين نيٹين،
اَلا! عَبدُاللّطِيفُ چئي، مُحبَّ اَسان تُون ميڙين ميڙين!
(ڏھر، ٢ — وائي)

وائي- ٢٥

مون کي نِيندا ساڻُ، پاروچا پاجھَہ پئي، اَلو! اَلو!
ڏِيندا مُون ڏُکيءَ کي، اَللہ لَڱُ اھجاڻُ،
'لَاتَقۡنَطُوۡا مِنۡ رَّحۡمَةِ اللّٰهِ'، پريُنِ چيو پاڻُ،
'اِنَّ اللّٰهَ يَغۡفِرُ الذُّنُوۡبَ جَمِيۡعًا'، سَچو اِيُ پِرياڻُ،
اَديُون! عَبدُاللّطِيفُ چئي، اَھڙو آھي اَڳواڻُ.
(ڪوھياري، ٣ — وائي)

## وائي- ٢٦

مون ۾ تون موجُود! آئُون آڳاهين آهيان!
آئُون! اَسُونهين آهيان!
آکيُون آکڙيِن کي، سِکيو ڪَن سُجُودُ،
تيلانهَ رَسيون بُودَ کي، جيلانهَ ٿيون نابُود،
ماڙهن جي موتنَ جو، صاحبَ هٿِ سُجُودُ،
اِن دَرِ سيئي آڳهيا، جن وڃايو وُجُود.

(سريراڳ، ١ ـــ وائي٢)

## وائي- ٢٧

مُون ۾ عَيبَ اَپارَ،
آئُون جا طامعَ آهِيان تُنهنجي.
هيڪُ وِڃايَمِ ويسِري، ڄاڻي سَڀِ ڄمارَ،
هِنَ مُنهنجي حالَ جي، توکي سُڌِ، سَتارَ!
جيڪي وَهي وُجُودَ ۾، تُون ڄاڻين، ڄاڻَڻهارَ!
جِيئَن سي گُلَ گُلابَ جا، ڪِرَيا ڪَٽَڻهارَ!
مون کي سِڪَ، سَيَدُ چئي، آهي مَديني موچارَ.

(بلاول، ١ ـــ وائي٢)

## وائي- ٢٨

مُون مَ ڪَسيجاهُ، مُون مَ ڪَٽيجاهُ لوئي، ميان عُمَرَا!
سانُ پُلاهَ نہ پاڙيان، سَندي ڏُوئَرَن ڏوئي،
ڪانڌُ نہ ڪَنديَس ڪو ٻيو، مُون وَرُ مارُو سوئي،
ڪوءِ سي طَعامَ تَيُن جا! وَرُ سا ڏُوئَرَن ڏوئي!
جهانگي جو جَهنگَنِ جو، سيڻُ ڪَميٽيءَ سوئي.

(مارئي، ٤ ـــ وائي)

## وائي- ٢٩

مُون مَنُ مارُوءَ جو، مارُوءَ جو مُنهنجوءِ، مِيان!
مُنهُن مُنهنجو، سُومِرا! مَرُ ميرو ئي هوءِ،
ڏوتوءِ ڏورارن ۾، مَتان مارُو چوءِ،
لارُون جي لُڙڪَنِ جُون، ڳَٽي وَجان توءِ.

(مارئي، ابيات متفرقہ ـــ وائي)

## وائي- ٣٠

ميندِرا! مُون کي، راڻا! جِمَ وساري ڇڏِئين!
مُون کي طَعنا تُنهنجا، ڏيهَ مِڙوئي ڏِئي،
راڻي تي رِيسَ ڪَٽئي، ڪَرَ سين ڪِلِيمِ جي.

(مومل راڻو، ٣ ـــ وائي)

## وائي- ٣١

مَيو تُون موٽاءِ، مُون رُندي راتِ وهاءِ،
سائينءَ ڪارڻ، سُپرين! لا! مَيو تُون موٽاءِ.
گهرَ مَهارا گهوريا، سُرهو مُون نہ سُهاءِ،
ڪاڪيان وَڃَڻُ ڪَڍُهين، راڻا! تو نہ رِهاءِ،
سَنَمِ ساهيڙِيُن جا، طَعنا توهِين لاءِ،
سوڍا! سُکِياڻي ٿيا، پيرُ پَرچِي پاءِ،
آسائِتيءَ کي، عَبدُاللّطِيفُ چئي، مؤلا! مُحِبُ مِلاءِ.

(مومل راڻو، ٤ ـــ وائي)

# ن

(١)

نااُميدي آجڪو، اوچتُ آديسينِ،
سدا سُک وسنِ، طالبَ اُوءِ تقدير تي.
(رامڪلي، ٥ ـ ١٧)

(٢)

نااُميدي آجڪو، اوچتُ آديسينِ،
ڪڏهين تازيءَ پُٽِ تي، ڪڏهين هيٺِ هلنِ،
ساميڙا سمونڊ ۾، تُنبي جئن ترنِ،
جي واڳوءِ واتِ وڃنِ، تہ ڪُسنِ، ڪُڇنِ ڪينَ ڪي.
(رامڪلي، ٥ ـ ١٨)

(٣)

نابُوديءَ نيئي، عَبدَ کي اَعليٰ ڪيو،
مُورتَ ۾ مَخفِي ٿيا، صُورتَ پڻ سيئي،
ڪَبي اِتِ ڪيهي؟ ڳالهہِ پِريان جي ڳُجهہَ جي.
(آسا، ١ ـ ١٣)

(٤)

ناٿُ جنهين نِنڊِ، تتِ پڻ نهاريو جوڳيين،
سي سُويساهيا ڪاپڙي، پُريا پَراهين پَنڌِ،
هوُ هُئو هِنَ هَنڌِ، هُنِ هنگلاجان هَٿَ ڪيو.
(رامڪلي، ٩ ـ ٢٦)

(٥)

ناٿُ جنهين نِنڊِ، تتِ نہ نهاريو جوڳيين،
ڪي ڪُويساهيا ڪاپڙي، پُريا پَراهين پَنڌِ،
هوُ هِنهين هَنڌِ، تي هُنهَئين وِيا هِنگلاج ڏي.
(رامڪلي، ٩ ـ ٢٥)

(٦)

ناز منجهاران نِڪري، جڏهن پرين ڪري ٿو پَنڌُ،
پوُن پڻ ”بِسمِ اللّٰہ“ چئي، راهَ چُمي تي رَنڊُ،
اُپيُون گهٽي اَدبَ سين، حُورُون حيرتَ هَنڌُ،
سائينءَ جو سوڳنڌُ، ساڄنُ سيئنان سُهڻو.
(ابروو سنڌي، ٢ ـ ٦)

(٧)

ناسِيندي نرتِ، پهرينِ ڪج پرينِ ڏي،
قَمَرَ! ڪَهج قَرِيبَ کي، ساري سانُ سُرتِ،
پيو پيروسو نہ پيتِ، آڪيُون اوهانجي آسري.
(ڪنيات، ٢ ـ ٣)

(٨)

ناسِيندي نظرُ، پهرين ڪج پرينِ ڏي،
قَمَرَ! ڪَهج قَرِيبَ کي، نِستُ ءِ نبرُ،
پي پيٽي ناهہ پرُ، آڪيُون اوهان جي آسري.
(ڪنيات، ٢ ـ ٢)

(٩)

ناسيندي نگاهَ، پهرين ڪَجُ پرينِ ڏي،
احوالَ عاجزن جا، آکج لڳِ اللہ،
روزُ نِهارينِ راهَ، آڪيُون اُوهانجي آسري.
(ڪنيات، ٢ ـ ١)

(١٠)

ناسِيندي نِهارَ، پهرين ڪج پرينِ ڏي،
آئُون جي ڏِينءِ سَنيها، چئج چَنڊَ! اَپارَ،
ساڄنَ! سَبَ چَمارَ، آڪيُون اوهان جي آسري.
(ڪنيات، ٢ ـ ٤)

(١١)

ناڪُئو نِگهبانُ، مُعَلِمَ مُنجي خبرُون،
جن ساري ڪنيو سَمنڊَ تي، سَفَرَ جو سامانُ،

لُطفَ ساڻ لَطِيفُ چئي، تن لنگهيو طوفانُ،
سَنياري سُبحانُ، وجي عادَنِئُون اُکتَا.
(سريراڳ، ۳ ـ ۱۹)

(۱۲)

نامُرادِي نِجُهرو، عَدَمُ اوتارونِ،
رَضا راڄُ سَندونِ، مورُ نہ مَگَنِ کِي پِيو.
(رامڪلي، ۵ ـ ۲۱)

(۱۳)

نانگا نانِيءَ هَلِيا، چيلهِيا چيلهہ بَڌَنِ،
هُو جي هُتِ هَلَنِ، آئُون نہ جِتَندي اُنِ ري.
(رامڪلي، ۱ ـ ۳۰)

(۱۴)

نانگا نانِيءَ هَلِيا، سامي سِپِيئي،
وِهَکَ مُون ويئي، آئُون نہ جِتَندي اُنِ ري.
(رامڪلي، ۱ ـ ۲۸)

(۱۵)

نانگا نانِيءَ هَلِيا، لوکان کَري لِکَ،
ويئي مُون وِهَکَ، آئُون نہ جِتَندي اُنِ ري.
(رامڪلي، ۱ ـ ۳۳)

(۱۶)

نانگا نانِيءَ هَلِيا، هاءِ! مُنهنجي حالَ،
هُو جي کَهِيا کالَ، آئُون نہ جِتَندي اُنِ ري.
(رامڪلي، ۱ ـ ۳۲)

(۱۷)

نانگا نانِيءَ هَلِيا، هِنگلاجان هَلِي،
ديکِي تَن دُوارِکا، مَهيسِيُنِ مِلهِي،
آڳُهُ جن عَلِي، آئُون نہ جِتَندِي اُنِ ري.
(رامڪلي، ۱ ـ ۳۱)

(۱۸)

نانگا نانيءَ هَلِيا، ويچارا وِيا،
کِينَرَ کاپَڙِيُنِ جا، صُبحَ تان نہ سُئا،
هُو جي هِتِ هُئا، آئُون نہ جِتَندي اُنِ ري.
(رامڪلي، ۱ ـ ۲۹)

(۱۹)

نانگَنِ کِينَ نَمايو، ناٿُ نَمايو نِينهَن،
مَڙهِنِ اُنَا مِينهَن، جوڳِيان سَندِيءَ ذاتِ کي.
(رامڪلي، ۶ ـ ۷)

(۲۰)

ناٿي ناهِ کَکُوهُ، کِي ملهہ مهانگو مَنڊُ،
سنباهج، سيڏ چئي، کاتڻ کارڻ کَنڊُ،
هِيُ تِنِيَنِ جو هنڊُ، مَتَّنِ پاسِ مَرَنِ جي.
(کلياڻ، ۲ ـ ۲۲)

(۲۱)

ناهِ جَمعِيّتَ جانِ کي، پُنهونءَ پُڄاڻا،
سي مُون سيباڻا، جن ساءُ چَکايُمِ سِکَ جو.
(سسئي آبري، ۱۰ ـ ۱۴)

(۲۲)

ناهِ جَمعِيّتَ جانِ کي، هوتَ پُڄاڻا هاڻِ،
اَللهَ! سيئِي آڻِ، جن ساءُ چَکايُمِ سِکَ جو.
(سسئي آبري، ۱۰ ـ ۱۲)

(۲۳)

ناهِ جَمعِيّتَ جانِ کي، هوتَ پُڄاڻا هِتِ،
پنهونءَ جي پِرتِ، ساءُ چَکايُمِ سِکَ جو.
(سسئي آبري، ۱۰ ـ ۱۳)

(۲۴)

نائين ڏِينهن نيٽانِ، اوجاڳي اُجارِيا،
سَباجهي باجَهہ کَئِي، سُجاڻي سيٽانِ،

جتي نَظَرُ ناٿَ جو، اُتي اوتارانِ،
اِهي اُهيڃاڻانِ، لِڪا پُٺَنِ لوڪَ ۾.
(رامڪلي، ٢ ـ ٩)

(٢٥)

نہ خَبَرَ، نہ خُوابُ، نَڪو اوني آيو:
هُتي جو هِتِ ڪَهين، ڏِنو ڪونَ جَوابُ،
هَميرَنِ حِسابُ، ڪُهُ ڄاڻان، ڪِئَن ٿيو؟
(مارئي، ٢ ـ ٢)

(٢٦)

نِرتي تنَدُ نِيازَ سين، بُرائي بِيجَلَ،
راجا رَتولَنِ ۾، اونائي اَمَلَ،
رازُ ڪَيائين راءَ سين، ڪَنهن موچارِيءَ مَهَلَ،
"اَنَا اَحمَدُ بِلاَميم"، سينَ هَنئي سائِلَ،
ڪَنهن ڪَنهن پيئي ڪَلَ، تہ هَردو ئي هيڪُ ٿِيا.
(سورٺ، ٢ ـ ٤)

(٢٧)

نِرتي تنَدُ نِيازَ سين، بِيجَلَ بُرائي،
راجا رَتولَن ۾، وَرنائي وائي،
ڪونايائين ڪوٺَ ۾، بارِٺُ باجهائي.
راجا راڳائي، هَردو ئي هيڪُ ٿِيا.
(سورٺ، ٢ ـ ٣)

(٢٨)

نِسورو ئي نِينهَن جو، دِلِ ۾ دُودُ دُکاءِ،
آٿي آڳِ عِشقَ جِي، باري جانِ جَلاءِ،
جِندا! اِيئَن جُڳاءِ، جِئَن آتشان آبُ ٿِئي.
(رامڪلي، ٤ ـ ٢٠).

(٢٩)

نِسوريائي ناهِ جي، دِلِ ۾ دُونهين دُکاءِ،
آٿي آڳِ عِشقَ جي، لاهُوتي! تَنَ لاءِ،
جِندا! تِئَن جاڳاءِ، جِئَن آتَشِيان آبُ ٿِئي.
(رامڪلي، ٩ ـ ١٧)

(٣٠)

نہ سي تَڙ هوڙاڪَ، نہ وايُون وَڻجارَنِ جون!
سَرتيُون! سامُونڊين جا، اَڄُ پَڻ چِڪِيمِ چاڪَ،
مارِيِنمِ فِراقَ، پاڙيچيُون! پِريَنِ جا.
(سامونڊي، ١ ـ ٩)

(٣١)

نہ سي وَوِڻ وَڻَنِ ۾، نہ سي ڪاتارِيُون،
پَسِيو بازارِيُون، هِنئڙو مُون لُوڻ ٿِئي.
(ڪاپائتي، ١ ـ ٢٧)

(٣٢)

نَظَرُ نِزديڪونِ، سَهي نہ سَگهان ساعَتَ سِيئَن،
پَسَڻُ پَري سَندونِ، آئُون نالي ڳِيڙي نِجهُران.
(آسا، ٤ ـ ٣٦)

(٣٣)

نَڪا اِبتَدا عَبدَ جي، نَڪا اِنتَها،
سي وَڃَنَ ڪي وِيا، جن سُڃاتو سُپِرين.
(آسا، ١ ـ ٨)

(٣٤)

نَڪا بُوءِ بازارِ ۾، نَڪا چُلرَ چِٽَ،
جِتي ڏِنيِرِيَنِ جي، آڳي هُئي اَکُٽَ،
سي پِڙ پَسِيو پَٽَ، ماڙهُو وَڃَن موٽِيا.
(گهاتو، ١ ـ ١١)

(٣٥)

نہ ڪا تاتِ، نہ تُوتِ ڪا، نہ ڪا تاتِ تَنوارَ،
ڪانهي پِرتِ پَچارَ، لَنؤ ويچاريءَ لَڏيو!
(حسيني، ١٠ ـ ٢٠)

(٣٦)

نہ ڪاتِيءَ، نہ ڪانهَن، نڪو ڏوهُ قَلَمَ جو،
اَنگُ اُتيئِي لِکيو، جتِ نہ رَسي ہانهَن،
ڪنهن کي ڏيان دانهَن؟ قَضا قَلَمُ وَهائِيو.
(سهڻي، ٩ ـ ٩)

(٣٧)

نَڪا جَهلَ نہ پَلَ، نَڪو راتُرُ ڏيہَ ۾،
آٽِيو وِجهَن آهُرين، روڙِيو رتَا گُلَ،
مارُوَ پانڌَ اَملَ، مَلِيرونِ مَرڪَٽو.
(مارئي، ٧ ـ ٧)

(٣٨)

نَڪا جهولَ جَهليسِ، نہ تانگهو نہ تارِ ڪي،
ڏمُر ڏِهاڙي ڪيترو، پَرِ ۾ تو پَليسِ،
تان تان جِيُ جَليسِ، مِلي جان نہ ميهارَ کي.
(سهڻي، ٣ ـ ١٤)

(٣٩)

نَڪا 'ڪُنْ فَيَڪُونُ' هُئِي، نَڪا مُورَتَ ماهَ،
نَڪا سُڌِ ثوابَ جِي، نَڪو غرضُ گُناهَ،
هيڪائِي هيڪُ هُئِي، وَحْدانِيَتَ واهَ،
لَکِيائِين، لَطِيفُ چئِي، اُتِ ڳُجهاندَرَ ڳاهَ،
اَکِيِنِ ۽ اَرواحَ، اُها ساڃاءِ سُپرِين!
(مارئي، ١ ـ ٧)

(٤٠)

نَڪا 'ڪُنْ فَيَڪُونُ' هُئِي، نَڪا هُونگ، نہ هون:
سڄڻ انهيءَ ساعت ۾، پيئي ڏٺو سون،
مُون تَنَ تَڏهانڪُون، مِلِي مُلاقاتَ ڪِي.
(مارئي، ١ ـ ٥)

(٤١)

نڪا "ڪُنْ فَيَڪُون" هُئِي، نڪو لِڱُ لَحَمُ،
بنيو هو نہ بُتَ ۾، آجا ڪي آدَمُ،
مُون توهين سين سڱُ، اُها ساڃاءِ، سُپرِين!
(مارئي، ١ ـ ٦)

(٤٢)

نڪا هِتِ، نہ هُتِ، ڪا ڳوريءَ سندِي ڳالِ،
ڪِينَ پَهُتِي مالِ، حالِ پَهُتِي هوتَ کي.
(معذوري، ٢ ـ ١٣)

(٤٣)

نہ ڪُتا، نہ ڪُوڪارَ، نہ سي سَڏُ شِڪارِيين،
پِٽِيو ڪَٽي پارَ، جَهنگلُ آهيڙِيُنِ کي.
(ڪاهوڙي، ٣ ـ ١٢)

(٤٤)

نِڪرُ ناهِ ڪُلهي ڪَري، هو مَ هُوندَنِ جِيئَن،
لاهُوتِي، لَطِيفُ چئِي، هُونِ نہ آديسي اِيئَن،
سي ڪاپَڙِي ڪِيئَن، جي ڏارِيِنِ تَعَلُقُ تَـرَ جيترو؟
(رامڪلي، ٣ ـ ٥)

(٤٥)

نِڪرُ ناهِ ڪُلهي ڪَري، هُوندَنِ جِئَن مَ هو،
توکي ويسَ وِڃائِيو، ويسَ وِڃايو تو،
سامي آهي سو، جَنهن پاڻُ وِڃائي پوءِ ڪَيو.
(رامڪلي، ٣ ـ ٤)

(۴۶)

نہ ڪَنهن چائو چامَ کي؛ نَڪو چامَ وِياءُ،
نَنڍيءَ وَڏِيءَ ڳَنڍِيءَ، سَيِن آهِ سياءُ،
"لَمۡ يَلِدۡ وَلَمۡ يُوۡلَدۡ"، اِيُ نِجابَتَ نياءُ،
ڪِبۡرِ ڪِبرِياءُ، تَخۡتُ تَماچِيءَ چامَ جو.

(ڪاموڏ، ۲ ـ ۱۰)

(۴۷)

نَڪو ايرُ، نہ پيرُ، نَڪو اوٺِي آيو:
مُون وَٽِ آيو ڪونَ ڪو، پاڻُران پِري پيرُ،
ڪِتابَتُوَن ڪيرُ، آٽي ڏِيندُم اَنِ جُون؟

(مارئي، ۲ ـ ۱)

(۴۸)

نَڪو ڏيگهہ نہ ويلُ، نَڪو مُنهُن نہ مُهاڙَ ڪا،
اي اِهوئي ڪيلُ، ڪُورُ پَروڙِي ڪِينَ ڪي.

(آسا، ۳ ـ ۲۶)

(۴۹)

نَڪو سُڪ نَڪَتِين، نہ ويساندِ نَئِين،
جيڪا اَچِيئِي سامُهين، پانئِين سا سَنئِين!
مُوڙِي ڪوهُ مَئِين؟ جئَن سَچِيوَن راتِيُون سُمهين!

(سريراڳ، ۲ ـ ۸)

(۵۰)

نَڪو سَنڌو سُورَ جو، نَڪو سَنڌو سڪَ،
عَدَدُ ناهِ عِشقَ، پُڄاڻِي پانَ لَهِي.

(سهڻي، ۹ ـ ۱۳)

(۵۱)

نَڪو ڪيچُ پَنهورُ، نَڪو ماڻٺُ مُنڌَ جو،
هورُ مِڙوئِي هِنَ کي، هوتَنِ ڪونهي هورُ،
زارِيءَ ڏاران زورُ، هَلِي ڪونَ حَبيبَ سين.

(ديسي، ۴ ـ ۱۸)

(۵۲)

نَڪو ليکو ئي ٽِيو، نَڪو تَتو ڏِينهُن،
تِهان اوري نِينهُن، چِنو آتَڻَ وارِئِين.

(حسيني، ۲ ـ ۱۶)

(۵۳)

نَڪي آهِيُون ڇُهڙا، نَڪي آهيون چورَ،
هانگاما ۾ هورَ، ڪُتا! ڪَرِئين ڪِن تي؟

(معذوري، ۱ ـ ۵)

(۵۴)

نَڪي ٽِيان سَڳَ ۾، نَڪي سَڳِيِٽِي،
آهِيان ڪَمِيٽِي، ذاتِ ٻَروچِيءَ نہ جُڙان.

(حسيني، ۱۱ ـ ۱۷)

(۵۵)

نَڪي تي جِئان! نَڪي مُئي آهِيان!
ساڃَنَ! ساهُ ڏِيان، توکي سارِيو، سُپِرين!

(حسيني، ۹ ـ ۱۸)

(۵۶)

نَڪي رُنَّڻَ واريُون، نَڪي اوسارِين،
مُنهِين کي مارِين، مُنهِين سَندا ڏُکڙا.

(حسيني، ۲ ـ ۱۹)

(۵۷)

نَڪي طَعامُ تُنبَڙِيِن ۾، نَڪي ڳَبرِنِ،
مُون پڻ مُلان تِنِ، حاصُلُ کي حالُ کَيو.

(حسيني، ۹ ـ ۵۳)

(۵۸)

نہ کي ڪَتَّنِ پانَ سين، نَڪو ساٿُنِ پاڻُ،
اَهڙو جن اُهُجاڻُ، آٿُون نہ جِتَندي اَنِ ري.

(رامڪلي، ۱ ـ ۳۶)

(٥٩)

نَڪي نَمَنِ ناٿ ڪي، ناٿُ نہ نمائين،
جاتا ڪَنِ نہ جوڳَ ڪي، جوڳُ نہ جھارينِ،
آديسي آئينِ، اُھجاڻيُون الماسَ جوُن.

(رامڪلي، ٦ ـ ٨)

(٦٠)

نہ ڪي ھو ٻانھَڙيُنِ ۾، نہ ڪي ڳِرِ ھُئومِ،
نہ موُن، سِينڊِ نہ سُرمو، نہ سِينگارُ ڪيومِ،
تيلانہُ ڪانڌُ سَندومِ، رُڪوئِي رَءِ ڳِڙي.

(ليلا چنيسر، ١ ـ ١٠)

(٦١)

نہ ڪلَنِ، نہ ڪِينِ ڪِي، نَڪي ڳالھائين،
ڪَنھن جَنھن ۾ آھين، سا پَرِ پَـرُوڙِنُ ڏاڪڙو.

(رامڪلي، ٩ ـ ٤٩)

(٦٢)

نَندو، تان ڪوہُ؟ پَـرَ وِڪين آھي وِتَرو،
وَجيو ڪاڪِ ڪَنڌِنِ ۾، پَھَسَ پَکيءِ جِنَّن پوءِ،
اِنَ ڪُرَ سَندو ڪوءِ، مَيو ماٺو نہ ٿئي.

(مومل راڻو، ٢ ـ ١٣)

(٦٣)

نَنگا آھِيُون نِڳيا، اَسِين مارُو لوڪَ،
ٿَـرَ ڪي پانيُون ٿوڪَ، جو ڏِڪَ ڏاتِيَڙَنِ جي.

(مارئي، ابيات متفرقہ ـ ٣٢)

(٦٤)

نَنگَرَ جان نہ ڪَٽِنِ، وانءُ وَھلي نِڪري،
مَجُڻُ ڏِيہ وِجنِ، نازِيُون پُوري ناڪُئا.

(سامونڊي، ١ ـ ٥)

(٦٥)

نَنگَرَ ۽ نازِيُون، پَڳَہ ڪَٽِي پَنڌ ٿِيا،
بَنڌَرَ بازارِيُون، سُڃا سامُونڊين ري.

(سامونڊي، ١ ـ ٦)

(٦٦)

نَنگَرَئوُن نيٽِين، مَنُ اولِيءَ نہ اوھري،
سَباجھين سيٽِين، پائي ڳُنَّ ڳِھيو ھِنئون.

(سامونڊي، ١ ـ ٧)

(٦٧)

نہ گِندا، نہ گَبَري، نہ ڪَچِين ڪاڇوٽي،
سامِيُنِ ٻاري سُڄَ ۾، ٻابُنِ ٻاھوٽي،
جوڳِي جَبرُوتي، وَڃائي واٽَ ٿِيا.

(رامڪلي، ٩ ـ ٥)

(٦٨)

نہ گِندا، نہ گَبَري، نہ لانگوٽِي لِڪَ،
جيڏَنھِن پِرِينِ وِڪَ، تيڏَنھِن صاحِبُ سامُھون.

(رامڪلي، ٩ ـ ٢)

(٦٩)

نہ گِندا، نہ گَبَري، نہ لانگوٽِي لِيڙَ،
جيڏَنھِن ڪَرِينِ پِيڙَ، تيڏَنھِن صاحِبُ سامُھون.

(رامڪلي، ٩ ـ ٣)

(٧٠)

نہ گِندا، نہ گَبَري، نہ لانگوٽي لِينگَ،
يُنگا جِنين پِينگَ، صاحِبُ تِنين سامُھون.

(رامڪلي، ٩ ـ ٤)

(٧١)

نِڳيا ناسُوتان، مَٽِيائُون مَلَڪُوتَ ڏي
جوڳِي جَبرُوتان، وَڃائي واٽَ ٿِيا

(رامڪلي، ٥ ـ ١٥)

(۷۲)

نہ مُون ناناڻِيان ڪَٽيو، نڪي ڏاڏاڻِيان،
پِرِينِ جي پاران، مُون سين وَڏائي وَڙ ٿيا.
(سهڻي، ابيات متفرقه ــ ١٢)

(۷۳)

نَمِي ڪَمِي نهارِ تون، ڏُمُر ڏولائو،
ٿِيَيءَ ساڃائو، جي اُيئين اِنهيءَ پيرَ تي.
(يمن ڪلياڻ، ٨ - ١٢)

(۷۴)

نَمِي ڪَمِي نهارِ تون، ڏُمُرُ وڏو ڏُکُ،
منجهان صبرَ سُکُ، جي سنوارئا! سمجهين.
(يمن ڪلياڻ، ٨ - ١١)

(۷۵)

نَنڍِيان نَفعو ناهِ ڪو، وَڏي مَ وِساري،
مَجُوسي ماري، اَڪَبَرَ ڏي اَچيج تُون.
(بلاول، ٣ ــ ٣)

(۷٦)

نہ وارِثُ، نہ وَلَهو، نہ سَڱُ، نہ سِياڪو:
تو پُڄاڻا سُپِرِين! آيُرِ اولاڪو،
پانڌِيا! پاراپو، ڏِجان ڏِاڻِيءَ ڍولَ کي.
(مومل راڻو، ٦ ــ ١)

(۷۷)

نہ وَڏي، نہ وِڪِڻي: نہ ڪَٽي ۾ ڪاري،
اُهڃَ سُهجَ ساهِيُون، ڏُرِيان نہ ڏاري،
سا ئِي پَرِ پاري، جا گهَرِ سَمي جي سِپَڄي.
(ڪاموڏ، ١ ــ ١٨)

(۷۸)

نہ وَڏي، نہ وِڪِڻي، نہ ماري، نہ ڏاري،
ڪارو وِڏاڻِين ڪُوهَ ۾، نِرتُون نِهاري،
سا ئِي پَرِ پاري، جا گهَرِ سَمي جي سِپَڄي.
(ڪاموڏ، ١ ــ ١٧)

(۷۹)

نُورِيءَ جي نَوازِيو، ٿِيو تَماچِي تي،
گاڏِيءَ چاڙهي گَندِرِي، ماڙهُو ڪِيو مي،
ڪِنجُهرِ چوُندا ڪي، تہ سَچُ سَيائِي ڳالهڙِي.
(ڪاموڏ، ٢ ــ ٨)

(۸۰)

نُورِيءَ جي نِيازَ جو، عَجَبُ اَجهلُ هوءِ،
سَمو سِرُ سَيِنِ ۾، مي مُورِچيو سوءِ،
اَچيو اُپِيَنِ پوءِ، حُجَّتَ پَکِي راڻِيِين.
(ڪاموڏ، ١ ــ ٢١)

(۸۱)

نُوري ۽ نارِي، جوڳِيڙا جَهانَ ۾،
ٻَرِي جن ٻاري، آئُون نہ جِئَندِي اُنِ رِي.
(رامڪلي، ١ ــ ١)

(۸۲)

نَـوَ نِيرَ پائي، جان مون هِنئڙو جهليو،
وِيڙهو ڇِنائي، پوئينءَ رات پِرِينِ ڏي.
(ڪنيات، ٢ ــ ٣٩)

(۸۳)

نَـوَ نِيرَ، ڏَهَ ڏاوَڻِيُون، پَنرهَنَ پَنڌ پِياسِ،
جڏهن سجڻَ ياد پِياسِ، چِرڪَ چِنائين هيڪڙي.
(ڪنيات، ٢ ــ ٤٠)

(٨٤)

نِهائِيءَ کان نِينهُن، سِکُ مُنهنجا سُپرِين!
سَڙي سارو ڏِينهُن، ٻَهرِ ٻاڦَ نہ نِکري.
(رپ، ٢ ـ ١٥)

(٨٥)

نَئون نِياپو آيو، راڻي مُلان راتِ،
لَڌِيسُون، لَطِيفُ چئي، کَنان ڏاتَرَ ڏاتِ،
کَهڙي پُڇِين ذاتِ؟ جي آيا، سي آگهِيا.
(مومل راڻو، ٩ ـ ٥)

(٨٦)

نيرانا ئِي نيڻَ، نيئِي آڇ پِريِن کي،
سَتَرِ کاڏا کيڻَ، جُ ڏِٺو مُنهَن مَحَبُوبَ جو.
(آسا، ٢ ـ ٥)

(٨٧)

نِيَرُ نہ لَهي نِينهَن جو، لَہَ جا لَهي وِيا،
مارُن ڌاران ماڙِيين، ڍُهلا ڏِينهَن ٿِيا،
ڏِيهي ڏُورِ وِيا، ڏِيان ڏوراپا کِنِ کي؟
(مارئي، ابيات متفرقہ ـ ٤٣)

(٨٨)

نِيَرُ نہ لهي نِينهَن جو، لَہَ جا وِيا لَهي،
کُنجيُون جي قُفُلَنِ جُون، سيڻَنِ هَٿِ سَهي،
وِيڙا راجَ رَهي، ڏِيان ڏوراپا کِنِ کي؟
(مارئي، ابيات متفرقہ ـ ٤٢)

(٨٩)

نِينهَن مَ نالو ڳِنُ، پِريـتَـڻي پِيرَ پِيا،
سُوَرَنِ ساڻُ مَ چِئُ، وِرهُ وِهائج وِتَرو.
(حسيني، ١٢ ـ ٤٦)

(٩٠)

نينهُن نِهائِينءَ جان، ڍَکِيو کوهُ نہ ڍِکِئين؟
جَرَ جيري چِڏِي، تہ کِئَن پَچَندا ٿانءَ؟
سَندِي کُنڀاران، کَنِ کَريجا ڳالهڙِي.
(رپ، ٢ ـ ١٣)

(٩١)

نينهُن نِهائِينءَ جِئَن، ڍَکِيو کوهُ نہ ڍِکِئين؟
جَرَ جيري چِڏِي، تہ رَچَ پَچَندا کِئَن؟
تُون پڻ کَريج تِئَن، جِئَن کُنڀارَ کَرِن کَمَ سين.
(رپ، ٢ ـ ١٤)

(٩٢)

نيڻَ جي نِهارِينِ، سي اَڄُ نہ اوٺي آئِيا،
هَنجُون نہ هارِينِ، پاڻي پُنهُونءَ جامَ ري.
(ڏهر، ٢ ـ ١٢)

(٩٣)

نيڻَ سَقيلا سُپرِين، پِنُورَ پِرُون پالا،
چِکِيا ڦَٽَ فِراقَ جا، اَندَرَ ۾ آلا،
سو يارُ ميڙِئين پالا! جَنهِنجيءَ صُحبَتَ کاڻِ سِکي هِنئون.
(بروو سنڌي، ٢ ـ ٩)

(٩٤)

نيڻَ نہ نِنڊُون کَنِ، پَکُو آرِسُ اَکِيين،
اُجهامِيو ٻَرَنِ، توکي سارِيو، سُپِرين!
(رپ، ٢ ـ ٥)

(٩٥)

نيڻَ نِهاري مُنهنجا، رَتُ ٿِيا روئي،
ڏُکَنِ جي ڏوئي، آهي هَٿِ اَسُونهَنِ جي.
(ڏهر، ٢ ـ ١٥)

(۹٦)

نيڻَ نِهاري مُنهنجا، روئِي ٿِيا رَتُ،
پُنهُونءَ هوءِ پِهَتُ، تہ پارِي نيڻَ پاڻَ سين.

(ڏهر،۲ ــ ۱۳)

(۹۷)

نيڻَ نِهاري مُنهنجا، روئي رَتُ ٿِيا،
جي هَتان هوتَ وِيا، سي اَچَنِ تان آجي ٿِيان.

(ڏهر،۲ ــ ۱۴)

(۹۸)

نيڻَ نِهائِيڻءَ جان، سُتي لوکَ ڏِکِيان،
اُجهامِيو بِران، توکي سارِيو، سُپِرين!

(رپ،۲ ــ ۱٦)

(۹۹)

نيڻين نَظَرَ نِينهَن، جَڙُون جِتِ جَڙَنِ،
ساهُ اُنِين تان صَدِقو، اَندَرُ سين عُضبَنِ،
لاهِي تَنُ، لَطِيفُ چَئي، اَنگَ پڻ آچِجَنِ،
قَلبُ قُرباني کَريان، مَٿان دِلِ دوسَنِ،
هِنئين ۾ اَکِيُنِ، ڦاهي کاڏي پِرِينءَ لَءِ.

(آسا،۳ ــ ۱۰)

(۱۰۰)

نَيو بَڌِيو روءِ: اَگَڻ جهوکِيو کَرهو،
کو چَنيسَرَ چوءِ: تہ لِيلا وَجي لَڏِيو.

(ليلا چنيسر،۱ ــ ۱۸)

## وائي- ۱

نَهين نَهين ميڏي وَسِ، وو! بنا دِلبَرَ هِيءَ دل ماندي.
سِکانَ تي سَنگهارَ کي، بابَ نہ منهنجي بَسِ،
مون کي مَتِ ميهارَ جي، کانَ اَچي ٻي کَسِ،
دَرِدَ دَسي آهيان، دَرِدُ مُهين جو دَسِ،
سُکُ نہ پُڇي سُهڻي، ڏُکُ ڏُکيءَ کي ڏَسِ.

(سهڻي،ابيات متفرقہ ــ وائي ۳)

## وائي- ۲

نيئي نيئي ڏيج،
اي اَدا! اَدا! ساٿي! پِرِينءَ سَنِيهو.
پيرين وِجهي هَٿڙا، زارِيُون زورِ کَريج،
کالهَ کُوماٽا گُلڙا، سُکا مَٿي سيجَ،
تو لَءِ هَنجُون هارِيان، هي جي مَنجهان هيجَ،
جِنَ تو پيرو نہ کَيو، تِنَ ماءَ مُئي سُٽيج،
نماٽيءَ جي نِجُهري، پيهي تُون پُڇيج،
اَهُکيءَ، عَبدُاللَطِيفُ چَئي، اَچي آڏَرَ ڏيج.

(مومل راڻو،٦ ــ وائي)

# و

(۱)

واڇَڙَ ويراڳِيُن جا، مُون وَٽِ وَڏو مالُ،
مَقالان مَهَندِ ٿيا، ڪونهي وَٽِن قالُ،
حاصُلُ جنين حالُ، آئُون نہ ڄڻَندي اُن ري.

(رامڪلي، ۱ ـ ۹)

(۲)

واڇَڙَ ويراڳِيُن جا، مُون وَٽِ وَڏي وَٿُ،
سونُ سَپوئِي سِڱيُون، پَسي ڪِينَ مَ ڪَٿُ،
ويساهي ويلَ ڪَنهين، پُوَرَبِ ويندو پَٿُ،
هَلُ! ڪَنيائون هَٿُ، آئُون نہ ڄڻَندي اُن ري.

(رامڪلي، ۱ ـ ۸)

(۳)

واجهائي وَطَنَ ڪي، آئُون جي هِتِ مُياسِ،
گورَ مُنهنجِي، سُومرا! ڪَج پَنوَهارَن پاسِ،
ڏج ڏاڏاڻي ڏيہَ جِي، مَنجهان وَلَڙِيَن واسِ،
مُيائِي جِياسِ، جي وَڃي مَڙهُ مَلِيرَ ڏي.

(مارئي، ۶ ـ ۱۴)

(۴)

واجهائي وَطَنَ ڪي، ساري ڏِيان ساهُ،
بُتُ مُنهنجو بَندَ ۾، قَيدِ مَ ڪَريجاهُ،
پَرَڏيهياڻي پِرينءَ ري، ڏارَ مَ ڏريجاهُ،
ٿَڌي وَسائِجانءِ ٿَرَن جِي، مِٽِي مُئِيءَ مَٿاهُ،
جي پويون ٿِئي پَساهُ، تہ نِجانءِ مَڙهُ مَلِيرَ ڏي.

(مارئي، ۶ ـ ۱۲)

(۵)

واجهائي وَطَنَ ڪي، ساري ڏِيان ساهُ،
هِيُ سِرُ سانڍِيہَ سامُهون، مُنهنجو نِج مِيان!
مُقامِياڻِي مارُئِين، وَڃِي ٿَرِ ٿِيان!
مُيائِي جِيان، جي وَڃي مڙهُ مَلِيرَ ڏي.

(مارئي، ۶ ـ ۱۳)

(۶)

وارو! مُون وَٽاهُ! ڪا سُڌِ سُونهَپَ جي نہ ڏيو؟
اِيَ اِهائي ڳالهڙي، شَجَرَ! سُٽيجاهُ،
چوٽيءَ چاڙهيجاهُ، تہ مُوڙهيءَ ڪو مُنهُن ٿئي.

(معذوري، ۳ ـ ۷)

(۷)

وارو! مُون وَٽراهِ! ڪا سُڌِ سُونهَپَ جي نہ ڏيو؟
وِجهي وَراڪَنِ ۾، مَعذُورِ ڪي مَ مُنجهاءِ،
مَنجهان پانَ پِيادِيُون، هادِي ٿِي هَلاءِ،
پِريان ڪي پَهُچاءِ، تہ لَڳي لوٺو نہ ٿِئين.

(معذوري، ۳ ـ ۸)

(۸)

وارو! مُون وَٽڪارَ! ڪا سُڌِ سُونهَپَ جي نہ ڏيو؟
آهي اَسُونهيُنِ جي، مَٿي تو مَيارَ،
وِڙهيا ويراڳِڻِ سين، لَڪَنِ جا لِيارَ،
ڪَريان ٿي ڪُوارَ، ڪَنڊَنِ ڪانڊيَرنِ جي.

(معذوري، ۳ ـ ۹)

(۹)

وارو! وَڃَنِ ٿا، سيڻَ تُنهنجا، سَئُي!
هَٿڙا ٻاروچا، ڪِينَ لَهَندِينءَ ڪي ٻِيا.

(حسيني، ۸ ـ ۹)

(۱۰)

وارو! وَرُ وَٺِي وِيا، آريچا اَڏلامَ
آندائُون آرِيءَ جا، پُنهونءَ ڏي پيغامَ
پَہُ ڪيائُون پانَ ۾، مُنهان مخفِي مامَ.

سَنيُورا ساٿ ڪَٽي، ويساهي وَرِيامَ،
ڪاڪِيُون! راتِ قِيامَ، جيڏِيُون! جَتَ ڪَري وِيا!
(ديسي، ٤ ـ ١)

(١١)
وارو! وَرُ وَني وِيا، جابرَ ڪَري جور،
بيدي ٿِيو ٻَنيورُ، حَشرُ ڪَري هَليا!
(ديسي، ٤ ـ ٢)

(١٢)
وارو! وَرُ وَني وِيا، جوري سين جابرَ،
صَبرُ ڪئَن صابرَ، اَچي عَجِيبَنِ ري؟
(ديسي، ٤ ـ ٥)

(١٣)
وارو! وَرُ وَني وِيا، ڏاڙِهيءَ ٻَنيا ڏيرَ،
ڏينديسِ ڏاڍِين ڏُونگرين، اُنين لَءِ اُليرَ،
ڪيچِ پهچي ڪيرَ؟ وجنَ سين وَسُ ڪَريان.
(ديسي، ٤ ـ ٦)

(١٤)
وارو! وَرُ وَني وِيا، ڏيرَ ڪَري ڏورو،
ساجَنِ رِءَ، سَرتِيُون! آتَنُ آڌورو،
نِيَ سين نِسورو، حَشرُ ڪَري هَليا!
(ديسي، ٤ ـ ٤)

(١٥)
وارو! وَرُ وَني وِيا، ڪَري ڏيرَ ڏمَرُ،
هاٿي ٿِيو حَشرُ، پُنا قَولَ قِيامَ جا!
(ديسي، ٤ ـ ٣)

(١٦)
وارو! ويراڳِيُنِ ڪي، ويلَ مَ وِساريج،
قَدمَ ڪاپَڙِيُنِ جا، لِيلائي لَهيج،
پيرَتَ پَسِيو پَٽَ جي، وَجَنَ ڪي وَجيج،
راتو ڏِينهَن رِڙهيج، آئُون نہ جِئَندي اُنِ ري.
(رامڪلي، ١ ـ ٦)

(١٧)
واري، وَرائي: تو پنهنجا نہ ڪَيا؟
پوري! رَنجائي، هُوندَ نہ پيئِينءَ هيتِري.
(حسيني، ٨ ـ ١٠)

(١٨)
واقِف نہ وَٽِڪارَ جي، آڳُ نہ ڏيہُ ڏنومِ،
ڏُونگَرَ ڏوراپَن سين، ڪاتيءَ رِءَ ڪُٺومِ،
جيلان مُحِبُ منومِ، تي ڇُلُون ڪَريان ڇِپَرين.
(سسئي آبري، ٢ ـ ٥)

(١٩)
واقِفِ نہ وَٽِڪارَ جي، بارِي سُجَنِ بَرَ،
وَرُ، وَسِيلا! سُپرِين! ٿَڪيَس ڏوري ٿَرَ،
لَهج، لَعَلُ! لَطِيفُ چئي، ڪانڌ! مُئيءَ جي ڪَرَ،
وِلَهي ڪري، وَرَا! مَڃُڻ مارَڳِ ڇِڏئين.
(سسئي آبري، ٢ ـ ٤)

(٢٠)
واقُفُ نہ وَٽِڪارَ جي، پاٽي ڪَنيُمِ نہ پاءُ،
جَبَلُ جَلدايُون ڪري، تِڪَ ڏيڪاري تاءُ،
لَڳِي لُڪَ، لَطِيفُ چئي، مَعذُورِنِ مَتاءُ،
اُتي اوڏو آءُ، جِتِ، هوت! هيڪلي آهيان.
(سسئي آبري، ٢ ـ ٦)

(٢١)
واقُفُ نہ وَٽِڪارَ جي، جِتِ جَبَلُ جوراٽو،
اُتي عَبدُاللطِيفُ چئي، سُڃي سَفَرُ سَنّاٽو،
پَهريون ئي پاٽو، سَوَلو ڪَرئين ساٿَ جو.
(سسئي آبري، ٢ ـ ٧)

(٢٢)

واڪو هَڏِ مَ لاهِ، سَڏَن مَٿي سَڏَڙا،
مانَ تُنهنجِي ڪاءِ، سَگَرَ ۾ سارَ ٿِئي!
(حسيني، ١٠ _ ٣)

(٢٣)

واڪِيو واڪِيو وِڪَ، پاٻوهِيو پِيرُ ڪٽي،
سي نہ چَـڙهندِيُون ڏِڪَ، موڙي پيرُ، مَـرَنِ جي.
(حسيني، ١٠ _ ١)

(٢٤)

وانُـئـٽِيُون ٽِيُون وَرڪَنِ، اَچا سِڙهَ نہ پَڏرا،
سيئي ٽِيون مَرڪَنِ، جنِين سَندا آئيا.
(سامونڊي، ٢ _ ٢٠)

(٢٥)

وانءُ وِجي وائُـنِ، هِنئَڙا! ماڳُ پِرِيَنِ جو،
چُمِيو چُرُ چائُـنِ: هوءَ جا سَندي سَڄَڻين.
(سامونڊي، ١ _ ٣٤)

(٢٦)

واهُـڙَ! پِرِيُون مَ پاءِ، تو پڻ ليڪو ڏيٽو،
سَدا سانَوڻَ ڏِينهَڙا، هِئَن نہ هُونداءِ،
وِهاٽِيءَ ويِنداءِ، اويَـرَ اُتاهان لَهي.
(سهڻي، ٣ _ ١٩)

(٢٧)

واهُڙَ وَهَنِ نوان، اَچا وَهُ اَگِي ٽِيو،
گهَر وينِيون گهَٽا ڪريو، سَرَتِيُون! سَڳَ سَنوان،
صوُرَتَ جا ساهَـڙَ جِي، سا جي ڏِٺِي آن،
هُوندَ نہ پَلِيو مان، گهـڙو سڀ گهَڙا ڪٽي.
(سهڻي، ١ _ ٣)

(٢٨)

واهُڙَ! وَهِين مَ شالَ، سُڪي ٻيلاٽِيُون ٿِئِين!
پَسان تُنهنجي پيٽَ ۾، لاٽا، لُوٽَ، لِيارَ،
جنهن تو سَپِ ڄمارَ، آسائِتِيُون ٻوڙِيُون.
(سهڻي، ٣ _ ٢٠)

(٢٩)

واهُندان وڃُون ٽِيُون، ڪـڙِيُون ڏنهن ڪَنياتَ،
ڪُنڍِيُون ڪاهي ڳُسِ ڪَرِيو، وَڃُون ڪَرِيو واٽَ،
سَنگهارَن سُکُ ٿِيو، لَٿِي اَڄُ اُساٽَ،
جُهڙُ ڦُـڙُ ڏيئِي جهاٽَ، پُسائِيندِيُون پَٽِيُون.
(سارنگ، ٤ _ ٢)

(٣٠)

واءَ! وڃاءِ مَ سو، پُنِيءَ جنهن پَنڌُ ڪريان،
چِـٽا! چِپَرِ پرِينءَ جو، پيرُ پَرِنيان تو،
بَرِ بورائو جو: سو لَڳي مَٿان لَٿِين!
(سسئي آبري، ٩ _ ٣)

(٣١)

واءَ وِڃايُمِ ڪالَ، پُنِيءَ جنهن پَنڌُ ڪَريان،
وِڃڻُ مُون وانئي پِيو، هوتَنِ ڪارڻ حالَ،
جَبَلُ ڏُورِيان جالَ، ڪارَڻِ پيرَ پُنهونءَ جي.
(سسئي آبري، ٩ _ ٤)

(٣٢)

وائي واري ونگُڙي، ٻولي ٻِي نہ ڪَنِ،
آلا! ڪيچ ڏَٽِيَنِ، مُون سين پوءِ مَ مامِرو!
(حسيني، ٨ _ ١٥)

(٣٣)

وٽُ وِيمي جوجي لَهين، تہ ٻِي ڪارِ نہ ڪَرِئين ڪا،
سا پَروُڙِج ڳالهڙي، وَٽجارَن وٽان،
موتِي جن هَٽان، آندءِ گهٽي اَدَبَ سين.
(سريراڳ، ٤ _ ٦)

(۳۴)

وَتِ سوريندي، وَلَها! ويو تيلُ بَري،
موٽُ. مُسافِرَ سُپِرين! چانگي تي چَڙهي،
راتي لاءِ رَڙي، ويئي وِهامي راتِڙي.

(مومل راڻو، ۴ ـ ۴)

(۳۵)

وَتـِن وينـِي آهيان، ڏسيو ڪينَ ڏسانِ،
جَنهن جهوئي ناهِ ڪِي، سا ڪا سُونهَن سَنديانِ،
پَسِيو ڪِينَ پَسانِ، آئُون نہ جِئَندي اُن ري.

(رامڪلي، ۱ ـ ۲۴)

(۳۶)

وَتَ وَتَ وتيءِ ۾، مَٽَ مَٽَ مَنڊُ پيو،
قدر ڪيفَ ڪلال جو، پياڪَن پيو،
اَچِن دُرسُ دڪان تي، ڪَنڌَ قبول ڪيو،
سُرها سِرُ ڏيو، چکن سُرڪَ سيدُ چئي.

(يمن ڪلياڻ، ۴ ـ ۲۱)

(۳۷)

وَتي سيٽَ سُوَٽَ، پاءِ پنهنجي ڪَرهي،
وَليُون واسَ وَرنيُون، پَهريُون مَتي پَٽَ،
چانگي چَکِي چَٽَ، تہ پوءِ نہ رهندو پَنڌ ري.

(ڪنڀات، ۲ ـ ۳۰)

(۳۸)

وَنيو وَجِج واٽَ، ڪَنڌُ مَ ڦيرج ڪيڏهين،
لوٽي ڦيرَ لپاٽَ، لَڳَنديءِ، لَطِيفُ چَئي.

(مومل راڻو، ۵ ـ ۲)

(۳۹)

وَجائي واٽَ ٿيا، جوڳِي جُڳائي،
هُئا جي هاٽي، آئون نہ جِئَندي اُن ري.

(رامڪلي، ۱ ـ ۴۲)

(۴۰)

وچِڙيُن ويسَ ڪَيا، موتي آئي مُندَ،
آڪِيُون اَباڻِن ڏي، بَسِ نہ ڪَرِن بُندَ،
هِيئَن نہ ٿِيَسِ هُندَ، جي ڪَرَ لَڏائُون ڪَڏهِين.

(مارئي، ابيات متفرقہ ـ ۲۲)

(۴۱)

وجُون وَسَنَ آئِيُون، سارَنگُ سِينگاري،
اُجِيا لَکَ، لَطِيفُ چَئي، پَلرَ پياري،
وِڇُڙيُن واري، ڪَٽي ڪَعبي تي ڪَرَ نائِيا.

(سارنگ، ۱ ـ ۱۸)

(۴۲)

وجهج واٽاڙُئَن تي، ميخاني جي ماڪَ،
ٿيندي سُڌ سِپڪنهين، هنڌ هنڌ پوندي هاڪَ،
پِرهہ جا پياڪَ، جُہ سي اَگَڻُ آئيا.

(يمن ڪلياڻ، ۴ ـ ۱۱)

(۴۳)

وجهُ وَڏَندي وڪَ، مَچُڻُ لِڪَ لَڪائِيين،
ڏُکُ تنين کي ڏِکَ، حُبَّ جنين کي هوتَ جو.

(حسيني، ۱۰ ـ ۲)

(۴۴)

وِجان ڪِينَ وَري، هُوندَ رءَ چئي رَهي رَهان،
ڏُونهينءَ پاسي دوسَ جي، ماڳهين پَئان مَري،
صوُرَتَ نہ سُنهن ڪا، ڪَيَسِ چِٽَ چَرِي،
وصالان فِراقَ جي، سُڄي ڳالهہ ڳَرِي،
تَيلاهِين تَري، مُنهن ڳِنيو موتيو وِجان.

(سهڻي، ۹ ـ ٦)

(۴۵)

وَجَنِ مَ وِينجهارَ! پاٽَيتَ جي پَرَڪَٽا،
ڪَنيرُ پايو آڪَئين، لَهَنِ سِپڪنهن سارَ،

موتيءَ جي مِزاجَ جو، قَدرُ مَنجهِه ڪِنارَ،
صَرافَنِئُون ڏارَ، ماڻِڪَ مُلاحِظو ٿئي!
(سريراڳ، ۴ ـ ۱۳)

(۴۶)

وَجَڻُ تو واري، پُرَڻُ پُنهونءَ پَٽِ ۾،
ڪَرَہَ ڪوهِياري، سُتي تو سَپِ وِيا.
(حسيني، ۱۲ ـ ۳۵)

(۴۷)

وَجو سَپِ موتي، اَئين جي وَرَنِ واريُون،
ڪانَ هَلندي ڪيچَ ڏي، ڪَريو مَ ڪوتي،
ڪَڍِيَمِ ڪاچوتي، وِڌمِ جوڳُ جتنِ لَءِ.
(سسئي آبري، ۴ ـ ۹)

(۴۸)

وجو سَپِ وَرِي، اَئين جي وَرَنِ واريُون،
قوڙائي فِراقَ جي، سُڃي ڳالهِ ڳَري،
ٻُنيان جنِ ٻَرِي، ڏُونگَرَ سي ڏُورِينديُون.
(سسئي آبري، ۴ ـ ۸)

(۴۹)

وَجي رَسُ وَجَڻَ ڪي، وَجَڻُ پڻ وڃاءِ،
لوڪان پاڻُ لِڪاءِ، لِڪان پڻ لِڪيج تُون.
(آسا، ۴ ـ ۵)

(۵۰)

وَجين چو وَڻڪارِ؟ هتِ نہ ڳولِئين هوتَ کي،
لِکو ڪِينَ، لَطِيفُ چئي، ٻاروچو ٻئي پارِ،
ٿئِ سَنِي، ٻُڌُ سَندرو، پرتِ پُنهونءَ سين پارِ،
نائي نيڻَ نِهارِ، تو ۾ ديرو دوستَ جو.
(سسئي آبري، ۳ ـ ۹)

(۵۱)

وَڃِين نہ پيهي، پِٽَنِ لَءِ پاتارَ ۾؟
ڪَنڌِيءَ ۾ ڪيهي، هاجَ تُنهِنجي هَنجَڙا؟
(ڪارايل، ۱ ـ ۴)

(۵۲)

وڃيئي وِسري شال! جو تون سودو سِکِيو،
اَڃا آئين ڪالَ، پڻ تو سَفرِ سَنبهين!
(سامونڊي، ۱ ـ ۱۹)

(۵۳)

وڃِينءَ جان ويهي، جَرَ پلؤ پائِيان،
”تَڙ ڀيڙا! گهرِ سُپِرِين!“ اوسَہ اِيَ پيئِي،
جِئَن وَڻجارو سيڻ وَڪرين، سَرها سيِيئي،
حُرمَتَ ساڻُ حَبِيبَ جي، سُونگيا نہ سيئِي،
پاڻهين اُوءِ پيهي، ڪَندَ ڪيڙائُو آئِيا.
(سريراڳ، ۵ ـ ۱۲)

(۵۴)

وڃِينءَ وينا رَهَنِ، سانجهِيءَ رَهَنِ سُمهي،
ٻُڪَ مَرَندي ٻِڪِيا، ڪَنهن ڪان ڪِينَ گهُرَنِ،
پيٽَ نہ هيريائُون پانهنجا، چورِيَ ساڻُ چِسَنِ،
ڦَڪي فَقِيرَنِ، ماڳِيان پِنِي ماڻَ جِي.
(رامڪلي، ۷ ـ ۸)

(۵۵)

وِڃِينءَ وينا هُونِ، سانجهيءَ رَهَنِ سُمهي،
مَهيسي مُنهَن پانهنجو، ڏاران ڏوڙ نہ ڏُونَ،
وهاڻيءَ واڻَنِ تي، پاسا ڪوڙِيو پُونَ،
ڪَنهنکي لِڱَن نہ چُونِ، تہ اَسِين آديسي آهِيُون.
(رامڪلي، ۷ ـ ۷)

(۵۶)

وچينءَ ويراڳين جي، مَتي ڪَتيءَ ڪُوڪَ،
مُحبتي مَلوڪَ، سازي سِڪَ سَنا ڪَيا.

(پورب. ۲ ـ ۳)

(۵۷)

وَچِن سين ويني، سُورَ وِياچي سُهٽي،
آن ڪا تي ڏيني، مينهُنِ جي ميهارَ سين؟

(سهڻي. ۴ ـ ۱۲)

(۵۸)

وحدتان ڪثرت ٿي، ڪثرت وحدت ڪُلِّ؛
حق حقيقي هيڪڙو، ٻوليءَ ٻيءَ مَ ڀُلِّ؛
هُو هُلاچو هُلّ، باالله سَندو سچڻين.

(ڪلياڻ. ۱ ـ ۱۵)

(۵۹)

وَحدَهٗ جي وِديا، اِلّاالله آڏ ڪيا،
مُحَمَّدُ رَسُولُ چئي، مسلمان ٿيا،
عاشق، عبداللّطيف چئي، اِنهين پَهِ پيا،
تيلان ڏٺيءَ ڏٺا، جيلان ويا وحدت گڏجي.

(ڪلياڻ. ۱ ـ ۸)

(۶۰)

وَحدَهٗ جي وِديا، اِلّاالله سين اورين،
هِنيُون حقيقت گڏيو، طريقت تورين،
معرفت جي ماڻ سين، ڏيساندَر ڏورين،
شَڪ نہ سُتا ڪَڏهين، ويهي نہ ووڙين،
ڪُلَهنئُون ڪورين، عاشِقَ، عبداللّطيف چئي.

(ڪلياڻ. ۱ ـ ۷)

(۶۱)

وَحدَهٗ جي وَديا، ڪيا اِلّاالله آڏ،
سي ڏڙ پَسي سَڏ، ڪنهن آياڳيءَ نہ ٿئي.

(ڪلياڻ. ۱ ـ ۹)

(۶۲)

وَحدَهٗ لاشَرِيڪَ لَہٗ، اِهو وهائج وِيُ،
ڪَتين جي هارائِين، هندَ تُنهنجو هِيُ،
پاٽان چوندءِ، پِيُ، پِري جام جَنّت جو.

(ڪلياڻ. ۱ ـ ۱۱)

(۶۳)

وَحدَهٗ لاشَرِيڪَ لَہٗ، اِيُ هيڪڙائِيءَ حَقُ،
ٻيائِيءَ کي ٻَڪُ، جن وِڌو، سي وِرسيا.

(ڪلياڻ. ۱ ـ ۱۲)

(۶۴)

وَحدَهٗ لاشَرِيڪَ لَہٗ، ٻُڌءِ نہ ٻوڙا،
ڪہ تو ڪَنين نہ سُئا، جي ڳَهَٽَ اَندر گهوڙا،
ڳاڙيندين ڳوڙها، جت شاهد ٿِيندءِ سامُهان.

(ڪلياڻ. ۱ ـ ۱۰)

(۶۵)

وحدَهٗ لا شَرِيڪَ لَہٗ، جان تو چئين اِيئن،
تان مَجُ مُحَمَّدُ ڪارَڻِي، نِرتُون منجهان نِينهَن،
تان تون وڃيو ڪِيئَن، نائِين سِرُ ٻين کي؟

(ڪلياڻ. ۱ ـ ۲)

(۶۶)

وَحدَهٗ لاشَرِيڪَ لَہٗ، جڏهن چيو جنِ،
تن مڃيو مُحَمَّدُ ڪارَڻِي، هيجان ساڻ هِنيَنِ،
تڏهن منجهان تن، اَوَتَڙ ڪونہ اوليو.

(ڪلياڻ. ۱ ـ ۳)

(۶۷)

وحدَهٗ لاشَرِيڪَ لَہٗ، جن اُتوسين ايمانَ،
تن مڃيو مُحَمَّدُ ڪارَڻِي، قَلبَ ساڻُ لِسانَ،
اُوءِ فائِقَ ۾ فرمانَ، اَوَتَڙ ڪنهن نہ اوليا.

(ڪلياڻ. ۱ ـ ۴)

(۶۸)

'وَحدَهٗ' وائِي، چَڙهندي چَيائين،
سو لُڙ لَنگهيائين، جِتي پارَکَ پَکِيان.
(ڪارايل، ۱ ـ ۱)

(۶۹)

وَڏو ڪيمَ وَڻاهُ! اُونچا ڏُونگَرا! مَ ٿِيو،
ٿِمو مَ نيڻاهُ! تہ پيرُ نِهارِيان پِرينءَ جو.
(معذوري، ۳ ـ ۲)

(۷۰)

وَڏا وَڻَ وِڻڪارَ جا، جِتِ جاڻُو جَمَرَ جَرَ،
ڪوسا تَپِنِ ڪَڪِرا، ٻِي دَمِ دَمِ تَپِي ڏَرَ،
ويچاري ڏٿي وَرَ، پيرُ نہ لَهي پِرِينءَ جو.
(سسئي آبري، ۲ ـ ۸)

(۷۱)

وَڏا وَڻَ وَڻڪارَ جا، جِتِ نانگَ سُڃَنِ نيلا،
اُتي عَبدُاللّطيفُ چئي، ڪيا هيڪِلِيُن حيلا،
جِتِ ڪُڙمَ نہ قَبِيلا، اُتِ رَسج، رَهبَرا! راهَ ۾.
(سسئي آبري، ۲ ـ ۹)

(۷۲)

وَڏ قُڙو ۽ واءُ، ڪَرهي ڪاڏو ڪوڙيو،
ڪوءِ! ٻَنِ! پَلاٽِيان! اولاٽِيو نہ اُٽِيي.
(ڪنيات، ۲ ـ ۱۱)

(۷۳)

وَڏو طالعُ تو، جڻَن لَڳِينءَ پيرِ پُنهونءَ جي،
سَسُئي! اِن سُتُونَ ڪي، رويو رويو رو،
ويني هِتِ مَ هو، هَلِين تہ هوتُ لَهِين.
(سسئي آبري، ۷ ـ ۷)

(۷۴)

وَڏي تان اِنَ واتَ ۾، پيلَپَ پِيائي،
آهي اُونداهيءَ جو، شِرڪُ سَهائي،
چِتي چِٽائي، اَلِفَ جي عَيْنَڪَ ۾.
(آسا، ۴ ـ ۱۳)

(۷۵)

وَڏيري هُياسِ، چَنيسَرَ جي راڄَ ۾،
دائِيين، ٻائِيين، دَربانِين، پَرِ ۾ تي پُڇِياسِ،
ڍُهلين، دَمامين، نَقرين، تي وِچَ ۾ وهارِياس،
هُيَسِ دادُلِي دوسَنِ جي، ڪَٽِي هلڪِي هارَ ڪِياسِ،
تِهان پوءِ ٿِياسِ، ڪانيارِي ڪانڌَ جي.
(ليلا چنيسر، ۲ ـ ۹)

(۷۶)

وَڏيرِي هُياسِ، چَنيسَرَ جي راڄَ ۾،
ڍُهلين دَمامين نَقرين، تي پَلپَل پُڇِياسِ،
ڍولي ڏيلِيياس، ٿِيَسِ ڏهاڳڻِ ڏيہَ ۾!
(ليلا چنيسر، ۲ ـ ۸)

(۷۷)

وَڏيري هُياسِ، ميڙو مُون گهر سَرَتِيين،
هَٿَ چُهڻَ هارَ جي، ڪَڙي ڪانڌَ ٿِياسِ،
ڍولي ڏيلِيياس، آيِمِ ڏنءُ ڏهاڳَ جو!
(ليلا چنيسر، ۲ ـ ۷)

(۷۸)

وَڏي سَگهہ سَنڌياءِ، ٻاجهنِ پَرِيو آهئين،
مُون تان مَهرَ مَ لاهِ، اَسُون تُنهنجي آهيان.
(ڏهر، ۲ ـ ۲۱)

(۷۹)

وَڏي وَسَ هُئا، ٻاروچا ٻَنِپورَ ۾،
وِچي ڏُورِ پِيا، سانگِيُن پُنيءَ سُپِرِين.
(حسيني، ۵ ـ ۲)

(٨٠)

وَڏي وَڳَر هيرُئِين، چُٽي نہ ٻِيَنِ گَڏُ،
ڪُونجَ ڪَرِيندي سَڏُ، ويئي وِهامي راتڙي.
(ڏهر، ٤ _ ٦)

(٨١)

”وَڍِ سِرُ، ٿِيُ سَرَهو، مَ ڪي آءُ، مَ ڳاءُ،
جاجِڪَ! تو مَڻاءُ، مُلڪُ مِڙيوئي گهورِيان.“
(سورٺ، ٤ _ ٩)

(٨٢)

وَڍِي جِنِ وڍياسِ، وَري ويجَ ٿِي سي ٿِيا،
ٿُرٽُ ٻَڌائُوَن پٽيُون، روز ڪيائُون راسِ،
هِينئڙا! تنين پاسِ، گهارِ تہ گهايَلُ نہ ٿِئين.
(يمن ڪلياڻ، ٢ _ ١٢)

(٨٣)

وَڍِيَل ٿي وايُون ڪَري، ڪُنَل ڪُوڪاري،
هُنَ پَنَ پنهنجا سارِيا، هِيَ هنجُون هَڏَنِ لَءِ هاري.
(معذوري، ٦ _ ١٩)

(٨٤)

وَڍِيءِ سي وادِوڙِيا، رَتُ نہ ڏِنو جِنِ،
موتُ قَبولِيو تِنِ، ڏِنو جن ڏُکِيءَ کي.
(معذوري، ٦ _ ١٦)

(٨٥)

وَرُ اونداهِي راتڙِي، ڪُوءِ چانڊوڻِيءَ چانڊاڻُ،
اوري ميهاران، مُنهن مَ پَسان ڪو پِيو!
(سهڻي، ابيات متفرقہ _ ١١)

(٨٦)

وَرُ اُهائِي وِيرَ، جِنَ ڏَنُّ تَسي تَڙ آيو!
سَرَتِيُنِ ڏِٺُ سَبِيلَ ڪِيو، اَگَھُ ڍِوئي ڍِيرَ،
هِنئُون اُنِ جي هيرَ، تو جِهجي جَهروڪَنِ ۾!
(مارئي، ٨ _ ٨)

(٨٧)

وَرُ سا سُجي ويڙهِ، جنهن ۾ سَجَڻُ هيڪڙو،
سو ماڳ ئي قِيرِ، جِتي ڪوڙ ڪُماڙُهئين.
(ڪاهوڙي، ٣ _ ١٣)

(٨٨)

وَرُ سا ڪاري راتِ، جنهن ۾ راهَ گُمُ ٿئي،
نہ ڪا هُنِين جي تاتِ، هيءَ پَڻ وَجي وِسِري.
(ڪاهوڙي، ٣ _ ١٤)

(٨٩)

وَرَ سين وجهيو ڪاڻُ، ڪَرَ سين ڪَلَڻُ پائِيين،
پورِي! مُنڌَ اَچاڻِ، ڪَنَّ چَڏِيو ٿُہ ميڙِئين.
(ڏهر، ٣ _ ٧)

(٩٠)

وَرُ سي وَطَنَ چائِيُون، صَحرا سَٿُرُ جَنَ!
گولاڙا ۽ گگرِيُون، اوچِتَ اَباڻَنِ،
ويڙهيا گُهمَنِ وَلِيين، جهانگِي مَنجهہ جهنگِنِ،
مُوَن ڪي مارُوئڙَنِ، سُڄَّ ڳُٽائِي سيجَ ۾!
(مارئي، ٣ _ ١٥)

(٩١)

وَرُ لَڪَنِ جي لوڏُ، گهوريا سُڪَ ڀَنِيورَ جا!
اَمَڙ! جي تُون آڇِئين، سي ڪَمِ نہ اَچِنِ ڪوڏُ،
هِنئين مُنهنجي هوڏُ، ٻَڌي پاروچَنِ سين.
(حسيني، ١٢ _ ٣١)

(٩٢)

وَرَ ۾ ڪونهي وَرُ، ڏيرَنِ وَرُ وَڏو ڪيو،
نِهاريندِيَسِ نِڪري، بوتَنِ ڪارَڻ بَرُ،
آڏو تَڪَرَ ٿَرُ، مَتان روهَ رَتِيُون ٿِئين!
(ديسي، ٣ _ ٢١)

(۹۳)

وَرَ! مَ وساريج، آهيان تُنهنجي آسري،
ڏاڍو ڏُونگَرَ جو سُڄي، سو لُطفئون لنگهائيج،
اُسري اُتــهين، ويرَا! تُون، آرِي ڄامَ اَچيج،
نمائيءَ کي نُورَ سين، لالَنَ! لَڏائيج،
ظُلمَتَ جا زمين جِي، سا نِرمَلَ! نُورُ ڪَريج،
ڪامِلَ! ڪَنِ ڪَريـج، فَريادِيُون فَقيرِ جُون.
(ديسي، ۷ ـ ۱۶)

(۹۴)

وَرَ وَراڪا وِچَ ۾، لَکين آڏا لَڪَ،
هُو جي آڏا حَقَ، سي ڪَندا ڪوهُ ڪَنديُنِ کي؟
(ديسي، ۳ ـ ۲۲)

(۹۵)

وَريتيُون! وَرو، آئيُون نـہ وَرَندِي وَرَ ري،
جاڏي هِنَ جَبَلَ جو، تانگهيندِيَس تَرو،
جـَتَنِ ساڻُ ڌَرو، نِينهُن نِبيرَڻُ نـہ ٿئي.
(سسئي آبري، ۴ ـ ۷)

(۹۶)

وري پُڇُ ويتيُنِ کي، سَندا پُنهونءَ پارَ،
ساڃَنُ سَپُ ڄمارَ، ڏُکِي! ڏورِج ڏيلَ ۾.
(سسئي آبري، ۳ ـ ۲)

(۹۷)

وَريو ويراڳِيُنِ جو، ڪارِهين ڏينهن ڪَرَمُ،
جوڳِيُنِ جاتائُون پُنِيُون، هَلِي وِيا حَرَمُ،
دائِمُ جهلِيو دَمُ، لِڪا پَنَّنِ لوڪَ ۾.
(رامڪلي، ۲ ـ ۱۱)

(۹۸)

وسريوم سبق! پهرين سٽَ نـہ سنيران!
اَچا هيءُ وَرَقُ، هيءِ! مُطالع نـہ ٿيو!
(يمن ڪلياڻ، ۲ ـ ۱۸)

(۹۹)

وَسَنِ ۽ وِهسَنِ، ڏيهاڙِي ڏِسَڻَ لَءِ،
جِتَّنِ جِتَّنِ پِرِيـن پَسَنِ، تِتَّنِ تِتَّنِ نَشا نِينهَن جا.
(آسا، ۲ ـ ۱۲)

(۱۰۰)

وَسَنِ ۽ وِهسَنِ، ڏيهاڙِي ڏِسَڻَ لَءِ،
ڏِسي ڏِسي آئِيُون، توءِ تَلاشُون ڪَنِ،
ڍاپِيو نـہ ڍاپَنِ، پَسَڻَ مَنجهان پِرينءَ جي.
(آسا، ۲ ـ ۱۳)

(۱۰۱)

وَسَڻُ اَکَڙِيُنِ جِئَن، جي هُوندَ سِڪِئين، مِينهَن!
تـہ هُوندَ راتو ڏِينهَن، بَسِ بُونديَنِئُون نـہ ڪَرين.
(سارنگ، ۱ ـ ۲۰)

(۱۰۲)

وسَهُ اِنهين وينَ کي، جِئَن دَعوتَ ڪِي داتاَ،
مَضمَضَہ واتا، وِجهُ تـہ ڏيئي واتَ ۾.
(بلاول، ۱ ـ ۱)

(۱۰۳)

وَسي تَڏهِن وَسَ، مُندَ مِڙوئي مِينهَن جي،
ڪَـٿَرِن ڪيتا ڇَڏِيا، جي مِڙيُون ٿي مَسَ،
گاباَ مَتِي گَسَ، ڏُکَ نـہ ڪَندا ڏُبِرا.
(سارنگ، ۱ ـ ۱۹)

(۱۰۴)

وَسي ساري راتِ، صُبحَ جو ساهُ کَٽي،
مَنجهيئي مِينهُن پِرِيُنِ جو، جي تَنَ ۾ هُويئي تاتِ،
تـہ وِهائيءَ پِرِياتِ، هُوندَ بادَلُ بَسِ ئي نـہ ڪَري.
(سارنگ، ۴ ـ ۱۱)

(١٠٥)

وَسي، وِساٽِيُون، رَتو روئي پرينءَ کي:
پيئُون ڪَتَنِ پَبَ ڏي، نَظَرَ نماٽِيُون،
سي ڪِئَن پيليَاٽِيُون؟ جن ويندو هوتُ نہ واريو.

(حسيني، ٩ ـ ١١)

(١٠٦)

وَسي، وَسي مِينهَن: جِئَن لَٿي وِيَسِ کيہَ،
توءِ پِرِيان جي ڏيہَ، پيئي پُڇي خَبَرُون.

(حسيني، ٩ ـ ١٢)

(١٠٧)

وَصُلَ تنهن وِڃائيو، سِينڌِ سُرمي سيئَن،
سا لُونِي ليلان جيئَن، مَٽيو جنهن مٽُ ڪَيو.

(معذوري، ٢ ـ ٦)

(١٠٨)

وَطَنَ رِءَ ويهي، جي هِتِ گهاريَمِ ڏينهَڙا،
اُوءِ مارُو ڏِيندَمِ مُنهَن ۾، ڏاڏاٿا ڏيهي،
پَکَنِ ۾ پيهي، شَلَ مَحَلَنِ جي مَرُ ڏُٺان!

(مارئي، ١٠ ـ ١٨)

(١٠٩)

وَطَنُ مُون مَلِيرَ، قَضا آندِيَسِ ڪوٽَ ۾،
چانگ پِئَندِيَسِ پرينءَ سين، پاٿُرَ جو پَنِيرُ،
هاجو ڪَيو هَمِيرُ، بِاللّٰه نِئي تو بَندَ ۾!

(مارئي، ابيات متفرقہ ـ ٣)

(١١٠)

وَکَرُ ڏِيرو ڏِيرَ، پَرَ وهائُو ويسرا،
ڪِنِين وهائي وَسُ ڪيو، وَکَرُ وڏيءَ ويرَ،
ڪِنِين گُهمندي سيرَ، وَکَرُ وکامي ويو.

(سريراڳ، ٣ ـ ٣)

(١١١)

وَکَرُ سو وهاءِ، جو پَئي پُراٹو نہ ٿئي،
ويچِيندي وِلاتَ ۾، ذرو ٿئي نہ ضاءِ،
سا ڪا هَٽَ هَلاءِ، آڳِہ جَنهنجي اُبهِين.

(سريراڳ، ٣ ـ ٤)

(١١٢)

وَکَرُ، وَڻجارا! پاڻَ پَرائو چاڙهيو،
اَچِي لَهرِيُون لڳيون، پيڙيءَ ٻپارا،
جاڳو جي، يارا! تہ تَڙِ تَوائي نہ ٿئي.

(سريراڳ، ٣ ـ ١٥)

(١١٣)

وَکَرُ وهائين لوڻُ، رنگ ڪٿوريءَ گُهرين!
پُنگو تُنهنجو پَرِ تي، جِمَ ڳالهائين ڪُوڙَ،
جِمَ وِڃائين مُورُ، ڪَٿيو تُنهنجو گهوريو.

(سريراڳ، ٣ ـ ٢)

(١١٤)

وَڳَرُ اُڪيرِي، سَرُ سارِيو سُوَرَ چَرِي،
جُهرِي جِهجَندي ڏِئي، سَنِيها ڪي سَجَڻين.

(ڏهر، ٤ ـ ٢)

(١١٥)

وَڳَرَ ڪَيو وَتَنِ، پِرتِ نہ چِنَنِ پاڻَ ۾،
پَسو پَکِيَڙَنِ، ماڙَهنِئان ميڻَ گهٽو.

(ڏهر، ٤ ـ ٥)

(١١٦)

وَڳَرَ ۾ وائي، ڪالَهہ تُنهنجي، ڪُونجَڙي،
سَرَ ۾ سارِيَنئي گهٽو، پينَرُ ۽ پائي،
پَسِين نہ ڦاهي، جا ماريءَ سَندي مَنَ ۾.

(ڏهر، ٤ ـ ١٥)

(۱۱۷)

وَڳَرُ وساري، وينِيءَ ڪِئَن ماٺَ ڪَري؟
ڪِ تو نہ ماري، رُنُّ جُھڻُ سَندي سَڄَڻين؟
(ڏهر، ۴ ـ ۳)

(۱۱۸)

وَڳَرَ وِيا وَهِي، ڪالهہَ تُنهنجا، ڪُونجَڙِي!
ڪَنديِنءَ ڪوهُ رَهِي، سَرَ ۾ سُپيرِيُن ري؟
(ڏهر، ۴ ـ ۴)

(۱۱۹)

وَڳَنڊُ وَري آئِيو، بَدُوُ بي نمازُ،
جِئَن تِـتـرَ مَٿي بازُ، وَڳَنڊُ تِئَن سُرهاڻ تي.
(بلاول، ۴ ـ ۱۱)

(۱۲۰)

وَڳَنڊُ وَري آئِيو، بَدُوُ سين بَدبُوءِ،
خاوَندَا! ڏي خوشبُوءِ، تہ سُرهو ٿِيان، سُپرِين!
(بلاول، ۴ ـ ۵)

(۱۲۱)

وَڳَنڊُ وَري آئِيو، پينارَنئُون پوءِ،
مُحڪَمُ لَڳِسِ موچڙا، ذَرو نہ ڏِنُسِ جوءِ،
وينو لِئِين چوءِ، تہ پيران پاسي نہ ٿِيان.
(بلاول، ۴ ـ ۲)

(۱۲۲)

وَڳَنڊُ وَري آئِيو، ڪِنو ٿِي ڪوجهو،
ڇِڏِي نہ موزو، لَڳِسِ آرُ عَطارَ سين.
(بلاول، ۴ ـ ۶)

(۱۲۳)

وَڳَنڊُ وَري آئِيو، ڪوتـڙِيان ڪُلاٿُ،
سَندو ڪِرڙُ ڪاٺُ، هَڻُ نَرڳِيءَ ڪي نِڪَٽين.
(بلاول، ۴ ـ ۱۲)

(۱۲۴)

وَڳَنڊُ وَري آئِيو، نِسورو ٿِي نَرڳُ،
گُندا گُلابِي ڪَري، سَيّدَ جو سَرڳُ،
عَطَرَ سين اورَڳُ، تہ هُئِين سَدائِين سُرَهو.
(بلاول، ۴ ـ ۱۰)

(۱۲۵)

وَڳَنڊُ وَري آئِيو، وَسَنِ ڪِينَ وڏوسِ،
گَندِي، مانِي، ماڳُ موچارو، پاسي پيرَ ٿِيوسِ.
(بلاول، ۴ ـ ۱)

(۱۲۶)

ولاڙِيو وَٽين چڙهي، اُونچَنِ مَٿي اَچُ،
لالَنَ ڪارڻِ لَڄُ، باسِيائِين بَردارَ جو.
(معذوري، ۷ ـ ۱۳)

(۱۲۷)

ولاڙِيو وَٽين چڙهي، پَسو سَگهہ سَندِياسِ،
اَڏيءَ وَجِيو آڪُڙِي، نَڪو پيُ نہ ماسِ،
سوئِي سو سيٽاسِ، پَري پَڙاڏا ڪَري.
(معذوري، ۷ ـ ۱۵)

(۱۲۸)

ولاڙِيو وَٽين چڙهي، ڏادِو ڏوري ڏُورِ،
سُپيرِيان جي سُورِ، پَري پَڙاڏا ڪَري.
(معذوري، ۷ ـ ۱۶)

(۱۲۹)

ولاڙِيو وَٽين چڙهي، ڏِيو پَٽولي لانگَ،
ٿَاريءَ ٿاريءَ ڇانگَ، سَسُئِيءَ مورَ ٻَچَنِ جِئَن.
(معذوري، ۷ ـ ۱۴)

(۱۳۰)

ولاڙِيو وَٽين چڙهي، رَئِي پَسِيو روءِ،
وَچان جو وِچُ پوءِ، سو ڪَنهن پَر ڪَهِي لاهِيان!
(معذوري، ۷ ـ ۱۲)

(۱۳۱)

وِلاڙيو وَٽين چَڙهي، ڳِجهن ٽِيندي ڳاهُ،
سَنُئيءَ سوريءَ چاڙهيو، پِريان لَءِ پَساهُ،
هو مِرُون، هِيُ ماهُ؛ کِينَ کَميٽيءَ رَکيو.

(معذوري، ۷ ـ ۱۱)

(۱۳۲)

ولهُون، ويلا، واوَ، جوڳِيُنِ جهَليا جانِ ۾،
اَجهو رِءَ اَللهُ، ڪونهي ڪاپَڙِيُنِ جو.

(رامڪلي، ۵ ـ ۲۰)

(۱۳۳)

وِنڌِر جي وَڄَنِ، سي مَرُ بَڌَّن سَندِرا،
ٻِيُون ڪوهُ بَڌَّنِ، چوڙيُ جي ڇَڏِيندِيُون.

(سسئي آبري، ۷ ـ ۲)

(۱۳۴)

وَنهيا ٽِيَنِ وَٽانَ، ڏوڪاهي هُٽانِ جي!
اُوءِ پِيٽِيُون ۾ پانَ، موتي مارُنِ آڏِيا.

(مارئي، ابيات متفرقہ ـ ۳۸)

(۱۳۵)

وَنڻُن مَدِيني، مَڱَتا! اَکِيُون پيرَ ڪَري،
جِتي ماٽِڪي مُحَمّدَ مِيرَ جي، جَرڪِيو جوتِ ڪَري،

(ڏهر، ۲ ـ ۷)

(۱۳۶)

وَڻجارا! ويني، تو نہ سَرَندي شاهَ رِيَ،
مَکِ پنهنجي مَڪُڙي، چڱي ڪر چيني،
پاسا پاڪَڙِين جا، سَمُنڊُ تو سيڪي،
جي لُنڊا ۾ ليکي، وِيرِ وڙهندي تـِنِ سين.

(سريراڳ، ۳ ـ ۱۸)

(۱۳۷)

وَڻجارنِ واري، پِرهَ پَڳَهَ چوڙِيا،
ڪيڙائُو ڪاري، سَنيُوڙا، سَيَدُ چئي.

(سامونڊي، ۳ ـ ۱۲)

(۱۳۸)

وَڻجارنِ وِري، پِرهَ پَڳَهَ چوڙِيا،
اِوليُون پَسِي اِنِ جون، پِيئڙمِ ڳَچَ ڳَري،
ويِنديس، ماءِ! مَري، ساري سامُونڊيُنِ کي.

(سامونڊي، ۳ ـ ۱۱)

(۱۳۹)

وَڻجاري جي ماءِ، وَڻجارو نہ پَلِئين؟
آيو ٻارهين ماهِ، پڻ تو سَفَرِ سَنبَهي!

(سامونڊي، ۳ ـ ۱۳)

(۱۴۰)

وَڻجاري ڪانڌاءِ، مُون وَرُ ويني گهارِيو!
لَڳي اُتَـرَ واءُ، ڏِولِيو هلڻَ جون ڪري.

(سامونڊي، ۳ ـ ۱۴)

(۱۴۱)

وَڻَنِ وينا ڪانگَ، وِچِين تِي ويلا ڪري،
گهِڙي گهِڙو هَٿِ ڪري، سُٽِي سانجهيءَ ٻانگَ،
سِيئِي ڏِوُنڊي سانگَ، جتي ساهَـڙُ سُپرين.

(سهڻي، ۱ ـ ۱۰)

(۱۴۲)

ووڙِيَمِ سَڀ وَٽانَ، يارَ ڪارڻ جَتَ جي،
'اَللهُ بِڪُلِّ شَيءٍ مُحِيطٌ'، اِي آرِياڻِيءَ اُهڃانَ،
سَڀَ ۾ پُنهون پانَ، ڪِينهي ٻيو بَروچَ رِيَ.

(سسئي آبري، ۵ ـ ۱۴)

(١٤٣)

ووءِ! ووءِ! پڻ ويئي، رَنُن ڪارڻ جا هُئي،
پُنهونءَ ڪي پيئي، رُئندي ڪيرَ رَتَ ڦُڙا؟
(حسيني، ١٢ ـ ١٣)

(١٤٤)

'ووءِ! ووءِ!' ڪَندي وَتُ، مَچِڻ 'ووءِ!' وسارِئين!
پاڻِي هارِ مَ پڌِرو، روءُ مَنجهان ئِي رَتُ،
صَبُرُ وَڏو سَتُ، سِگها ميڙي سُپرين.
(حسيني، ١٢ ـ ١١)

(١٤٥)

ووءِ! ووءِ! وڏُوڙا، ووءِ! ووءِ! وَڃَن نگيا،
مُون سانگِياڻِيءَ جا سُپرين، سَچُ ڪِ سَنيُوڙا؟
لاڻُم نہ توڙا، ماءِ! اوسيڙو اُن جو.
(حسيني، ١٢ ـ ١٢)

(١٤٦)

وَہ تِڪَ، واهُڙ تِڪَ، جت نينهُن، تِڪَ نرالي،
جن ڪي عِشقُ عَميِقَ جو، خِلوَتَ خيالي،
وارِئين سي، والِي! هِنئَڙو جن هَٿِ ڪيو.
(سهڻي، ١ ـ ١)

(١٤٧)

وَہ تِڪَ وَهَڪُرا، جِت لَنگَرَ نہ نُهرَن،
وَڏانڌَرِيُون وَہ سامُهيُون، جهجهي زورِ جُنبَنِ،
نيدُوءَ ۾ ناتارِيُون، وَٽِجارا وڃهن،
مُلان مُعَلِمَن، مُون گِري سُئِي ڳالهڙي.
(سريراڳ، ٣ ـ ١٧)

(١٤٨)

وَهلو وَرُ، وَريا پِرين، آءُ ڪانگا! لَنئُن لاتِ،
وِيا جي قَلاتِ، سي اُڏامي آڻ پرين.
(پورب، ١ ـ ٦)

(١٤٩)

وَهلو وَرُ، وَريا پِرين، آءُ ڪانگا! وَڻ ويهُ،
جنين ڏُورِ چِتايو ڏيهُ، سي اُڏامي آڻ پِرين.
(پورب، ١ ـ ٥)

(١٥٠)

وَهمَ ورساياسِ، ناتَ پُنهون آئُون پاڻَ هُئِي،
پاڻُ وِڃايُمِ پانهنجو، پَئِي پريان جي پاسِ،
رَتِي عِلِمَ نہ راسِ، ڏاران پَسَنَّ پرينءَ جي.
(سسئي آبري، ٥ ـ ٨)

(١٥١)

وهَڻُ ويجِهن وَٽِ، جي سڪين تہ سَگهو تِئين،
اڳين عادتَ مَٽِ، تہ اَگها! عاجزُ نہ ٿِئين.
(يمن ڪلياڻ، ٢ ـ ١٤)

(١٥٢)

وهي مَنجهين وَڳَ، ڪَتُورِيءَ ڏارَ چَرِي،
ماءِ! منهنجي ڪَرهي، پَڌرِ پَڳَ نہ لَڳِ،
جَڳَ سين جهڙو جَڳَ، هِنئين سين هُتِ چَري.
(ڪنيات، ٢ ـ ٢٥)

(١٥٣)

وهِين ۽ ويلا ڪَرين، اِيَ نہ اُڪَنڌَ آهِ،
سي لاڳاپا سَڀِ لاهِ، اوريان اُپِيارِين جي.
(حسيني، ١٠ ـ ٧)

(١٥٤)

وهِين ۽ ويلا ڪَرين، پُڇين تَي پانڌي،
هاري! هيڪاندي، ڪنهن پَر تِپِنديِنءَ هوتَ سين؟
(حسيني، ١٠ ـ ٦)

(١٥٥)

وهِين ۽ ويلا ڪَرين، سَڏَئين ساڱاتو،
هَاري! آپاتُو، توسين سُونهَن نہ، سَسُئي!
(حسيني، ١٠ ـ ٩)

(١٥٦)

ويا اوهِري اوءِ، مونکي چِڏي ماڳهين،
جُڳَن جا جُڳَ تِيا، تِئان نہ موٽيو کوءِ!
گُوندَرُ مارِيندوءِ، ويچارِيَ! وِيَنِ جو.

*(سامونڊي، ١ ـ ١٠)*

(١٥٧)

ويا جي عَميقَ ڏي، مُنهن کائو ڏيئِي،
تِن سِپُون سوجهي کڍيون، پاتاران پيهي،
پَسَندا سيئِي، اَمُلَ، اَکَڙيُنِ سين.

*(سريراڳ، ٢ ـ ١١)*

(١٥٨)

ويا سي وينجهارَ! هيرو لالُ ونڏين جي،
تنين سَندا پويان، سيهي لَهَنِ نہ سارَ،
کُتِين کُتِ لُهارَ، هاٽي اُنين پيٽيين.

*(سريراڳ، ٤ ـ ١٢)*

(١٥٩)

ويا ڳُتَنِ سانُ، مارُوئڙا ٿَرِ اُکِري،
تَن پُڄاڻا هاڻِ، آئُون جاڙ جِئان ٿي، جيڏِيُون!

*(مارئي، ابيات متفرقہ ـ ٤٨)*

(١٦٠)

ويا مورَ مَري، هَنجُ نہ رَهيو هيکڙو،
وَطَنُ ٿِيو وَري، کُوڙَنِ کانيرَنِ جو.

*(کارايل، ١ ـ ٢٩)*

(١٦١)

وينا ڏُوڙَ ڏُٽي، عَليءَ جي مَيدانَ ۾،
تَرکُ کَيائُون تَکِيا، پَريون پَنڌُ سُٽي،
کَندي کوهُ دُني؟ طَعنا ڏيئي تِنِ کي.

*(رامڪلي، ٩ ـ ٣١)*

(١٦٢)

وينو تُنَ تُنِينِسِ، مَکِ ڏيهاڙِي مَکُڙِي،
سَنباهي، سَيَدُ چَئِي، مٿي نيڏُوءَ نِينِسِ،
وَٽائِي وَڏاندَرا، لاڄُو لَڳائِينِسِ،
آخرِ اُهڙائِينِسِ، تہ جوکو ٿئي نہ جهازَ کي.

*(سريراڳ، ٣ ـ ٩)*

(١٦٣)

وينو پُڇِين پَرُ، کَرِ کا هِنئارَ هَلَڻَ جي،
اَڄُ، آديسي! مَرُ، صُباحَ مَرَندو سَڀُکو.

*(رامڪلي، ٩ ـ ١٢)*

(١٦٤)

وينو جِڻَن وماسِئين، حَيرَتَ پَؤ مَ هانِ،
لَلَنِ کي، لَطِيفُ چَئِي، اَچِي ساڻُ آرانِ،
کَنگَنِ لَٽي کاڻِ، گَڏِيو هَنجُ حَبيبَ کي.

*(کارايل، ١ ـ ١٠)*

(١٦٥)

وينو جِڻَن وماسِئين، حَيرَتَ پَؤُ مَ هَنڌِ،
لاتيُون جي لِباسَ جُون، سي چِپائي چِڏِ،
'آئُون'، 'اَسِين' کَنِ جي، پاسي تن مَ اَڏِ،
تَنُ طالِبَنِ گَڏِ، تہ ويجهو ٿِئين وِصالَ کي.

*(کارايل، ١ ـ ٨)*

(١٦٦)

وينو جِڻَن وماسِئين، حَيرَتَ پَؤ مَ هورِ،
اُنهون جو اَچو وَهي، گِهڙِي تِيان ئي گهورِ،
ڏِنيُون هَڏِ مَ ڏورِ، گهورِيو گَبُ گَسَنِ جو.

*(کارايل، ١ ـ ٩)*

(١٦٧)

وينو ڏسان واهَ، اَڄُ پڻ آيا ڪِينَ ڪي،
ساڄَنَ لَءِ سِڪي گهڻو، ساريو مُنهنجو ساهُ،
آٽِينَ شالَ اَللهُ! نہ اَڱَنَ تِينَمِ اُجرا.
(بروو سنڌي، ٢ ـ ١٠)

(١٦٨)

وينو واجَهہ وِجهي هِنئون، پَرِ ۾ پَنوهارَنِ،
اُتِ اُڪَنڊي آهيان، پاڻُرَ ۽ پِريَنَ،
ڪَريان ٻِي نہ ڪَنِ، وينديَس وَطَنَ سامُهين.
(مارئي، ٤ ـ ١٥)

(١٦٩)

ويني ٻُڪي ٻاڦَ، جهولي جُهڻَڪَ جُهني ڪي،
آيَمِ تن اُٿِن سين، جن جا پيرَ دُدا دَڙُ داڦَ،
لَنگهيا لَڪَ، لَطِيفُ چئي، توڏا تَڙُ، ٻَنگَ طاقَ،
ڪيرَ لَنگهيندي قافَ؟ اِيُ بَرُ بَرهمَڻ باسِيو.
(ديسي، ٢ ـ ١٢)

(١٧٠)

ويني جَنهين وَرهَ ٿِيا، مَٿي سين ميري،
اَڪِيُون جَنهن جُون اَلَڪَ ڏي، پُون ڏي نہ پِيري،
ڪاراٽِيانَ ڪَڪا ٿِيا، جَراٽِيا جِيري،
لُڙڪَ لالُ، لَطِيفُ چئي، ڪَنبي ۽ ڪيري،
نِيهُن نہ نِبيري، سُورَ چَرندي سَنَرو.
(رامڪلي، ٦ ـ ٥)

(١٧١)

ويني جَنهين وَرهَ ٿِيا، مَٿي ميري ساڻُ،
ڪاراٽِيانَ ڪَڪا ٿِيا، جِيري وِجهي چاڻُ،
خوديءَ ڪان خَلاصُ ٿِيا، پُٺِ تي وِجهي پاڻُ،
سي ڪِئَن ٻَهَرَ هَٽَن ٻاڻُ، جِنِ گڏِيو گُرُ گروان ۾؟
(رامڪلي، ٦ ـ ٦)

(١٧٢)

ويني جنين وَٽِ، ڏُڪندو ڏاڍو ٿئي،
سا مجلس ٿِي مَٽِ، جي حاصل هوءِ هزار جو.
(يمن ڪلياڻ، ٨ ـ ٢٣)

(١٧٣)

ويني جنين وَٽِ، ڏُڪندو ڏُور ٿئي،
تَنَ! تنين سين ڪَٽِ، اوڏا آڏي پَڪڙا.
(يمن ڪلياڻ، ٨ ـ ٢٤)

(١٧٤)

وينِيَسِ، وِڪَ نہ اُپڙي، تُون، آرياڻي! آءُ،
چُڪيءَ تو سين چاءُ، پاسي پَرِ پيئي رِڙهي.
(سسئي آبري، ٩ ـ ٧)

(١٧٥)

وينِيَسِ، وِڪَ نہ اُپڙي، اَڄُ، آرياڻي! تُون آءُ،
چُڪيءَ توسين چاءُ، پاسي پَرِ پيئي رِڙهي.
(حسيني، ٧ ـ ١١)

(١٧٦)

ويني ڪوٽَ وَٽِـنِ ۾، ڪامَڻِ ڪُواري،
مَلِيرُ سارِيو مارُئي، رويو رُئاري:
آلا! اوتاري، مُنڌَ ماروءَ جي ميڙيين!
(مارئي، ابيات متفرقہ ـ ٨)

(١٧٧)

ويني مُون وِيو، لَڙي سِڄُ لَڪَنِ تان،
آئُون ڏُورِيندِي ڪيترو، پَهڻَنِ پيرُ پيو؟
سُورَنِ ساڻُ سِهو، اَچي تِيمِ جيڏِيُون!
(حسيني، ١ ـ ٧)

(١٧٨)

ويني نِتُ نِهارِيان، راڻا! تُنهنجو راهُ،
موٽائي ماڳِن ۾، آڻيندوءِ اللهُ،
سوڍا! تو ڳـرِ ساهُ، ناتَ راڻا گهٽا راجَ ۾.

(مومل راڻو، ٧ ـ ١٥)

(١٧٩)

وينيُن ناهِ وَراڪو، سُٽُين ڪونهي سَنگُ،
هوتُ هَلنديُن ڪَٽيو، جن اَنگَنِ چاڙهيو اَنگُ،
باسي پَئي پَنگُ، رِڙهي چامَ رَسِيُون.

(سسئي آبري، ٧ ـ ٨)

(١٨٠)

ويني وَرِ نہ پَوَن، سُتي مِلَن نہ سُپرين،
جي مَٿي رَندَن رُڻَن، ساجَنُ مِلي تن کي.

(سسئي آبري، ٧ ـ ٩)

(١٨١)

ويجَ! مَ ٻُڪي ڏي! آلا چِڱي مَ ٿِيان!
سَجَڻُ مانَ اَچي، ڪَرَلاهو ٿِي ڪَڍِهين.

(يمن ڪلياڻ، ٢ ـ ١٣)

(١٨٢)

ويجِن سين واڻيءَ پيا، ڪِري ڪَنِ نہ پاڻَ،
آڱها اِنَ اُهڃاڻَ، پسو! سُورَ سِجهائِيا.

(يمن ڪلياڻ، ٢ ـ ٣)

(١٨٣)

ويجِن سين واڻيءَ پيا، ڪِري نہ ڪيائُون،
جي پَندِ پاريائُون، تہ سِگهائي سَگها ٿِيا.

(يمن ڪلياڻ، ٢ ـ ٢)

(١٨٤)

ويجن ويني ئي، دوستُ پيهي دَرِ آئيو،
صِحَتَ جي سَرِيرَ ۾، ڪَلَّ ڪَرين پيئي،
پيڙَ پَري ويئي، اَچِنَّ سانُ عجيبَ جي.

(يمن ڪلياڻ، ٢ ـ ١٠)

(١٨٥)

ويجهو وَنئُن مَ واٽَ کي، ڪَهِج ڏنهُن ڪُواٽَ،
اُجهي مَنجهان آٽَ، اَويسي ٿي آءُ تُون.

(ڪاهوڙي، ٣ ـ ٣)

(١٨٦)

ويچارا واڍوڙ، سَدا شاڪِرَ سُورَ سين،
تاٽِين مٿي توڙ، اوري ڪَنِ نہ آسرو.

(يمن ڪلياڻ، ١ ـ ١٦)

(١٨٧)

ويچارِيءَ وَٽِڪارُ، اَڱُ نہ ڏنو ڪڏهين،
مَهرَ نہ هُئِي ماڙهين، هو سَڀُ هِندُوڪارُ،
جَتُ ڪيائين يارُ، سُورَنِ ڪارَڻِ، سَرتيُون!

(سسئي آبري، ٢ ـ ١٠)

(١٨٨)

ويراڳي واري، آلا! اَڱَنَ آئين،
ڏُکَ لاهيندِيَس ڏِيلَ مان، تُهَنِ جِنَّ تاري،
اِيندَمِ اوتاري، ڪِينءَ جُون ڏِيندَمِ خَبَرُون.

(رامڪلي، ٧ ـ ١٧)

(١٨٩)

ويراڳي واڳي، ڏِيَنِ ڏهاٽي ڏِيلَ کي،
راوَلَ رَتين مولهئين، سامي سُهاڳي،
لَنوُ جِنين سين لاڳي، سي جوڳي پَسان تہ جِئان.

(رامڪلي، ٧ ـ ١٦)

(١٩٠)

ويراڳِيُن وَرَنَ، ڏِسَنُ گهٽو ڏُهلو،
هِڪُ ٻولَڻُ ٻوڙَن سين، ٻيو سَندا فانِيُن فَنَ،
ڪي گُهرجَنِ ڪَنَ، آئُون نہ جِتَندي اُن ري.
(رامڪلي، ا ـ ٤٠)

(١٩١)

ويرَ مَ لاهي وَيهُ، متي آر اوڙاهَ جي،
پَسِي پاڙي واريون، ڪج اَنديشو اَيهُ،
ويندو نہ پَسين ڏيهُ، پَتَڻُ هن پارِ مَٿي؟
(سريراڳ، ٢ ـ ١٣)

(١٩٢)

ويرِ وڙهنديءِ ويسِرا! اُتي توهُ طَلَبِ،
سائِرَ ڪنهن سَبَبِ، ڪالهہ نہ وِڌوءِ ڪَنَ ۾.
(سريراڳ، ٥ ـ ٣)

(١٩٣)

ويندَن ڪي وَيڪ ٿئي، هُوندَن ڪونهي هَنڌُ،
"مَنۡ لَّہُ الۡمَوۡليٰ فَلَہُ الۡڪُلُّ"، اِيُ پَرۡوَڙج پَنڌُ.
(رامڪلي، ٩ ـ ٢٨)

(١٩٤)

ويندِيَسِ وَطَنَ سامُهين، مَلِيرُ مُنهنجو ماڳُ،
ڏَٿُ چُونديندِيَسِ ڏيَہَ ۾، سانُ سَرَتيُنِ ساڳُ،
تہ مُون سَنئون سَياڳُ، جي ويجهي ٿِيا وَرَ ڪي.
(مارئي، ٤ ـ ١٦)

(١٩٥)

وِيو باروچو نِڪري، اَنگَنِ چاڙهي اَنگُ،
روئي ڏِنُمِ رَنگُ، ويچارَنِ وَٽَنِ ڪي.
(رپ، ٢ ـ ٣)

(١٩٦)

وِيو باروچو نڪري، هاٿي ڪَريان ڪِيئَن؟
سِجَ اُلَٿي سِيئَن، سَٿُون ڏيندِيَسِ سُجَ ۾.
(حسيني، ا ـ ٦)

(١٩٧)

ويو جاڳائي جَتُ، ويري ڪنهن ولاتَ جو،
سَندو سُورَنِ خَطُ، ڏِنُمِ هوتَ هَٿَنِ سين.
(سسئي آبري، ٩ ـ ١٠)

(١٩٨)

وِيو سِجُ وَٽَنِ تانِ، راسِيُن ڏيئي رَڳُ،
جنهن سان مُنهنجو سَڱُ، سو ڪوهِيارو ڪيچ وِيو.
(حسيني، ا ـ ١٠)

(١٩٩)

ويو سِجُ وَٽَنِ تان، راسِيُون رَتائِين،
مُون ڪي مارِيائِين، آيَلِ! اونداهي ڪَري.
(حسيني، ا ـ ٩)

(٢٠٠)

ويہُ تون وِساري، چَندا جي چُلَڻَ جا،
جو لَڪَ لهريون ڏي، ڪر ساجاهِ تنهن سمنڊَ سين.
(سريراڳ، ٦ ـ ١٣)

(٢٠١)

ويہُ مَ، مُنڌا! پَنيِورَ ۾، هاڙهي هَڏِ مَ هَلُ،
ڪُوڙي ڪَج مَ ڪڌهين، سَچي ڳالهہ مَ سَلُ،
جانِبَ لَءِ مَ جَلُ، سُورُ وِسارِ مَ سَسُئي!
(سسئي آبري، ا ـ ١٤)

(٢٠٢)

ويہُ مَ وساري، پُڇا ڪَر مَ پَنڌَ جي،
نِرمَلُ نِهاري، هَلَندِنِ تان هَٿِ ڪيو.
(سسئي آبري، ٩ ـ ا)

(۲۰۳)

ويهي ويراڳيُنِ جو، ٻئي ڏينهن ٻڌمِ حالُ،
اُن جا ڏاڳا ڏورِ پڪَليا، جاڳوتا زوالُ،
تن جاٽِي جٽائُون ڇڏيُون، چوتا ڇڳِيءَ چالُ،
ويچارا وُجودَ جِي، ڪنهن سان ڪَنِ نہ ڳالَ،
نانگا ٿيا نهالُ، لِڪا پُٺَنِ لوڪَ ۾.

(رامڪلي، ۲ ـ ۴)

(۲۰۴)

ويئُون پَبِ پَئِي، ڪيرُون ڪاهوڙِيُنِ جُون،
آئُون تن ڏوتيُڙنِ جو، پُڇان پيرُ پَهي!
رُجِن راتِ رَهِي، ڏُونگـرَ جَنين ڏورِيا.

(ڪاهوڙي، ۱ ـ ۴)

(۲۰۵)

ويئِي سُونهَن سَسُئِيءَ جِي، پُنهون ٿيس پانَ،
سَپِنِ جِي سَيّدُ چئِي، آهي اُتِ اُمانَ،
پَنپِورَ جا پانَ، آڏا عَجيبَن ڪِي.

(سسئي آبري، ۵ ـ ۷)

## وائي-۱

واويلا! واويلا! ڪَيو مَلڪَنِ رِنِ ماتامُ!
هَيءِ! هَيءِ! شاهَ حُسينَ سِڏارِيو!

ڪَربَلا جي پِڙَ ۾، خِيما ڪوڙيائُون،
جيڪا رَضا رَبَّ جي، لِکيو لوڙيائُون،

ڪَربَلا جي پِڙَ ۾، آيا اَڄُ اَمِيرَ،
جُهڙَ وَرِئي جهوريءَ جَهِليا، طَرَفَ سَندي تَقدِيرَ،

پَسي سَختي مِيرَ حُسينَ جي، رُنو نَبِيُنِ زارون زارِ،
مَلَڪَ، فَلَڪَ، ڌَرتي ڌُٻي، آئي عَرشَ مَٿان اوڇنگارَ.

(ڪيڏارو، ۲ ـ وائي)

## وائي- ۲

وَتان وَڄُ مَ مُون، مُنهِنجو تُون ئي تُون،
ڪون سُٽي ڪو ٻِيو.

تُون تَڏهانڪُرَ مَنجِهہ ئي، جَڏهِن ڪُنَ فَيڪُون،
اَهُڪيءَ رَسِج، اَحَمَّدا! اَڳِيان سوڙهي پُون،
رَسِج، مُحَمَّدَ ڪارِڻي! جِتي هُونگَ نہ هُون،
آڳَهُ هِنَ اُمَتَ جو، آهِين تُون ئي تُون،
ڏِج ڪا لَتَ، لَطِيفُ ڪي، طَهُورَ مَنجهان تُون.

(ٻروو سنڌي، ۳ ـ وائي ۲)

## وائي- ۳

وَتَڙيو هوتَ وڃن، ووا! جهليان پليان، هينئڙو نہ رهي!
آئُون جنين جي آهيان، ڪَڙي مَ ٿيان تن،
گهوريان گهٽي پَتَئين، سندي ٻاجهہ ٻين،
مَرُ مران، مارينِ مون، پرزا پرزا ڪن،
آئُون مُيائي گهوري، جي مان محب مِلَن.

(يمن ڪلياڻ، ۵ ـ وائي ۱)

### وائي- ۴

وڄي سا راتِ وِهاڻي، رءِ پَسڻَ پرينَ جي!
هَهڙا اوڏا سُپِرين، تو ڪئَن ننڊَ رِهاڻي؟
*(سهڻي، ابيات متفرقه — وائي ۵)*

### وائي- ۵

وَڄي وَڃي ڏينديَس ويجهي، پسڻ ڪارڻ پرينءَ جي،
آڏا ڏونگرَ لَڪيُون، موتِــجِ، مُحبَ مجيبجي!
پرين، پنوهارَ! تو چوان؟ ٻيرَ آهيان ٻئي جي،
نَـمُ گھرجي نينهَن جو، آهيان آئُون اَروجي،
جا نہ هَلندي هوتَ ڏي، پيُ تَنهين جو پاجي،
*(سسئي آبري، ۹ — وائي)*

### وائي- ۶

وَڄي وَڃي وٺَري تِتي، جِتِ، پيرُ سُجاتائين پرينءَ جو،
پيرُ سُجاتائين پرينءَ جو، مَنجهان نينهَن نرتي،
هُوءِ وِيا وَٽِڪارِ ڏي، هِنَ پوريءَ پانئيا هِتي،
جنهن چيڙي ودِيَس چِيَرين، سو ڪوهيارو ڪٿي؟
آما، لِيما، ڦُلَ، ڦارُوهان، ڳاڳا، راڳا جِتي،
مَري رَهَنديَس ماڳهين، نہ تہ، هادي! اَچِج هِتي،
مُون ڪي ڇَڏي هَليا، ڪا پيرِن مَٿي پَتي؟
لَڪِن مَنجهہ، لَطِيفُ چئي، ملي سان سَرَتي.
*(حسيني، ۱۰ — وائي ۲)*

### وائي- ۷

وَڏڙا ڏانَ ڏنائِين، ڪَنيائين رَخَتُ ريزالَن جو،
ڏاتيُون ڏئي ڏڏن ڪي، سَنديُون سونَ سائين،
اَنڌا مَندا آئِيا، سَخا سَڌُ وِڌائين،
ڪِينَ مَنجهان جوڪي ڪَري، سو نہ ساراهئين سائين!
"وَتُعِزُّ مَنْ تَشَاءُ وَتُذِلُّ مَنْ تَشَاءُ"، آهي سَڀِ اُتائين،
نَوازيائِين نَطفو، مَنجهان ڪِينَ ڪَيائِين،
حِرَفَتَ حَرِيفَن جي، پيري سَڀِ پَڳائين،
حاسِدَ سَڀِ حُزنَ ۾، مُدعي پاڻَ مُنائِين،
اَدِيُون! عَبدُاللّطِيفُ چئي، آهِ پاڻَ وَٽَندڙُ سائين.
*(پرڀاتي، ۱ — وائي ۲)*

### وائي- ۸

ورسِيا ويڄ ويچارا! دِل ۾ دَردُ پرينِ جو،
اَتِيو ويڄا! مَ وِهو، وَڃو ڏِرَبَ ڪٽي،
ٻُڪي ڏيندا ٻاجهہَ جي، آيا سُوَرَ ڏٽِي،
آيا جِيءَ جِيارا، دلِ ۾ دَردُ پرينِ جو.
*(يمن ڪلياڻ، ۱ — وائي)*

### وائي- ۹

وسارج مَ ويڻَ جوين ٻہ ٽي ڏينهڙا،
لوٽيُون سَهَنِ لوڪ جا، وهاڻيءَ ٽيون ويڻَ،
اَصل اَسارِيُن جا، سُتي وِيڙا سيڻَ،
جيڏيُون! جي مان وِسَهو، ننڊ مَ هيريو نيڻَ،
راتڙيُون جاڳِن جي، سي آئُون ڪندڙي سيڻَ،
آڏيءَ رات اُٿي ڪري، جهل تون نِندان نيڻَ.
*(يمن ڪلياڻ، ۱۵ — وائي ۲)*

### وائي- ۱۰

وَسان تي وِيياس، آيَل! آيَل! لَڳُمِ ٻاڻُ ٻَروچَ جو.
پُرزا پَبَ وَرَنِ ۾، پٿُون تي پياسِ،
تہ پڻ ڪاڍو ڪيچَ ڏي، توڻي، ماءِ! مُياسِ،
پاڻُ وڃايُمِ پيرَ تي، چُتي آئُون: چُتياسِ!
آيَمَ اَنڌي لوڪَ سين، مُني آئُون: مُنياسِ!
هيڏي شَهرَ پَنڀورَ ۾، نَڪو پيُ نہ ماسِ،
پيِيِمِ وِچُ وِصالَ ۾، سَنجهي آئُون سُتياسِ،
پيمِ پُنهونءَ ڄامَ سين، ڪُتي آئُون: ڪُتياسِ!

آلا! اُنِ مَ وِسران، ڏِنِي جن جِييِاسِ،
پِييِسَ وَرِ وصالَ جي، جان کي تان جِئَندياسِ،
اَديُون! عَبدُاللّطِيفُ چَئي، مُحبّن کي مِلَنداسِ.
(حسيني، ۱۱ – وائي ۲)

## وائي- ۱۱

وَسائِيندي مِينھُن، مانَ مِلان کي سَجڻين.
آئُون مَلنديَسِ پرينءَ کي، راتيُون ڏوري ڏِينھَن.
مُون پِريُن ميڙَئين، روجَھڙيُون ميڙَئين مِينھَن.
اَکِيُن آڳَمَ لائيا، ڪَرَ مُندائِتا مِينھَن.
مادَر! موتي نہ وهان، مُون پِريان سين نِينھَن.
اَديُون! عَبدُاللّطِيفُ چَئي، وِينديَس ساجَنَ سِيڻَن.
(ڪاهوڙي، ۱ – وائي)

## وائي- ۱۲

وَهلِي وَنءُ مَ وِهامِي! رَهُ رات! رانِينديس پرينءَ کي.
شمع ٽيِنديس شَب ۾، اِن خوشيءَ ڪان ڪامِي.
بابُوئَن سنڌِيءَ باه جئَن، ٻَران شال اُجهامِي!
پِرتِ جا پِيتمَ جِي، سا ڪِينَ پروڙي عامِي،
مونکي مون پرينِ جو، آهي دَردُ دَوامِي،
آهيان يارُ سَيّدَ جو، ڪانَ رهِي ڪا خامِي،
هوءَ جا لَنؤُ، لطيف چئي، مونکي آهي مُدامِي،
روشَنُ ٿِيان رُجُنِ ۾، جي هئان لَنؤُ اِنهيءَ لامِي،
ڪَارِي سا قِيامَ سَنئِين، هوتُ جنهنجو حامِي،
آيم تنهين لوڪَ سان، جيسين مان چون سامِي.
(ڪنيات، ۱ – وائي ۳)

## وائي- ۱۳

وِيني ڪِينَ وِساري، مُحَبّتَ وِڌَڙِي ماري،
ديواني! يار! وَو! مَستاني! دلبر! جاني! وو!
جنهن کي سِڪَ ساهَڙَ جي، سا گهايَلِ گهرِ نہ گهاري،
ڏمُر ڏحيلو ڏُکيو، سِرَ ۾ سؤَنتا ماري،
پيلِي پاسِ ٻُرَنِ جي، تن ڪَرکِنِ وِڌِيسِ ڪاري،
هُوءِ هُونگارُون، پَون پُڪارُون، تَڙ تَڙ دوسُ تَنواري،
هُوءَ جا پِڪَ پِرِيُنِ جي، آهيان تنهن آساري.
(سهڻي، ۶ – وائي)

## وائي- ۱۴

ويجهي وِندُرَ جَنِ وَٽَنِ،
اي! اوڏِي آيس، چان، پريان جي پيچري.
جي تو اوڏا پايان، سي ڏُونگَرَ ڏُورِ ڏِسَنِ،
مَدي نہ هُيَنِ مَنَ ۾، تہ ڪيچان ڪوهُ اَچَنِ؟
مَرَنّ منهنجي کي ڪِيو، هِيُ پَہُ ٻاروچَنِ،
سُونهَنِ سَڳَرَ پِٽِيين، مَنهَن مَعذُورَنِ،
وندُرِ وائي جا وَهي، مُون کي سا نہ سَلَنِ،
آٽي ٻَڌا اونِئين، موتي ڪي مَيَنِ،
لاٿائُون، لَطِيفُ چئي، لَڏُون سِرِ لَڪَنِ.
(سسئي آبري، ابيات متنفرقہ – وائي ۱۰)

## وائي- ۱۵

وِيڙِيچَنِ ڏي وِيندي، عُمَرَا! آئُون ماڙُوئَڙَن ڏي وِيندي،
ڏِيہَ ڏاڏاڻين پَڪَڙين.
سڱَرَ ساهيڙِيُنِ سين، ساڙِيہَ مَنجھ سَٽِيندي،
اُنا مِينهَن مَلِيرَ ۾، ڏاڳا ڏَٻَرَ ڏُوندي،
عُمَرَا! اُنهين ڏِيہَ جا، ڪوڏَرَ قُوتُ ڪَرِيندي،
گولُون گولاڙَن جُون، جَهِپي ساڻُ جَهٽِيندي،
ڪوڪَڙَ ڪَنڊيَرَن ۾، ڦُوڪِيو، ڦَکَ پَرِيندي،
عِيدُن بَرادُنِ تي، ڪَہَ مانڌاٽو ڪِيندي،
پُسي ڪائي پِيٽَ ۾، ڏُونرا ڏَنُ آنَ ڏِيندي.
(مارئي، ۹ – وائي)

## وائي- ١٦

ويندي آئُون هوتَنِ وَٽِ، مُون وَهُ وَٽجارن سين،
پَڳَهُ ڪَنُ مَ پاتِٽي! جاني! مُون لاءِ جَٽِ،
وايُون وَٽجارِن جون، اَديُون! اجُ نہ هَٽِ،
ڳَرهِيان سُورُ سَفَرَ جو، هلي پنهنجي اَرٽِ،
پُوريندِيس پرِيُنِ ڏي، ڪانَ ڪريندِيس گهٽ،
ڏيئي سِڙُه سيرَ تَيا، پيرُ نہ لاياٿُون پَٽِ.

*(سامونڊي، ٢ ـ وائي ٣)*

## وائي- ١٧

ويندِيَس ڪيچ ڪَهي، سيڻَنِ ساڻُ سَهي،
ووا پيرَا! آئُون جِئنديَس تان نہ جَتَنِ ري.
وِهان ڪيئَن ماٺِ ڪَري، هيڏو سُورُ سَهي؟
هيڏي شَهَرَ ڀَنڀورَ ۾، سارِيان ڪونَ سَهي،
اَڳيان آريءَ جامَ جو، وِيٽڙو ساٿُ وَهي،
صُبحَ ڏُونگَرَ ڏورِيان، ڪنهن پَرِ راتِ رَهي.

*(ديسي،٦ ـ وائي ١)*

## وائي- ١٨

ويہُ مَر واٽَ وِرچي، هو! آلا! مِيان!
جڳَن ڪَهَنديِنءَ، تڳَن لَهَنديِنءَ.
ڪنين اَچي ڪا ڪَهي، ڪِنين اَچي ڪا چَئي،
اَمُلَ پانيان اُنَ ڪي، ساڄَنَ مُون ڪي جا چَئي،
پيرَ پَٽان ئي ڪُونئَرا، رائي ڪَيَسِ رَچي،
مُنهُن ڪر مَعذُورِنِ ڏي، پُنهون جام! پَرچي،
مُون ڪي تَنهين مارِيو، جَتَنِ جا چَئي،
وِندُرَ واٽَڙِيُنِ تي، ڪانڌي ٿيندَمِ ڪيچي.

*(معذوري، ٥ ـ وائي)*

## وائي- ١٩

ويہُ مَر، ويسرِي! تان ڪي جاڳي اور اَللهَ سين.
مُحَبَّتَ جي ميدانَ ۾، سُجي ڳالِهہ ڳَري،
سي پڻ رُوندا رَتُ وِيا، مِڙيا جي مَري،
سُتي ساڄَنُ نہ مِلي، آهي اِيَّ ڪَري،
جي اوسِيڙي آڌيءَ اُٿَن، تِنين واڳَ وَري،
اَدِيُون! عَبدُاللّطِيفُ چَئي، اِيندا شالَ وَري.

*(رامڪلي، ٤ ـ وائي)*

# ھ

(۱)

هارِيا! تو هِري، ڪُڇُ ڪايا سين ڪِيو،
ڪَرِئين جي ڪِري، تہ تون تَوانو ٿئين.
(يمن ڪلياڻ، ۲ ـ ۷)

(۲)

هارِيا ويجَ! مُياسِ! سُڌِ نہ لَهين سُوَرَ جي،
پِريان ڪي چونديَاسِ، تہ تَرَسُ طَبِيبَنِ ڇَڏِيو.
(يمن ڪلياڻ، ۲ ـ ۱۲)

(۳)

هارِيا هَنجَ! بَگهنِ سين، ڪيهي بَڌِين بيلَ؟
ميرو مَتائيج تُون، اَچي ڪَرِ اُڪيلَ،
ڪَنگَنِ ساڻُ ڪُويلَ، لَلا! جمَ لُڙُ پِئين.
(ڪارايل، ۱ ـ ۱۳)

(۴)

هارِي! حَقَ رکَيج، سانپارا ساهَڙَ جو،
خوابَ، خيالَ، خَطرا، تن ڪي تَرڪُ ڏِئيج،
اَندَرُ آئينو ڪري، پَرِ ۾ سو پَسيج،
اِنهيءَ راهَ رَميج، تہ مُشاهدو ماڻئين.
(سهڻي، ۷ - ۱۲)

(۵)

هارِي! رَکج حَقُ، سانپارا ساهَڙَ جو،
خوابَ، خيالَ، خَطرا، تِنين ڏيج تَرڪُ،
ڪَرِئين غَيرَ غَرقُ، تہ مُشاهدو ماڻئين.
(سهڻي، ۷ - ۱۳)

(۶)

هارِي! هِنئون مَ لوڏِ، سُکَنِ پَوَندِينءَ، سَسُئِي!
ڪوهِيارو تو ڪوڏِ، اَچي ڪَرَهَ قَطارِيو.
(حسيني، ۱۲ ـ ۴۸)

(۷)

هاڻ نہ جيان، جيڏِيُون! زُلفَ زافُ ڪَياسِ،
ڪَاڪُلَ آئُون ڪُنياسِ، پَنهِيو جو پَنهِيورَ ۾.
(سسئي آبري، ۶ ـ ۵)

(۸)

هاواٽا هُلَنِ، ڪَپَرَ ڪارُونپارَ جا،
لَهريُون، لُڙَ، لَطِيفُ چئي، پيلي تي پُلَنِ،
جي ڪَچي ساڻُ ڪَهَنِ، آڪو تِنِ اوباهِئين.
(سهڻي، ۸ ـ ۴)

(۹)

هِتان ڪَٽي هُتَ، جن رَکيو، سي رَسِيُون،
ساجَنُ سُونهَن، سُرتِ، وِکان ئِي ويجهو گهٽو.
(سسئي آبري، ۲ ـ ۲)

(۱۰)

هَتان جادَمَ جَکري، وِتِي پوءِ مَ وِچُ،
”اَچو! آيا نِچُ!“، سَمِي وائِي واتَ ۾.
(بلاول، ۲ ـ ۸)

(۱۱)

هَتان جادَمَ جَکري، وِتِي وِچ مَ پوءِ،
پِي پِي سو پُرِ تِيو، جو حاتِمَ پاسي هوءِ،
ڪَيفَ ڏاران ڪوءِ، جِئي ڪو مَ جهانَ ۾.
(بلاول، ۲ ـ ۷)

(۱۲)

هَتان هَڏِ نہ ڇَڏِيان، صَبُرُ شُڪرانو،
ذَوقَ زَمانو، مُون، وَرَا! وِيو وِسري.
(سسئي آبري، ۱۰ ـ ۸)

(۱۳)

هَٿَنِ سين هاجَ ڪَرِ، نيٽَنِ سين نِهارِ،
اُيا اَگَٽا پارِ، پَسُ پَنهِنجا سُپِرين.
(آسا، ۴ ـ ۷)

(۱۴)

هَٿين، پيرين، آرڪٽين، مُنهن نہ مُهاٽي،
جڻن سَڳو وِچ سُرندَڙي، تِنَن راٽِيُن ۾ راٽي،
اَصُلُ هُئِي اُنَ کي، اَهُلَ چاماٽِي،
سَمي سُجاٽِي، پيڙو بَڌُسِ پانهَن ۾.

(ڪاموڏ، ۱ ـ ۲۳)

(۱۵)

هَٿئين، پيرين، مُونَڙئين، پُري ڪَج پَرڪَ،
قَدَمُ ڪيچ ڏَٽِيُن ڏي، پاءِ وَڏندي وِڪَ،
جي هُونئي هوتَنِ لَڪَ، تہ پاڙَج ڪو مَ پُنهونءَ سين.

(معذوري، ۵ ـ ۴)

(۱۶)

هَٿين، پيرين، مُونَڙئين، سِرجُ ساهَ پَساهَ،
هتُ گَڏَبُءِ حَبَ ۾، رَهبَرُ مَٿي راهَ،
جان جان ساٺُءِ ساهَ، تان پاڙَج ڪو مَ پُنهونءَ سين.

(معذوري، ۵ ـ ۵)

(۱۷)

هَٿين، پيرين، مُونَڙئين، ڪَهج پَرِ قُدامَ،
وِچِ وَسيلو ناهَ ڪو، اوري آريءَ چامَ،
هِنئين لائي هامَ، پاڙَج ڪومَ پُنهونءَ سين.

(معذوري، ۵ ـ ۳)

(۱۸)

هَٿين، پيرين، مُونَڙئين، ڪَهج پَرِ ڪَپارَ،
مَتان، چوري! چِڏِئين، پِريَتَي پَچارَ،
توکي سَنَدَ، سَسُئِي! سَندي لَنؤ لَغارَ،
جي هُونئِي هوتَ هَزارَ، تہ بہ پاڙَج ڪومَ پُنهونءَ سين.

(معذوري، ۵ ـ ۲)

(۱۹)

هَٿين، پيرين، مُونَڙئين، هَلِج ساڻُ هِنئين،
عِشقُ آريءَ چامَ جو، نِباهي نئِين،
جان جان ٿِپي جِئين، تان پاڙَج ڪومَ پُنهونءَ سين.

(معذوري، ۵ ـ ۱)

(۲۰)

هَٿين هَٿڪَڙولَ، هِنئَڙي پيَرِ هُنِ جا،
سانگي سارِيَمِ سُومِرا! ڏاٽي پاسي ڍولَ،
باباڻَنِ سين ٻولَ، ڪَيَمِ نہ ڪوٺَ وِهَڻَ جا.

(مارئي، ۲ ـ ۱۸)

(۲۱)

هَڏِ نہ پَڙان هيڪِڙي، توري ٿَرَ چايَنِ،
مُون ڪي مارُوڻَڙنِ، ميري ڪَري نہ مَٽِيو.

(مارئي، ابيات متفرقہ ـ ۴۱)

(۲۲)

هَڏِ نہ ساهُ سُڌيرُ، دِلِ دَرماندِي دوسَ ري،
پائي وِيَڙا پرتِ جو، زوراوُرُ زَنجيرُ،
جِيُ، جُسو، جاڳِيرُ، هاٿي مِلڪَ هوتَ جي.

(سسئي آبري، ۷ ـ ۵)

(۲۳)

هَڏُ نہ وٽي هاڻَ مون، ويڄِنِ جي وِصالَ،
هِنَ منهنجي حالَ، حَبيبُ ئي هادِي ٿِيو.

(ڪلياڻ، ۳ ـ ۲)

(۲۴)

هَردَمُ هوتَ پُنهونءَ جو، ڏِسَڻُ پانئج ڏِڪَ،
وَرُ پُنهونءَ ساڻ پَلڪَ! ٻَنِ بارهَنَ وَرهَ ٻِينِ سين!

(معذوري، ۲ ـ ۱۰)

(۲۵)

هَر هَر ڪَنِ اُميسَ، ڏُوَنِ ڏهاڻي ڏوتِيا،
جن نه ماري ميسَ، ناٿُ نه نَمي تن کي.
(رامڪلي، ٦ ـ ١٠)

(۲٦)

هَر هَر ڪَنِ هَرنامُ، ڏُوَنِ ڏهاڻي ڏوتِيا،
جن نه رِيجهايو رامُ، ناٿُ نه نَمي تِنِ کي.
(رامڪلي، ٦ ـ ٩)

(۲۷)

هَرَ هَرَ هَرائِي، وِڃڻُ دَرِ دوستن جي،
پاڙي ڏانهن پِرِينِ جي، اُڄُ مَر اَوائي!
اَلڙ تِي آڄ مَر تون، واتاڙن وائي،
لائِيندءِ، لطِيفُ چئي، سُوران سَرهائي،
ڳُجهو ڳالهائي، پِرتِ وَتجي پاڻ ۾.
(يمن ڪلياڻ، ٨ ـ ١)

(۲۸)

هَڙَ ۾ ڪِينَ هُئون، هُنئِين هُن نه چاڙهيا،
سارو ڏينهن سمنڊَ تي، لهي سِڄُ وِيونِ،
جڏهين سائينءَ سَبَبُ ڪِيونِ، تڏهن سُتڙ تِيا سَيدُ چئي.
(ساموندي، ٣ ـ ٢)

(۲۹)

هڪي ٻانهي چِٽَ ۾، ٻِي جا الله ڪري،
پاٿِين وجهي ڪُنَ ۾، پاٿِين ڪَنڌيءَ ني،
سُتَڙَ سي ٻوئي، جي تَڙَ تَوائي مَڪُڙا.
(سريراڳ، ٢ ـ ١٨)

(۳۰)

هڪِي ٻانهي چِٽَ ۾، ٻِي جا ڪري اَللهُ،
پاٿِين وجهي ڪُنَ ۾، پاٿِين اُڪاري اوڙاهُ،
تنهن واحدَ کي واهُ، جو سُتَڙَ سِيپِئِي ڪري.
(سريراڳ، ٢ ـ ١٧)

(۳۱)

هِڪِي ٻانهي چِٽَ ۾، ٻِي سِٽي صاحِبُ،
ڪِڍِي اُونهي ڪُنَ مان، اِيَ آڳي جو عَجَبُ،
اِيُ سائينءَ جو سَبَبُ، جئن ٻُڏا اُڪاري ٻارِ مان.
(سريراڳ، ٢ ـ ١٦)

(۳۲)

هِڪِي ٻانهي چِٽَ ۾، ٻِي صاحِبُ سَنواري،
ڏَنگي هن درياهَ مان، هَلائي هاڪاري،
تَرازُو تاري، سُتَڙِ سِيپِئِي ڪري.
(سريراڳ، ٢ ـ ١٥)

(۳۳)

هِڪِي ٻانهي چِٽَ ۾، ٻِي ڪري جوڙَ جَبارُ،
ڪِڍِي اُونهي ڪُنَ مان، اِي آڳي جو آڌارُ،
جَهازُ جوهَرِيَنِ جو، تنهنکي پِوَ نه ڏي پَنارُ،
ننڍا وڏا مَڪُڙا، سڀ پَسَندا پارُ،
جيڏانهن منهن مَديني جو، سُڄي مُحَمَّدُ موچارُ،
سڀاجهو سَتارُ، سُتَڙِ سِيپِئِي ڪري.
(سريراڳ، ٢ ـ ١٩)

(۳۴)

هَلندي هوتَ پُنهونءَ ڏي، کُهجَنِ کي کُوتِيُون،
پَهڻُ تنين پَٽُ ٿِئي، جي لَءِ لالَنَ لُوتِيُون،
سَڀِ سَهيلِيُون سکَ کي، چُنجهُون ۽ چُوتِيُون،
ٻانِيَنِ! تِيُ ٻُوتِيُون، ته ڪُتا ڪِيَنِئِي ڪيچَ جا.
(معذوري، ١ ـ ١)

(۳۵)

هَلَڻُ سَهان نه هوتَ جو، وَڃَڻُ آئُون گهورِيان،
هُونَ هَميشه هِتَهِين، ته ڏُونگَرُ ڪوهُ ڏورِيان؟
آڪِينِ سان اورِيان، پَسان شالَ پُنهونءَ کي!
(ڪوهياري، ٤ ـ ٣)

(٣٦)

هَلَڻُ سَهان نہ هوتَ جو، وَڃَڻُ مَ واريو،
رَهو راتِ ڀَنڀورَ ۾، گهڙي هِتِ گهاريو،
مَعذُورِ مَ ماريو، سِڪي جنهن سَڱُ ڪيو.

(ڪوهياري، ٤ ـ ٥)

(٣٧)

هَلَڻُ سَهان نہ هوتَ جو، وَڃَڻُ مُون نہ وَسِ،
اَللهَ! آريچَنِ جي، گولِي ميڙِئين گَسِ،
پرين، پَنهوارَ! تو پُڇان، ڏُونگَرَيا! مُون ڏَسِ،
اَکِيُنِ جي آرَسِ، مُنڊَ جيهائي جوڙَ ڪِي!

(ڪوهياري، ٤ ـ ٤)

(٣٨)

هَلو، هَلو ڪاڪِ تَڙين، جِتي گهَڙجي نِينهُن،
نہ ڪا راتِ نہ ڏِينهُن، سَيُڪو پَسي پريئَ کي.

(مومل راڻو، ٢ ـ ٩)

(٣٩)

هَلو، هَلو ڪاڪِ تَڙين، جِتي نِينهَن اُڇَلَ،
نہ ڪا جَهلَ نہ پَلَ، سَيُڪو پَسي پريئَ کي.

(مومل راڻو، ٢ ـ ٨)

(٤٠)

هَلو، هَلو ڪاڪِ تَڙين، چَرُو جِتِ چَڙهَنِ،
ڪوڙين رَنگِ رَچَنِ، پانوڙيءَ پڪَ سين.

(مومل راڻو، ٢ ـ ١٠)

(٤١)

هَلو ۽ مَلهو، ڏُکُ مَ پَسو، ڏوتِيا!
سُونهون جو ساٿُ جو، سو مُون هوتُ سَلو،
آن بہ تِئي پَلو، آئُون پڻ گڏجان پريئَ کي.

(حسيني، ٨ ـ ١٨)

(٤٢)

هَلُ هنئين سي هوتَ ڏي، پيرين پَنڌُ وِسارِ،
قاصِدائي ڪارِ، ڪِينَ رَساٽي ڪيچَ کي.

(سسئي آبري، ٣ ـ ١١)

(٤٣)

هَلُ هِنئين سين هوتَ ڏي، پيرين ڪَر مَ پَنڌُ،
رائِي پُڇُ مَ رَندُ، رِڙهُ رُوحاني سَسُئِي!

(سسئي آبري، ٣ ـ ١٢)

(٤٤)

هَلُ هِنئين سين هوتَ ڏي، ڇِپَرِ چُلُ مَ تون،
مَنجهان لَڏو مون، ڪوهِيارو ڪيچَ ڏٽي.

(سسئي آبري، ٣ ـ ١٤)

(٤٥)

هَلُ هِنئين سين هوتَ ڏي، ڇِپَرِ هَڏَ مَ چُلُ،
آرِياٽي اَمُلُ، ڪايا ۾ ڪانڌَ ٿيو.

(سسئي آبري، ٣ ـ ١٣)

(٤٦)

هَلُ هِنئين سين هوتَ ڏي، سِسي ڪَٽُ مَ سانُ،
جِنين پانيو پاڻُ، سي آرِياٽيان اوري رَهِيُون.

(سسئي آبري، ٣ ـ ١٥)

(٤٧)

هُنَ پِرِ سُيَمِ هاکَ، سُتي سَنپارَنِ جي،
مُحَبَتِي ميهارَ جي، چَڙَنِ چورِيا چاکَ،
اُنهيءَ جيَ اوطاقَ، وِڃڻ واجبُ مُون پيو.

(سهڻي، ٤ ـ ٩)

(٤٨)

هُنَ پِرِ سُيَمِ هُوءِ، سُتي سَنپارَنِ جي،
چِٽُ چَڙَنِ چورِيو، جَئَنکَ ٽِيڙَمِ جوءِ،

مُحَبّتيَ ميهارَ جي. باللهِ پيتم بوءِ،
وِجي روءِ بَروءِ، ديکيان دوستَ ميهارَ کي.
(سهڻي، ٤ ـ ٨)

(٤٩)

هُنَ تاري، هُنَ جاءِ، هُت منهنجا سُپرين،
سَجَڻَ ماکيءَ ساءِ، کَؤڙا تين نہ کڏهين.
(کنبات، ١ ـ ٢٥)

(٥٠)

هُنَ تاري، هُنَ هَنڌِ، هُت منهنجا سُپرين،
سَجَڻَ ماکِيءَ مَنڌِ، کَؤڙا تين نہ کڏهين.
(کنبات، ١ ـ ٢٣)

(٥١)

هُنَ تاري، هُنَ هيٺ، هُت منهنجا سُپرين،
سَجَڻَ ماکيءَ ميٺِ، کَؤڙا تين نہ کڏهين.
(کنبات، ١ ـ ٢٤)

(٥٢)

هِنَ پارِ، نہ هُنَّ، ويچارِي وَهَ وِچ ۾!
نِيَڄُ نِهاري نہ گهڙي، تنهن ۾ پيس تُنَّ،
اَللهُ! ساڻُ اَمُنَّ، آران کنهن اُکارِئين.
(سهڻي، ٦ ـ ١٧)

(٥٣)

هَنجَ مِڙيئي هَنجَ، ميرو مَنجهِن ناهِ کو،
جِتي رَهَنِ سَنجهہ، سو سَرُ کَنِ سُرهو.
(ڪارايل، ١ ـ ٢٧)

(٥٤)

هَنجَن سين هيکارَ، جي گَڻَ کَري نِهارِئين،
بَگهنِ ساڻ بيهارَ، بيلهہَ نہ بَڌين کَڏهين.
(ڪارايل، ١٠ ـ ١٢)

(٥٥)

هِنَ مُندَ مارُو سَنَرا، جيائي جالِين،
چاريو لَنبَ، لَطِيفُ چئي، واڳيين وهارين،
کيتائي کاهِينِ: مِينهَن وَسَندا، موٽُ تُون.
(مارئي، ٩ ـ ٨)

(٥٦)

هِنَ مُندَ مارو سَنَرا، ڍِنگَرَ ڍارَ رَهَنِ،
پاٽي پوُجَ پَٽَنِ ۾، پَکي پاندِ پيَنِ،
هِنَ کي لوهَ، لَطِيفُ چئي، هوءِ کاٿُرَ مَنجهہ کَلَنِ،
کاٿُونبا کاڄَنِ: مِينهَن وَسَندا، موٽُ تُون.
(مارئي، ٩ ـ ٦)

(٥٧)

هِنَ مُندَ مارُو سَنَرا، ساڙِيہَ مَنجهہ سُڌِيرَ،
هِنَ کي لوهَ، لَطِيفُ چئي، کوئِيِن اَنَدرِ کيرَ،
ميها مَنجهہ مَلِيرَ: مِينهَن وَسَندا، موٽُ تُون.
(مارئي، ٩ ـ ٧)

(٥٨)

هِنَ مُندَ مارُو سَنَرا، کاٿُرَ ۾ خُوشحالَ،
سائُون، سِيارِڇُ، مَکِڻي، جيڏِيُون! آٽِن جالَ،
سَٽيءَ جِي، سَيّدُ چئي، کا ساڙِيہَ مَنجهہ سنيالَ؟
لَڳَنِ تان، لَطِيفُ چئي، لوئِي لاهِ مَ لالَ!
پَلو کَندو پالَ، مِينهَن وَسَندا، موٽُ تُون.
(مارئي، ٩ ـ ٥)

(٥٩)

هِنَ مُندَ مارُو سَنَرا، ويڙهين وَڳَ وارِين،
ڇِچِيا چيکارِيو چيلڙا، پَٽين پَهرائِين،
نيڻَ مُنهنجا اُنَ کي، جَهجهو جَرُ هارِين،
تاڙا تَنوارِين: مِينهَن وَسَندا، موٽُ تُون.
(مارئي، ٩ ـ ٤)

(٦٠)
هَلَندي هاڙهو مَٽي، ڏکَن مُنهنجا ڏوهَ،
هو اوچِنَ سِر اُنَن تي، هِيءَ پَندِ پَڇاڙي پوءِ،
ليڙَن ري، لَطِيفُ چئي، ڪِيئَن ڪَرِينديَس ڪوهَ؟
اڳيان رائو سُجي روهَ، وِهان تان نہ وَسِ پيو.
(معذوري، ٣ ـ ٢)

(٦١)
هَلَندي هاڙهو مَٽي، سِسي ڏِينديَس ساهُ،
لِڳَن تان، لَطِيفُ چئي، پاري نِيَمِ پاهُ،
ڪندو باجهَ اَللهُ، وِهان تان نہ وَسِ پيو.
(معذوري، ٣ ـ ٣)

(٦٢)
هَلندي هاڙهو مَٽي، ڪَرَنُ ڪوهَ پيامِ،
اَرڏا آرِيءَ جامَ ريَ، گُوندَرَ گُذرِيامِ،
لَڪِيوُن، لَڪَ، لَطِيفُ چئي، اورانگهَنُ آيامِ،
پُرَنُ پُنهونءَ پُٺِ ۾، اِيَ سَعادَتَ سَندِيامِ،
مَٿسِ ڪَمَر وِڌامِ، وِهان تان نہ وَسِ پيو.
(معذوري، ٣ ـ ١)

(٦٣)
هَلَندي هاڙهو مَٽي، گسان تان مَر گُسان،
لَڪَنِ تان، لَطِيفُ چئي، رِڙهي مانَ رَسان،
پُنهون شالَ پَسان، وِهان تان نہ وَسِ پيو.
(معذوري، ٣ ـ ٤)

(٦٤)
هِنئَڙو بيڙِيءَ جان، ڏُتَڙ پئي ڏينهن تيا!
پُڇيو تان نہ پِريان، ڪَرَلاهوُ تِي ڪڏهين.
(ساموندي، ١ ـ ٢٤)

(٦٥)
هِنئَڙي حُجُون ڇڏيون، قُوَّتَ رهِيَمِ ڪانَ،
مون تي مونَجِ، مون پِرِين! ساهَڙَ ڄامَ سُڄانَ!
آهيان گهٽو اَڄانَ، پِرُ، پَليرا سُپِرين!
(سهڻي، ٨ ـ ٢٢)

(٦٦)
هِنئَڙي سجڻَ سارِيا، ڪٿي هوندَمِ هيرَ؟
اَڇي لالَنَ! نہ ڏئين، مٿي پلنگَن پيرَ؟
تَي ورُونهِڻَ ويرَ، ڳُجُهہ ڳَرهيان ڪن سين.
(ڪنيات، ٢ ـ ١٠)

(٦٧)
هَنُ، حبيبَ! هَٿُ ڪٽي، بَنگان لهي بانُ،
ماڳهين مون مِنهُن تِئي، جهوليءَ وِجهان پانُ،
اِنَ پَرِ ساجَنَ سانُ، مانَ مُقابلو مون تِئي.
(يمن ڪلياڻ، ١ ـ ٨)

(٦٨)
هَنُ، حبيبَ! هٿُ ڪٽي، تيڪِ مَر، تورو لاءِ،
پِريَم! تنهنجي گهاءِ، مَران تہ مانُ لهان.
(يمن ڪلياڻ، ١ ـ ٦)

(٦٩)
هَنُ، حبيبَ! هَٿُ ڪٽي، دِل ۾ ڏِيري دانهَن،
ڪُڇان تان ڪُوڪَ تِئي، صبرُ آئون نہ سهان،
ڪنهن ڪي لِئَن چوان، تہ مونکي ماريو سڄَڻين.
(يمن ڪلياڻ، ١ ـ ٧)

(٧٠)
هَٽندي ٽِڪَرِ هَٿَ، هِنئَڙي حُجُون ڇڏيون،
لَڪُ لَهرن گڏيو، موجُون وَريُون مَٿَ،
نِيَمِ ڪُنَّ قُوَّتَ، پِرُ، پَليرا سُپِرين!
(سهڻي، ٨ ـ ٢١)

(٧١)

هَٽُ، هَڪِلَڻُ، ٻيلِي سارَڻُ؛ مانجهيان اِيُ مَرڪُ،
وجهَن تان نہ فَرَقُ، رُڪَ وَهنديءَ راندِ ۾.

(ڪيڏارو، ٣ ـ ٤)

(٧٢)

هٽين جي حَبيبَ! محبتِي مَيا ڪري،
پُڇان ڪِينَ طبيبَ، هوند گهٽڻِ سين تِي گهاريان.

(ڪلياڻ، ١ ـ ١٠)

(٧٣)

هوتُ تُنهنجي هَنجَ ۾، پُڇِين ڪوهُ پَريانُ؟
'وَنَحْنُ اَقْرَبُ اِلَيهِ مِنْ حَبْلِ الْوَرِيْدِ'، تُنهنجو توهين سانُ،
پنهنجو آهي پاڻُ، آڏو عَجيبَنِ ڪي.

(سسئي آبري، ٥ ـ ١٣)

(٧٤)

هوتُ تُنهنجي هَنجَ ۾، پُڇِين ڪوهُ پَهي؟
'وَفِي اَنْفُسِكُمْ اَفَلا تُبْصِرُوْنَ'، سُوجهي ڪَر سَهي،
ڪڏهِن ڪانہ وَهي، هوتُ ڳولَڻَ هَٿَ تي.

(سسئي آبري، ٥ ـ ١٢)

(٧٥)

هوتُ نہ ڏِنائُون، ڏوهُ نہ ڏِيان جيڏِين،
مُون جِئَن رُنائُون، مَٿي ڪَيو هَٿڙا.

(حسيني، ١٢ ـ ٢)

(٧٦)

هُو پِڻُ ڪونهي هِنَ رِيَ، هِيُ نہ هُنهان ڌارَ،
"اَلاِنْسانُ سِرِيَ وَاَنَا سِرُهُ"، پَرِوُڙِج پَچارَ،
ڪَندا وِيا تَنوارَ، عالِمَ عارِفَ اَهڙِي.

(آسا، ١ ـ ٧)

(٧٧)

هُو جي ٽِيا هَرِڪيسَ، تِنِ لَڳِي ڪِينَ لِباسَ سين،
وَتَنِ وِلَهي ويسَ، لاهوُتِي لَطِيفُ چئي.

(رامڪلي، ٩ ـ ٣٥)

(٧٨)

هُو جي ڪَنَ ڪَپارَ جا، سُوڌو سي نہ سُٽِينِ،
اَندَرِ جي آهِينِ، سُڻُ سَنيهو اُنِ سين.

(رامڪلي، ٤ ـ ٢٢)

(٧٩)

هو چونئِي، تون مَ چئِ، واتان وَرائِي،
اَڳِ اَڳِرائِي جو ڪري، خطا سو ڪائي،
پاندَ ۾ پائي، ويو ڪِيني وارو ڪِينَ ڪِي.

(يمن ڪلياڻ، ٨ ـ ١٦)

(٨٠)

هو چونئِي، تون مَ چئِ، واتان ورائي وِيڻُ،
سِيني سين سيّدُ چئي، مَنُ ماري ڪر مِيڻُ،
ڪاندِ وڏيائي ڪيڻُ، ڪِيني منجهان ڪين ٿئي.

(يمن ڪلياڻ، ٨ ـ ١٧)

(٨١)

هوڏانهن هُنِ هاڪارِيو، هيڏانهن هِي هَٽَنِ،
سُرنايُون ۽ سُنڌڙا، ٻنِين پارِ ٻُرَنِ،
گهوٽَنِ ۽ گهوڙَنِ، رِنَ ۾ لائُون لَڏِيُون.

(ڪيڏارو، ٣ ـ ٦)

(٨٢)

هوڏ ڇَڏِي هوڏِي، جي مان گهر اَچين، سُپرين!
ڳالِهيُون ڳُجَهہ اَندَرَ جُون، تَنَ ڳُهريُون تو ڏي،
جي وِهِين ڳَڏُ گوڏِي، تہ ڏوَرَ سُٽايَنِ دِلِ جا.

(برو سنڌي، ١ ـ ٢٣)

(۸۳)

هُو ڏوتي، هُو ڏِينهَن، هُو ڏُونگَر، هُو لَڪِيُون،
ڪَنهن جَنهن لِڱا نِينهَن، پِٽا لُوسَنِ لُڪَ ۾.

(ڪاهوڙي، ۱ ـ ۷)

(۸۴)

هورِنِ هاڙهو لَنگهِيو، ٿِيُ جرِيدِي، جوءِ!
هُوِنڊ جِنِين سين هوءِ، هوتُ نہ هُونڊو تن سين.

(معذوري، ۲ ـ ۹)

(۸۵)

هورِنِ هاڙهو لَنگهِيو، ڳوريُون ٿِيُون ڳَمِنِ،
هاڃي تنهن هَڃَنِ، ڏاران سِڪَ، سَيّدُ چئي.

(معذوري، ۲ ـ ۱۲)

(۸۶)

هورِنِ هاڙهو لَنگهِيو، ڳوريُون پاسي ڳوٺَ،
ڪيچِ تِنِين کي ڪوٺَ، ’ڪِينَ‘ جِنين جي ڪَڇَ ۾.

(معذوري، ۲ ـ ۱۱)

(۸۷)

هورِنِ هاڙهو لَنگهِيو، مُنِي! مُوسَتُ چَڏِ،
’لا‘ سين اُٿي لَڏِ، ’ڪِينَ‘ رسائي ڪيچَ کي.

(معذوري، ۲ ـ ۱۰)

(۸۸)

هوندو هَڏَ مَ رَکُ، لاءِ پيباڪن پانهنجو،
وَنِي واتاڙئن کي، تان پياري پَرَکُ،
سا ٖلِڪَ لهي ٿي لَکُ، جا تو ايندي اُن سين.

(يمن ڪلياڻ، ۴ ـ ۸)

(۸۹)

هوندو هَڏِ مَ سَنڌِ، لاءِ پيباڪَن پانهنجو،
پوڄَ پيارج پَنهيڙا، ويندا وٺيو ڪنڌِ،
تہ هَٿَ تنهنجي هَنڌِ، موکي! ڪو مانُ لهي.

(يمن ڪلياڻ، ۴ ـ ۷)

(۹۰)

هُونڊيان هوتُ پَري، اوڏو آه اَنَ هُونڊ کي،
ساڄَنُ تن سَري، ’لا‘ سين لَڏِينِ جي.

(معذوري، ۲ ـ ۷)

(۹۱)

هُوءَ جا گهوري گهوٽَ جي، تنهن کي چَري چَونِ،
اُگهاڙيُون آتَنَ ۾، هوتَ پُڄاڻا هُونِ،
پَرا تِنين پَونِ، ڏِنو جن اَکِيُنِ سين.

(حسيني، ۱۲ ـ ۲۸)

(۹۲)

هُوءِ جي سُورَ سُڄَنِ، سي مُون پينگهي ۾ پرائِيا،
سانڍِيياسِ سُکَنِ، سُورَنِ ڪارَڻِ، سَرَتِيُون!

(حسيني، ۱۰ ـ ۱۵)

(۹۳)

هُئِي، جي نہ هُئِي: تہ بہ پانهي پاروچَنِ جي،
اِنَ سَگَ مُقابِل سَسُئِي، سَندِيَنِ ٿي سُئِي،
هُن تان لَڄَ لَئِي، هِنَ جو هَلَنَ هوتَ ڏي.

(ڪوهياري، ۳ ـ ۹)

(۹۴)

هُئِي طالِبِ حَقَّ جي، توڏي لاکُون توڙِ،
نہ مَلاحُ نہ مَڪُڙِي، نڪي ٻَڏِي نوڙِ،
پاٽِي پِنيءَ پوڙِ، سُهِٽِيءَ ليکي سِيرَ ۾.

(سهڻي، ۳ ـ ۶)

(۹۵)

هُئِين تہ ويڄنِ وَتِ، تون ڪئَن جِيءَ جَڏو ٿِئين؟
سِرُ ڏِيئي ۾ سَتِ، ڪُهُ نہ ڪَيءِ دِبَـڙا؟

(يمن ڪلياڻ، ۲ ـ ۱۵)

(٩٦)

هُئين وَسِيلو وِچَ ۾، ڪانگَلَ! پاڙيئي ڪانَ،
اُتُئي ڪِينَ عَجِيبَ ڪي، ظاهِرُ ساڻُ زبانَ،
توڙِ پُهتين تان نہ، اوريان ئي آٽيو ڏِئين.

(پورب، ١ ـ ٢٢)

(٩٧)

هُئي هدايَتَ حُرَ کي، اَزَلَ ۾ اَصلا،
چڙهي آئيو جَنگِ تي، هَلِي هُنَ پارا،
ايندي ڇيائين اِمامَ کي: "گهوريُس آن مَتاءِ"،
"لاَيُڪَلِّفُ اللّٰهُ نَفساً اِلاَّ وُسْعَهَا"، جيڪا پُڄنديَم سا،
گهوٽَ بہ لَڳا گهاءَ، سو پڻ شيرُ شَهِيدُ ٿيو.

(ڪيڏارو، ٥ ـ ٧)

(٩٨)

هُئِينءَ تہ گهٽو هوشِيارُ؟ ڪَلَ بہ هُيءِ ڪانڌَ جِي؟
تو يانيو موچارِي ٿِيان، ڳِڇيءَ پائي هارُ؟
ڪانڌَ ڪُوڙِيءَ جو نہ وَٽي، سَئِين پَٽين سِينگارُ،
وَهَمَ لَهي وِينجهارُ، دِليُون پَرکي داسڙو.

(ليلا چنيسر، ٢ ـ ٣)

(٩٩)

هئي! ٻَرا! اَڱارن، ٻڏاهين ٻرن جي،
هڪُ ڪُوري ڪانئا، ٻيو ڏُوڏي منجهہ ڏَڳن،
پاٽان لُهارن، ميڙي رکيا مچ ليءِ!

(يمن ڪلياڻ، ٣ ـ ٢٢)

(١٠٠)

هي تان ٿورڙيُون، جي تُون، پورا! پَسي پُلئين،
راتِيُون پِيُون گهٽِيُون، جي تو اِينديُون هيڪلي.

(ڏهر، ٣ ـ ١٢)

(١٠١)

هيءِ! تو وِجي هوتُ، آئُون ڪِ اَڳِيَرِي ٿِيان،
مَتان چوءِ بَلوچُ، "ڪَمِيٽِيءَ مان ڪِينَ ٿِيو".

(حسيني، ١١ ـ ١٥)

(١٠٢)

هيتِ جَرُ، مَتي مَجَرُ، پاسي پِرِين سَندامِ،
ڪوڙِيين ڪاچَ سِڌامِ، اَنَّ سِڌو ڪونَ رَهِيو.

(ڪاموڏ، ٢ ـ ٤)

(١٠٣)

هيتِ جَرُ، مَتي مَجَرُ، پاسي ۾ وَٿراهَ،
اَچي وَجي وِچَ ۾، تَماچِيءَ جي ساءَ،
لَڳي اُتَرَ واءَ، ڪِنجُهرُ هِندورو ٿئي.

(ڪاموڏ، ٢ ـ ٣)

(١٠٤)

هيتِ جَرُ، مَتي مَجَرُ، ڪَنڌِيءَ ڪَوَنرَ تَرَنِ،
وَرِئي واهُونڌَنِ، ڪِنجُهرُ ڪَتُورِي ٿئي.

(ڪاموڏ، ٢ ـ ٥)

(١٠٥)

هي جي آيا هيرَ، سي مُون آڳُ نہ ڏٺا ڪَڏهِين،
آئُون تَرسان، هُو تَکِڙا، پَٽِ نہ لائين پيرَ،
پَنہوِلِيَسِ بَرَنِ ۾، پَسي پِينڊِيُن پيرَ،
آءُ، آرِياڻي! اُسري، تي واهَرَ جي وِيرَ،
هِيَ ڪَمِيٽي ڪيرَ؟ تون، پارِسَ! رَسِج پَبَ ۾.

(ديسي، ١ ـ ٢١)

(١٠٦)

هَيءِ! جي هُئا هانِ، تہ مَتِن هُوندَ حَقُ ٿِيو،
پيهي وِيا پاڻَ، اَڏيا مَڙهَ مارِين مُون.

(رامڪلي، ٨ ـ ١٨)

(۱۰۷)

هَيءِ! جي هُتا هتِ، تہ مَتِنِ هُوندَ حَقُ تِيو،
مَٽيُون، مُورَتَ، مَتِ، مانَ وِسريُون کِي لَهان.
(رامڪلي، ۸ ـ ۱۷)

(۱۰۸)

هيجُ نہ هوندو جَنِ، سي ڪِيئَن وِندُرِ ويندِيُون؟
وِهو وِچِ رَهَنِ، سَهسين سَڏَنِ وارِيُون.
(سسئي آبري، ۴ ـ ۱)

(۱۰۹)

هيرائي هَٿَ ڪَيو، هِنئڙو حَبِيبَنِ،
ٻَڌي ڪَچِيءَ تَندُ ۾، سَلِهاڙيو سيڻَنِ،
جُہ وِڏا پيچَ پِريَنِ، تہ هنئڙو هَٽيڪو ٿِيو.
(بروو سنڌي، ۱ ـ ۱۵)

(۱۱۰)

هُيَسِ جي آئُون، پانهي پاروچَنِ جي،
هُوندَ نہ ڇَڏِياٿُون، ڏُکيءَ کي ڏُکَنِ ۾.
(حسيني، ۴ ـ ۲)

(۱۱۱)

هُيَسِ جي سِياءِ، تہ ڪَيُمِ ڏُکُ ڏيرَنِ تي،
اَدَبَ وچان اُنِ سين، ڳالهِ نہ ڪَيَمِ ڪاءِ،
ذاتِ مُنهنجِي، ماءِ! ڪَچو تِي ڪيچِيُنِ کي.
(حسيني، ۴ ـ ۴)

(۱۱۲)

هي سَجَڻَ سيئي، جي مون ڪوڏِ نِهارِيا،
اِيندَم جان پيهي، تہ سَڀِ لاهِيندَمِ ڏُکَڙا.
(سامونڊي، ۱ ـ ۳۷)

(۱۱۳)

هُيَسِ هندورَنِ ۾، پِيَيمِ ڪانَہ پَرُوڙِ،
مَٽئي سَندي مامِري، ڪوجهي وِڌِيَسِ ڪُوڙِ،
سامُهان ٿِيَمِ سُوَرَ، وِيو وِلَنِي وَلَهو!
(ليلا چنيسر، ۲ ـ ۱۰)

(۱۱۴)

هِيَ گَسي، هِيُ گَسُ: هِيُ پَهَڻُ، هِيُ پيچَرو،
ويچارِيءَ وَڏو ڪيو، ويندَن پُنيءَ وَسُ،
ليڙَن جو، لَطِيفُ چئي، ڏُونگَرِ آتِيئي ڏَسُ،
جَڳَ ۾ رَهِيُسِ جَسُ، سَگِرِ تي سَردارَ جي.
(سسئي آبري، ۸ ـ ۱۴)

(۱۱۵)

هيڪانديءَ هوئِي، اُتِي راتِ رَوان ٿِيا،
ساهُ سَگِي ۾ سُورَ جي، پُنهون وِيو پوئِي،
رَهُ، قَضا! دَمُ ڪوئِي، تہ هيڪَرَ هيڪانڊي ٿِيان.
(سسئي آبري، ۷ ـ ۴)

(۱۱۶)

هيڪُ جِئَن نہ چاياسِ، پِيو چاپَندي جي مَران!
گَهنگهرُ گهٽو ٿِياسِ، چاپِي مارُوئَڙَنِ کي!
(مارئي، ٦ ـ ۴)

(۱۱۷)

هيڪَرَ هُتَہُ ڇَڏِ، تہ اوڏي تِئين عَجِيبَ کي،
’مَارَ اَيۡتُ شَيۡئًا اِلاَّ وَرَاَيۡتُ اللّٰہ‘، نيئي اَجها اوڏانهين اَڏِ،
تہ هوتُ توهِين ڪان هَڏِ، پِرِين پاسي نہ ٿِئي.
(سسئي آبري، ۵ ـ ۱۱)

(۱۱۸)

هيڪِلِيائي هاڻِ، پُورِينديَسِ پُنهونءَ ڏي،
ڪَنديَسِ ڪوهيارَلَ سين، رچي رُوحَ رِهاڻِ،

رُلي چُلي چِپرين، ڪَنهن پَر لاهيان ڪاڻ،
آهيان گهٽو اَجاڻ، پَرَ سُورَ پِريان جا ساڻُ مُون.
*(سسئي آبري، ٩ – ١٢)*

(١١٩)

هيڪليائي هيلَ، پُورِيندِيَس پُنهونءَ ڏي،
آڏا ڏُونگَرَ لَڪِيُون، سُورِيُون سُڄَڻِ سيلَ،
تہ ڪَرَ بيلي آهِن پيلَ، جي سُورَ پِريان جا ساڻُ مُون.
*(سسئي آبري، ٩ – ١٣)*

(١٢٠)

هي ڪَنَ ڳاڙها وِڪٽي، ڪَنَ ڪي پيا ڳُنهيج،
تِنين ساڻُ سُٽيج، سُپيرِيان جي ڳالَهڙي.
*(رامڪلي، ٤ – ٢٣)*

(١٢١)

هِيُ مُنهُن ڏيئي، پَنّ، تُون وِهُ ڪائي نہ مَرين؟
تان جي مَلِيرَ جائِيُون، تو سين سَنگُ نہ ڪَنِ،
تُون ڪِئَن مَنجهان تَنِ، پاڻُ ڪونائين؟ مارُئي!
*(مارئي، ٦ – ٥)*

(١٢٢)

هِي هَندَ، پيٽيُون هاڻ، ساڙيان سَپ ڏيهيُن ريَ،
"ڪُلُ شَيءٍ يَرجِعُ اِليٰ اَصلِہٖ"، تِي جهجان جهانگيُن ڪاڻ،
پِري پَنهنجي ياڻ، پَسان مُلڪُ مَليرَ جو!
*(مارئي، ١ – ١٤)*

(١٢٣)

"هَيءِ! هَيءِ!" ڪَيو "هاءِ!"، تِي پاڻ هَٽي سِرُ پاهِٽين،
لَڏائين، لَطيفُ چئي، جوءِ جَتَنِ جي جاءِ،
شُڪُرَ، بارِ! سَنداءِ، سُتاٽي ساٿِ مڙي.
*(ديسي، ٢ – ١٤)*

(١٢٤)

هَيءِ هَيءِ! وَهي هاءِ، مَنَ ۾ محبوبَنِ جي!
جيرا جوشَ جَلائِيا، ٻُڪين ٻَري باهِ!
پَسو مَچَ مَتاءِ، جي ويساهَ نہ وسَهو!
*(يمن ڪلياڻ، ٣ – ١)*

(١٢٥)

هَيءِ هَيءِ! وَهي هُوءِ، مَنَ ۾ محبوبنِ جي!
جيرا جوشَ جَلائِيا، ٻُڪين مُڪي ٻُوءِ!
اَچي پَسو رُوءِ، جي ويساهِ نہ وسَهو!
*(يمن ڪلياڻ، ٣ – ٢)*

(١٢٦)

هِيءَ هَڏِ وِهاٽي، تُون ڪَڙهُ ڪالَهُوٽي ڏِينهَن ڪي،
اُتي اور اَرٽَ سين، ويهُ مَ، ويڳاٽي!
تہ صَرافَ سُپاٽي، موٽائي هَٽَنئي نہ مُنهَن ۾.
*(ڪاپائتي ١ – ٥)*

(١٢٧)

هِيءَ هَڏِ وِهاٽي، جان ڪَتين تان ڪَٽُ،
ڪو پَنهنجِي عيدَ ڪي، پيري ڪَج پَرَٽُ،
مَتان روئين رَٽُ، صُباحَ وِچِ سَرَتيين.
*(ڪاپائتي ١ – ٤)*

## وائي- ١

هانَ اِيندو، اَلا! مُنهنجو سَجَڻُ شالَ اِيندو.
آڳُر لائي اَنڊِيُون، وَڃي وَسَنُّن ۾ وڃهندو،
نماڻيءَ جو نِجُهرو، پاسي پانَ اَڏِيندو،
مَٿان لَکَنِ ساٽُڙو، صَحِيح سَلامَتَ نِيندو،
مَهَندِ ٿِيندو مُصطفيٰ، پُنيءَ لوڪُ لنگهيندو،
اَچي عَبدُاللّطِيفُ کي، دوسُ دِلاسا ڏِيندو.
(ٻروو سنڌي، ٢ _ وائي٢)

## وائي- ٢

هتان ٿي هَلَنديَس، مِيان! سامُهين سارُيءَ ڏي،
وَڏا پيندا پَنڌَ جا، مَنزَلَ ماٽِينديَس، مِيان!
اَلاهَرَ عَجِيبَ کي، لَکَنِ مان لَهَنديَس، مِيان!
جيڏِيُون! جوڙُ جَتَنِ جو، جڏهين آئُون ٿِينديَس، مِيان!
حُجائتا هوتَ کي، ڏوراپا ڏِينديَس، مِيان!
فَريادِيُون فِراقَ جُون، پُنهَلَ کي چَونديَس، مِيان!
اَدِيُون! عَبدُاللّطِيفُ چئي، مَنهِن آئُون مِلَنديَس، مِيان!
(حسيني، ٩ _ وائي)

## وائي- ٣

هَلُ هوتَنِ کارڻ حالَ، شالَ سَگهُر ٿِينديڻءَ ساڻَ جي!
پيرَ پنهنجي پرينءَ لَءِ، کوڙ رَتائين کالَ،
چڙهندي سِرِ چوٽِئين، لَکَنِ کِيڙُس لالَ،
جي پائِين جَتَنِ جي، ويجهي ٿِيا وِصالَ،
پُري پَبَ وَرَّن ۾، وِجهج کا وَڙالَ،
کيچان آيو قافلو، مَيَن مَٿي مالَ،
اِينديءِ بُوءِ بوتَنِ جي، تون جَهلج پَبَ پيالَ،
جِتي جمازَن کي، جَبَلَ ٿِين جَنجالَ،
پُڇِي پيادُيَن کي، اُتِ آرياڻي اَحوالَ،
اَدِيُون! عَبدُاللّطِيفُ چئي، سَجَڻَ مِلَندَمِ شالَ!
(معذوري، ٢ _ وائي)

## وائي- ٤

هِنئڙو ٿو هُنِ ساري، مُنهنجو ساهُ سَيّدَ کي ٿو ساري،
جيڏِيُون! آئُون هَلَندي، ويندي هوتَ ڏي،
سَرَتِيُون! آئُون کَهَندي، ويندي کيچَ ڏي.
هوتَنِ هَلَڻُ مَنَ ۾، کيرَ گهڙيِ هتِ گهاري؟
آسَرَ پَري آهِيان، مانَ واحِدُ آڻِينِ واري!
پَنڌُ اَڙانگا پَٽئين، مُون کي کوهِيارو ٿو کاري،
سَچو سُخَنُ سُپرِين، مانَ پُنهَلُ پَنهنجو پاڙي!
چيرو اَندَرِ چِندَڙي، وِيو پاروچَلُ ٻاري!
وڏا کَمَ کَرِيمَ تي، هن ويچاريءَ واري،
اَدِيُون! عَبدُاللّطِيفُ چئي، وِهَندَمِ کِينَ وِساري.
(ديسي، ٥ _ وائي)

## وائي- ٥

هو اَرمانُ اُنَنِ، مِيان! سَسُئيءَ جي سُورَن لَءِ،
کَجاوا کَرَهَن تي، جوڙيا جالَ جَتَنِ، مِيان!
پيرُ نہ ٽِکَنِ پوءِ تي، ٽا کامُن سان کُتِجَن، مِيان!
مَهارُون مَيَن جُون، واڳُون وَسِ ڏٽين، مِيان!
ٽَکَرَ ۾ ٿُونکارَ تي، صُبُح ساٽِيَڙَن، مِيان!
سانگ نہ تُنهنجو، سَسُئي! هاٽي هوتَ نہ کَنِ، مِيان!
اَدِيُون! عَبدُاللّطِيفُ چئي، سي مَرُ مُحِبَّ مِلَن، مِيان!
(حسيني، ١٠ _ وائي١)

## وائي- ٦

هوتَ سي هَلَڻَ هارا، ووا! جيڏِيُون!
کيئَن کَريان آئُون اُن سين؟
کوءِ پَلَنگَ! ٻَنِ ماڙِيُون! کِيَڻَ سي ٽِيڙَم کارا!
سُونهَن سُپيرِيَن جا، آتَڻَ وَٽِ اوتارا،
وينو ڏئي ڏُکِيَن کي، پُنهون جامُ پوچارا،
آهِيان پَرتِ پُنهونءَ جي، کَنديَسِ کُنرَ کارا،

پيرُ مَ ڇَڏِجِ پِرينءَ جو، هيءِ! هيءِ! هَٿَ آسارا!
ڪيچِيُنِ ڪَرَهَ پَلاڻِيان، مَيا ٽِيڙِمِ مارا،
اَنڌَنِ آهِئين آسِرو، موتِجِ، مُحِبَّ موچارا!
(سسئي آبري، ۸ - وائي)

## وائي - ۷

هوتَنِ بنا ئي، مِيان! دَردَ فِراقَ ني، مِيان!
پُنهون سائينءَ، جيڏِيُون! اَلولو! ماري آهِيان!
اَدِيُون! آرِيچَنِ جي، آئُون نِهوڙِيَس نِفاقَ،
ڏونگَرَ ڏورِيو نہ ٿِئي، مُون وِلَهيءَ کان واڪَ.
(ديسي، ۷ - وائي۲)

## وائي - ۸

هوتَ! نہ پانيُم هِيئَن،
آئُون جا ماري، سَجَڻَ! تُنهنجي نِينهَن،
وو! ڇَڏي تُون کو ڇَپَر ويندين.
لُڪُون لَڳَن ڪوسِيُون، ڏاڍا تَپَن ڏِينهَن،
عِشقَ آريءَ جامَ جي، ڪَيُس نِماڻي نِينهَن،
جُهنگارِيندي جهنگَ ۾، ڏوٿِيَن ڏِنڙي ڏِينهَن،
آن جا ڇَڏي ڇَپَرين، ڪيچ رَسندي ڪِيئَن؟
وَلهيءَ هَٿَ وَسائِيا، سَنداَ مُحَبَتَ مِينهَن،
اَدِيُون! عَبدُاللَطِيفُ چَئي، پَهُچان سيٿَن سِئَن.
(ديسي، ۳ - وائي)

## وائي - ۹

هوتُ نَينان جو دِلبَندُ! پَلو جيڏِيُون!
هيڏي هوڏي سُپرين، ڪاڏي واريان ڪَنڌُ،
چَڙهي ڏاڍاين ڏونگرين، راهَ پُڇايان رَندُ،
ساجَنُ سَيئَنان سُهڻو، سائينءَ جو سوگَندُ،
اَدِيُون! عَبدُاللَطِيفُ چَئي، ميڙِيندَمِ صَمَدُ.
(بروو سنڌي، ۱ - وائي)

## وائي - ۱۰

هوتَ! هوتَ! اي هوتا! ڏِينديَس ماهُ مِرُن کي،
آئُون جرا جيُ ڪَري.
ڏيئِي باهِ پَنيورَ کي، آئُون آيَسِ تو ڳَري،
آرياڻي پُنهونءَ ري، مُون کي، سَرتيُون! تان نہ سَري،
جَندِي پايو جانِ ۾، ڏُکِي ڏُکَ ڏَري،
آءُ اوراهُون، سُپرين! وَڄُ مَ، پِيَّ! پَري،
مُون ڏِني، مُون وِسهو، ورچي تان نہ وَري،
ڏُکيءَ جي ڏيکارِئين، ڏاران مُنهَن مَري،
پيالي پِرِيُن جي، موهِيَسِ ميٺَ ڪَري،
آرِيءَ جي عِشقَ جي، مُون کي اَندَرِ آڳَ بَري،
توکي توءِ نہ ڇَڏِيان، جي وَڃان پُونءِ تَري،
ڏَڙَ وِجهنديَس ڏوُڙَ ۾، مَٿو ڏارَ ڏَري،
هَلَڻُ سُٺي هوتَ جو، ڏُکِي، پَسُ! ڏَري،
پِرين! ڪَٽِج پانهنجِيُون، آڪِيُون باجهہ پَري،
اَدِيُون! عَبدُاللَطِيفُ چَئي، مَنَ ڪا مَهرَ ڪَري.
(حسيني، ۴ - وائي۱)

## وائي - ۱۱

هوئِج هوشيارِ خَبردارِ، تِرڪَڻُ آهي تَڙَ ۾.
ڪَڏُون، ڪُوپا، چِڪَ، چِڪَنديُون، تان ڪِي نَئِي نِهارِ،
آڏيءَ سي آڪُڙَنديُون، آکيُون جن ڪَپارِ،
مُون سُئُو ملاحَنِ کان، تَڙَ اَڙانگا تارِ،
هوتُ هَلنديُن ڪَٽيو، وهَنُ، مُنڊَ! وسارِ،
ڪِهِ آتَڻُ! بَنِ جيڏِيُون! ڏيراڻيُون ڏٿارِ!
پَڪو ڪَٽج پانَ سين، پِرين تنهنجو پارِ،
ويندي واڻاڙَن کي، پَٽيءَ ڪيمَ پَچارِ،
پَونديءَ مُنهن ميهارَ جي، ڏَمَ وَتِ ڏِينهَن مَ گهارِ،
ساهَڙَ کي، سُڻُ، سُهڻي! پَچَلِ آڏي بارِ،

تارِ تَرنديِنءَ، لُڙُ لَنگهنديِنءَ، عِشقَ جي آڏارِ،
پاندُ مَ ڇڏج پرينءَ جو، پهين جي پاتارِ،
ٽِيندءِ سَڌُ ساهَڙَ جو، توڏَي! ٿيُ تيارِ.
(سهڻي، ۹ — وائي)

## وائي- ۱۲

هوءِ جي هَليا هوتَ سوُنهارا،
موُن نہ وَهيٽا، پُنهونءَ سَگٽا.
سَسُئِي پُڇي ساٿَ جا، اوطاقوُن اوتارا،
آن کي ويندا گڏيا؟ آرياڻي اِهَ پارا،
تَليوُن ٿُئِنرَ هَلَويُون، مَيَنِ سِر موچارا،
موُن کي نيندا پاڻَ سين، ڪامِلَ ڪُرَ اُجارا،
اَديُون! عَبدُاللَّطِيفُ چَئي، دوسَ آيا دِلدارا.
(سسئي آبري، ۲ — وائي)

## وائي- ۱۳

هِي جي، هو جي لَڪَ! مون مارِيندا لَڪَ!
يا والي! ڪيڄُ نہ اوڏيءَ ڇَڪَ،
اَنتُ نہ ڏجي عامَ کي، لوڪان ڪجي لِڪَ.
پاڻَ ۾ پارِيُون ڪري، نِينهَن وَهائجي نِڪَ.
(سريراڳ، ۲ — وائي)

## وائي- ۱۴

هيري هَٿُ وِڌائين، ويهي ساٿِيُن وِچَ ۾،
نوازَشِ نُورِيءَ جِي، آهي تَماچِيءَ تائين،
گَندَگِيءَ گوشو ڪيو، عَطَرَ اوتَ اوتِيائين،
اَنڌا، مَندا آئيا، سَخا سَڌُ وِڌائين،
پَسو جُودُ جُوانَ جو، ڪو هَنڌُ ڪونَ مَتِيائين،
قِيمَتَ ڪَميڻَن سين، جَهڙي وَتَ وَتِيائين،
موتِي مَڇيءَ هَٿَ تي، ڪوڏِن جِئَن ڪَڍِيائين،
ماڻڪَ مِياڻِنِ ۾، چِلرَن جِئَن چَتِيائين،
ڏيئِي سونُ سُوالَ ۾، رُپي راندِ ڪَيائِين،
پاڻِيَتِ آڻي پاڻَ سين، لَعلوُن سَڀِ لُٽِيائِين،
فيروزا فَقيرَن تان، گهوري سَڀِ گهورِيائِين،
اُتي، عَبدُاللَّطِيفُ چَئي، اُچلي اَمُلَ ڏِنائِين.
(ڪاموڏ، ۱ — وائي)

## وائي- ۱۵

هي سَڀِ هَلَڻَ هارا، ڪونَ رَهندو ڪو هتِ، جيڏيُون!
اَڏِيا رَهندا اِتَهين، هي سَڀِ ماڳَ موچارا،
جن کي باشاهِيُون بُلَندُ هُيُون، سي وِيا ڇڏي ويچارا،
"ڪُلُّ نَفسٍ ذَائِقَةُ المَوتِ"، سَمجِهج اِهي اِشارا،
داڙُو دَرِّي اُتَهين، بَخشيائِيندو بَدڪارا،
آلا! عَبدُاللَّطِيفُ چَئي، اُتِ سَتّرُ ڪَج، سَتارا!
(ڏهر، ۴ — وائي)

## وائي- ۱۶

هِيَ گهايَلِ هَڏَ گهوري،
ووا آلا! ميان! ڪيچي مُون نہ سَگٽيا.
عِشقَ آريءَ چامَ جي، هِيءَ جُهونڙِي هَڏَ جهوري،
رَهي جا رُجِن ۾، سا ڇِپَر ڇڏيوم ڇوري،
اَديُون! آريچَنِ لَءِ، ڏُونگرَ ٽِينديِس ڏوري.
(معذوري، ۷ — وائي)

# ي

(۱)

يادِ گُرُوُ کَنِ گودَڙِيا، پَرِ بازارِ بينا،
پڙهنِ سوُرَ سُبحانَ جي، پيَنِ تنهن پينا،
جيلان مُنهَن مِينا، تيلان نَشا چاڙِهيائُون نينهَن جا.

*(رامڪلي، ٦ ـ ١٣)*

(۲)

يارُ سَڏائي سَيُڪو، جاني زِباني،
آهي آساني، ڪَمَ پئي تِي ڪَلَ پَوي.

*(بروو سنڌي، ٣ ـ ٣)*

## وائي- ۱

يار سڄڻ جي فراقَ، ڙَي جيڏيُون! آئُون مارِي!
دَرِ دوسَنِ جي ڪَئِين جو هوندا، مُون جيها مُشتاقَ،
جاتي ڪاتي محبوبن جي، آهِ حُسنَ جِي هاڪَ،
سُرمو سَهي ڪر آکين جو، خاص پريان جي خاڪِ،
عبداللّطيف چئي، پرين اَسان جو هميشه آ حُسناڪُ.

*(يمن ڪلياڻ، ٨ ـ وائي)*

## وائي- ۲

ياعَلي! عَلي! سِرِ يـَتِيمَنِ جي آئي!
آيو حُڪُمُ اَللّه جو، يا اِمامَ!
بَنِ وِچوڙو مَوتَ جو، هَيءِ! وو! چارَئي پَهَرُ جُدائي،
آتَرَ پـَتَرَ ميڙي، سائين! اَلا! بيبيءَ ديگ چڙهائي،
جِنين ڪارَڻِ چاڙِهيائِين، سي تان ڪَرِن لَڙائي.

*(ڪيڏارو، ٣ ـ وائي)*

# معنيٰ جي پٽي

## الف

آتڻ: زالن جي چرخي ڪتڻ جي جاءِ، اڱڻ، صحن.
آٽ: سوز ساڙو گداز.
آتن: سڙڻ.
آتي: (آتڻ = رجائڻ) رجائي، ڳاري، ملائي.
آتر پاتر: پھڻ، پٿر.
آتيا: ڳاھت ٿيا، گڏ ٿيا.
آپاتو: اوڦٽو ڏاريون، غير.
آثار: اھڃاڻ، نشان.
آجو: آزاد، ڇٽل.
آجڙين: (واحد: آجڙو) آجڙين ڪي، ڌڪرارن ڪي، ڌڻارن ڪي.
آجڪو: ثمر، قوت، آڌار، پرجھلو.
آچام: تير جو نيشان، ھدف.
آچارا: لھرن جون ليپٽيون، گجي.
آچارو: چم جي ڳوٿري.
آديس: جوڳين جو سلام بندگي.
آديسي: تارڪ فقير.
آڏ ترڇا: ڏنگا ڦڏا، ابتا سبتا.
آڏت: سچ.
آڏ وڏائي: خاص وڏائي، شان.
آر: سير، تک، وھڪرو.
آراڙ: وطن، گھاتو جھنگ.
آراڙي: ڏٿ جو ڪاڏو سادو غريباڻو طعام.
آراڻ: اٽيڻت.
آرڪٽين: آر ڪٽڻ ۾، مھاڻڻ ۾.
آروڙجي: سخت ڪاوڙجي.
آرڻ: جنگ جو ميدان، جنگ.
آريج: خشڪ زمين، غير آباد زمين.
آررڙن: جبرا دشمن.
آڙيڪا: ور وڪڙ.
آزوري: آزاريل.
آسارو: آسرو آڌار.
آساروس: سندس آسرو.
آسانگو: آس، آسرو اميد.
آسر: آسرو اميد.
آسڻ: وھڪ جي جاءِ، ٽڪاڻو.

آڪاھ: آڪھ، ڪڙم قبيلو.
آڪرو: اتامرو ڳھٽو مھانگو.
آڪو: ڪچو گھڙو.
آڪڙي: ٿاھڙجي.
آڪُون: ھڪ ميوو آڪڙوٽ.
آڪڙيان: ٿاھڙيل، باھڙيل.
آگن: مالڪن، اڳواٽن.
آڳ: باھ، سوز ساڙو.
آڳ: منجھ، راز وارو وجھ.
آڳانجھو: اڳرو زياده، جھجھو.
آڳانديو: دلاسو پناه، بچاءُ.
آڳانديائون: جوڙيائون، اڏيائون.
آڳھ: پر جھلو آڌار پروسو.
آڳاھون: اڳيرو اڳتي.
آڳڙين: آڳ وارن، لوھارن.
آڳھتجن: گڏ ٿين، بند ٿين.
آلائش: گندگي، ناپاڪائي.
آلودو: ميل سان پريل، ناپاڪ، گدلو.
آما: (واحد: آمو) انب.
آن: آءٌ، اوھان
آنر: نياڳا اٺ، ڪيرولي گاھ جو قسم، ھڪ قسم جو وڻ، آملہ
آنھن: کوھ جو حوض، آواڙو.
آوار: ڇٽيل، پکڙيل، آسپاس.
آواڙ: اجائي، عبث.
آوَن: اچن.
آونگ: رڌ بچاءُ جا ٿانءَ.
آھَر، آھار: آڌار آسرو.
آھُر: ڪونار، جنھن ۾ مال چارو کائي، مال جي ڪاڏي ٿانءُ.
آھرا: آکيرا.
آھڙا: ڏکيا، اھنجا، مشڪل.
آھيريانئي: آرسيءَ ڪان ئي.
آھيڙي: شڪاري صياح.
آيل: امان، ماءُ، سکر زال.
آبُ: ابو پيءُ.
آبر: ڪڪر، بادل.
ابر: سُئِي.

اَبڙو: ابڙو سردار جنهن سومرن جون سامون جهليون هيون.
اُبهَان: (اُبهڻ = بيهڻ) ايو ٿي بيهان. بچان. امن ۾ رهان.
اُبهو: بچو امن ۾ رهو.
اُباٽجڻ: ڪومائجڻ. دونهاٽجڻ.
اُباهرا: اُبهرا. تڪڙ ڪندڙ جلد باز.
اَبڏي: بي سمجهائي. اياڻپ.
اَبڪار: پڪار. نعرو.
اُيا: بينا. بيٺل.
آيام: ابهم. معصوم.
اُيڪڙا: پهن تي بيٺل. ايي پير بيٺل.
اُيو: بيٺو بيٺل.
اُيي ويا: اُٿِي ويا.
اَييڪ: بيهڪ.
اَيينديون: بيهنديون.
انت: نهايت. حد.
اُتاريو: لاهيو دفع ڪريو.
اُتانگ: اڻ تانگو اونهو.
اُتائون: چيائون.
اُتائين: چيائين.
اُتوماڻءِ: چيو ماڻءِ. توکي چيم.
اَتور: بيمثل. لاثاني.
اَتوريا: اڻ توريل. ججها. گهڻا.
اُنو: وسيو وسيل مينهن.
اثبات: ڌڻيءَ جي هستيءَ جو اقرار.
اَپاريا: ار وارا. پرانهان. ٻئي پارا وارا
اَپٽي: (اُپٽڻ: کولڻ) کولي. کُلِي.
اَپر: گهڻو بيحد. بيشمار.
اَپڙ: تڪڙو هل. وک وڌاءِ.
اَپليو: اَڻ پليو اڻ جهل.
اَجارا: اُجاريندڙ صاف ڪندڙ.
اَجلان: اجل کان. موت کان.
اجلس: ويهہ. ويهڻ. سستي. غفلت.
اَجوکي: بنا جوکي. سلامتيءَ واري.
اُجهي: پڇي. پورو ٿئي. اُڪلي.
اُج: ٽپ ڏئي. ڊوڙي.
اُجهہ: (مصدر: اُجهڻ) رُل. پٽڪ.
اجهور: اجهاڳ پاٽي. ڳُن. مال جي بيهڻ جي جاءِ. آجهو.
آجهانون: آجها. آسرا. ڀروسا. پناهہ جون جايون.

آجهڻ: رُلڻ. پٽڪڻ.
آڇهُون: اسان کي اڇي.
آڇاهہ: اڇا. سفيد.
اڇل: اٿل. پلٽ (پاڻي جي).
اڻ ميو: بي انداز. تڪڙو تيز.
ادورائون: دانهون. پڪارون.
اِدغام: ٻن حرفن يا آوازن جو پاڻ ۾ ملي هڪ ٿيڻ.
آدوها: اُڌما. جوش. اُمنگ.
آڏاٽا: اُپريا. پيدا ٿيا.
آڏر: بناٽيڪ. ري آجهي. ضعيف.
آڏ لڳيون: اڌ پوريل (اکيون).
آڏوتي: اڻ ڌوتل. ميري. ناپاڪ.
آڏي: گوشت وڍڻ جي ڍڪي.
آڏيار: پاسو ڪندڙ پار ويندڙ.
آڏتراڇا: ڏنگا. ڦڏا. وروڪڙ.
آزا: ڪِلا.
اِرادت: اِرادو ازل جو ليکو.
آرتو: رت گاڏئون. ڳاڙهو.
آرتي گاڏئون: رت گڏيل.
آرت: آئٺ. خرچو.
آرٿ: ميراث. ورثو.
آردا بيگيون: لاغرض ٻانهيون.
آرداس: بندگي. عرض. سوال.
آرڏا: زوراور.
آرزان: سستو مهانگو.
آرک: اڻ رتل. نا پرهيزگار بيوفا.
آرڳ: الڳ پري ڏار بيزار.
آرغچ: بافتو.
ارم: بهشتي پوشاڪ. اِرم جو لباس.
آروت: ڪچو خام غير واقف.
آروٺ: بي آبي. خشڪي. سوڪ.
آريج: ريج بنان زمين. خشڪ.
اڙِن: نوڪن. چنهبن.
آڙانگ: اڙانگو ڏکيو مشڪل.
اڙل: ڪڏٽا گهوڙا.
آزل: اصل. ڪائنات کان اڳ.
آسارا: غافل. وسيلا.
آساروس: سندس آسرو ڪيس آسرو.

آسار: ٻنان سار جي. غافل.
اَسک: سک ٻنا. ڏکي. بي آرامي.
اسم اعظم: خدا جو وڏو نالو.
اَسُور: اسر. پرهه ڦٽي کان اڳ.
آسور: سور کان سواءِ.
اِشارتون: ڳجها اِشارا.
اَشهد: شهادت جو ڪلمو اشهد ان لا اِلہ الله و اشهد ان محمد عبده و رسولہٗ.
اصلا: اصل کان.
اَصيل: شريف. ٻڌائتو.
اظلام: ظالم. ڪنو ظلم.
اعراب: جملي ۾ بيهڪ مطابق اسم جي آخري حرف جي زير زبر.
اعرابين: (واحد: اعرابي) بر پٽ ۾ رهندڙن. بدوين. مارو ماڻهن.
افسوساءُ: افسوس سان.
اَڪاج: نڪار نالائق. نڪمي.
اُڪيل: اُڪلاءُ. جلدي.
اُڪيريو: سڪيو واجهايو.
اڪا: چانور وغيره. ان جا داڻا جي پوچارا درياءَ ۾ پيئنا طور وجهن.
اڪتا: جهاڳي پار پيا. اڪريا.
اُڪتي: پار پئي.
اُڪوڙ: ڪڏي چڙ.
اَگر: عود جو وڻ. خوشبوءِ.
اَگوندرو: گوندر يا غم لاهيندڙ غمنار بنا غم جي. گهٽو پاٽي.
اَڳ: اڳواڻ. مهندار.
اَڳاهون: پريهِ اڳيرو.
اَڳرو: مٿاهون. سرس. گهڻو.
اَگهت: اوگهڙ. پڌرائي. پڌر.
آڳانيو: آڏار.
اَگهتيا: گڏجي سوڙهو ٿيا.
اگهئين: تون قبول پئين. اگهامين.
انگڙا: انگ. عضوا.
انگڙين: عضون سان. انگين.
اَلَ: عيب.
اِلا الله: سواءِ الله جي. فقط الله.
اَلانسان سِري و اَناَ سِرُہ: انسان منهنجو ڳجهہ آهي. ۽ آءٌ سندس ڳجهہ آهيان.
الله بِڪُل شيءِ محيط: خدا سڀ تي هاوي آهي. هر شيءِ ڌڻي جي گهيري ۾ آهي.

اللهُ نُورُ السَماواتِ وَالارَض: الله زمين ۽ آسمان جو نور آهي.
الله وليُ الذين آمنوا يخرجهم من الظلمت الي النور: الله ايمان وارن جو دوست آهي ۽ کين اونده مان ڪڍي روشني ۾ آڻي ٿو.
الله صمد: الله بي نياز آهي.
آلاهر: الله جي مدد سان.
اِلاهي ٿُهار: الله تنهنجي آڌار تي.
اَليَم: سَليمُ. سُٺايم.
اُلٿي: سج لٿي.
اَلدنيا جيفة وطُلا بها ڪلابَ: دنيا ڍونڍ آهي ۽ سندس طالبو ڪتا آهن.
اَلذين آمنوا وڪانوا يَقون: اُهي جن ايمان آندو ۽ جي پرهيزگارَ يا متقي آهن.
الڙ: اڻ آزمودگار اڃاڻ. پورڙو.
اَلسَتُ بربڪم: ڇا مان اوهان جو رب نہ آهيان.
اَسفر قطمة مِن النار: مُسافري ٽڪرا يا دوزخ جو ٽڪرو آهي.
اَلعشق حجاب بين العاشق و المعشوق: عشق. عاشق ۽ معشوق جي وچ ۾ هڪ پردو آهي.
العشق نار الله الموقدة: عشق الاهي ٻاريل (ساڙيندڙ) باهہ آهي.
اَلف: الله جي نالي جو پهريون حرف. يعني الله.
الفراق اشد من الموت: فراق موت کان وڌيڪ سخت آهي.
اَلک: مخفي. ڌڻي تعاليٰ.
اَلماس: هيرو.
آلودو: رڱيل. ٻڏل.
الوڙو: ننڍا ڪڙائيءَ کان جهوٽو گهيرٽ.
الوڙڻ: اڪيڙڻ ڏڪي لاهڻ.
الوهيت: خدائي. وحدت.
اُلهي: غروب ٿئي. سج لهي.
اُلير: سَٽ. ٽپ. ڇال. اُڇل.
اَليومَ سِيروا: اڄ سير ڪري وٺو.
آمارو: ڇڪ. ڪاڍو سنبت.
آماڻ: امانت.
آميا: (واحد: آميو) اپار.
اُميري: ڪپڙي اُٺڻ وقت تاڃي جي چنل تند کي ڳنڍ. ڳانڍاپو.
اميس: بندگي. سيوا.
آناسي: اٺاسي.
آناعبد: آءُ ٻانهو آهيان.
اقنا: احمق. نادان. مست.

اِن الله و تر يُحِبُ الِوتر: تحقيق الله هڪ آهي ۽ هيڪڙائي
کيس پسند آهي.
اِنَ الله يغفر الذنوب جميعا: بيشڪ الله تعاليٰ سڀ گناھ
معاف ڪري ٿو.
اِنَ اَوليائي تحت قبائي: منهنجا دوست منهنجي چولي
هيٺ آهن.
اَناءِ: ٻڌ، سڻ، مڃ، قبول ڪر.
اَنبر: اُڀ، آسمان.
اَنبرين: آسمان تائين.
انت: حد، پڇاڙي.
انتها: پڇاڙي، آخر.
اندام: عضوا.
اَندوھ: غم، ڏک.
اندوهيان: غم اٿن، ڏک اٿن.
اَنڌي: ڪنڌي، ڪنارو.
انگ: نصيب، لکيو جسم، عضوو نشان، انگھ، چنهب.
انگڙا: عضوا.
انگڙيارو: ڏنگو ونگڙو.
انگهيم: چيريم، وڍيم.
اَنگھ: ڪاٺيءَ جي تکي چنهب.
اَنواع: (واحد: نوع) قسم، نمونا.
انيرا: راجا انيراءِ (جنهن راءِ ڏياچ جو سر وڍايو هو)، راءِ، راجا.
آٽاسو: بي لڄو بي ننگو نرلڄو.
اَڻ ڪِي: نہ ڪي، اڻ ڪيل.
اَٽي: نوڪ، چنهب.
اوات: غلط رستو ڪُوات، گمراهي.
اوائي: موڳي، نادان، پليل.
اواين: موڳين، موڙڪن، پليلن.
اوباھڻ: بچائڻ، سلامت رکڻ.
اوبڙ: سٽ ويڙهي.
اوپارا: پاڻي جا ابتا وهڪرا.
اوپالا: ڏوراپا، مهڻا.
اوپالئان: مهڻن کان، ڏوراپن کان.
اوپيڙ: زمين مان ڦٽندڙ شيون.
اوتڙ: اوجهڙ اوڙاھ، گمراهي.
اوتون ڏيڻ: پلتجي زور سان لڳڻ.
اوتيائون: نايائون، پلتيائون.
اوجاھ: اجهڻ، اُڪلڻ، وٽڻ.
اوڇون: پرزا پرزا، عاجز حيران.
اوڇي: ڏاري، خراب، خسيس.
اوڏايان: اوڏو تمام ويجهو.
اوڊو: اڊو اڊکو فڪر
اوڍڪو: ڍڪ، پناھ.
آور: هلان، ڪاھ، رُوڙ.
اوراتو: ماتم، روڄ، غم، مصيبت.
اوراٽيون: ڍڪيون، پريون.
اوراران: اورينءَ پران (درياھ جي)
اورار: درياھ جو اوريون پاسو.
اورين: حال ٻڌائين، ڳرهين.
اوڙڪري: قطارون ڪري.
اوڙڪ: پڇاڙي، نيٺ، گهڻو.
اوڙکيو: پروڙيو معلوم ڪيو.
اوسا: سکل، سُڪا.
اوسار: نہ وسرندڙ جتاءِ ڪندڙ.
اوسارين: ماتم ڪن، روڄ ڪن.
اوسر: اڻ هوند، مصيبت.
آسڙان: آسم سڙان، انتظار ڪريان.
آوسھ: فال.
اوسيڙو: فڪر ڳڻتي.
اوصاف: وصفون، ڳڻ، چڱائي.
اوڪ: پاڻيءَ جي پالوٽ.
اوڪاٽين: موڳائي ڪن، موڳيون ٿين.
اوڪر: اڪلاءِ، نيڪال، لانگهو.
اوڳي: موڳي، غافل.
اوقابيل: عُابيل، هڪ طرفان عقاب جي ڪنين سان جَڙيل تير.
اوڳا: موڳا، منجهيل، نادان.
آوڳڻ: اَڳڻ، گناھ.
آوڳڻي: ڏوهارڻ، گنهگار.
اول: بند، روڪ، اها ڪنڊ جنهن ۾ درياھ ڪک ۽ ڪاٺيون
لوڙهي آڻي چڙهي
اولا: ڇانئون، ڍڪ، پناھ.
اولو: هيڙي کي هلائڻ جو ڳن.
اولاڪو: اُلڪو، ڏک، صدمو.
اولجان: ڏکجان، ٿيلهجان.
اولون ڪرڻ: يادگيريون ڪرڻ، ڍڪ ڍڪڻ.
اولون ٿيڻ: ٿڪجڻ، بيزار ٿيڻ.

اولاڻ: لولي.
اولائي: خالي سنجن بنان (وهٽ).
اولاٽيو: خالي، پلاڻ بنا (وهٽ).
اَوَليءَ: مشڪل، ڏکيءَ.
اولي: ٻيڙيءَ جو ڳن.
اوليون: ڀٽڪيل، گمراهہ (عورتون).
اوليين: لوڙهئين، ٿيلهين.
اوليو: لڙهيو ڀٽڪيل، ٿيلهيل.
اوناءِ: عرض قبول ڪر.
اونڌا: ابتا، بي عقل.
اوٺا: اڻ پريل، گهٽ پريل.
اَوٽت: اٽيٽت، ناسازي.
اوهري: (اوهرڻ: ٻيڙين جو روزا و ٿيڻ) اسري، نڪري.
اوهِير، اوهيڙا: وسڪارا.
اوئيون، اوئُيون: پاٽيءَ جون ننڍيون سانداريون، ڪَليون.
اَويسي: اهو صوفي جو اويس قرني (جنهن نبي ﷺ کي ڏسڻ يا ملڻ کان سواءِ غائبانہ ساڻس محبت ڪئي ۽ کيس مڃيو) وانگر ظاهري مرشد جي بدران نبي ﷺ يا ٻئي ڪنهن اهل مماتي واري ولي الله سان پنهنجي ارادات ۽ صحبت رکي ۽ فيض وٺي.
اُهاءَ: شعاع، چمڪات، سوجهرو.
اِهائين: اِتائين.
اَهج: اهڃاڻ، نشان.
اهڃاڻيا: سندن اهڃاڻ.
اهڃاڻيون: نشانيون.
اَهرائينس: (اهرائڻ: ٻيڙي هاڪارڻ) هاڪارينس، ٿيلهينس.
آهڙا: آهنجا، آڙانگا.
اُهس: روشني، تجلو سڪ.
اَهنج: گهٽ، نِوالو ڪسو.
اَهنجي: اوهان جي.
اَهل: لاڙو روش، نمونو.
اهل بيت: حضور جن جي گهر جا ڀاتي، ڪٽنب وارا.
اِتائين: اِتائين، انهيءَ هنڌان.
اير ٻير: اچڻ وڃڻ، لاڙو نمونو.
اَيَنگ: مستان، بيپرواهہ.
ايلاچئيون: ايلاچن کان، (ايلاچو: هڪ قسم جو ريشمي ڪپڙو).
اِيهہ: اِهو.
ايهيءَ: اِهڙي.
آئين: اوهين، توهين.

## ب

باالله: قسم خدا جو.
باب: در، حق ۾، بابت.
بابُو: فقير، سامي.
بابل: بابو پيءُ.
باري: ڏٽي، خدا، سخت، ڳرا.
باز: باز پکي.
باز آڻڻ: روڪڻ.
بازندن: راند ڪندڙن.
باک: خبر، پره ڦٽي.
باڪُون: روشنيءَ جون شاخون.
بانَ: ورن، رنگ، تير.
بانا: رنگ، بيان.
بانَ بري: متيءَ رنگ پيوت.
باهوتي: ننيڙي باهہ، دونهين.
بِتن: انساني پتلن، عام ماڻهن.
بَٽ: پَٽ، ميدان، گهٽو.
بُٽ: بني، ڊِگ، سج.
بُٽي: قبر.
بُڃائيون: بڇڙايون.
بُڇن: بڇڙن بدڪارن.
بحري باز: وڏو باز شاهين.
بخرو: حصو نصيب.
بِدا: وداع ٿيڻ، معاف ٿيڻ.
بَدوُ: جنگلي گندو.
بداماڻي: بدامر جو رهاڪو.
بردا: برات، سَنَد، خوشي، ڇڄ.
برجن سين: چوٽين سان.
برجنگ: مردنگ ساز.
برخيز بده ساقي: ”اٿ، ڏي اي ساقي“
بردار: ميويدار وڻ.
برسي: وسي.
بصير: بصيرت وارا، جاڻو ڏسڻهار.
بصيرت: بينائي، دل جي اک.
بُرفت: ڪوهستاني قوم جبل جا ماڻهو.
بَري: متيءَ هاٿو بريٽ جو رهاڪو تارڪ فقير.
بيان: عشق ۾ پکل، سڙيل.
بُڪاءَ: روج راڙو.

بَڪَتِ العينان في هواڪ دما: ”تنهنجي عشق ۾ اکين رت رنو.“
بِگر: بغير، سواءِ.
بُري: بغلي، گودڙي.
بِلا شيخ مَن يَمشِي فِي الطريق: جو مرشد کان سواءِ طريقت ۾ هلي ٿو (سو انهيءَ شخص وانگر آهي، جو سمنڊ ۾ ٻيڙيءَ کانسواءِ هلي ٿو.)
بِلو: آسرو اجهو.
بلي: حوالي، آسري.
بُن: بڻ، بنياد.
بندر جن: بندر وارن.
بوتن: اٺن.
بُود: هستي، وجود، بقا.
بور: گهوڙي جو قسم.
بورائون: سونهون.
بُيون: هيڪارون.
بهن: پڻڪن (ڪتا).
بَهر: قطار، قافلو.
بيائيد: اوهان اچو.
بيباڪ: بيفڪر، بي ڊپو.
بيٺ: ڪمر، سندو.
بيخود: بي سرت، خودي کان سواءِ.
بيدي: بيابان، سڃ.
بِيرُ: کوهہ، چشمو.
بيران: ويران.
بيراني: ويراني.
بيراهہ: غلط رستو گمراهہ.
بيزڦون: جهنڊيون.
بِي يُبصِرُوَن بي يَسمعُ: مون ذريعي ڏسي ٿو ۽ مون ذريعي ٻڌي ٿو.
بِي يَمشِي وَ بِي يَنطِقُ: مون ذريعي هلي ٿو ۽ مون ذريعي ڳالهائي ٿو.

## ٻ

ٻاٻاڻا: اباڻا مائٽ، عزيز.
ٻاٻاڻن: اباڻن.
ٻاٻرين: ٻير جا.
ٻاتاڙي: موڙهل، منجهيل.
ٻاجهائج: ليلائج، ٻاڏائج.
ٻار: ٻاهر. پاڻي جو ڳُن.
ٻارٿ: ڳاٽڙو مگڻهار.
ٻاروتن ۾: ٻاراڻن ڪپڙن ۾، ٻاراڻيءَ وهيءَ ۾.
ٻاري: دري، جاءِ، ٽولي.
ٻاڙو: ڪارو (پاڻي).
ٻانُ: ٻانهون، غلام.
ٻانڌيين: ٻانڌين تي، مڇيءَ ڦاسائڻ لاءِ لڳل رڇن تي.
ٻاندو: لُنڊو ڪتو بدمعاش.
ٻاندي: درياهہ ۾ لڙهندڙ ڪاٺي.
ٻانهون: همراهہ.
ٻانهوٽا: ٻانهن جا گهہ.
ٻانهوٽي: ٻانهڙي، گولڙي.
ٻانگهڙ: ٻاکر.
ٻاڻ: تير، ڪان.
ٻائڙ: نار جو سامان.
ٻاين: راڻين، بيگمن.
ٻپارا: ٻنهي طرفن کان آرپار.
ٻپڙي: ٻن پڙن واري، سپ.
ٻچي: ٽڪ، هلاڪ ٿي.
ٻُجهارت: ڳجهارت، پرولي.
ٻچَل: چوهہ سان لڙهندڙ.
ٻُڌ: سمجهہ، عقل، هوش، ڄاڻ.
ٻَڌ: ٻڌا. ٻہ ٻہ.
ٻڌيس ٻول: واعدي جهليس.
ٻڏاهين: ٻہ دفعا، ٻہ ڀيرا.
ٻَر: مصيبت، ارمان.
ٻُر: چنڊو، ڦڙو.
ٻڙ: ٻل، زور.
ٻُر: وارن جون ڇڳون، چوٽي.
ٻُرائي: وڄائي.
ٻَر ٻَر: هاءِ هاءِ.
ٻڙد: ڏاند.
ٻُرڪيو: گهوريو قربان ڪيو.
ٻُرن: وڄن.
ٻِرنگو: درنگو ٻچاپڙو.
ٻَري: ماندي ٿي، سڙي.
ٻريائي تہ ٻار: جي ٻاهہ ڏکي اٿئي تہ ڏکاءِ.
ٻڙڪن: ڪڙهن، سڏڪن.
ٻڙو: ڪپهہ جو ذرو ڍڪ.

وَريام: پهلوان، بانڪو بهادر.
ورونهن: وندر، پچار.
وروٽيون: سڪي ويون.
وروهڻ: وندرڻ، ريجهہ رهاڻ.
وِره: درد، غم.
وَڙُ: ڀلائي، احسان، جنس، ڀُڻ.
وَڙال: ڳولا ڦولا، پچا ڳاڇا.
وڙاهہ: وٽاهہ، نقصان.
وڙاءِ: وڙائي، جڳائي.
وڙائتي: وڙن واري، لائق.
وَس: وسندي، آبادي، وسڪارو.
وِسامي: ٿڪجي، بيحال ٿي.
وِساٽي: اُجهاٽل، ٿڪل، پروس.
وسوڙل: ڳهلي، موڙهل، سادي.
وِسهُ: ويساه ڪر، اعتبار ڪر.
وَسِيل: وسيلو.
وصالي: وصال جا طالبو.
وظيفا: ٿيٽا، دعائون.
وَفِي اَنفُسڪم، افلا تبصرون: (خدا جي قدرت جون نشانيون اوهان جي اندر ۾ آهن، پوءِ اوهين ڇو نٿا ڇتائي ڏسو.
وِڪر: ڳڻتي، فڪر.
وڪني: ڪڪ، بيزار.
وڪار: گدام، سواءِ مال رکڻ جي جاءِ، مال وارو.
وڳڻ: هلڻ، رلڻ.
وَل: هر ڏي پوک.
وِلِ: وِلهہ، ٿڌ.
وِلاڙ: پير جي جانچ لاءِ آڏو وڏي پير ڪڻڻ.
وِلتِي: پوئتي موٽي، پُٺ ڏيئي.
وَلسوف يُعطيڪ رَبڪَ: تنهنجو رب توکي ترت عطا ڪندو.
وِللين: بڪواس ڪرين، وٿلين.
وِلوڙا: ڪير جا ولوڙا، ڪير ولوڙڻ.
ويلها: غريب، ڪنگال.
ولهارن: سبز ميدانن، ماٿرين.
وَلهو: محبوب، پِتا، مڙس.
وَمَر: جٺن مَر متان.
وَمُر: درياءُ.
وِماس: فڪر، ڳڻتي ويچار.
وِماسيا: فڪر ۾ پيا، منهنجي پيا.

وناهيو: شادي لاءِ سنيپاريو، ونواهہ ۾ ويهاريو.
وِنَحن اَقرب اِليه من حبلِ الوريد: اسين انسان کي سندس ڪنڌ جي رڳ کان بہ ويجها آهيون.
وِنڊيان: سِبان، رفو ڪريان، ٽُنِيان.
وِنڊِين: سوراخ ڪن.
ونڪ: رنگ، چمڪ، تجلو.
ونڪا: بهادر.
ونگس: سهڻي سياڻي زال.
وِنگسيو: سوگهو ڪيو ونگيو.
وَنهيان: سُڪيا.
وَٽاه: اي وڻ!
وَٽاءِ: ورن يا رنگ واريون، اهڙي نموني جون.
وِٽاهيا: شهيد ٿيا، فنا ٿيا.
وٽائون: وٽن کان.
وٽڪار: لس ڀيلي ۾ وٽن جي هڪ جوءِ جو نالو وٽراه.
وِٽِوانڊ: مهٽي هاب، ڪميٽي.
وَٽِي: وٽج ڪري، سودي.
ووڙ: ڳول، ڏور نهار.
ووڪ: ڪوڪ، رڙ دانهن.
وَهَہ: پاڻيءَ جو وهڪرو تک، درياءَ جي سِر، نينهن.
وِهاتي: موڳو ڪري، اوراتي، غش ڪري.
وِهاڳ: اسر جي راڳڻي، پرياتي.
وَهان: عمل ڪريان، هلان.
وِهائُو: صبح جو تارو سوديندڙ.
وهرون ڪرڻ: متا هڻن، زور ڪوشش ڪرڻ، آرام ڪرڻ.
وِهسن: خوش ٿين.
وِهڪئي: ڪير بند ٿئي.
وهلا: جلد، سگها.
وَهلور: بيزار، تنگ.
وهلوريا: بيزار ٿيا، پريشان ٿيا.
وَهُ لڳو: اُڪِير ٿي، نينهن لڳو.
وَهون: زالون.
وَهيٽو: هٽ وس، اختيار ۾.
ويءُ: گاه وارو ميدان.
وِياءُ: اولاد.
وياڇي: ڇئي، اوري، ڳرهي.
ويڇون: حيران هلاڪت، ڏکيائي، جدا، ذرا ذرا، پرزا پرزا.
ويڌ: ويڌن، تڪليف.

ويرا: انهيءَ مهل.
ويراڳ: فراق، وڇوڙو.
ويراڳي: تارڪ فقير.
وير وتار: هردم، هميشہ.
وِيري: ڪوهي.
ويڙهہ: مارن جو ملڪ، گاهہ جي جوءِ، ماڳ.
ويڙهو: گهر، پاڙو.
ويڙجهپ: هڪ ڳوٺ جو نالو (جو ڏيپلي تعلقي ۾ آهي).
ويڙچن: وطن وارن، جهانگين.
ويڙيين: ويڙن ۾، وطن جي ماڳن ۾.
ويساند: آرام، ساهي، صبر.
ويساهي: دوکو ڏئي.
ويساهين: ساهہ پٽَڻ، آرام ڪرڻ.
ويڪ: ڪشادگي، ويڇو تفاوت.
ويلا ڪري: وقت گذري وڃي.
ويلو: ويرم، دير.
ويلهہ: اڻ هوند، ٻُڪَ.
ويٺ: وهڪ، گهر، بيٺڪ.
ويج: طبيب، ڏاهو.
وِيمو: متاستا، وٽج واپار، ڏمو.
وِين: ويامن.
وينتي: عاجزي، منٿ.
وينجهار: جواهرن کي تنگ ڪيندڙ عاقل، داناء.
ويڻ: مهڻو.
وَبيَتَ: بنا، کان سواءِ.
وَبيَت واهر: بنا واهر، بيوس.

## هہ

هاتڪ: حاذق، هوشيار، ڏاهو.
هايون: هلاڪت، نقصان.
هار: آڌار آهر.
هاريا: نادان.
هاڪ: ساراهہ، هڪل.
هالار ڏٽي: هالار (جام ننگر) جو سردار، جادم جکرو.
هالاري: هالار جو رڱيل ڪپڙو.
هالورا: جهلڪو چمڪات.
هام: دم، دعوي.
هاهر: اٿ جي هونگار.
هاٺون: ڏاڙيل، ظالم.
هاواٽا: هل، دهشتون.
هائي: باهہ، اوڙاهہ، دوزخ.
هٽڪڙول: هٽڪڙيون.
هٽ هٽن: پڇتائين.
هَٽ: جسم، هائي.
هِجي: شدمد سان پڙهڻ.
هج: عذاب سهَڻ، تڪليف ڪيڊ.
هجي ويا: فنا ٿي ويا.
هَڏا: جسم. رت پائي، مائٽ.
هَڏ: ماڳهين. موراهين، هرگز.
هڏا ڪُٺيان: "هڏاڪٺي" ڳوٺ کان.
هُرَ: سار، يادگيري.
هَرائِي: هيٺائِي. هلڪڙائي.
هر ڪيس: هر رنگ جا.
هرڪئين: پنيلئين، پلجي پئين.
هرنام: "هري" جو نانءُ، سلام.
هُري: ياد اچي.
هريا: سارا، آلا، تازا.
هزاري: هزارن جي ملهہ وارو.
هڙده: ارڙهن.
هَڪئو: تيار.
هَڪُون: روڪون، اٽڪون.
هَڪيا: حاضر، تيار.
هُڳاءُ: بوءِ.
هُلاچو هل: غوغاءُ، آواز.
هَم: غم، ڏک.
هماءُ: هڪ قسم جو خيالي پکي.
همه: سيني، سڀ.
هناڪ جسمي والفوادلديڪم: منهنجو جسم هت آهي ۽ دل اوهان وٽ.
هندوا: مينهن وساڙا (ڳاڙها جيت).
هُنگ: هُونگار هڪل.
هِنگلور: هنگلاج.
هِنها: هن کان پوءِ.
هنئار: هن سال، هينئر.
هَٽِي ويا: ڦري ويا.
هوائون: وهم، اجايا خيال.
هوائي: نابود، خام.

هوتُ: بلوچن جي "هوت" قبيلي جو فرد. پنهون. محبوب.
هوتاڻي: "بلوچن منجها" پنهون، محبوب.
هور: هر کر، کُتڪو.
هورا: ڳڻتي، انتظار.
هوڙاڪ: هوڙو ننڍي ٻيڙي.
هول: لوه جو توپ.
هول: ڊپ، فڪر.
هُونِ: هُجن.
هوءِ سين: الله سان.
هوءِ: هڪ ٿي ويا.
هوون: مان، آءٌ.
هوندو: جيڪي موجود هجي.

هئائين: هِتائين.
هُئڻ: هٺ، هستي.
هِيُ: هيءُ وجود، هستي.
هيجان: هيج مان، پيار مان.
هيج هوج: هيڏانهن هوڏانهن ڪرڻ.
هيدي: اٺ جي واڳ، پاکڙو.
هيرئون: هريل.
هيڪاند: ميلاپ، گڏجاڻي.
هَيَنِ: مُيَنِ، مُئيَن.
هيهات: افسوس، هاءِ هاءِ.
هَيهاتَ هَيهاتَ لِما توعدون: هاءِ شل (پري هجي) اها ڳالهہ جنهن جو توهان کي ڊپ ڏنو ويو آهي.

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ

ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳَر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَھڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي ھوندا آھن اَھڙيءَ طرح پَڙھندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آھن ۽ ھوندا. اُھي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙھندڙ، بَرندڙ ۽ پڙھندڙ، سُست ۽ پڙھندڙ يا وِڙھندڙ ۽ پڙھندڙ بہ ٿي سگھن ٿا. بين لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آھي.

ڪوشش اھا ھوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَھڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آھي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اھڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ ھِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ ھيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رھندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اھم مرحلو وِرھائڻ distribution جو ٿيندو. اِھو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏھن ڪو پيسا ڪمائي سگھي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ ھوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ ھو وَسَ پٽاندڙ وڌ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي ھِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦھلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنھن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَياز علمَ، جاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيھہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوء چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽَر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

> وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
> پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
> ـ اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)